


سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

اِي ۽ ڪُٽ ڪوراٽن، جن ۾ سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين.

---

علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب؛ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ؛ پير حسام الدين راشدي؛ ڊاڪٽر غلام حسين جعفري؛ پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي؛ مولائي شيدائي؛ پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي؛ آغا تاج محمد؛ مرزا اعلم بخش؛ ڊاڪٽر محمد ابراهيم "خليل"؛ الله بخش "سرشار" عقيلي؛ مخدوم محمد زمان "طالب المولى"؛ شيخ مبارڪ "اياز"؛ هري راز "دلگير"؛ محمد خان "غني"؛ ضياءُ الدين "ضيا"؛ حاجي محمود "خادم"؛ رشيد احمد "رشيد"؛ بيگم عبدالله جي؛ جمال الدين ابڙو؛ ۽ ٻيا صاحب.

سيارو ۱ ۱۹۵۵





# سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

## فهرست




ايڊيٽر: محمد ابراهيم - ايم - جويو. مئنيجنگ ايڊيٽر: غلام محمد "گرامي".

# "مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).

---

سالانو چندو ٨-٠-٠ روپيا.   في ڪاپي ٢-٠-٠ روپيا.

اشتهار في صفحو ٥-٠-٠ روپيا.

Edited, Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo, B. A., B. T., Secretary, the Sindhi Adabi Board at the Boards Printing Press and Book Stall Tilak Incline, Hyderabad (Sind).

# گذارش

"مهراڻ"، سنڌي ادب ۾، جنهن معياري مقام جو رسالو آهي، اهو ڪنهن کان ڳجهو نہ آهي. سنڌي ادب ۾، "مهراڻ" جو پنهنجو خاص رنگ رهيو آهي. "مهراڻ" جي مسلسل مطالع ڪندڙ اهل علم دوست چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا تہ رسالي ۾ علمي، ادبي، فني، لغوي، مضمون نهايت تحقيق ۽ محنت سان لکيل ٿي شايع ٿيندا رهيا آهن. سنڌس پهرئين دور ۾ علامہ دائود پوٽي، جناب عثمان علي صاحب انصاري، پير حسام الدين راشدي، پير علي محمد راشدي، حڪيم مرحوم فتح محمد سيوهاڻي، مرحوم احمد چاڳلا، مرحوم مولانا دين محمد وفائي، آنجهاني پيرومل مهرچند، آنجهاني چيتمل پرسرام، آنجهاني لالچند امرڏنومل، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، محمد خان غني، مسٽر لطف الله بدوي، مرحوم مخدوم محمد صالح پٽني، شيخ مبارڪ "اياز"، حاجي محمود "خادم"، حافظ محمد احسن، عبدالڪريم سنديلو، گل حسن ڪربلائي، آنجهاني ڪشنچند "بيوس"، جهامنداس ڀاٽيا، مولانہ عبدالڪريم، سائينداد سولنگي، مرحوم محمد بخش "واصف"، مرحوم قادربخش "بشير"، مرحوم جمعہ خان "غريب"، مرحوم غلام احمد "نظامي"، مرحوم فقير غلام سرور "مسرور"، آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي، مسٽر ليکراج ڪشنچند "عزيز"، پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي، پروفيسر ڀمڀاڻي، آنجهاني سوڀراج نرملداس، پرسرام "ضيا"، ڪيئلداس "فاني"، وغيره، مهراڻ جا خاص ليکڪ آهن، جن جا علمي، ادبي، اصلاحي، لغوي ۽ فني، افسانا، ۽ مضمون گذريل پرچن ۾ محفوظ آهن، ۽ اهو هڪ بهترين معياري علمي ذخيرو آهي.

اها ہ هڪ مسرت انگيز حقيقت آهي تہ "مهراڻ" جي ان معياري ۽ بلند پايہ ادبي حيثيت کي، بمبئي يونيورسٽيءَ ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ارباب بست و ڪشاد بہ تسليم ڪيو، ۽ بي- اي ۽ ايم- اي جي شاگردن لاءِ ان جي مطالع جي سفارش ڪئي. 'مهراڻ' جا جهونا پرچا اڄ تائين جو تہ نوان آهن: ڪيئي اهل ذوق دوست هن ناياب علمي خزاني کي هٿ ڪرڻ لاءِ طلب ڪندا رهن ٿا، ۽ اسان حتي المقدور سندن ان علمي جذبي جو احترام ڪندي، کين پرچا موڪليندا رهون ٿا.

"مهراڻ" مارچ ١٩٤٦ع ۾ جاري ٿيو، ۽ ٤٦ ۽ ٤٧ع وارا ٻه سال، باقاعدي شايع ٿيندو رهيو: تان جو ١٩٤٨ع ۾، جنوري کان جون تائين گڏيل پرچو نڪتو: اهو پرچو گويا "مهراڻ" جي پهرئين دور جي ٻڇالي ثابت ٿيو، ۽ اڄ تائين "مهراڻ" وري نه نڪتو.

"مهراڻ" جي ان پهرئين دور ۾، ايڊيٽورل بورڊ تي هي صاحب هئا: جناب عثمان علي انصاري صاحب چيئرمن، مولوي مرحوم دين محمد وفائي چيف ايڊيٽر، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي ميمبر، ۽ آنجهاني لالچند امرڏنومل جڳتياڻي مئنيجنگ ايڊيٽر. "مهراڻ"، هن وقت، ٻئي دور ۾ قدم رکيو آهي. اڄ دنيا ٻي آهي ۽ ماحول ٻيو آهي. مهراڻ جي پهرئين دور واري سنڌ، ۽ هن موجوده سنڌ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. حالتون تيزيءَ سان بدلجي رهيون آهن. لساني، ۽ سياسي، معاشرتي ۽ معاشي طور، پنهنجو وطن نهايت اهم ۽ نازڪ دور مان گذري رهيو آهي. ادبي مقتضيات، ۽ ماحول جي اثرات کان ڪڏهن به چشم پوشي ڪري نه ٿي سگهجي. سنڌي ادب ۽ ثقافت جي خدمت ۽ حفاظت لاءِ جوڳا اپاءَ سوچڻ گهرجن، ۽ سنڌي زبان کي زنده ۽ پاينده زبانن جي ڪڙيءَ تي رسائڻ لاءِ ڪم ڪجي. 'مهراڻ' جا اڳيان ليک ڪي حال حيات آهن، ته ڪي خلد آشيان ۽ سرڳواس ٿي چڪا آهن. مسٽر ڀيرو مل مهرچند، لالچند امرڏنومل، چيتمل پرسرام جهڙا اديب، تقسيم کان پوءِ، جئن سنڌ ڇڏي ويا، تئن وري نه وريا، بلڪ هن فاني دنيا کان منهن موڙي، وڃي عالم جاوداني ۾ پهتا. ان طرح مسلمانن مان حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولانا دين محمد وفائي، سيٺ احمد چاڳلا، مرحوم غلام محمد شاهواڻي، مرحوم محمد بخش واصف، مرحوم غلام احمد نظامي، مخدوم محمد صالح ڀٽي، فقير غلام علي مسرور، مرحوم قادربخش بشير، مرحوم علي خان ابڙو، مرحوم جمع خان غريب، مرحوم شيخ مراد علي ڪاظم، حافظ عبدالله بسمل اسان کان موڪلائي ويا آهن، الله انهن کي مرهي، ۽ اسان کي انهن سيني جو نعم‌البدل عطا ڪري، ۽ اسان کي انهن وانگر، سنڌي ادب ۽ تهذيب جي خدمت جي قوت عطا فرمائي.

'مهراڻ' جي هن ٻئي دور لاءِ علمي ۽ ادبي ۽ معياري مضمونن، افسانن ۽ ڪلام کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪابه ڪسر نه ڇڏي وئي آهي، ان ۾ ڪيتري قدر ڪاميابي حاصل ٿي آهي، انجو ناظرين ڪرام پاڻ اندازو فرمائين ته بهتر. اميد ته اها آهي ته 'مهراڻ' اهل ذوق حضرات کي پسند ايندو.




## بيت

شيخ مبارڪ "اياز"، مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"، راضي فقير، اميد علي زرداري، دادن فقير، هريرام سائين "مسڪين"، ۽ مير محمد "ميرل".

## ڪافيون

مصري شاهه رحه، مخدوم پير امين محمد صديقي رحه، پير حسن بخش جيلاني رحه، محمد حافظ شاهه رحه، مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"، پير شاهنواز شاهه "عارف المولىٰ"، محمد خان "غني"، مولوي محمد عثمان "پروانه"، رشيد احمد "رشيد"، مير محمد "ميرل"، علي بخش "رضا"، ۽ غلام محمد "گرامي".

## گيت

شيخ مبارڪ "اياز"، هريرام "دلگير"، عبدالمنان "خالد"، "اياز" قادري، روشن آرا، واسديو "نرمل"، دولترام "داس" ۽ مستان.

## نظم

ڊاڪٽر "خليل"، شيخ عبدالله "عبد"، ضياءالدين "ضيا"، محمد خان "غني"، "بردو" سنڌي.

## غزل

خادم، اختر، جوش، سرور، محبوب، اديب، علي محمد "مجروح"، شمشير الحيدري، بيدل، همدم، عزيز، تنوير، خواب، زيب، رضا، عزيز الله "مجروح"، مولوي محمد "اورنگ زاده" ساز، ۽ "نظر" سنڌي.

| قصيده | رباعيات | قطع تاريخ |
| --- | --- | --- |
| الله بخش "سرشار" عقيلي. | آغا تاج محمد خان ۽ "جوڳي". | آسف. |

"ڪجھ وقت اڳ، مان اردوءَ کي پنهنجي خيالات جو ذريعهء اظهار انڪري بڻايو جو مون سمجهيو تہ اردو سنڌيءَ کان وڌيڪ وسعت ٿي رکي ۽ منهنجي خيالات جي پيچيدگي ۽ گهرائي ان ۾ چڱيءَ طرح سمائجي سگهندي. پر گذشته وئڪيشن ۾، مان ٻہ سؤ کن بيت لکيا آهن سنڌيءَ ۾، جن مان مون کي يقين ٿي چڪو آهي تہ جيڪي مان پنهنجي مادريءَ زبان ۾ لکي ٿو سگهان، سو ڪڏهن بہ ٻيءَ ڪنهن بہ زبان ۾ نہ لکي سگهندس. ڪيتري پلٽ پٽڪڻ بعد، مان سنڌيءَ ۾ پنهنجي لاءِ بهترين ذريعهء اظهار ڳولي ڪڍيو آهي، جو بيت ۾ لکي سگهبو: اهو گيت، غزل يا نظم ۾ بہ ڪڏهن نہ اچي سگهندو."

شيخ مبارڪ "اياز"

# بيت

## شيخ مبارڪ "اياز"

اڄي اوت شراب، اٿم اڄ ازل جي،
سندم روح رباب، سگهي پيو ڪنهن سُر لاءِ.

سڄڻ جو ساريوم، ته آيون هيرون هنج ۾،
جيڏانهن نهاريوم، چوڏهين جي چانڊاڻ هئي.

ستارن جي سيج تي، سُتس ساري رات،
ٻڌري ٿي پرڀات، ڇميندي ڪنهن چنڊ کي.

چوسيون چانڊوڪيون، تنهنجي منڊي منهن مان،
راتين جو روڪيون، واڳون اسان وقت جون.

مٺيم تنهنجو سڏ، ڀهتس ڀهتس او پرين!
هيٺو اٿم هڏ، پر سکهه ڏسين تو ساهه جي.

سهڙي آ سانجهي، اونده لٿي آب تي،
او منهنجا مانجهي، سات نه ڇڏج سير ۾.

ميٺهه ڪٺي ساهه، پيا پور پرينءَ جا،
دکن جا درياهه، پار ڪيا سي پل ۾.

چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي، نور پري نيراڻ،
آيو پرين پاڻ، چمڪيا چنڊ زمين تي.

تون چانڊوڪي چيٽ جي، منهنجو من چڪور،
اڄي ڪڏهن اور، مون سان ڳالهيون ڳجهه جون.

ساوڻ سندا ميهن، اڪيلو آئين!
آلا کهڙي ڏينهن، پڇهندي پياس پرينءَ سان.

اچا آڪيرو، تنهنجو آهه اکين ۾،
صبح سويرو، آڏري آءُ اسان گهري.

آ ريتيءَ تي رڄ، الا پيار پرينءَ جو،
اکوين سنديءَ اڄ، پتڪايوم پڻ ۾.

ازل جا آواز، اچن ٿا اڌ رات جو،
وسن ٿا ويساهه ليءِ، سڀ روحاني راز،
صديون سٽل ساز، وڄن ٿا وجود ۾.

گهرا گهرا نيڻ، ڪارا ڪارا پڙنر جڻن،
پرندا رهيا پيڻ، مڪڙي مٺان من جي.

ٿي سڄڻ جي سار، ڳاتم ان جون ڳالهڙيون،
ڇيڙيا من ملهار، اکين آب وسائيا.

پيري ۾ پاڇا پيا، جهڪي ٿي چوڏس،
پکيڙا پرڏس، ڦڪڻ لڳا ڦند ۾.

جيئون آهن جڻ، سموري سنسار ۾،
ويڇهن ڪان وڇوڻ، جلائي ٿو جيءَ کي.

ٿو ازل جي آڳ، جلي پئي جيءَ ۾،
منو مرڪي ماڳ، شعلن جي شعاع ۾.

وڙهي وڍا واس، مون کي محبوبن جا،
آندا من ۾ آس، خزانا خوشبوءِ جا.

کهر کاڻ روح کي، ڪم ڪهڙا ڪر،
دل هٿي دم درد، ٻوڙيون پڇتاون جون.

اصل وار اکين جي، پي آهي ٻولي،
سچ لڙ سولي، ڏکي ساري ڏيهه لاءِ.

ڏاون کي ترساءِ، ڀرين ڀوڻين ڀر جو،
سپان تو سواءِ، ناهي جس جيئڻ ۾.

ڪلي ڪير ڪنوڻ، چمڪائي ويو چت ۾،
صدين لاءِ سچ، ٿيو سيني ۾ سوجهرو.

ٻرهه جا ٻپاک، چڪيون چاڙهن چنڊ سان،
ستارن جي سنگ ۾، راتين جا رولاڪ،
سنجي ٿيا ساک، ڳوڙها ڳاڙي ڳجهه ۾.

ميهوڳي جي مند آهه، اٿا اڄ آتر،
وڌيو واءُ وجود کي، ڪيا ڪيس ڪڪر،
جيڪر ٻاٻان ٻر، ٻهچان پنهنجي ٻر کي.

ڪٿي نماڻا نيڻ، سون کي ڏنو سنڌي.
واسينگن جڻ ويڻ، ڏنگيو منهنجي ڏاهه کي.

پياري پرولي، سهڻي هن سنسار جي،
ستارن جي سونهن سان، چنڊ پري چولي،
هيرن ڏني هنج ۾، لوڻ لوڻ کي لولي،
نظارا ها نند ۾، مون اکـ جڏهن کولي،
ڪ کي سکن- سيج هئي، نه ڏکن جي ڏولي،
هيءُ ڪجهارت ڳولي، ڪنهن ڏاهي ڏيهه ۾.

جدائي جانب، پنهين چڙي پيار کي،
سائين مون سانده، سوڳهو رهج ساهه ۾.

والو منهنجي روح جو، سائي پيو سومل،
ليا پائين تو لکي، اڙي يار اجل!
تڙپ ته پر ٿي پل، سچ آهي ساهه سان.

## طرز پراڻي- نياپو نئون

سدا آهي ساهه کي، ڳهي جي ڳولا؛
ٻو ٻنا ٻولا، ناهي ساڃهه سونهن جي.

رتي ناهي رت، ڇڙون سڙيون چنڊ ڙيءَ؛
ساڻي آڻ ستت، ساڙيون هن سماج کي.

ڇڳي ڇپر ڪت، آيو تاءُ تڏي کي؛
ساڙن ڪاڏي ست، سڄڻ سر سٽي ڪيو.

ڏسي ڏکيا ڏيل، ڳوڙها ڳل ڳڙي پيا؛
بکن بيمارين ۾، آزاريل عليل؛
زرءُ زور ذليل، ماڻهو ٿيا ڪيا ملڪ جا.

پٺي تو پارو، ڪنبي آهه ڪنهن ۾؛
ويٺي ڪئيو ولهه ۾، سڄڻ سيارو؛
جيءَ جو جيارو، انهن ناءَ الله جو.

اکين مان آهون، نڪتيون نهوڙين جون؛
دردبليون دانهون، ملپل هيون مانڪ ۾.

سهڻو آ سنسار ڪان، سنگهارن جو ساهه؛
پنهون پڌن پيٽ سان، ٿين بکن ۾ پاهه؛
ڏسيان ڪئن ڏکين کي، چانڊوڪي ۽ چاهه؛
ڪٿي آهه الله؟ انسان جو آسرو!

سورن ڏنا سک، سکن سور سوين ڏنا،
دلبر جي ديدار جي، بيحد آهي بک،
اينديءَ عجيبن جي، لهندا ڪُل اهڪ،
پرت رکبي پاڻ ۾، پوندي سڀ پرک،
منجھو وڃن محبت ۾، لاڳاپا جي لک،
"طالب مولا" مرد ٿي، وڃ ڏندي رک تون وک،
ڪارڻ رب الک، سهه سپوٽي سر تي.

محبت رکن ٿا مال جي، مجهو ڪن هو مُوڙ،
دنيا آهي ڍونڍي، اها ڍونڍيو ڪن پيا ڍوڙ،
ڏکن جي ڏهڪاءَ کان، ڪنبيو ڪن هو ڪُوڙ،
ڏکن واري ڏيهه کان، ڪن پورا پڇيو پوڙ،
"طالب" مولا ساڻ هوءِ، نه ٿا لائن لوڙ،
هينئين اندر هوڙ، ڪان رکن ٿا قرب جي.

ڏکن ڪين ڏکوئيو، سکن ڏنا سور،
ڏکن واري ڏيهه ۾، محبن جا مذڪور،
سکن جي سڌن جا، اندر ۾ انبور،
ڏکين ڏاهپ نه اچي، هن محو ۽ مخمور،
سکيا سورن کان سدا، وڃن ٿا وهلور،
محبن سندي ملڪ کان، ڏکيا ناهن ڏور،
ان مع العسر يسرا، سدائين سرور،
"طالب مولا" مرد ٿي، محبت ڪر منظور،
آڏي ۽ اسور، ڏکن سان پيو ڏور تون.

سکن جي سنگت ۾ ٿي، وصالئون وپاس،
پر سورن اچي سيکهه ۾، محبن ڏي مکياس،
سورن جي سهڻن پرڻن، آءٌ نورانتي ٿياس،
"طالب" تهدل يار جي، طلب ڪٿي تاپاس،
پهچاپاتون پريءَ کي، ٿي ساندي آءٌ مياس،
تن سورن کي شاباس، جي سختيءَ ۾ ساٿي ٿيا.

ڏنا اٿئون ڏيهه ۾ سکن وارا سڙ،
خوف نه اٿن خداءَ جو، رلندي ڪن ٿا رڙ،

وڏا وس ڪيار، پڇڻ خاطر پريءَ جي،
لائق "لن ترانيءَ" جا، پيغام ياد پيار،
"طالب مولیٰ" سي وري، ويڙهي ورائيار،
عقل ۽ عرفان آتي، اچي ٿوب ٿيار،
ته ڪر پرين پسيار، جي پرتوو پسجي پاڻ ۾.

## شاه ڀٽائي

جڏهن چيئن ڪن ٿيڪون، تڏهن نيو آر ٻالي ارواح،
انگ اڳهين لکيو، منهنجو ميثاق،
من طلب شيءِ جدوجد، اتو علي شاهه،
اڃا ان حديث جو، آسرو مون آهه،
پنهون جي پيغام تان، منهنجو موت مباح،
سرتيون دعا ڪجاهه، مان ميڙائو مون ٿئي.

مهمين مجن اڀري، چوراسي چنڊن،
بالله ريءَ پرين، سڀ اونداهي پانئيان.

قاسيندي نگاهه، ڀورين ڪج پرينءَ ڏي،
احوال عاجزن جو، آڪج لڳ الله،
روز نهاريان راهه، اکيون اوهان جي آسري.

اکيون من ميهار ڏي، جن رکيون جوڙي،
ٻيا منڊ سيد چئي، تار گهوڙن توڙي،
تنين ڪي ڀوڙي، سائر سگهندو ڪين ڪي.

ساهڙ مَڪيءَ ڪه ٿيو، ٻانيءَ منجهه پنون،
سندو ڪَج ڪنون، تار ترندو ڪيترو.

وڪر سو وهاءِ، جو پئي پرائو نه ٿئي،
ويچيندي ولات ۾، ذرو ٿئي نه ضاع،
سا ڪا هڙ هلاءِ، آڳهه جنهن جي ائهين.

## راضي فقير

جڏهن چياءِ ڪن ايڪون، تڏهن پرينءَ نيو پساهه،
سداءِ ساجن ڪي، ساري منهنجو ساهه،
لا تقنطو من الرحمت الله، واحد چيو واهه،
سٺي دل سرهي ٿي، ڏنو لکن منجهان لاهه،
پنهونءَ جي پيغام تان، سري ٿيان ساهه،
راضيءَ ڪي راهه، هاديءَ ڏيکاري حق جي.

ڪئي قمر اڀرن، شمس بي شمار،
پريان جي پيزار، سورنون مٽ نه پائيان.

اڀرندي اکين، ڀورين ڪج پرينءَ ڏي،
قمر ڪهج قريب ڪي، نت وهائي نير،
سدا ساه سرير، اکيون اوهان جي آسري.

اکيون من ميهار ڏي، جن خوب رکيون ڪوڙي،
ٻن منڊ سير ۾، جوهه گهوڙن جوڙي،
تنين ڪي موڙي، سائر سگهندو ڪيڪي؛

ساهڙ ٿي ساٿي، ڪري ٻيڙ منجهه ٻلو،
سندو ڏوڙ ڏاو، تار ترندو ڪيترو؟

وڪر سو وهاءِ، جو وٺي اڳيان واحد ڪي،
هيرا لال جواهر جو، سٺو سات سنياءِ،
روني رب رجهاءِ، ڪامل وڏي ترب سين.

اڄ نه اوطاقن ۾، سنڌي جوڳيان جوڙ،
ساري سناسين کي، ڪامي ڪيس ڪوڙ،
مون من جنين سان موڙ، سي لاهوتي لڏي ويا.

عاشق اوتارن ۾، ناهه رنگ پهوت،
پيهي ويا پورب ۾، سناسي تابوت،
قرب جني جو قوت، سي لاهوتي لال ٿيا.

آئون ڪئن سمهان سوڙ ۾، مون مارو ڳهاري سيج،
ور اباڻن سين اڄ، فاقه فرحت پائيان.

آءٌ سيج سمهان ڪئن سومرا، مون مارو ڳهاري ڏڪ،
هت ولهيءَ کي ور، ٻيو آڇ نه پروچ چني.

زمر زخرف سومرا، حمد جنين جو هنڌ،
اهدنا الصراط المستقيم، اي پونهارن پنڌ،
ٻاري لاهين ٻنڌ، ملان ماروءَ چار کي.

صبر شڪر سومرا، حمد جنين تي حق،
اهدنا صراط المستقيم، سنڌان پهوارن پڪ،
مون جيڏيون ملير ۾، ميڙيون اڃن مڪ،
آءٌ ڪهڙو نيئي نڪ، ملان ماروءَ چار سين.

تون حبيب تون طبيب، تون دارون کي دردن،
ڏين تون لاهين، تون ڏاتر کي ڏکندن،
تڏهين ڦڪيون فرق ڪن، جڏهن امر ڪيو ان کي.

تون شافي تون ڪافي، تون دردن ڪرين دُر،
ڏين تون لاهين، اي قادر تنهنجو ڪم،
هي وڏو مون وهم، وري وڃ وهارئين.

تون حبيب، تون طبيب، تون دردن جي دوا،
جانب منهنجي جيءَ ۾، آزار جا انواع،
صاحب ڏي شفا، ميان مريضن کي.

تون شافي تون ڪافي، سڀ درد جون داهون،
جانب منهنجي جيءَ ۾، آزار جون آهون،
واحد ڪر واهون، مولا مريضن جون.

تون حبيب تون طبيب، تون ڏڻ ڏيپ،
ڏين تون لاهين، تون هادي تون رب،
اثر ايءُ عجب، وري وڃ وهارئين!

تون شافي تون ڪافي، تون ڏڻ ڪرين ڏول،
ڏين تون لاهين، اي قادر تنهنجو قول،
ٻاجهارو ٿي ٻول، ميان مريضن سان.

## امید علي خان زرداري

لٹیا فوج حسن دي میکون،
سره کیتي بیدادي،
قسم خدا دي؛

سهسین سور سجڻ دي میکون،
عشق کیتي امدادي،
قسم خدا دي؛

دلبر دي دیدار بنا،
نهین عشق کنون آزادي،
قسم خدا دي؛

دم دم دي وچ دلبر لٹي،
هن منڈي موء منا دي،
قسم خدا دي؛

امیدعلي محبوب ماهي،
شب روز هووي شل شادي،
قسم خدا دي.

ذي تہ پیغام پرین کون لڌي،
تان عشق آرام ڦٽایني،
کیا هٹ آیئي؛

روز ازل وچ گل لاکر،
هڻ آهتا آپ چھپایني،
کیا هٹ آیئي؛

دلوي کس کر پیوس کیتي،
ول چا منهن لکایني،
کیا هٹ آیئي؛

ناز کنون بي نیاز وتین،
اغماز عظیم اٹھایني،
کیا هٹ آیئي؛

عرض میڈي دا غرض نہ کیتئي،
کنهن چا سبق سکایني،
کیا هٹ آیئي؛

امیدعلي دا تیاس نہ کیتئي،
ساري عمر سکایني،
کیا هٹ آیئي.

یار بنا سینگار نہ سونهین،
ٹوڙ سٹیي سین هار ـ هار؛
پاندي آہ پرین دي ڈي،
تون پختي میکون پار ـ پار؛
دریاه غماندي موجان کیتیان،
آ تون دلبر تار ـ تار؛
امیدعلي هي در دا بردا،
تنهن کون کرنا ڈار ـ ڈار.

### دادن فقیر

بند بند لگا دلبند بلند تي،
زلف دي بند کمند کیتا،
لوین هند پسند هٹي جند تیڈي دي،
تند چا حسرت مند کیتا؛
پیوند ٹیا ڈکھ رند ویکان اهین،
پند چا کنڈ نمند کیتا؛
اج داد محمد داد ٹیا،
اهین داد هٹي دانش مند کیتا.

## مسڪين (هريرام سائين)

صبر ۽ شڪر جي، جنين آهي ڏير،
رضا ۾ راضي ٿيا، ڦڪر ساڻ فقير،
مسڪين سي حقير، هڪ ٿيا وڃي حق ۾.

صبر ۽ شڪر جي، جنين آهه آڪير،
سي فنا ٿيا في الله ۾، فڪر ساڻ فقير،
جن آئي اندر ڏير، سي لاهوتي لعل ٿيا.

صبر ۽ شڪر جي، جنين آه پروڙ،
سي رضا تي راضي ٿيا، ڇڏي سڀ غرور،
عاشق ۾ ڇٺو ان ڪي، اهي معشوق آهه مور،
جن آهي عشق حضور، سي عاشق معشوق پاڻ ٿيا.

صبر ۽ شڪر جي، جنين آه آيات،
سي پين آب حيات جو، هر هر منجهين وات،
اهي مرد نه ٿين مات، آهن سدائين جيئرا.

صبر ۽ شڪر تي، جنين آه قدر،
تنين سندو دم، امل اپائي عميق جان.

صبر ۽ شڪر جي، جنين آئي لوءِ،
تنين سندي روءِ، رتي آهي رام سان.

صبر ۽ شڪر سين، جنين لا بو لينهن،
تنين سندو ڏينهن، ڏولائي ڪان ڏور ٿيو.

منان مور نه وسري، صبر ۽ شڪر،
لا ٿو غم فڪر، رضا اچي رب جي.

منان مور نه وسرن، صابر ۽ شاڪر،
سڪ ساڻ پائون شڪر سين، جي زور هوا زابر،
هاڻي سراسر، مسڪين مايا محب ۾.

منان مور نه وسري، صبر شڪرانو،
ٻرين پالج پانهنجو، برڊ جو بانو،
جي لوڪ ڏين طعنو، تان ٻي راحت آه رضا جي.

## مير محمد "ميرل"

جنهن عشق دي وچ سر نا ڏيتا،
ٻيا سڀ ڏيتا تو ڪيا هئا؛
جنهن جام محبت نا پيتا،
ٻيا سڀ پيتا تو ڪيا هئا.
ٿي سڪندر، تئين ڪيتي سلطاني،
ساري ملڪ مٿون ڪيتي حڪمراني،
تئين جان نه اپني ڪون جيتا،
ٻيا جگ جيتا تو ڪيا هئا.
ٿي ملان تئين مسجد نماز پاڙهئي،
پر قلب نه اپني ڪون ڪاڙهئي،
تئين سڪ و اولا نه سجدا ڪيتا،
سو سجدا ڪيتا تو ڪيا هئا.
ٿي درزي، تئين ڪيئي ڪپڙي سيتي،
نال ڪنچي دي ڪپڪور ڪيتي،
تئين شرم والا نه ڪپڙا سيتا،
ٻيا ڪپڙا سيتا تو ڪيا هئا.
ڪيوين مرڪين محب دي آڏو "ميرل"،
جو ڪونه ڪمايئي ليڪ عمل،
تئين نيڪ عمل جي نا نيتا،
ٻيا سڀ نيتا تو ڪيا هئا.

# ڪافيون

## مصري شاه عليہ رحمة

پنڌ پراهون منزل ڏور ـ ڏاڍا جيئن ڏينهن نہ آيري !
چل تہ چانگا چندن چاريئين،
ماڪيون مصريون پيا موڪ پياريئين،
کهڙو لڳو تنهنجي ڪلور،
پنڌ پراهون منزل ڏور ـ ڏاڍا جيئن ڏينهن نہ آيري !
ڪرها ڪوڏ ڳچيءَ ڳل پائين،
هلنديون حبيبن ڇو هڪلائين،
آڏي مڃي توڙي اسور،
پنڌ پراهون منزل ڏور ـ ڏاڍا جيئن ڏينهن نہ آيري !
چوڏس رين چٽائي چنڊ جي،
مصري شاه چئي مهل نہ ننڊ جي،
هوت جي پهچ حضور،
پنڌ پراهون منزل ڏور ـ ڏاڍا جيئن ڏينهن نہ آيري !

## حضرت مخدوم پير امين محمد صديقي، ثالث (متوفي ۱۳۰۳) خلف الرشد

## حضرت مخدوم محمد زمان صاحب رابع، هالا نوان

ڏاڍا دلبر دل کي دام وڌا، ڪٿن لا عبدي ڇني لاهيان، لاهيان !
(۱) ادنيٰ ڪان منجهہ عبدي آيا، وحدت جا تن ورق ورايا،
قرب قرابت رمز ريجهايا، پير پرت ڏي پايان، پايان......
(۲) جان جگر ڪر پارا پارا، نايا نينهن اندر منجهہ نارا نارا،
ورهہ اچي ڪيا وارا وارا، ڳالهہ تنين جي ٿو ڳايان، ڳايان......

(۳) باغ برھ جي کيون گلزاريون، تن طلب ۾ تارون تارون،
چا بت خانو، چا مسجد واريون، چا ڪعبي ڏي مان ڪاھيان، ڪاھيان......
(٤) "امين محمد" عشق جون ڳالھيون، ھؤن ھميشہ جي ھم حاليون،
پرت وارن جون چوکيون چاليون، آءٌ تہ عجب ۾ آھيان، آھيان......

## ڪلام وحدت پيام جد العارف حضرت پير حسن بخش جيلاني عليہ رحمة ڏنڙو

گھوڙي منجھہ عشق جي دريا، ھلڻ ھن پار مشڪل آ!
لنگھي تنھن حد لاحد ڪان، ڏسڻ مختار مشڪل آ!
۱- ڪري دنيا ترڪ يارو، ڪڍي سي لنگ لانگوٽا،
ستي سر ساھ جو سانگو، اچڻ اظھار مشڪل آ!
۲- لاڳاپا لوڪ جا لاھي، چني سڀ يار يارانا،
ننگئون نڪري ٿيڻ نانگو، نسنگ نروار مشڪل آ!
۳- ڏسي سي چوھ چولين جا، پوڻ ڪاھي انھيءَ ڪَنَ ۾،
بحر منجھہ موج مستيءَ جي، سٽڻ سر يار مشڪل آ!
٤- ناھي ڪو پاند، نا سيٺھ، نڪا ڊونڊي ملاحن جي،
توڪل جي بنا ترھي، ترڻ ھيءَ تار مشڪل آ!
٥- "حسن بخش" ھوش جيون ڳالھيون، ڏنا ڪر ڦند فڪرن جا،
سوا سودي صفا سر جي، ڏسڻ ديدار مشڪل آ!

## مرحوم سيد محمد حافظ شاھ ٽکھڙائي

آ مل يار پيارا وي، برہ بيمار ڪيس آءٌ بلڪل!
(۱) زلف زورآور وار وسيھر، ڳاٽ ڪنھيو ڏيہن ڳارا وي،
ور ورن ۾ ڳوڙھا ڳتيل، ڪر ڪار بھر ڪارا وي،
اٽڪن لٽڪن ڪنڍا ڪاڪل.
(۲) مژگان جا ڪن تير تيزيءَ سان، مشتاقن تي سارا وي،
اچن اراھئيو سور ھيہ ساھون، سينا ڏيہن سچارا وي،
تل نہ ترسن ڪن نہ تامل.

(٣) ابروءَ جي ان سيف سين سهسين ،  وڍنـي واڍوڙي ويـچارا وي ،
چـور ٽيوسي ڇهڪ ڇڪائين ،  ويـا ڇـڪـيـن جـا ڇارا وي ،
دردءِ الهن جا داروں درمل .

(٤) ڪنيو نقاب ڪليو جي نهارين ،  ڪـسـو يـا ڪـتـنـهـارا وي
ڳـليـا گل گـلابـي گلشن ،  گهوريـا گـل هـزارا وي
سـرو صنـوبـر سـوسـن سنبل .

(٥) هرجا هر هنڌ هرد و جهان ۾ ،  جـلـوي ڪـيـا جهاڪارا وي ،
ڪيا جهڪا سڀ جو ۽ن تنهنجي ،  سـج ڪتيون چـنـڊ تارا وي ،
حسن تنهنجي جا هرجا هَل هَل .

(٦) حافظ شاهه ڪي آهي هردم ،  پـريـم تـنـهـنـجـي پـچـارا وي ،
آءٌ وبهه جوڙي جيءَ ۾ جابون ،  جـانـب جـيءَ جـيـارا وي ،
نـازن پـريـا نوري نـرمـل .

## مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولیٰ"

نہ ڏيون اکيون ۾ نظارا ڪُني ويا ،  غـم ـ عشق ۾ پيا خسارا ڪـنـي ويـا .
١ـ رسيا نيٺ منزل تي ، تنهنجا جنوني ،  مگر بـوالهوس هـو هچارا ڪـنـي ويـا .
٢ـ وفائـن ۾ عاشق سدائين اڳـي ٿيا ،  جفائـن ڪندي حسن وارا ڪـنـي ويـا .
٣ـ شب ـ غم نہ پوري ٿني ٿي اي يارو ،  ڳڻيندي ڳڻيندي سـتـارا ڪـنـي ويـا .
٤ـ رقيبن بـ آخـر ڪني مـاٺ آهي ،  سـنـدن تهمتن جـا غبارا ڪـنـي ويـا .
٥ـ وجي نيٺ سورن جي دامن ڪي ورتم ،  سکن جا جڏهن سـپ سهارا ڪـنـي ويـا .
٦ـ ڪندي پيار هرگز ٿڪو ڪين "طالب" ،  مـگـر پـرت وارا پـيـارا ڪـنـي ويـا .

## پير شاهنواز شاهه ـ "عارف المولیٰ"

بـرهـ تنهنجي جي بـهـار ،
اڄ اسـان وٽ آهـ آئـي .

(١) گـونـدرن گـلـڙا ڪـيـا ، دل لاله جـان ٿي داغـدار ،
سـک پـرڻي سيني مـان ڪڍيا ، حسرتـن غـنـچـا هزار ،
ورهـ غم جـي ول ورائـي .

(٢) حسن تنهنجي هُل مچايو، هر طرف هيڪار هار،
ڪن غريبن جان غلامي، ڪئين تونگر تاجدار،
سالڪن سڪوي پرائي.

(٣) تير نيڻن جا تکا ڪَنِ، ڪوڙ مان ڪوڙين شڪار،
ٻئي پون ڀڄڻ ڀڪين، ڏولهه ڏسي ڪن دلفگار،
مست مين جي تن منجهائي.

(٤) چمڪ چاڙا ڪيس ڪارا، ڏر وجهن سو وار وار،
دام سان دليون وڪوڙي، بند ڪن ٿا بيشمار،
مون به تن کان دل ڪسائي.

(٥) آسمان بار - امانت کان ڏڄي ٿيو بيقرار،
مور ملڪن منهن نه لائي، عشق جي آفت اپار،
سا اسان چشمن سان چائي.

(٦) مون مثل مسڪين ڪي، مئوا نه مائن سان مار،
جي مري ويندس ته مانهو، محب تو ڏيندا ميار،
ڪر نه بيحد بي وفائي.

(٧) پيار ڏني پهرين ڪسي دل، پو ڪيئي دلدار ڏار،
جي هيئي دل ۾ دغا، چا ڪان ڏنئي پيارل پيار،
ڪر نه تون جٽري جدائي.

(٨) بَس اچي هي حال هيٺا، اچ پرين پڳدار يار،
خسته دل "عارف" سندي، سهٽا اچي لهه ڪا سنڀار،
سڻ عجيبا ! التجائي.

محمد خان "غني"

هيئو ٿيو ٿم حال - سهٽل سائين! سڪندي، سڪندي.
عشق جون آهون پارڻ پارن،
آه ڦني دل تنهجي فراقن،
سوڙ ٿيا سرجي سال - چاڪ چريءَ جا چڪندي، چڪندي.

توکي سون تي ترس نہ آيو،
آخر اڪين آب وهايو،
سو لوڪ لکيو احوال - لنئون جا لڳايم لڪندي، اڪندي.

ترڪ مؤيئي ڪر طول وهاڻان،
ايندا پيارل تو وٽ پاڻان،
گهار تون ماه وسال - عمر ٽڪر پر ٽڪندي، ٽڪندي.

شاه "غني" تي ساڻ مناسب،
روز رُنڻ ٿيو آهي واجب،
پسنديون جانب جوسي جمال - هلنديون ڊولڻ ڏي ڊڪندي، ڊڪندي.

## مولوي محمد عثمان "پروانو" ميرپور بٺورو

جلوو جمال تنهنجو، دل دم نہ ٿي وساري،
گهورن جو خاص گهايل، گولڙ پر روز گهاري.

١- ڪاغذ عجيب توڏي، لکيم، لکين لکايم - وعدا وصال وارا، ويٺين وڃي وساري.
٢- راهون نهاري تنهنجون، هاريم هنجون هجر پر - وارث اچو ولهين ڏي، ڪنهن وقت واڳ واري.
٣- ڪنهنکي ٻڌايان دل جي، دردن جا داستانا - جانب وڏي جدائيءَ، اندر پر آگ ٻاري.
٤- "پروانہ" پر اچا ڪي، دم چار ٿيا پسڻ لئي - ماريو اچي يا مونکي، جانب وجو جاري.

## رشيد احمد لاشاري

منهنجي مولا آس پڄائي، مونکي وڇڙيل دوست ملائي.
١- عشق پنهل جي نہ لاٿم اولا، رولن سوبيان آيم رولا،
ڪاڏم روز چپر پر چولا، اکڙيون ٿي ويا پوتيون چولا،
چو نہ ڪيان مان هوت جي گولا، من مونسان بخت پڙائي.

٢- همت هاري دردن ساري، هون اکين مان هردم جاري،
کر ڏيا چارا ٿاه کو چاري، پار نہ چن تون مونکان ياري،
مان تنهنجي گولي هوت هزاري، دل کونج وانگي کر لائي.
٣- عيش وچايم راز نہ جاتم، ڪيئون ڪجهڙ پر غم جو پاتم،
توسان دلبر نينهن جو لاتم، پنهنجي پچاڙي ڪين سڃاتم،
چون ڪيان مان دل جو ماتم، تنهنجو نينهن نواب نچائي.
٤- آڏا ڏونگر ڏنگڙا ڏاڪا، وک وک تي لک ور ۽ وراڪا،
کونہ پڌي ٿو وايون واڪا، ساه ڪڍن ٿا جهولا جهاڪا،
عشق جو واٽ ٻره جا ڏاڪا، من ڪامل ڪيچ رسائي.
٥- بند ٿيون سڀ واٽون واهون، آخر پهتيون عرش تي آهون،
ڪول "رشيد" جون رهبر راهون، پير نہ پائي هرگز پاهون،
پڌ تون دلبر دردجون دانهون، اچ واپس واڳ ورائي.

میر محمد "میرل" خیرپور ناٿن شاهہ

ٿلهہ - محبت دي ميخاني وچ، محفل موج ملهايو سي!
(١) انسان پي دلبر، انسان پي دلبر، هر جڳهہ تي حاضر ناظر،
دل وچ جوت جڳايو سي.
(٢) الفت والا گهن ڪي پيالا، چار پيتو سي جنت والا،
رندي راز رچايو سي.
(٣) واه جو وچدا لينهن نظارا، ڏسهر دل وچ ٿي گيا نيارا،
تند توحيد وڄايو سي.
(٤) "الف" دي آذو "ميم" مقابل، "ميرل" آکندا لبي هي مرحل،
آهون ساهون الايو سي.

## علي بخش "رضا"

تنهنجي عشق ملا جڏهن ڪوڙيو عالم،
تڏهن دين دنيا سان ڪهڙو ڪم.

۱- جڏهن توهن اندر نروار ڪئي، سڄي سرهه سڻا سينگار ڪئي؛
وري ڏاري ڪري چو ڏار ڪئي، ڪيئن ڳهاوبان ڪوڙو ۾ هڪڙو دم.
۲- تنهنجي دردڪان دل ۾ دونهان دکن، ڄت چور ٿيو، ۽ ٿا جاک جڪن؛
اهو حال ٿيو آهي، دردوندن، ويو ماس ڳري، رهيو هڏ ۽ چم.
۳- لهه نبت نڏر جي سار سڻا، ڪا واڳ وطن تي وار سڻا؛
آهي صبح ومسا تنهنجي تار سڻا، ڪوريو هجر سندو هي رنج و الم.
۴- مئي عشق ڪي پي، مخمور رهي، سور سانڍي سڄڻ مشڪور رهي؛
"رضا" ٿٿ فراق کان چور رهي، اچي وصل جو رک ڪو مٿا مرهم.

## غلام محمد "گرامي"

پاسي نہ پل تو کان هٽيون، جيڪي قرب جي ڪاتين ڪٽيون.

(۱) اکرن ۾ جي انڌا اڙيا، سڪ سوز کان تارڪ ٿويا؛
منصور جٿن سورهيہ سڙيا، جن پرت جون پڙهيون پٽيون.
(۲) ظاهر زماني ۾ غرق، فاني فنا ۾ بي فرق؛
ماٺون، سندن سڀ بي درڪ، سمجهن آهي، سورن سٽيون.
(۳) سن معرفت جي ميم سان، تن طلب ۽ تسليم سان؛
جند "وڄهہ" واري جيم سان، رکندي ويا، بازيون ڪٽيون.
(۴) تسليم ۾ طالب ٿي رهہ، سانگا چڏي پيو، سر تي سهہ؛
رک پرت وارو يار پهہ، پي سڀ سٽيون ڪاريون ڪٽيون.
(۵) ڏي عقل کي پاري تون پن، ڪر شوق کي تون شعلہ زن؛
رک مام تون محبت جي من، پي ۾ ڪري، وهہ جون وٽيون.
(۶) ڪارين ڪڪورين جون ڪلل، مقتل ۾ پيون ٿڪن ٿيل؛
سڪ سور جون، ساليون سٽيل، سي ڪٿن ڏ رن، جانب جهٽيون.
(۷) سڪ سور وارا ويا لڏي، چوري چپ ۾ ويا چڏي؛
گولي، غمن ۾ ويا گڏي، منٺار سي منهڙو مٽيون.
(۸) سڪ سور جو ڪٺ ڪو سمر، آهي زمانو دم گذر؛
اوکو "گرامي" آ سفر، ڪهہ عشق جون گهائل، گهٽيون.

# گيت

شيخ مبارڪ "اياز"

## برساتي گيت

گذري وئي برسات،
توبن گذري وئي برسات!
بادل گرجيو، بجلي ڪڙڪي، مينهوڳيءَ جا جهلڪا آيا؛
ڪجهه اک ڦڙڪي، ڪجهه دل ڌڙڪي، من تي پل پل الڪا ڇايا؛
آلاڻي، آلاڻي ڪاڻي،
ڪاري ڪاري رات،
توبن گذري وئي برسات!
منهنجي من جئن موٽيا تارا، جهڙ جي جهاڳ ڏسي ڪوهيارا؛
ٻر ٻرڪي، جهمڪي ٻيارا، جئن جئن تن جا جهلڪا آيا؛
چپ تي نينهن نباهي ڪاڻي،
ڪاري ڪاري رات،
گذري وئي برسات!
توبن گذري وئي برسات!
ڪلنديون ڪنوڻيون، ٿلندا بادل، پل ۾ وڄندا پسجندا آيا؛
وسڪارو وڄ، پاڻي جل ٿل، موت بڻي جڻ ڏند ڏکايا؛
پڪ ۾ موت جياهي ڪاڻي،
ڪاري ڪاري رات،
گذري وئي برسات!
توبن گذري وئي برسات!

هري "دلگير"

# آٿت

**وڃان ٿو اڄ ته ڇو ٿي اداس ٿيئن راڻي؟** مفاصلي کي اسان ترت ٿي ڪنداسين طئي،
**هنيون نه هار، تون ڇو ٿي نراس ٿين راڻي؟** لتاڙي عرش ٻه ايندس هليو مان تنهنجي لاءِ!

ڪنديئن جي ياد، ته تنهنجي نهار ۾ هوندس،
چمن ۾، کيت ۾، هر ڪوهسار ۾ هوندس.
جڏهن تون سيج تي سمهنديئن، ته خواب ۾ ايندس،
۽ جاڳ ۾، تنهنجي گوڙهن جي تار ۾ هوندس.
مان ڪرڻي ڪِرڻي ۾ لهندس، جي هوندي چانڊوڪي،
۽ توسان گڏئي مان، روپيءَ قطار ۾ هوندس.
پلئو ڪري تنهنجو پاسيرو، توکي چمندس مان،
لڪيل چنچل مان، صبا مشڪبار ۾ هوندس.
اداس گرچه تون ٿيندينءَ، ته اچ گائيندس،
ستار ساڻ، نديءَ آبشار ۾ هوندس.
چمن ۾ توکي، ٽلڻ واسطي سڏيندس مان،
جو بلبلين جي پياريءَ پڪار ۾ هوندس.
ڪنن ۾ توسان ڪندس مان، مٺيون باتيون،
جتي ڪٿي ڏسن، باد بهار ۾ هوندس.
ڇپر ٻٺي توکي سيني تي مان سمهاريندس
نظر ڪنديئن ته مان، هر سبزه زار ۾ هوندس.
اڀاري تنهنجي امنگن کي، گڏ گڏائيندس،
مان بادلن ۾ ۽ بوندن جي لار ۾ هولدس.
جڏهن ٻه مونکي سڏينديئن، جواب ڏيندس مان،
نه فکر آهه، مان توڙي مزار ۾ هوندس.

**وڃان ٿو اڄ ته ڇو ٿي اداس ٿيئن، راڻي؟** مفاصلي کي اسان ترت ٿي ڪنداسين طئي،
**هنيون نه هار، تون ڇو ٿي نراس ٿين راڻي؟** لتاڙي عرش ٻه ايندس هليو، مان تنهنجي لاءِ!

عبدالمنان "خالد"

## سانئي آءُ تہ دل وندرايون

شهر کان ٻاهر نهر ڪناري، دور افق ۾ تارون ڏاري؛
صبح اسانکي روز سنڀاري، شام اسانجي وات نهاري؛
سانئي، آءُ وري هڪ واري، دنيا جا ڏک سور وساري؛
ماضي کي دهرايون، سانئي آءُ تہ دل وندرايون.

مونجهہ مدام ڪري ٿي مارا، گوندر دل ۾ ڪري ويو گهارا؛
نير وهي نيڻن مان نارا، وڙا مري ارمان ويچارا؛
تنهنجي راه تڪيندي پيارا، گذريا ڪئي اونهارا سيارا؛
ڪي ٿي بهارون آيون، سانئي آءُ تہ دل وندرايون.

منهنجي دنيا ويران ويران، خيال پريشان، خواب پريشان؛
منهنجي حياتي ارمان ارمان، ڪلهہ بہ پشيمان، اڄ بہ پشيمان؛
"خالد"جي لئہ يڪسان يڪسان، صبح وطن يا شام غريبان؛
رنندو مَنُ پرچايون، سانئي آءُ تہ دل وندرايون.

"اياز" قادري

## تنهائي

جڏن اچي حملو ڪري وڻ تي خزان، هار ڪانئي ٻن چڏي ٻنهنجو مڪان؛
رهجي هڪ ٻن جڏن وڃي ڪو ناتوان، هاءِ تنها جڳ ۾ تڏن آهيان، اي دوست!
جڏن ٻڌي سڀ باغ مان گل باغبان، ۽ وڃي هڪ تي نہ جڏن ان جو ڌيان؛
جيڪو ٿي ٻڌي درد جو تو داستان، هاءِ تنها جڳ ۾ تڏن آهيان، اي دوست!
جڏن وڃن ڪنهن ڪولاچ کي ڪونجون ڇڏي، ۽ افق ڏي جي وڃن تڪڙيون لڏي؛
هوءَ اڪيلي ويٺي تن کي ٻني سڏي، هاءِ تنها جڳ ۾ تڏن آهيان، اي دوست!
ولر مان جڏن جار ۾ قاسي پکي، آشيان ڏي وڃن ٻيا سڀ ٻچي؛
غم الم ۾ هو ٻيو گهاري زندگي، هاءِ تنها جڳ ۾ تڏن آهيان، اي دوست!

جئن لڪائي پردي اندر تو ڪڪر، چمڪندڙ ننڍڙا ستارا زود تر؛
ڪوني هڪ ننڍڪي ستارو دور پر، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

ماڪ جا قطرا وڃن جئن ٿي لهان، ۽ رهجي هڪ ننڍڙو قطرو ضوفشان؛
ڪنهن حسين ڪوڙهي جيان بيٺل عيان، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

جئن وڏي اڳتي وڃي ڪو ڪاروان، ان وڃي تنها ڪو رهجي جاودان؛
جئن ٽٽي تارو ڇڏي تو آسمان، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

جئن سياري جو ڪوئي ڪارو ڪڪر، آسمان جو تو رلي تنها پيو ٻر؛
چين ۾اني تو ڪٽي هو ڪين ٻر، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

پهچي سڀ ٻيڙيون وڃن ساحل قريب، رهجي موجن ۾ وڃي هڪڙي غريب؛
واچي ويٺي پنهن جو حسرت سان نصيب، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

جئن ميسارڻ سان ٿرهيءَ جا اڪر، تا وڃن ڊهندا سيئي تيز تر؛
۽ اچي جئن ڪو ڊڪل ان ۾ نظر، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

جئن وڃي گل ٿي هوا ۾ هر ڏيو، رهجي ٻر ڪو ٽمٽمائيندڙ ويو؛
تو حياتيءَ جا ڪٽي بس دم پيو، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

مقبرن جا جئن ڪيئي اوچا منار، ڊهندا آهسته وڃن پيا بار بار؛
ٻر بچل بيٺو ٻڌائي حال زار، هاءِ تنها جڳ ۾ تئن آهيان، اي دوست!

ٿي ”اياز“ آه تنهائي نصيب، آ نه يارن ري خوشي ڪائي نصيب؛
ياد ٿي وئي آه هي وائي نصيب، هاءِ تنها جڳ ۾ مان آهيان، اي دوست!

محترمہ روشن آرا

## احساس

آءٌ تہ مان توڪي ڀرچايان، نغمي جا جادو ڦهلايان؛
هلڪا هلڪا شيرين شيرين، توڪي ڪيئي گيت سڻايان؛
خاموشيءَ جون لهرون ڇيري، تن جي سيني تي لهرايان؛
ڳائن، ڳايان، تيسين ڳايان، جيسين پنهن جي دل ۾ پايان؛
دنيا ساري خواب - سائي، دنيا ساري خواب.

اولڏاهيءَ ۾ جوڪا ڌهڪي، ــــ تاري جن دل منهن جي آهي؛
بنهن جي هستيءَ کان گهرائي، ــــ چانڊوڪيءَ کي هردم چاهي؛
تارو اولڏ ۾ هوندو آهه، ــــ چانڊوڪيءَ ۾ هوندو ناهي؛
دوريءَ کان ۽ مجبوريءَ کان، ــــ گڏجي ٻنهن جي دنيا ناهي؛
تارو ۽ مهتاب ـ سائي، دنيا ساري خواب.

واسديو "نرمل"

## پل ڏيري ڏيري مينهن وسي!

١- وسڪار ٿئي، گلزار ٿين،
هٻڪار سان سڀ، ٿمتار ٿين،
گل ٿون ڪلن، پن نچن ٽپن،
ون ٽڻ خوش ٿي، پل لڏن لمن،
ساوڪ سبزي هرهنڌ هسي!
پل ڏيري ڏيري مينهن وسي!

٢- شل پرپو ڪري، سڀ تي رحمت!
۽ جاڳي ڪڙميءَ جي قسمت!
آن ڪيتن جي ٿي ٿئي زينت،
پائي سائي ساڙهي قدرت،
ڪڙميءَ کان آچي غم رنج کسي!
پل ڏيري ڏيري مينهن وسي!

٣- آڀ ۾ پل اچ مڙدنگ وڄن!
ست رنگ دوپٽو پائي گگن!
بجلي ٿي چمڪي ديوآڳن،
برساتي هوندون ناچ ڪوڪن.
شل ڪوبہ دکن ۾ ڪين ڦسي!
پل ڏيري ڏيري مينهن وسي!

دولترام "داس" اوسا، دکن

## اها رات ڪاري، آ ڪچ وقت باقي!

ڏکيا ڏينهن تو لئي، نہ هوندا ڪو هردم، ــــ سدائين نہ رهندا، اِهي ڏک اِهي غم؛
مصيبت ۾ تنهنجو، جي مايوس ٿيو من، ــــ اهي مشڪلاتون، مٽي ويندئون ڪنهن دم؛
نہ دلگير ٿي تون، نہ دل لاهہ سائي!
اها رات ڪاري آ ڪچ وقت باقي!

ڏسي اڳتان اونده نه ڀڄ تون، نه ڏر تون، نه ڳڻتيءَ ۾ ڳر تون نه جهوري ۾ جهر تون؛
مصيبت جي آئي له ٿي سي صبر تون، ڏکيءَ ويل ۾ وات ڳولڻ جي ڪر تون؛
هڪ ڏاڻ ملندي اوس ڪاميابي!
اها رات ڪاري آ ڪجهه وقت باقي!

“مستان”

## سکي! هت ساجن پيو واجهائي

ٿي سانجهي، ڏس ڪئن نه سهڻين گهر گهر ديپ جڳايو،
هل ته سکي! هلي جوت جڳايون هت ساجن هو آيو!
چمڪي تارو، جڳ سونهارو!
ڪئن نه پيو شرمائي، سکي! هت ساجن پيو واجهائي.

عرش مٿي ڏس ڪئن نه بڻي آهه ٽمڪ ٽمڪ گلزاري،
قدرت راڻي سونهين تارن واري پائي ساڙهي!
ڪئن نه ڏجي، هوءَ هاءِ! ڏجي،
جڳ راڄنا کي ليلائي، سکي! هت ساجن پيو واجهائي.

ڪيئن مان ٽينديس ساجن سامهون پهچندي هوت حضور،
“ڪٿ ايڏي تو دير لڳائي؟” پڇندو دل ۾ سور،
ڪئن ڪڇنديس، مان پڪو پڇنديس،
شرم حيا کي لاهي، سکي! هت ساجن پيو واجهائي.

ڪڇ ۾ چهنديس ساجن جي مان اکڙين آئي پاڻي،
ڏوهه بديون بخشائينديس مان پنهنجي نار نماڻي!
پيرين پونديس، معافي گهرنديس،
پاند گهڙيءَ ۾ پاڻي، سکي! هت ساجن پيو واجهائي.

معافي ڏيندو، آشا آهي، خوب ڳلي سان لائي،
پريم رکي “مستان” اندر ۾ هل ته هلون گهر ڪاهي،
بات پياري، رات پياري،
پريتم کي پرچائي، سکي! هت ساجن پيو واجهائي.

# نظم

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم 'خليل'

## ٻه غمزده

مونکي رنڻ وٽي ٿو، ابر بهار تنهنجو،
ٿي موتين جي مالها، هنجن جو هار تنهنجو،
ڪوئل کي ۽ پپيهي کي، آهه پيار تنهنجو،
بلبل ۽ گل ٻنهي کي، پڻ انتظار تنهنجو،
ڪيئن وڇڙيل، ملايا برسات يار هائي،
گڏجي ٻنهي رنون اڄ ابر بهار هائي.

سيني ۾ منهنجي دل، ۽ ٿي تو ۾ برق پنهان،
آهي ٻنهي ۾ تڙڦ، بيتاب پيئي يڪسان،
شوريده سر تون آهين، آهيان مان خانه ويران،
گردش ۾ ٻنهي ڦرون ٿا، بيتاب ابر باران،
هان ڏس ته ڪيئن نه آهيون، پڻ بيقرار هائي،
گڏجي ٻنهي رنون، اڄ ابر بهار هائي.

اڄ گڏجي ابر نيسان، ڪريون ڪا اشڪباري،
۽ پوءِ ڏسون ٿي آئي، ڇا رنگ آه و زاري،
اڄ روئي دور ڪريون، دل جي ڪا بيقراري،
پل پوءِ ٿئي هي دنيا، اشڪن سان غرق ساري،
قسمت سان ڪيئن ملايو، پروردگار هائي،
گڏجي ٻنهي رنون اڄ، ابر بهار هائي.

مون وٽ جي زلف ڪارا، تو وٽ گهٽا ٿي ڪاري،
بادل جو گوڙ تو وٽ، هت آهه آه و زاري،
ڦڙ ڦڙ جي آهه تو وٽ، مون وٽ به لڙڪ جاري،
ٻنڪڙ نصيب توکي، مونکي ٿي اضطراري،
صبر و قرار ڪان ٿي، بي اختيار هائي،
گڏجي ٻنهي رنون اڄ، ابر بهار هائي،

عبدالله عبدالواسع "عبد"

## قربانـي

قطرو قربان ۽ فنا ٿئي جڏهن
سپ ۾ تڏهن گهر پيدا.
داڻو ٿئي ٿو جڏهن زمين ۾ فنا،
ٿئي سون جو تڏهن ثمر پيدا.
رات گم ٿئي تہ ڏينهن ٿئي ظاهر،
شام گم ٿئي تہ ٿئي سحر پيدا.
سالها سال کان ٿو پوءِ ٿئي،
ملڪ ۾ هڪڙو هوشور پيدا.
دل جا پرزا جگر جا ٽڪرا ٿين،
تڏهن آه ۾ اثر پيدا.
آه بنياد ڪار قرباني،
تون بہ ڪر ڪا اي يار قرباني.

ضياءُ الدين - ايس - بلبل "ضيا"

## حال جو احوال

ڪهڙو ڪاڏو نہ وقت آ ڦيرو! پکري ڪجهي ٿي، جي ڪپي جيرو.
باز ٿيا بند، زاغ ڪن گهيرو، ٿو سرڻ سان لڙي پوي گيرو.
آهي حقدار جيل ۾ هاري، خالي درهو جو آ پيو ديرو.
ڪير هڪلي ڪڏهہ ويو بيهي، جهڙو آ خان، تهڙو آ خيرو.
آهو جو تيز تند ڪي ٿارڻ، پاڻ ڏيندو ويو سو وڏ چيرو.
چاءِ بڪيت جي ڪپي نيرڻ، چا جو ڏڏ جو وٺو مکڻ ٽيرو؟
چور گهر جي لڪل رهي گهر ۾، وات تي وڙجي پيو پيرو.
آه ڪپڙو لٽو اڇو اجرو، آه ميرو جي ڪجهہ تہ من ميرو.
آه دستور ٿي وئي اونده،
ڪو "ضيا" جو بہ شل اچي ويرو.

محمد خان "غني"

# خاڪ وطن

١

اکين ۾ چون پايان، پنهنجي وطن جي خاڪ؛
رشڪ ارم ٿو پانيان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

خاڪ وطن مان بڻيو، منهن جو خمير آه؛
پرتشون پيو پڏايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

هن تي پوڻ ڏيان ڪيئن، دشمن جي بد نظر؛
دامن ۾ ٿو لڪايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

هر درد لادوا جي، هن ۾ شفا بہ آه؛
جيڪر لڳن ڪي لايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

جيڪر ٿئي زياده، مشڪ ختن جو مانُ؛
هن ۾ ذرو ملايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

ذرن ۾ هن جي اهڙو، ٿيو آب تاب آه؛
موتين تي ڪيئن مٽايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

خاڪ وطن ۾ پنهان، عظمت وطن جي آه؛
ڳائي مان چون ڳايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

غربت ۾ ياد هن جي، همدم انيس آه؛
دل تان سا ڪيئن هٽايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

خاڪ وطن مان قائم، هي آسمان آه؛
ٿو شوق سان آڏايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

منهن جي طفوليت ڪي، يا رب وري وراءِ؛
ڪي محل ڪر بنايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

هن جي طفيل ٿيندي، هر هڪ خطا معاف،
مرقد مٿان وجهايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

خون جگر پياري، دل جو ڏجي بہ خون؛
گلشن "غني" بنايان، پنهنجي وطن جي خاڪ.

# قفس

هن ۾ ڪيئي طائران خوشنوا قيدي ٿيل؛
ڪيترا نغما ۽ نغمن جا خدا قيدي ٿيل؛
گيت جا ڪيئي امين، شيرين سخن قيدي ٿيل،
شاخ گل جي سونهن ۽ جان چمن قيدي ٿيل؛
ڪيترا سيمين بدن نازڪ ادا قيدي ٿيل،
ڪيترا باغن جا رهندڙ دلربا قيدي ٿيل؛
جن جي گيتن ۾ سحر جا ولولا، تارن جا نور،
ملڪ جي سردي، صبا جي مٺي، بهارن جو سرور؛
جن جي گيتن ۾ طلوع مهر جي عظمت جو رنگ،
جن جي گيتن ۾ عروس ماھ جي دل جا امنگ؛
گيت جن جا ذهنن وانگر ڪار فرمائي ڪن،
رات جي چپ چاپ ۾ پيدا ٿي گويائي ٿا ڪن؛
گيت جن جا پوک جي شاداب لالائي چوان،
ڪارخانن جو غرور ۽ حسن صناعي چوان؛
گيت جن جا ڪوهسارن جي بلندي جا نشان،
گيت جن جا آبشارن جئن رهن هر دم روان؛
گيت جن جا جهنگ جي خاموشي وانگر فڪرمند،
گيت جن جا واهڻ جو شور، ۾ سي دل پسند؛
گيت جن جا بحر بي پايان جي هيبت جو سوال،
جن جي گيتن ۾ زمين جي رقص جي برق جمال؛
جن جي گيتن ۾ جنون عشق جي شوريدگي،
جن جي گيتن ۾ مزاج حسن جي شائستگي؛
گيت جن جا گهر جي سک وانگر سدا راحت سان ڀر،
گيت جن جا ماءُ جي سڪ ڀيڻ جي الفت سان ڀر.
"بردہ" هن آزاديون گهڙيون نہ هت ڪانون جي ڪانءُ!!
هر طرف بندوق پريل آ سخن سنجن جي ڪانءُ!!

# غزل

## "خادم" لاڙڪاڻوي

### محسوسات "خادم"

١- مڃان ٿو گنگ رهي ٿو آ سگهي طرز بيان منهنجي،
ڪٿان آئينديون پر قاصد دهن منهنجو زبان منهنجي.
٢- جيو قاتل ڪسڻ ويلي نه گهرجي ٿو ڪجهه ٿڪڻ،
عجب جدت طرازي آه طرز امتحان منهنجي.
٣- مان آهيان رند بدمشرب سدا توبه شڪن اهڙو،
جو اڄ ٿي ناز مان تعريف ڪئي پير مغان منهنجي.
٤- سچائيءَ سان سدائي زندگي گهاريم سندس در تي،
صداقت پر نٿو چائي اڃا هو بدگمان منهنجي.
٥- به پيش داور محشر وفاداريءَ جي پرسش ۾،
خوشي سان شاهدي ڏيندو سڄو سارو جهان منهنجي.
٦- چيائين قبر ٻي باقي نشاني ڇو رهي انجي،
ڪٿي ٿو ڪر سان ان تڏهين نشاني بي نشان منهنجي.
٧- نه پهتس قافلي کي گرچه ته به حسرت هي باقي آ،
خدا يا ٿئي وڃي شل خاڪ گرد ڪاروان منهنجي.
٨- قفس سوڙ هو، ٽٽل تيليون، پڏي دانهون، اچي هيڪر،
ڪري شفقت، ڏٺي سڪائي حالت، باغبان منهنجي.
٩- مون سنڌيءَ سان مليو جڏهين هو پرديسي پرين تڏهين،
نه مون سمجهي زبان انجي، نه هن سمجهي زبان منهنجي.
١٠- جنين ني مه لقا آيو، وڃي ٿي مختصر از خود،
دکهي جا درد جي هتي ڳالهه مثل ڪهڪشان منهنجي.
١١- سنڌ ۾ زلفن، اکين، شفتين، غب غب تان سدا صدقي،
هي سر منهنجو، جگر منهنجو، هي منهنجي دل، ۽ جان منهنجي.
١٢- سدائي بت پرستيءَ ۾ گذاريم "خادما"! پنهنجو آ،
ٿئي شل عاقبت محمود، داور جي اڳيان منهنجي.

## "اٿي اهلِ فن! اهلڪارن سان کيڏ"

تون شهباز آهين ستارن سان کيڏ، فلڪ تي هلي ماه پارن سان کيڏ.
نه آواره ٿي لالزارن سان کيڏ، نه دلداده بڻجي بهارن سان کيڏ.
نه يارن سان کيڏ ۽ نه بارن سان کيڏ، تون شهزور ٿي، شهسوارن سان کيڏ.
جيئڻ جو اٿئي فلسفو موت ۾، هجئي گل جي خواهش ته خارن سان کيڏ.
رهي ڪبريائيءَ جو قوت ۾ شان، جفاپيشه ۽ زوردارن سان کيڏ.
طلب ۾ اٿئي سربلنديءَ جو راز، هنرمند ٿي، ڪوهسارن سان کيڏ.
هي دنيا جو بازيچهٔ دلفريب، نگاهِ خرد جي اشارن سان کيڏ.
ملي رنج و محنت سان درسِ حيات، هي هڪ رنج و غم ڇا؟ هزارن سان کيڏ.
تون تسخيرِ فطرت جو ڏيکار زور، اٿي اهلِ فن! اهلڪارن سان کيڏ.
تون خمخانهٔ غم ۾ ساقي ٿي ره، مئي فڪر جي باده خوارن سان کيڏ.
درِ فقر جو توڙ همت سان قفل، سرِ گنج هيرن جي هارن سان کيڏ.

اگر چاهين "اختر" قرار و قيام،
ته هل شعله افشان شرارن سان کيڏ.

مولانا دين محمد "اديب" فيروزشاهي

## غزل

طلب آهه تنهنجي، سدا تات پيارا،
تو رنڌي گذاريان، سڄي رات پيارا.
تصور ۾ تصوير آهي سدائين،
اٿم نار تنهنجو سدا وات پيارا.
اهو وقت ڪهڙو هئو مثل جنت،
دريءَ سان ڇتيءَ جو مون ڪي هات پيارا!
تنهنجي وصل لئي روز شب تو پوهان سان،
دما دم دعائون ۽ صلوات پيارا.
"اديب" ۽ ضعيف آهيان جلد من طالب،
نه ڪر هوءِ تون ڏار، هيهات پيارا.

شيخ عبدالحليم "جوش"

## نيرنگ خيال

١- دل ۾ خوشي ۽ سودءِ غم دل جي آسپاس،
آهي قضا حيات جي منزل جي آسپاس.

٢- آيو نظر، فريب نظر جي سوا نه ڪجهه،
پهتو جڏهن به قيس ٿي محمل جي آسپاس.

٣- منهنجا قدم ڪٿي ها ۽ منهنجي نظر ڪٿي،
منزل کان ايڏو دور ۽ منزل جي آسپاس.

٤- گهر ۾ سڪون نه ديرو حرم ۾ قرار هو،
راحت مگر ملي در قاتل جي آسپاس.

٥- وحشت، جنون، بيخودي، سوداءِ ديدني،
هو قيس هڪ هجوم سان محمل جي آسپاس.

٦- منزل ٿي بيقرار هي منهنجي تلاش ۾،
سوالڪي سڪون هو جادءِ منزل جي آسپاس.

٧- اي همنشين! بِداءِ ته غمگين ٿيان يا شاد،
دل ۾ جڏهن خوشي هجي، غم دل جي آسپاس.

٨- ساحل ڏسي قريب، ته ٿي "جوش" مطمئن،
ساحل کان سو به دور، جو ساحل جي آسپاس.

سرورعلي 'سرور'

## غزل

ذڪر خدا هو درد جو درمان تمام رات،
دنيا کان بي نياز هو انسان تمام رات.

(١) شايد قريب آهي زمانو حساب جو،
اي دل ڏسان ٿو خواب پريشان تمام رات.

(٢) دنيا عجيب آهه، محبت جي اي نديم!
گريان رهان ٿو مان ڪڏهن خندان تمام رات.

(٣) خاموشين ۾ ڪيف هو، برباديءَ ۾ لطف،
ظاهر هو تنهنجي عشق جو احسان تمام رات.

(۴) روشن ڪري ٿي، ياد ۾ سڪ سوز درد سان،
جاڳي جذهن ٿي شمع فروزان تمام رات.
(۵) بيڪار هو بيمار اجل، دل جي واسطي،
آغوش زندگي ۾ هو ارمان تمام رات.
(۶) "سرور" جو آهي، ننڊ جو هڪ شاعر مجاز،
ياد حبيب ۾ هو، غزلخوان تمام رات.

محمد بچل "محبوب" هوسڙيءَ وارو

## اڄ رات جون آهون

اتي ڦاٿو اچي آهيان، جتي ڇٽڪڻ به مشڪل آ،
هڻي سان دل ڏنم جنهن کي، اتان اٿڻ به مشڪل آ.
قريبن قرب ۾ اهڙو پڏو آ چوڪنيو ڦاهو،
قدم پنهنجو اڳي يا پوئتي چورڻ بہ مشڪل آ.
اچي درياءِ فرقت جي عجب گرداب ۾ ڦاٿس،
پڏڻ منهنجو آ نا ممڪن، تري نڪرڻ بہ مشڪل آ.
غم ۽ درد و الم کان لوڪ هارڻ جي منع آهي،
جتي روئڻ روا ناهي اتي مرڪڻ به مشڪل آ.
هٿي هنڌ کو ڪنديون آخر، اهي اڄ رات جون آهون،
ڦٽو آرام اکين جو، رکو جاڳڻ به مشڪل آ.
اچا پرده نشين تون ڪيترو پردي اندر رهندين،
جدا توکان ستا جاني، گهڙي گهارڻ بہ مشڪل آ.
آهيان راهِ محبت ۾ انهيءَ منزل تي پهتو سان،
وڃڻ جي وات ڪانهي ڪا، وري موٽڻ به مشڪل آ.
قيامت تائين شايد طالب ديدار ٿي رهندس،
ملڻ جو آسرو ڪونهي، جدا جالڻ به مشڪل آ.
معاذ الله! مان درد جدائيءَ کان چوان ڇا ڇا،
سندس رحم و ڪرم سان آسرو لاهڻ بہ مشڪل آ.
ڪلي معشوق عاشق کي چيو اڄ "الت محبوبي"،
انهيءَ جو راز سمجهڻ ڇا، رکو سوچڻ بہ مشڪل آ.

علي محمد 'مجروح'

## قطعه

تنهنجي غم کان، تنهنجي الفت کان ڇڏايو مونکي،
گردشِ شام و سحر آهي ستايو مونکي؛
تون ٻڌائجي تو سگهين وقت ٻڌائجي تو سگهين،
راز هي گردشِ افلاڪ ٻڌايو مونکي.

## غزل

تنهنجو غم تو کان لڪائيندو رهيس،
جذبِ دل کي آزمائيندو رهيس.

برق جي همت وڌائيندو رهيس، آشيان هر هر بنائيندو رهيس.
آتشِ غم کي وسائيندو رهيس، مينهن ڳوڙهن جا وسائيندو رهيس.
ٻنهنجي لغمن ۾ پري سوزِ حيات، بربطِ هستيءَ تي ڳائيندو رهيس.

خواجه شمشير الحيدري

## غزل

طوفان جي درميان نه ڪنارن جي ڳالهه ڪر،
مون سان نه زندگي جي بهارن جي ڳالهه ڪر.
آهن پسند مون کي خزان جون نوازشون،
اي همنشين! نه مون سان بهارن جي ڳالهه ڪر.
آئي نه راس مهر و محبت جي زندگي،
ڇا ٿي پيو، تون چنڊ ۽ تارن جي ڳالهه ڪر.
اي دوست! تنهنجي تشنگيءَ ديد کي نه ڏس،
دامن ڪشِ نگاه، نگارن جي ڳالهه ڪر.
تنهنجي اکيان گلن جي وفا جو نه ڪر بيان،
ها، بر سبيل تذڪره خارن جي ڳالهه ڪر.
ميخانه جهان ۾ لنائي شرابِ زيست،
اي دوست! زندگيءَ جي بهارن جي ڳالهه ڪر.

عبدالعزيز "بيدل"

## جهنم آهه دنيا، تنهنکي سان جنت بڻائيندس.

١- سيني جبر و استبداد جا مندر مٽائيندس،
جهنم آهه دنيا تنهنکي سان جنت بڻائيندس.

٢- ڏنو جي غيرت ايمان منهنجو ساٿ اي همدم،
حريم دهر سان هر فتنهء باطل مٽائيندس.

٣- ٻڌڻ سان جن جي مرده روح پڻ بيدار ٿي ھيکر،
اهڙا ڪي اهڙا نغما توکي اي دنيا! ٻڌائيندس.

٤- بئي هڪ انقلاب نئون جهان ۾ نوع انسان کي،
بت سرمايه داريءَ جي غلاميءَ کان ڇڏائيندس.

٥- خدا گهريو ته اي "بيدل" اهو آ وقت ويجهو ٿيو،
جڏهن سان رشڪ جنت پنهنجو پاڪستان بڻائيندس.

خواجه غلام احمد 'همدم'

## چٽنگون

١- سري نه آن کي ڪڏهن بحر و بر جي سرداري،
جو پنهنجي نفس تي قابض ۽ حڪمران نه ٿيو.

٢- نه جنهنجي پاند ۾ آهي متاع عزم و يقين،
ڪڏهن سو عالم امڪان ۾ ڪامران نه ٿيو.

٣- اهو نه جيتي سگهيو پڻ جهان "إلا الله"
جو پنهنجي عزم جي وسعت ۾ لامڪان نه ٿيو.

٤- رهي ٿو راز دو عالم بہ آنکان پوشيده،
جو پاڻ پنهنجي حقيقت جو راز دان نه ٿيو.

"عزيز" ڏوڪري وارو

## اي بهار! نہ آءُ

اڄين تہ هيڪلو اڃ، غير سان ٻہار نہ آءُ،
خدا جي واسطي، ان سان نہ ٿي همڪنار، نہ آءُ.
متان لڳي وڃي ساري چمن کي آتشِ عشق،
اڱڻ ۾ منهن سان چمن ۾ اي گلعذار، نہ آءُ.
ڏسي پري کان ٿي تنهنجو، هي خنجر ابرو،
ڪٿي ڪان اڳ ۾ ڪسي ويو هي دلفگار، نہ آءُ.
وڃي وڃي نہ هيءَ بيتابي ۽ پريشاني،
بنائي پنهنجي تہ زلفن کي تابدار، نہ آءُ.
خزان جي وقت ڦاڙي چڏيم گريبان کي،
سان هاڻي چاڪ ڪندس چاڪ اي بهار! نہ آءُ.
مرڻ کان بعد تہ ڪر ڪين خوار ڪانڊن ۾،
سندم جنازي پٺيان پنهنجي اشڪبار، نہ آءُ.
جي ايندين تون تہ هليو ويندو انتظار سندءِ،
جياري مونکي ٿو هي تنهنجو انتظار، نہ آءُ.
چڪن ٿا چاڪ سندم لاش جا، ڏسي توکي،
شهيد ناز جي تربت تي بار بار، نہ آءُ.
قريب منهنجي "عزيزا" نہ اڄ نصيحت لئي،
متان جلائي چڏئي آهِ شعلہ بار، نہ آءُ.

"تنوير" عباسي

## غزل

وري لبريز پيمانا ٿين ٿا،
وري آباد ميخانا ٿين ٿا.

ضرورت ناهي چشم تر جي هاڻي،
بيان تارن کان افسانا ٿين ٿا.

پراون کي اتي پنهنجو ڪجي ڪيئن،
جتي پنهنجائي بيگانا ٿين ٿا.

ڪڏهن دامن ڪڏهن گلشن اي همدم،
گهڻا وحشت جا نذرانا ٿين ٿا.

جڏهن ٿو خون دل ٿئي تن ۾ شامل، ته هين رنگين افسانا ٿين ٿا.
ڪرن ٿيون بجليون جن تي فلڪ جو، اهي منهنجائي ڪاشانا ٿين ٿا.
اچا حسن آهي محو برق باري، اجا برباد ڪاشانا ٿين ٿا.
غزل "تنوير" ديواني جو پڙهندي،
خرد وارا بـ ديوانا ٿين ٿا.

ماستر عبدالله "خواب"

# غـزل

عقل جو مبهم اشارو ٿو چوي فرزانہ ٿي،
جذب الفت جي تقاضا آهہ تون ديوانہ ٿي.
جيڪڏهن زنده دلي جي زندگي ناهي پسند،
هن جيڻ کان آهي بهتر موت جو نذرانہ ٿي.
ٿي اجل يا خود اجل جي خوف کان ٿي بي نياز،
انجمن جي شمع ٿي يا شمع جو پروانہ ٿي.
ڪعبۂ دل ۾ نہ ڪنهن سان بغض رک تون واعظا،
جي ملڻ چاهين ٿو حق سان محرمِ بت خانہ ٿي.
ڏس تخيل جي بلندي تان حيات و موت کي،
پو پلي الفت ۾ تون هم مشربِ پروانہ ٿي.
هر شڪستِ آرزو ۾ آرزو جو ڏس خمار،
پنهنجي ناڪامي ڏسي اميد جو پيمانہ ٿي.
رات جي تاريڪ پردن مان عيان ٿيندي سحر،
زلف کي رخ تان هٽائي جلوۂ جانانہ ٿي.
دل جي زخمن سان ٿي ڪر تخليق هڪ تازه بهار،
عالمِ ديوانگي ۾ رونقِ ويرانہ ٿي.
مکتبِ حسنِ ازل ۾ "خواب" ٿيندين سرفراز،
امتحانِ عشق ۾ نادان ٿي دانا نہ ٿي.

عبدالحق "زيب"

## غزل

قلم تشويش ۾ آهي تہ ڪنهنجو ترجمان بنجي،
حقيقت جو نشان بنجي يا باطل جو بيان بنجي.

بہ ظاهر بڪل شهنايون بہ باطن ٿو ٻڏان آهون، ڪنن جـو ترجمان بنجي يا دل جو رازدان بنجي.
انڌيري ۾ ٿو هت گونجي اسيرانِ قفس جو دم، هتي صياد خاطر تـو ٿئون هڪ شمعدان بنجي.
ڪٿي مفهوم آزادي ڪٿي هـي امتياز آخر، انهيءَ حالت ۾ مفلس جـو قلم ڪنهن جي زبان بنجي.
ڇڏيان ٿو ڦيصاو توتي او دل وارا تون رايو ڏي، متان منهنجو چوڻ ڪنهن شوخ تـي بارِ گران بنجي.
تعجب! جنهن جي رت ڪان آه ٿي رنگين آزادي، انهيءَ جانباز ڪان هـو نيم جان ٿو بدگمان بنجي.
اڙي صياد جنهن جي دم ڪان دم آيو گلستان ۾، چمن اندر اهو ٿو تنهنجي وحشت جو نشان بنجي.
پيو پي ڪو جهان ۾ آه يا مان هڪ رهيو آهيان، جو نذرِ برق ٿـو هرروز منهنجو آشيان بنجي.
مٽايو ٿو وڃان ايڪن يقين آهي نہ متبس مان، اجهو ٿو "زيب" اڄ ڪلهہ ۾ عدم وخود بي نشان بنجي.

علي بخش "رضا"

## غزل

لڳيس لالن، مان لڙهہ تنهنجي، پرين پيارا نہ ڇوري ڇڏ؛
نـڌر تـان ڪـيـم پـيچ پـيـرو، اڏيا اوري اچي تون اڏ.

پيو ڪونهين، نـڌرجـو ڪـو وسيلو واهـرو، تـوريءَ؛
ڪري لائق، نڌمن لالن، نـ من هيڻيءَ وٽان تون لڏ.

منهنجي دل آ دوپـارا، درد ڪـنـي، اي دلـربـا سائين؛
جڙيو جاني هجين! هـن ريت هـي ڪولي نـہ ڪوندرِ ڳڏ.

ٻاري جـا پيس تنهنجي، وسـاري ڪـئـن ولـهـي وهندين؛
ٻڪاري جـا ٻني ٻلبل، ولـي ويندين مٿي شـل سـڏ.

مدايون ۽ مياروں سـپ وسـارج اي پـريـن منهنجـون؛
"رضا" تنهنجي ۾ آهـي آسـرو، آهـيـان مـان هيڻي هڏ.

عزيز الله "مجروح"

## خون جا ڳوڙها

فرياد ڪرڻ جي اڄ فرصت اي آسمان ڏي،
اظهار ڪرڻ مونکي دردن جو داستان ڏي.

محنت ڪشي جي اجرت بک ۽ بدن اگهاڙو، امراض جو بہ لاڙو مزدور ناتوان ڏي.
شڪوو ڪري تہ مجرم، قانون جي نظر ۾، انصاف لئہ وڃي هو ڪهڙي مهربان ڏي.
ڪهڙو قصور سرزد، ٿيو آهہ بينوا کان، جو هر بلا اچي ٿي مسڪين جي مڪان ڏي.
قسمت جي کيل سان ٿا، منسوب ڪن غريبي، گويا قضا جو ڪوئي جرم آ جفا ڪشان ڏي.
القصہ هي سمورا، بيهوده عذر آهن، قدرت جي هڪ نظر آئيندي سڄي جهان ڏي.
غفلت جي ننڊ جنهن کي، منزل تي ڪين رسندو، بانگ جرس ڏي گوش اڄ، اي اهل ڪاروان ڏي.
جذبات دل ڪجن ٿا "مجروح" پنهنجا ظاهر، باغيءَ جو نام بيشڪ ارسال ڪن اسان ڏي.

مولوي نورنگ زادو، ڪورواهہ

## لمحات فڪر

چمن ۾ خزان جو گذر ٿو ڏسان،
ترقي تنزل جو گهر ٿو ڏسان.

نظر سان، نگاهن سان، جاچيو ڀلا، مان حالات دنيا دگر ٿو ڏسان.
جڪو جي ويا بندشن ۾ ڦاٿي، رقيبن کي، سينہ سپر ٿو ڏسان.
نہ ڪو بانهن ٻيلي، نڪي طاقتون، هٿن ۾ نہ تيغ و تبر ٿو ڏسان.
وڏن جو نباهي ڪيو وڻ وڏو، مکل سر بسر سو شجر ٿو ڏسان.
نڪا روح راحت، نہ آزاد ڪي، غلاميءَ کي ڪسب هنر ٿو ڏسان.
نڪو علم آهي، نڪو اتفاق، نہ تاجر لکو تاجور ٿو ڏسان.
سنڀالي قدم کڻ تون سنڌي ميان، زمانو سڄو شور شر ٿو ڏسان.
عجب آهي "نورنگ" هي انقلاب، طبع تي نہ ڪنهنجي اثر ٿو ڏسان.

محمد حسن "ساز"

## حسين شڪايت

ظلم تنهنجي ڪي سدا تنهنجي ادا سمجهيو ٿي مون،
تنهنجي هر بيجا روش کي هاءِ ڇا سمجهيو ٿي مون.
خير ٿيو دل جي حقيقت عشق ۾ واضح نه ٿي،
ورنه هن رهزن کي پنهنجو رهنما سمجهيو ٿي مون.
موت سان دردِ محبت جو اضافو ٿي ويو،
موت کي دردِ محبت جي دوا سمجهيو ٿي مون.
اڄ ڪٿي تنهن در تان آيو آهيان سان دل جو لاش،
هاءِ! جنهن در کي سدا دارالشفا سمجهيو ٿي مون.
ڪيئن ٿيو برباد آهيان ڇا چوان ڇا ٿا پڇو،
هن بتِ بيدرد کي اهلِ وفا سمجهيو ٿي مون.
زندگي اعجازِ غم جو نانءُ آهي همنشين،
زندگيءَ کي "ساز" عشرت جي صدا سمجهيو ٿي مون.

"نظر" سنڌي، سرهاري

## نباهه

وفا جي نام خاطر جيءُ جهورڻو ئي پيو،
سڳو نباهه جو هن ساڻ سورڻو ئي پيو.
پسي جمال وڃايوسون ساز الفت جو،
اسان کي چاهه مان هي چنگ چورڻو ئي پيو.
انهن سان ڪيئن چئي ناتو جن سان پيار آهي،
ڏکن سکن ۾ تنين ساڻ ڏورڻو ئي پيو.
جڏهن ته بنجو انسان ڪنهنکي پيو همدم،
ته پو ڪدورت کي دل مان ڪورڻو ئي پيو.
چنڊ جي ڀاڱ ڪو چاهي ٿو، پو سندس مرضي!،
ٿياسون اهل وفا پاڻ، تورڻو ئي پيو!

ڪوئي زماني ڪان ٻڌو ان جو آيو آهه جواب،
پر هي آهه شڪايت جو ڀورڙو ٿي پيو!
ڏاڍو عدو آ، منهنجي جلڻ تي مون سان کلي،
تہ ڪيس تنگ پائيءَ جو تورڙو ٿي پيو.

## قصيدہ

الحاج الله بخش "سرشار" عقيلي

### قصيدہ سنڌ

آهري تہ اڄ تون گرد مان، اي نقشِ پائي سنڌ؛
نا آشنائي سنڌ ڪئي، ڪر آشنائي سنڌ.
اي همنشين ٻڌين ٿو ڇا رنگِ ادائي سنڌ؛
زنجير زلف يار، ٿيو بندِ قبائي سنڌ.
وادي سنڌ، واديِ گلگشت و خوش خرام،
پر لطف و خوش گوار، ٿي آب و هوائي سنڌ.
سر چشمہ حيات ٿيو، خضر زندہ پير،
سڪر جو ٿو براج، ڏني آبِ بقائي سنڌ.
افراط پر اناج، مڇي ۽ مکي، ۽ گوشت،
موجود آهه سنڌ پر، وافر غذائي سنڌ.
شمس منير ڏينهن جو روشن، ۽ رات جو،
تارن سان جگمگائي ٿو، اوجِ سمائي سنڌ.
ڪو صاحبِ نظر تہ هي ڪيميا گري ڏسي،
معجز نما اثر ٿي رکي، ڪيميائي سنڌ.
ٻڪر، لٺو ۽ جهوڪ يا سيوهڻ ڪ رو هڙي،
ديرو ڪٿي ڪٿي نہ ڪيو، اوليائي سنڌ.
پٽ جي ڏئيءَ جي پٽ ٻي، گلستان صد بهار،
باغِ بهشت، باغِ ارم، دلڪشائي سنڌ.

شام و حجاز، نجد و يمن، روم و مصر ۾،
علمائي سنڌ، درس ڏنو، ماورائي سنڌ.

درياءِ علم و هنر هو، سو خشڪ ٿي ويو،
ڪو ماجرا ٻڌي ته ٻڌي ماجرائي سنڌ.

آغاز برگ گل هو، ته انجام بوءِ گل،
هوءَ ابتدائي سنڌ، ۽ هيءَ انتهائي سنڌ.

اي سنڌ جا جوان! تون سڏي مادرِ وطن،
فرزند سنڌ سو، جو رکي غم براءِ سنڌ.

ڪشتيءِ سنڌ کي، ته بچائيندو خود خدا،
گرداب ۾ اچي جي وڃي ناخدائي سنڌ.

آن ڪان ٿي ٿي لطيف گهريو، سنڌ لئي سڪار،
مشڪلڪشا جو آهه، ۽ حاجت روائي سنڌ.

"سرشار" پي تون بادهءِ حب وطن جو جام،
پير مغان نه ڏار، پيو ڪو بچائي سنڌ.

# رباعيات

## آغا تاج محمد "آغا"

### رباعيات "لطيف"

سارو جهان پاڻ بڻايائين چاهه مان،
احمد جو شان مان وڏايائين چاهه مان،
خلقيائين خاص مير محمد ڪريم کي،
محبوب انکي، پنهنجو چوايائين چاهه مان.

إذ ڪار لا شريڪ له کي هيئن سان لاءِ،
توبه جي ذوق و شوق سان، تسبيح کي بجاءِ،
واجب ۽ فرض سنتون هرگز نه ترڪ ڪر،
نانگا! تون نفس پنهنجي کي سنئين راه سان هلاءِ.

عالم تي لطف عام جي خالق ڪئي نگاه،
الله جو حبيب، سڀن جي بڻيو پناه،
تابع ٿي جهان، محمد جي ٿي چڪا،
سيد چوبيٺو ان کي، بڻايائين بادشاه.

واحد کي لا شريڪ له آهه جنهن سڏيو،
تنهن هيج ۽ هنئين سان محمد کي پڻ مڃيو،
اوتڙ ۾ ڪين ڦاٿو، اهو مرد پاڪباز،
هڪ پل ۾ پار پهچي، پرين پنهنجي سان گڏيو.

وحدت ۾ سر وڃائي ٿي، اثبات ۾ تون آڌ،
حق جو رفيق بڻجي، طريقت ۾ اڳتي وڌ،
سڻين راه سان ملاءِ، سدا پنهنجي نفس کي،
دل پنهنجي، خواهشات جي دامن سان ڪين ٻڌ.

آلله جل شانه، جهان جمال آهه،
صورت پرينءَ جي پاڻ، ۽ حسن ڪمال آهه،
پاڻهي ئي خيال، ۽ پاڻهي مريد و پير،
ڦيندو ڀيوئي قلب سان معلوم حال آهه.

واڻيءَ جو ور لهين تب، پڙاڏو به آهه سڏ،
آهن پيا ٿيا پيدا ڻ ۾، ازل ۾ هتا جي ڳڏ،
لڪ در ۾ ايڪ قصر ڪروڙين دريون سجهن،
جيڏانهن ڪر پرک، ته پري ڪونهي هوت هڏ.

ڪهڙي هلي ٿي جيڏيون، سوريءَ جو سڏ ٿيو،
نالو ڳنهن جي نينهن جو، تن ڪي وڃڻ پيو،
سمجهن سکن جي سيج، ٿا سوريءَ کي سر ڏريا،
هي ڪم نه آهه عمر ۾ سڏڙين ڪڏهن ڪيو.

"جوڳي"

جو اهل هنر، جنهن هنر ٿا وڪڻن،
سي وجهه ڪٿي؟ رخت سفر ٿا وڪڻن،
هن دور ۾ افلاس جا ماريل ۽ ٿڪيل،
افڪار! نه نه، خون جگر ٿا وڪڻن.

# قطعه تاريخ

احمد خان مصرائي "آصف"

## قطعه تاريخ طبع "ديوان بيدل"

"سنڌي ادبي بورڊ" وارن کي هجي صد آفرين،
جن رکي علم و ادب جي گرم محفل خوب خوب.
شوق مان ۽ ذوق سان، شايع ڪرايئون جي ڪتاب،
سي سڀئي آهن پڙهڻ پرجهڻ جي قابل خوب خوب.
هاڻ شايع ڪن ٿا قادربخش **بيدل** جو ڪلام،
هي ڪتاب آهي عجب عمدو ۽ افضل خوب خوب.
"آصفا" **ديوان بيدل** جي تون لک تاريخ طبع،
سر محبت سان ٿيو، **ديوان بيدل خوب خوب**

۱۳۳۳ ۴۰

۱۳۳۳+۴۰=۱۳۷۳ هجري



هڪ سنڌي ساڃهڙو

چترڪار: ع. ق. شيخ، ڊرائنگ ماستر، ٽريننگ ڪاليج فار مين، حيدرآباد، سنڌ.

# افسانا

جمال الدين ابڙو

غلام رباني

حفيظ احمد شيخ

دلدارحسين موسوي

بيگم عبدالله چنه

خواجه غلام علي الانا

اياز قادري

مستانو

ابن الياس سومرو

اسد لکڙائي

جمال الدين - ابڙو

# شاهہ جو قبر ؟

مومن ڏاڏي وڏنڙ هئي. سڀ کي چوندي هئي "ماما". پنجن ڇهن سالن جي ٻارڙي هئي. وار ڪڪا، گلابي رنگ، ۽ ننڍڙيون ٻانهون اهڙيون گول ۽ وڏنڙ جو ڇا ڳالهه ڪجي. پير اگهاڙا، منهن اگهاڙو، سنهڙي پوتي ڳچيءَ ۾ وجهون پئي ڊوڙندي، کلندي ۽ کڏ ڪندي هئي- جهڙو فونو. ڪنهن کان نه ڊڄندي هئي. ڊوڙندي ڊوڙندي ڪنهن کي ٻانهن ۾ مڪ هڻي ويندي- وٺي ٽهڪڙا ڏيندي. سڄي ٻاڙي لاءِ وندر هئي. سڀ کيس چيڙائيندا هئا: چوندس "ممڙي". هوءَ وري وات ڇپوڪري، اکيون ٻرڙائي، چيلهه تي هٿ رکي، چوندي "ممڙا".

دوڪان، ڄڻ ڳوٺ جي اوطاق هو. جيڪو ڪم کان واندو ٿيو، سواءِ دوڪان تي وهندو هو- ڪو صندل تي، ڪو کٽ تي، ڪو پير جي هيٺان پٽ تي. ڪنهن کي ڇپي لوهي ڪرسي هٿ ايندي ته ڪو سر هيٺان ڪري ويهي رهندو. پوڙها، حقي تي ته ننڍا، ٻيڙين تي پيا کنگهندا ۽ کانگهارا اڇليندا. ڪي گهٽي ڪم جا ٿيوڙيل، ته ڪي گهٽين جا ڳاريل. ڪنهن جو رت چوسيل ۽ رڳون ڦنڊيل، ۽ ڪي وري اڻپوري خوراڪ جي ڪري ڪمائيل. ڪنهن جا پيرون پورالن وانگر مٽي چڪيل هوندا. ڪو ڪاوڙيو ايندو، ڪو ٻکر ڦهي آيو هوندو، ته ڪنهن تي تازي پوليس جي سمن آئي هوندي. ڪي ٻنا ڳالهه جي پيا کلندا ۽ ٽوڪون ڪندا ۽ ڪي هيسيل ڪوئي وانگر اکيون پيا ڇڪائيندا. ڪي ته نفرت مان ڪنڌ پاسيرو ڪيون پئيرا ويٺا هوندا، ڄڻ ته جيڪي ٿئي پيو تنهن سان واسطوئي ڪو نه اٿن.

ممڙي سڀني لاءِ ٻنا پئسي ناٽڪ هئي. ڪنهن موڙهل جي منهن ۾ جڙهه وجهي وٺي ٽهڪ ڏيندي. ڪڏهن ڪنهن ڪاوڙيل جي ڪلهن تي ٽپو ڏئي وٺي اوڏ ڀندي. ڪڏهن اڪي لڪي ڪنهن جو نڪ کٽي جهليندي. سڀ ڏند ٽيڙي وٺي کلندا. ممڙي وٺي ڀڄندي. جنهن سان حرڪت ڪئي هوندائين تنهن جو هوريان هوريان اچي پاسو وٺندي. چي "ماما پئسو ڏي". جي پئسو نه هوندن ته به پنهنجي ڪنڊي ڪيس شيءِ وٺي ڏيندا. سندن وڏين دلين تان ڄڻ ته ڪو ڳورو ٻار ممڙي پنهنجن ننڍڙن هٿن سان ريڙهي ڪٽي ٻري ڪندي هئي.

ممڙي هار اصل نه مڃيندي هئي. جي ڪو پئسو نه ڏيندس ته چوندي، "ماما جون ڪڍانءِ". پوءِ ته پنهنجن ننڍڙن نهن سان وار پٽي ڪيندس. ڪو ڏوڪو ڏيندس ته ويچارا ڪيندي، خالي هٿ سان الرون ڪندي، ڀڃاڙيءَ روئي ٻه وهندي. جنهن وقت چپ ٻاهر ڪيدي، هٿ اک تي رکي، سڏڪا ڀريندي هئي ته ڳوٺاڻن جي رکي ۽ ٽوٽ زندگيءَ جي سموري محبت ڳڏ ٿي، اڇلون ڏيندي هئي. ممڙيءَ کي بي اختيار جهلي، هوا ۾ جهپي کٽي هٿ

رکندس. مموُءِ شرمائجي، مشڪندي ۽ پرچائيندڙ ڪي موريان ٿلهه هٿي ڪرندي. اهو سندس فتح جو اظهار هو.

ٻيءَ لاءِ ته بي بها خزانو هئي. ماڻهه ڪيرن ويٺو مشڪندو ۽ خوش ٿيندو هو. ان جي چوڻ تي ٻيءَ کي به چيڙائيندي هئي. کيس ڏک هندي، نڪ پٽيندي ۽ ويچارا ڪندي هئي. جي پٺس ڪاوڙجي شوڪي اهاريندس ته ڊوڙي وڃي کيس ڪنڌ ۾ چنبڙندي هئي. سندس هار مڄڻ جي اها خاص نشاني هئي.

ٻيءَ کي به چوندي "ماما".

پيرل شاه ڪر شهر جو چڱو مڙس ڪونه هو، پر سڀ کيس "سائين پيرل شاه" چوندا هئا- سيد جو سڏائيندو هو! ڳوٺ جي پرني مڙس کي ته ڪو ليکيندو ئي ڪونه هو. هو غريب پنهجي منڍي ڪنهڻ ۾ پورو هو.

پيرل شاه کي جڻ سرڪار دوجهان وٽان سرٽيفڪيٽ مليل هو ته تون افضل ۽ اعلئ آهين. پوڪڙو ملا به سندس هٿ چمندي ڏاڙهي پيا ڏڪائيندا هئا. عام رواجي ماڻهو ته سندس موچڙي سڱيا هئا. سپني جو ڪم هو کيس پيرين پوڻ. سندس چٻي ۽ بي ڊولي ڏاڙهي ڪاڏيءَ طرف وريل هوندي هئي. سدائين سرمو پائي تيل هڻي نڪرندو هو. ڪنڌ منڍي جهلي، پولهه پاهر ڪڍي پاڻهن جي لوڏ سان پاڻکي ڏڪيندو هلندو هو. سپاٽي جي ڪڙي پير سان ٺڪاءُ ڪندي ايندي هئس. ڪنڌ منڍي هوندو هئس، پر اکيون نور وانگر ڦرنديون اينديون هئس ته ڪو مون تي ڪلي ته ڪونه ٿو.

شاه لنگهندو هو ته مموُءِ به ماٿ تي ويندي هئي. سندس وڃڻ ڪان پوءِ ڪنڌ منڍي ڪري پير منڍيءَ سان گسائي، پاڻهن کي پوئتي سٽي، ڏڏڪ ڏڏڪ ڪري هلي ڏيکاريندي هئي. جي شاه ڪنڌ ورائي پوئتي ڏسندو هو ته منهن ڦيرائي وات تي هٿ رکي کل کي روڪيندي هئي. ان وقت سندس شرارت ڏسڻ وٽان هئي!

اڄ مموُءِ ويچاريءَ کي پشو ڪونه مليو هو. پريان پيرل شاه پئي آيو. پهريائين ته هيسجي وئي، پر پوءِ پاڻهن سڌي ڪري، نڊڙو هٿ وڌائي، ڪنڌ لاڙي، ايلاز سان چيائينس، "ماما پيشو ڏي". شاه کي جڻ ته ٿانو اچي ويو! پاڻهون لوڏيائين، مٿو لوڏيائين، ڪنڌ اچان به مٿڀرو ڪيائين. "ماما!"- شاه کي ڳف وهڻ لڳي، پاهه ٿي ويو. "ڪتي جي ڌيءَ"-"تنهنجي ته ......". مموُءِ هار مڄڻ تي هريل ئي ڪانه هئي. هڪدم لونشو ڏاهي، هيٺين چپ کي چڪ هڻي، اکيون ڦوٽاري بيهي رهي. چيائين "مموُا!" پر اڄ سندس مقابلو ڪنهن ٻئي جانور سان هو. شاه بگوڙ واري رومڙ کيون سڌو هليو آيو. امڙ ٿي اهلبيت کي مامو ڪري؟ هڪ ئي لت سان معصوم مموُءِ ليڙيون پائيندي وئي. ڪانئس هڪ دانهن نڪتي- "شائين". شاه سچو ڪاوڙ ۾ ڀني ڏڪيو. چڻن جڻن ٿي جهليس. چي، "اهلبيت کي مامو"، "اهلبيت کي مامو". جيئن ٿي شاه ان ڳالهه تي غور ڪيو تيئن ٿي کيس اها گار وڏي نظر آئي.

ٻيءَ پنهنجي ڌيءَ جي مٿان ويٺو رهيو. مموُءِ اکيون کولي ٻيءَ کي دانهن ڏني، "ماما!... شائين ...... پيشو-"

پٺس مموُءِ جي منڍي تي هٿ رکيو. سندس وار وارڪڙو ٿي ويو. هن اصل نه رنو، سندس بدن مان چڻگون ٿي نڪتيون. هن جون ناسون ڦوٽارجي ويون، مکون پيڙجي ويون، ڏند ڏندن سان ملي ويا، اکيون هڪ هنڌ کپي ويون - ويون ٽليون ٽنديون - ويون ٽنڌيون ٿينديون، جڻ ته ڪات هئا ۽ چيائين، "شاه جو ڦر".

غلام رباني (سنڌي)

# "اَتُرُ ڏاهي اُنجا، تَہ ڪَنهن ڪي ڪَارُوَن ڪَن؟"

(شاهہ)

...... چوطرف چوڏس جي چانڊاڻ ٽهليل هئي. ڪٿي ڪٿي آڪاس ۾ ڪو تارو ٽمڪيو ٿي، نہ تہ سڄوئي آسمان هڪ نوراني چادر سان ڍڪيل هو ............ مهراڻ جي سطح ائين پئي لڳي ڄڻ تہ ڪو چانديءَ جو تهہ آهي. ٿڌي هير پئي گهلي... ٻيڙي ساگر جي ڇاتيءَ تي لڏندي لمندي وچ سير ڏيو پئي ويئي...............

ٻچل جا ابا ڏاڏا بہ اهائي ڪرت ڪندا هئا. "ڪاريون چاريون ڇڄ، ڇيريون، جن جي محبت مڇيءَ سان." ماءُ تہ ننڍڙپڻ ۾ موڪلائي وئي هئس، ۽ سڄڻ جي ساول ٽيس تہ پڻس بہ پئي ڏکيري. نينگر هو- سدورو ۽ سپاجهڙو ۽ منهن ۾ ملوڪ. نوران سان ننڍپڻ تہ ننڍي لاڪر هئس. هيئنر جڏهن ريهہ ٿي لڳيس، تہ نوران جي ماءُ نوران کي منع ڪئي تہ "امان، پنهنجا پير جهل: دنيا جا وات ڪنهن ڪين بند يا آهن."

ٻچل ۽ نوران کي ڏک تہ ڏاڍو ٿيو، پر "نهائينءَ ڪان ننڍپڻ سک منهنجا سپرين- سڙي سارو ڏينهن ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري." سو اڄ رات نوران سائس ملڻ جو انجام ڪيو هو.

نوران ٻيڙيءَ تي چڙهي، تہ ٻيڙيءَ لوڏو کاڌو. ٻچل ڪنڌ ورايو، ۽ نوران تي نظر پيس.

"اوير ڪيئي؟"

"امي امان کي ننڊ بہ تہ هيئنر آئي آهي!" نوران ڪلندي ورائيو.

نوران سوڌو کي ٽيڪ ڏئي ويٺي. ٻچل وڏي ونجهہ ۾ هٿ وڌا. ائين ٿي ٻيڙي وچ سير ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. ٻيڙي پاڻيءَ جي لاهہ تي لڳي، تہ ٻچل ونجهہ ڇڏي اچي نوران سان گڏ ويٺو.

نوران ۽ ٻچل سوڌو کي ٽيڪ ڏيو هڪ ٻئي سان اڪيون اٽڪايو ويٺا هئا. ٿڌيءَ هير جا جهونڪا نوران جي ڪارن وارن سان پئي کيڏيا، جن جا پاڇولا ٻچل جي ڇاتيءَ تي پئي پيا. چوطرف چوڏس جي چانڊاڻ ٽهليل هئي؛ ڪٿي ڪٿي آڪاس ۾ ڪو تارو ٽمڪيو ٿي، نہ تہ سڄوئي آسمان هڪ نوراني چادر سان ڍڪيل هو. مهراڻ جي سطح ائين ٿي لڳي ڄڻ تہ ڪو چانديءَ جو تهہ آهي. ٿڌي هير پئي گهلي. ٻيڙي ساگر جي ڇاتيءَ تي لڏندي لمندي وچ سير ڏيو پئي ويئي.

"اڄ رات کهڙي نہ وڻندڙ آهي، منهنجي نوران!" ٻچل نوران جي وارن ۾ آڱريون وجهائيندي چيو.

"۽ تون" نوران مشڪيو.

"توکان گهٽ."

ٻنهي کلي ڏنو، ۽ انهن معلوم ٿيو ته ڪائنات جو هر ذرو کلي رهيو آهي.

"اڄ بين ته ٻڌاءِ،" نوران ٻچل جي اکين ۾ اکيون وجهندي چيو.

"اڳ ۾ تون ڪجهه ڳاءِ." ٻچل مشڪيو.

"پوءِ بين ٻڌائيندي نه؟"

"انجام آ."

ٻچل يڪتارو کڻي آيو. تار کي آڱر سان ڇيڙيائين، "تڻ... تڻ...... تڻ...".

نوران چپ چوريا:

"او، رهي وڃ رات پنهور ۾!
پيرين پوندي سان،
چوندي سان،
... رهي وڃ رات پنهور ۾!
او، چڙهي ته جبل چوٽ تي،
ٻانهون ٻڌندي سان،
چوندي سان،
رهي وڃ رات پنهور ۾! ... رهي وڃ رات......".

"واهه وا! واهه وا" ٻچل جهونگاريو.

"هاڻي تون بينان ٻڌاءِ" نوران چيو.

"حاضر"

"پر ٻڌ، اڳ ۾ هو ڏوهيڙو ٻڌاءِ جيڪو پٽ ڌڻيءَ جو آهي."

"ٻڌ ڀلا!"

ٻچل ڪن تي هٿ رکي، "الو ميان" ڪئي. پاڻيءَ جي ڇولين پيوي سان لڳي "ٿڪ، ٿڪ" جو آواز ڪيو، ٻچل ڳائڻ لڳو.

"ڪنڪن ڪانڌ ڇت ڪيو، جهڙ پسو جهجن!
ڪوريءَ واندين اڏيا، پڪا سي م پسن؛
اتر ڊاهي ان جا ته ڪنهن کي ڪارون ڪن!
وارث وري تن، اڇي شال اولو ڪري."

"صدقي وڃان پير پٽ ڌڻيءَ جي ناڙ تان"، نوران اکين تي آڱريون رکندي چيو.

"هاڻي بينان ٻڌ." ٻچل بينان کڻي چپن سان لڳايون.

پرڀات جو سمو هو. چوطرف چپ چاپ لڳي پئي هئي. بين سان ٺڪرندڙ آلاپ مهراڻ جي ڇولين تي ليٽندا، چوڌاري پکڙبا پئي ويا. آڪاس مان ڌرتيءَ تي نور پئي وسيو. ٻه محبت واريون دليون هڪ سُر ۽ تار تي ڏوڪي رهيون هيون. انهن کي لڳو ته درياه شاهه جون ڇوليون، ڪناري وارا وڻ، آسمان ۾ تارا ۽ چنڊ، سڀ بين جي آلاپن تي جهومي ۽ جهوني رهيا آهن.

رات ڳچ وهامي وئي هئي. ڪني ۾ اڃا سنڌون ئي هئي. ٻچل ڳنان ڇپر کان ٻري ڪيون. نوران آسمان ۾ نهاربندي چيو، ”هاڻي مونڊون“.

”ها، هاڻي ٻوڙني وڙنون، پنڌ به ڳچ ڪري آيا آهيون،“ ٻچل ورانيو.

ٻئي واري وڻ سان ونجهه هلائڻ لڳا؛ سگهوئي اچي مٿاوا ٿيا. ٻچل ٻيڙي ڪنڌيءَ ڪئي ۽ نوران لٿي.

”چڱو نوران، سڀاڻي سان چاچي کي ماسيءَ سدوريءَ هٿان نيابو مڃندس؛ پوءِ جيڪي قسمت ۾ هوندو“، ٻچل نوران ڏانهن نهاربندي چيو.

”رک سائينءَ تي!“ ائين چئي نوران پنهنجي ٻيڙي ڏانهن وڌي.

( ٢ )

نوران ٻچل جي چانيءَ تي ليٽي پيئي هئي. ٻچل سندس وارن سان آڱريون وجهي رهيو هو.

”نوران ڪيٽ توکي هٿ ڪيم: اهي ائين اسانجون مونسيون!“ ٻچل کلندي چيو.

”هاڻي ٻڌم: ٻاٻي ڪٿي نورو ڪيو اٿيئي، نه ته جيڪر منهنجي منهن ڏسڻ کان به سڪين ها،“ نوران ٻچل جي ڪاڏي تي چيچ رکندي چيو.

”پوءِ تون مونکان سواءِ ڪيئن ڪرين ها؟“ ٻچل پڇيو.

”بس جڻ ته سري ئي ڪين ها؟“

”نور تي هٿ رک: مون کان سواءِ سري ئي ها!“ ٻچل نوران جي اکين ۾ نهاربندي چيو؛ ۽ ٻنهي کلي ڏنو.

”ٻي ڳالهه ته ٻڌ. سڀان آهي لعل جو ميلو. منهنجي مرضي آهي ته گهمي اچون. دل ۾ ٻاس ٻاسي هئم ته جي نورڻ مولا ڏيارير ته لعل تي ٽڪا چاڙهيندس. اڳو پوءِ ٻاس به پوري ڪري اچون!“ ٻچل نوران جي ڳل تان وارن جي چڳ پاسي ڪندي چيو.

”چڱو سڀاڻي هلنداسين.“

”اڄ وڃي ٿو ڪو ٻاو ماري اچان ته ڪا ٽئين وٽ ڪيون. ته ٿي تيسين ٻصر وڍي ڪي تريندينءَ؟“

”آيوني نه آهي ته اڳ ۾ ٽي ”تريندينءَ، ڪي سرنيند ٻڻ!“

”ابول، اسانجو ڳالهائڻ به ماٺون ڪي ٽئو وٺي!“ ٻچل چار هٿ ۾ ڪٿي مشڪيو.

”هاڻي ٻڌم ني؛ وڃ، سگهو اچ!“ نوران کلڻ لڳي.

”اڙي ٻچل، اتي ٻڌ!“ گهوڙي تي چڙهيل هڪ ماڻهوءَ ٻچل ڏانهن اشارو ڪندي رڙ ڪئي.

ٻچل اوڏو آيو. اچي ماڻهو کي پرين پيو.

”ڪيڏانهن ٿي وڃين؟“

”سائين جيڪو ته ڪو ڀلو ماربان ته ڪا نئين وٺ ڪجي.“

”پٽا، رکو ڀاڻ پيا ڪائيندڙ ڪي اسان ڪي ٻه مڪائيندڙ.“

”بابا سائين، اجان منڊئي هاڻي بيٺي آهي. حاضر، اڳ ۾ اوهانجو ڊوڙنو پوءِ اسان.“

”سو ته ٺهيو، پر سڀاڻي صبح جو سويل بانگ مهل پهچي وڃجو. ٻه ڏيئي موڪل ڪين ملنديئي جو واندڪائي ني ڪين ٿينديئي. ٻئي ڏينهن، اول خير سويل ساجهر موٽي اچج.“

”سائين ڇو؟“ ٻچل واڻو ني پڇيو.

”رئيس وڏي جي پٽ جي شاديءَ لاءِ پڙيون ڪين. ڄڃ آهي ڳوري.“

”ڪهڙو رئيس؟ هي ڀاڻ واري ڪيٽيءَ وارو ڇا؟“

”ها ها.“

”پر سائين مان سڀاڻي وينڊس لعل تي!“

”پر پر ڪانهي.“

”پوءِ سائين، ٻئي ڏينهن سڀاڻي ته......“

”آهين ته ڪو اوڻي. اجايو مٿو نه کاءُ.“

”پر سائين ......“

”آهين ته ڪو ڪميڻو!“

”مان ڪونه اينڊس!“ ٻچل ڪاوڙ ۾ چيو.

”تون جواب ٿو ڏين. تنهنجي جوءِ......“

”بس ڪر ڪتا.“ ٻچل ڪاوڙ ۾ اڳتي وڌڻ لڳو.

ڪمدار گهوڙو ڀڄائي ويو هليو.

( ٣ )

”الله توهار“: رئيس صاحب پيڙهي تي ويٺو. پيڙهي اڌ پاڻي ۾ هيٺ ٿي وئي.

”سدورا ابا، چيو ته اڄ ڪماني صاحب به آهي ويجهو لڳل، جو نه پٽ جي شاديءَ جي دعوت ڏني اٿانس. شام جو ڄڃ وڃي. ته مان وڃان صاحب ڏي. ڀلا صاحب ڪي جي هڪي نه ڪاراءِ ته ڇڻ ڪجهه ڪين ڪيئي. چيو سين ته ڪي ٻه چار ڏڪ هٿي اچئون. من ڪو جوڙو ٻه ماري به اچئون، ۽ ونڊر به ني پئي. ڪم ڪار جو ته الڪو ڪونهي باقي جو ڪٽ تي ويٺا پاٺا اٿلايون ها، تنهن مان ڇا وري ها!“

”برابر سائين. قبلا اها بندوق ڳچ ڪاني وئي؟“ سدوري سير بحر پڇيو.

”زوراور آهين ڪو. هي موٽي مال وائين وارو ته آهي! ڪهڙي پرواهه آهي: ڪامورو ڪڙو اسان سان ڪو وڃائيندو!“

”نه سائين نه. بادشاه آهيو توهان. اسان به توهانجائي ٻچا آهيون. تنهنجي ٻاچي ۾ پيا تڪون!“ سدوري خوشامد ڪندي چيو.

”اڙي پر هي ٻچو وري ڪهڙو ساماڻو آهي. سو ته ڪالهه منهنجي سڏ تي نه آيو آهي“.

سائين ائين ڪيئن ڪندو، توهين حاڪم آهيو." ڪمدار وڏو ٿِڙڻ لڳو.

"ڇنهن جا ٿو؟ ڪالهه سائين جي ٿالهي ڳنا لفظ ڪڍيا ائين. سون تي الر ڪري آيو ميان!" ڪمدار رئيس جي اڳ و حڪم رکندي چيو.

"اڄ ڪجهه ڍنڪو وجهي ڪهلي اچنس ها مون تائين!" رئيس جو وات ڪجهه پرچي ويو.

"سائين، هو سرڪش ماڻهو آهي".

"بس ڪر توں به. اڃا مون کي ڪاوڙ نه ڏيار". رئيس ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو، ٿوري گهڙي چپ چاپ ٿي ويو.

اوچتو ڪمدار رڙ ڪئي، "سائين اجهو بچو!"

رئيس ٻيو ٿي ويو، "ڪٿي آ ڪٿي؟ رڙ ڪريٽس رڌ جي ٻٽ ڪي".

ڪمدار ڪوڪر ڪئي، "بچل، اڙي بچا!"

( ٤ )

اڄ سوير صبح ساڻ، نوران ۽ بچل، آسمان ۾ اڪيلن پن پکيئڙن وانگر، محبت جي مهراڻ ۾ اڏامندا، لعل جي ميلي تي وڃي رهيا هئا.

بچل ونجهه جهليندي نوران ڏانهن نهاريو.

"تون ڇا وٺندينءَ ميلي مان، نوري!"

"سڳيون ته ضرور وٺنديس. پازيب هوندا؟"

"پازيبن جيترا ڏوڪر ته ڪونهن".

"ڪهڙي آهن. اڳ ۾ تون پاس جا ڏوڪڙ ته ڪڍي ٻاهر رک."

"سمجهانئو ته پازيبن جيترا ڏوڪڙ بچن ته به شڪ ناهي".

"هر ورو ڪو ضرور......" نوران ڪنائڻ لڳي. "ٻچا......" "اهو، ڪو مڏي ٿوا" بچل نهاريو. سامهون ڪمدار تي نظر پيس. ونجهه تيز ڪيائين. پکين ڪنبڙائيون هڻيون. گوهي هٿي نڪري وڃڻ جي ڪوشش ڪيائون.

"اڙي ٻچو اٿي،" ڪمدار رڙ ڪري چيو. بچل ونجهه هلائيندو رهيو.

"اڙي چور جا پٽ ٻچو اٿي." رئيس بندوق سان اشارو ڪيو. وات مان ڳف پئي وهيس بچل هيڪاري ونجهه تيز ڪرڻ لڳو.

"اڙي ڪمينا......" زميندار گهوڙو چڪيو...... "ٺاٺا !!!"

پاڻيءَ ۾ ڏڏڪو ٿيو، بچل هٿ وجهي ڪريو. "منهنجا......" نوران دانهون ڪري متالس ٿيو ڏنو.

پاڻيءَ جون لهرون وڏي ويون......

محبتي مهراڻ جي منهن مان دانهون نڪتي. سندس لڙاڏو گوڙي پاڪ نضا ۾ ترڻاو ٿيندي هميشه لاءِ خاموش ٿي ويو.

حفيظ احمد شيخ

# ”امان مان اسڪول ڪونہ ويندس“

صبح جو ننڊ مان اٿيو تہ لڳ ڀڳ پيا پڇنس. اکيون مهٽي پچيون ڪڍڻ لڳو تہ ماءُ جو آواز ڪن تي پيس. ”گلڻ! او ابا گلڻ! ابا، اٿي؛ اسڪول ويندين نہ“. ”ها، امان!“ هن ننڊاکري آواز ۾ چيو، مٿان پيل گندي سيري ڪٽ ڪان هيٺ لٿو. ٽيڙ ڪائيندو، هو دلن تائين پهتو ڪرو ڪٽي منهن ڌوتائين، ۽ اچي ماءُ کان نيرن گهريائين. راتوڪا چانور رکيا هئا. ماڻس لپ ڪڍي ڏنيس. لسيءَ چڪو وني ۾ وجهي چانور کائڻ شروع ڪيائين. پاروٽا چانور [redacted] نوڙيءَ ۾ ٻڌي انڪيس سي هن لسيءَ ڍڪ سان گيتون ڏني پٺي هيٺ لاٿا.

نيرن کائي بس ڪيائين تہ اٿيو. جاري ۾ پيل اٽلڪيل ڦرهيءَ تي نظر پيس تہ ٽڏو ساهہ پرباڻن. گهڙي سوا اتيئي ويهي رهيو. پوءِ هورهان هوربان جاري ڏي وڌڻ شروع ڪيائين. ٻہ ٻہ چار پير پري هو وري ويهي رهيو. ماءُ ڏي منهن ڪيائين. سندس منهن مان ڏک ۽ پڙ پي بڪيو. ”امان... مان... اڄ اسڪول نہ وڃان...“ هن مڻ مڻ ڪري ماءُ کي چيو. ”چو؟“ ماڻس تکو ٿي پڇيو. کيس خوف ٿيو تہ متان ماڻس کيس ماري. ڪنڌ هيٺ ڪري جاري ڏانهن وڌيو؛ ٻڪيءَ ۽ ڦرهيءَ ۾ هٿ وجهي هو گهر کان ٻاهر نڪرڻ لڳو. در تي پهتو تہ اکين مان ٻہ ڳوڙها وهي اچي ڳلن تي پيس. سچي وات هن جو ڪنڌ هيٺ هو. هو ڏڪندو پي ويو. هن جي خيال ۾ ماستر جي راڪاس جهڙي شڪل اسڪول ۾ رؤل ڳهمائيندي پي ڦري.

اسڪول ۾ پهچي، هو وڃي پنهنجي جاءِ تي ويٺو، ۽ پنهنجي چولي جي پلو سان ڳوڙها اگهڻ لڳو. هن ڦرهي ڪڍي لڪي هئي. لڪڻ تہ ٺهيو پر ميساري بہ ڪين هٿائين پر ان ۾ هن جو ڪهڙو ڏوهہ؟ جڏهن هن کي موڪل ملي ۽ ننهڻ ۾ ميل پنڌ تان سڪول مان موٽيو هو، تہ ماڻس هن کي چاچس کي پٺيءَ تي ماني ڏيڻ لاءِ مڪو هو. پٺي بہ ويجهي تہ ڪين هئي. پوري ڪوهہ پنڌ تي هئي. ويچارو ويندي ٿڪجي پيو. ايندي تہ اصل وٺل ٿي پيس. رکي رکي خيال پئي آيس تہ استاد کي سربستو احوال ڪري ٻڌائيندو، پر استاد مڃيندو، سا ڳالهہ هن کي اعتبار ۾ نہ ٿي آئي.

هو انهن ڳڻتين ۾ ويٺو رهيو. ڦرهي نہ لکي اچڻ سبب کيس جيڪا مار ملڻي هئي، ان جي فڪر ۾ ڦاٿل هو. سندس ساٿي لينگر پنهنجا پنهنجا سبق ياد ڪندا رهيا، ۽ هو دل ئي دل ۾ روئندو رهيو. رکي رکي دل ۾ خيال ٿي آيس تہ ڀڄي وڃي؛ پر ڪيڏانهن، سو کيس سمجهہ ۾ ڪين ٿي آيو. ۽ پوءِ سندس اکيون پاڻيءَ سان ڀرجي پي آيون، ۽ هن پنهنجي چولي سان اکهي ٿي چڏيون.

نيٺ اها مهل اچي وئي جنهن جو کيس ڊپ هو. استاد ڪائنس سبق پڇيو تہ هو ٻڌائي نہ سگهيو. هو چپ ڪري ويهي رهيو. ان بعد ماستر ڦرهيون ڏيڻون تہ بہ هي مات ڪيو ويٺو هو.

ماستر گهڻيئي سوال ڪيس پر هن ورائيو ڪين. اکين مان پاڻي اڻين ٿي اُس ڇڻ ۾ نيسارا هئا جي ٻهڻ جو نالو ئي نه پيا وٺن.

سندس ماستر گهڻي ڪوشش ڪئي ته هو ڪجهه ڪڇي، پر هو ڪوڻ ڪڇيو. ماستر کيس تڙيون ڏيڻ شروع ڪرڻ، پر اجان نه ڪين ڪڇيو. پوءِ ماستر کيس مارڻ شروع ڪيو... ٺا ... ٺا ٺا... ٺا... ٺا... چماٽون هن جي ڳلن تي وڄڻ لڳيون:... پر هو ڪين ڪڇيو. ماسترجي ڪاوڙ وڌي وئي ڇڻ هن ننڍڙي ٻار پنهنجي خاموشيءَ سان سندس بي عزتي ڪئي هئي... ڏم ... ڏم ماستر هاڻي لتن ڪان ڪم وٺڻ شروع ڪيو. ڇوڪر هٿ تي ڪري پيو هو، ڪسنڌ ڪر وانگر پڪٽ ڪري رهيو هو. ۽ ماستر مٿانس لتون وساڻي رهيو هو... ۽ پوءِ ڇوڪر جا پڪٽ بند ٿي ويا... هو خاموش ٿي ويو... ماستر ڪجهه ڊڄيو ٿوڙي ڏانئين؛ ڏنڊيو پيو هو. پڻي هڪ ڇوڪر ڪان پاڻي گهرائي ڪجهه منهن تي وڌائينس تڏهن هوش آيس. اٿي پنهنجي جاءِ تي ويٺو. سندس اکين مان ڳوڙها ساڳي رفتار سان ڳڙي رهيا هئا. روئندو رهيو جيسين کيس اسڪول مان موڪل ملي.

موڪل ملڻ تي هو گهر ويو ته کيس رستي ۾ الٽي آئي. گهر جي در تي رسيو ته کيس بي الٽي آئي. ماڻس ڊوڙي اچي هٿ وڌس ته بي پريو. ڳراڻوڙي پاڻي وجي هنڌ ۾ وڌائين. ويچارو تپجي پيو هو. شايد ڊپ ڪان يا ماسترجي مار ڪان. رکي رکي پئي وڦليو "امان مان اسڪول ڪونه ويندس... امان... مان... اسڪول... ڪون... ويندس". "ها ابا، تون نه وڃجانءِ" ماڻس روئڻهارڪي ٿي چيو. ڇوڪر چپ ٿي ويو. سندس تپ وڌي رهيو هو. اکيون لعل ٿي ويون هئس، ۽ لڳن مان نسوري باهه ٿي نڪتيس. "امان... مان... اسڪول... امان... مان... اسڪول... ڪون ويندس... امان امان... امان..." ۽ هو بيهوشيءَ ۾ رڙڻ لڳو. ماڻس وهلور پئي ويئي. "ڪهڙيءَ ڪاريءَ ڪاڏم. چئي ته پيو اسڪول نه وڃان، زور ڪري مڪم. هيءَ الله! مون پاڻ پير تي ڪهاڙي هني." ماڻس پار ڪيڻ لڳي. ڇوڪر وري پئي وڦليو ۽ ماڻس جي هانءَ ود پئي ڪاڏا. پٽس سانجهن تي وريو ته ماستر کي پريٽ ۾ ٿي گاريون ڏئي ويهي رهيو. ڇوڪر جي بيماريءَ عجب رنگ پئي ورتو. تپ لهڻ جو نالو ئي نه پيو وٺي. ماڻس راتيون اوجاڳا ڪري گهاريون. چار ڏينهن گذري ويا پر ڇوڪر اک ڪين پٽي. بس اها وڦل ۽ اها آنڌ مانڌ. ويچاريءَ ماءُ جا روئي روئي حال رليا پر ڇوڪر جي حالت اهائي. پٽس پورهيت ماڻهو، سو صبح سان مزوريءَ تي وڃي ته پيشن جو گهور وري. گهر اچي جو ڇوڪر جي حالت ڏسي ته ٺڏو ساهه کڻي ويهي رهي. چار ڏس جيڪي ڳوٺ جي وڏڙن ڏنا سي ماڻس سڀ پورا ڪيا. پيو ته چارو ڪون هو، بس الله تي رکيو ويٺا هئا.

هڪ ڏينهن ماستر اچي در جهليو. ڇي سيان ڊپٽي صاحب جي منزل آهي گلڻ جي پانهن ڏيو نه ته ڏنڊ پوندو؟ ويچاري زال ذات گهڻيئي رڙيون واڪا ڪيا ته ڇوڪر چاڪ ڪينهي پر ماستر پڌي ڇو. پئي ڏينهن اسڪول ۾ ڊپٽي صاحب جي منزل ٿي. ماستر ڇوڪرن جي غير حاضريءَ جي شڪايت ڪئي. ڳوٺ جي ماڻهن جي بيپرواهيءَ جا شڪوا ڪيا. مطلب ته پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ جيڪي پڳس سو چيائين. ڊپٽي صاحب سڀن تي سمن جاري ڪرايا. گلڻ جي پيءُ کي به سمن مليو. سمن وٺي ماستر کي گاريون ڏيڻ لڳو. گلڻ جي ماءُ پار ڪڍي رڙڻ لڳي. پيو ويچارا ڪري به ڇا پئي سگهيا!

سمن ۾ پندرهن ڏينهن جو مدو ڏنل هو، پر گلڻ جي حالت جيڪا سا هيٺي. پندرهن ڏينهن پورا ٿيا ته گلڻ جو پيءُ ڪورٽ ۾ حاضريءَ لاءِ ويو. ڊپٽيءَ کي منٿون ميڙيون گهڻيئي ڪيائين، پر هٿ ماسترجي چغلين ڪي ڪم ڪيا هئا. ڊپٽي صاحب ڏمر ۾ هو. ڏهه رپيه ڏنڊ ڪيائين.

ويچارو گوران هليو هو ته اميد هُس ته ڏيپٽي صاحب معاف ڪندو، پر هت ڏيپٽي صاحب جي دل ڪجهه سمجهي ته کهڪاءِ اچيس! آزي نيزاري ڪيائين تڏهن ٻس ٻس وڃي ٻن ڏينهن جي مهلت مليس. گهر وريو ته ڇوڪر جي حالت هڪاري نازڪ ڏٺائين. ٻه ڏينهن خير جا گذريا. ٽئين ڏينهن شهر وڃڻ جا سانباها پئي ڪيائين ته ڪاڪ جي حالت صفا خراب ٿي وئي.

"امان... مان... اس... ڪول... ... نه ... وڃان..." هو آهستي آهستي وڏاٽ لڳو......
"امان... اسڪول..." ائين ٿي هن جو ڪنڌ هڪ طرف جهڪي ويو. ماڻس اوچنگارون ڏيئي ڪيس چنبڙي پئي. ٻئي جي اکين مان پاڻي وهي هليو. هو به روئڻ لڳو. "ڪاڪ! او ابا ڪاڪ!" ماڻس واڪا ڪرڻ لڳي. پر ڪاڪ اتي هليو ويو هو جت ٻنين تي ماني ڏيڻي ڪانه آهي، جت سڪول ڪين آهن. جت ماستر ڪين آهن. جت معصومن کي مار ڪين ملندي آهي.

---

دلدارحسين موسوي

# سيما

سلطان پور ۾ مشڪل سان ٦٠ کن گهر هوندا. هيءَ هڪ ٻهراڙيءَ جي طرز تي ننڍڙو ڳوٺڙو آهي. منجهس گهڻو انداز ڪکائن جهوپڙين جو آهي. سواءِ چند پڪين جاين جي، جي صرف ڳوٺ جي وڏيري جون حويليون ۽ اوطاقون آهن، پيون سڀ ڪچيون ۽ ڪکائيون جهوپڙين مثل جايون آهن. هتي نه ته پاڻيءَ جا نلڪا آهن ۽ نه زمين دوز گندي پاڻيءَ جي نيڪال جون ناليون. هتي نه پٿر جا پڪا رستا آهن ۽ نه ڏامر ۽ سيمنٽ جا روڊ. جي آهن ته صرف چند ور وڪڙ ڪُهيون ۽ مٽيءَ ڀريل هڪ رستو. جنهن تي بيل گاڏين جي ڇيلهن جا نشان دور دور تائين وڃي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هن رستي تي اڀتري ته ڌس ۽ ڌاپڙ آهي جو هوند ڪو شهري جنٽلمين، بوٽ پالش خراب ٿيڻ جي خوف کان، اتي پير رکڻ به گوارا نه ڪري. هتي نه مسافري ڪرڻ لاءِ ڪا ريل آهي ۽ نه ڪا موٽر يا ٽانگوئي ميسر ٿيندو آهي. ڪنهن کي جيڪڏهن ڪيڏانهن وڃڻو هوندو آهي ته پنهنجي ڏکي گاڏيءَ ۾ ڏاند جوٽي ٿي ايندو آهي. صرف هڪ زميندار ئي آهي جو ڪيڏانهن به ويندو آهي ته پنهنجي سرخيءَ تي سنج ڪري، هتي مٿان نصرپوري ڪيس پڌي شان سان ٿي وهندو آهي، ۽ سرخي لغام جي اشاري ملڻ تي هوا ٿي ويندي آهي.

ليڪن هن تنگ ۽ تاريڪ ڳوٺين ۽ گهرن ۾ رهندڙن جون دليون تنگ نه هيون. هتي ڪو به ڪنهن وقت مهمان ٿي ايندو هو ته هرڪو پنهنجي حيثيت سارو، سندس مرحبا ڪندو هو: ان وقت ئي دانگي چڙهندي هئي، جوئر پاجهريءَ يا ڪڻڪ جي مٽي ماني مکڻ ڏڌ سان انجي اڳيان حاضر ٿي ويندي هئي. شهر جي پڪين ۽ سخت سڙڪن ۽ جاين ۾ رهندڙن وانگر هنن جون

دليون سخت نه هيون. شهر ۾ جيڪڏهن ڪو بي وقتو مهمان ٻهچي اچي ته هوند ڪيس هوٽل جو رستو ڏيکارين ۽ ٻورو در به نه کولين.

ڳوٺ ۽ ڳوٺ وارن جي زندگي جو دارومدار آباديءَ تي هو، ۽ آباديءَ جو دارومدار واهن ۽ کوهن جي پاڻيءَ تي. ساونڻيءَ ۾ جڏهن درياءَ موجن ۽ مستيءَ ۾ بيخود ٻهچي مستانن وانگر جهومندو هو، تڏهن هنن وٽ به پاڻيءَ جي ڪمي ڪانه هوندي هئي: جهرجهنگ - ڪڏون ڪوپا - ڍنڍون ۽ ڍورا پاڻيءَ سان پريا پيا هوندا هئا، جن ۾ ڍڳا ڍور مزي سان چرندا ۽ ترگندا هئا - البت پاڻيءَ جي پوسل ڪري مڇر ضرور ٿيندا هئا، مگر انهن جو علاج هنن وٽ تمام سولو هو: شام ٿيندي ئي دونهان دکائي ڇڏيندا هئا ۽ رات جا چار پهر سُمهي آرام ڪندا هئا. سرءَ ۾ هي پنهنجا ٽڪر کوهن تي هرلا ۽ اُٺ چاڙهي آباد ڪندا هئا. ڪڻڪ ڪانسواءِ ڪج ڍڪري ٻصر ۽ ڀاڄيون به پوکيندا هئا، جنهنڪري هنن کي گوشت ۽ مڇيءَ جي درڪار نه ٿيندي هئي.

پنهنجي جنس جو نيڪال هو پر واري شهر ۾ ڪندا هئا، جو اٽڪل ٨ ميل ڪن دور هو. پنهنجي مال جون گاڏيون ڇوٽيءَ ٽانگن پري ويندا هئا، ۽ انجي عيوض ڪپڙو يا ٻيو ضرورت جو سامان وٺي، هڪ هلڪي هڙ ٻڌي، گاڏيءَ جي ڪنڌ ۾ رکيو واپس موٽندا هئا.

هنن ڳوٺ وارن ۾ ميٺ محبت ۽ ايڪو اخلاص هو. هنن ۾ جي وقتي ڇڪ تاڻ ٿيندي هئي ته چار پانڌ ويهي ڳالهه نبيري ڇڏيندا هئا. هنن ۾ نه پارٽيبازي هئي ۽ نه سياست - هي سنوان سنواٽا ۽ سادا سودا ڳوٺاڻا هئا.

آخر هڪ ڏينهن هنن جي ڳوٺاڻي شرافت ۽ سادگيءَ جو بيجاءِ فائدو وٺڻ لاءِ هڪ شهري شاهوڪار اچي نڪتو. هيءُ اناج جو واپاري هو ۽ ڪراچي ۾ رهندو هو. چون ٿا ته هو اصل هڪ هٿين خالي غريب شخص هو! مگر جڏهن پاڪستان بڻيو تڏهن گهٽ ۾ گهٽ ڪي ڏهه هزار روپيه روڪ وٽس هئا، جو انهن مان ٻه ٽي هزار ٻڪڙيءَ تي خرچي جاءِ ورتائين، ٻه ٽي هزار دڪان تي ڀريائين، ٻه ٽي هزار ڏنڌي ۾ لڳايائين، ۽ هينئر ڇهن پنجن سالن جي قليل عرصي ۾ ڏهه هزار روپيه هنجي کاتي بئنڪ ۾ جمع هئا. ۽ ڏهه هزار ڪن ڪاروبار ۾ سيڙيل!

هي شهري سيٺ جنهن ڪاروبار سان آيو هو، سو ڪم ته هن جو ٻن ڏينهن ۾ پورو ٿي ويو: مگر هڪ خاص ڳالهه ٿي پيئي، جنهن هن کي هتي وڌيڪ رهڻ لاءِ مجبور ڪيو.

سيما هن سادي ڳوٺ جي هڪ سادي ڌيءُ هئي - حسين گنڀير ۽ معصوم. هنجي نيڻن ۾ معصوميت جو هڪ درياءَ موجزن هو، جنهن ۾ سيٺ طفيل گهڙي ٽٻي لڳائڻ ٿي چاهي.

ٻهر ٻن ڏينهن جڏهن هوءَ کوهه تي ٻيءَ جي ماني ڪٺي آئي تڏهن سيٺ طفيل هنجي پيرسن ٻيءَ سان ڪٿڪ ٻولي رهيو هو. ٻهراڙيءَ ۾ اڪثر نه آهي حجاب نه پردو، ۽ نه ڪڏهن انجي ضرورت ئي محسوس ڪئي ويئي آهي: ڇاڪاڻ ته هتي هرڪو ٻئي جي وياءَ کي ڀيڻ برابر سمجهندو آهي. جڏهن ڪا به دوشيزه ڪنهن ڌاري کي ڏسندي آهي ته شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي ڇاتي سر تي پيل ٿالهيءَ چادر سان ڍڪي ڇڏيندي آهي. سيما به سيٺ کي ڏسي ائين ڪيو: مگر صرف اکين هيٺ ڪرڻ سان حسن ٿورو ئي ٿي لڪي سگهيو؟

سيٺ حيران ٿي ويو. ههڙو حسن هن اڳ ڪٿي به ڪونه ڏٺو هو. هن سيما کي ڏسندي ڏسندي، پنهنجو خيال ڪراچيءَ جي الفنسٽنٽ اسٽريٽ ڏانهن ڊوڙايو، جتي خاص ڪري شام جي وقت، رنگ برنگي ڪپڙن ۾ ملبوس حسينن جا جهرمٽ نظر ايندا آهن، ۽ خريد فروخت جي بازار گرم هوندي آهي. هن پنهنجي نگاهه ڪرسچن ڇوڪرن جي انهن اگهاڙين ٽنگن ڪانوٽي فٽ پاٿ

تي ويهي امرود ۽ بادام وڪڻ وارين ماروارُن تاءِ دوڙائي. هن ڪارن، گاڏين، ساون ۽ نامي برقعن ۾ ويڙهيل پاڪستاني پرين ڏانهن به نهاريو، جنجا منهن اڌ کان وڌيڪ ظاهر ٿي رهيا هئا. هن جارجٽ جي سنهڙي چاريءَ منجهان پنهنجون متلاشي نگاهون پار ڪري، وات ويندڙ عورتن جي اکين ۾ جهاتي پائي ڏٺو. هن ريسٽارنٽ ۾ ويٺل چند عورتن ڏانهن به نهاريو، جي نمائش طور پنهنجون چاتيون معمولي طرح ڍڪي، اڌ پيٽ اگهاڙو ڪيو ويٺيون هيون. مگر هن کي ڪٿي به آها خوبصورتي ۽ دلڪشي نظر نه آئي...... هوا جون لهرون بدمست ٿي، برقعن جا پلو اڏائي رهيون هيون: طفيل ڏٺو ته ويندڙ دوشيزائن جي رخسارن جي رنگت بلڪل اهڙي ٿڪي ۽ زرد هئي جيئن ڪوپ جو پوپو. نه انهن ۾ آها لالائي هئي نه آهو جوڀن جو سيما جي گلن ۾ هو........ هن هڪ نظر ويندڙ بسن ۾ ٽرامن جي پهرينءَ سيٽ تي ويٺل نوجوان ڇوڪرين ڏانهن به ڦيرائي، جن پنهنجا وار فيشن موجب ٺاهي پيهارڻ لاءِ منجهن اٺ اٺ ڪانٽا اٽڪايا هئا، جن پنهنجي چهري جي بدنما داغن کي لڪائڻ لاءِ منهن تي پائوڊر جو پوش چاڙهيو هو ۽ ڳلن کي هلڪي رنگت ڏيڻ لاءِ لالائي لاتي هئي........ مگر آهي اصليت کان ڪيترو نه دور هيون! هن وري پنهنجون نگاهون هن گوناڻي ۽ الڙ ڇوڪريءَ ۾ کپايون، جا شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪيو، اجا به ڌرتيءَ ۾ اکيون اٽڪايو بيٺي هئي!

سيٺ طفيل هن کان اڳ هزارين خوبصورت ۽ نوجوان عورتون ڏٺيون هيون - پر هنڪي اڄ هن گوناڻي مست جوانيءَ محو حيرت بنائي ڇڏيو. هن جي ڪوٽ ۾ هڪ گلاب جو گل لڳل هو: هن هڪ نظر سيما جي شرمايل چهري ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ نظر گلاب تي وڌائين ۽ محسوس ڪيائين ته سيما جي مقابلي ۾ گلاب جي ڪابه حقيقت ڪانه هئي.

طفيل ڳهڻ ٿي ٽڙن تي ٽڙڳي چڪو هو: تنهن هڪ آزمودگار شڪاريءَ وانگر چار وچائڻ جي ڪوشش ڪئي. سيما جو پيءُ جڏهن پاڻي ورائڻ لاءِ ڪوڏر ڪٺي اٿيو، تڏهن هن سيما سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر هوءَ بنا ڪجهه ڪڇڻ اتان اٿي هلي وئي. شايد هن سيٺ جي ڳالهين جو جواب ڏيڻ مناسب نه سمجهيو.

مگر طفيل همت نه هاري. هو وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪري، ترسي پيو. سيما جو دستور هوندو هو ته روز صبوح جو ڏڌ ولوڙي، ماني پچائي، پنهنجي پيرسن پيءُ لاءِ زمين تي ڪٺي ويندي هئي ۽ زمين جي ڪم ۾ پيءُ کي هٿ وٺرائيندي هئي. وقتي ڳڏ ڪيڻ، وقتي رونبو ڪرڻ، وقتي ڍڳن لاءِ گاهه لڻڻ، وقتي ڳاڏي تي ويهي ڍڳا هڪلڻ، ۽ ٻئي ڪم ڪار سان واندي ٿي، وڃڻ‌ءَ وقت، پنهنجي منگيندي **ارباب** سان گڏ بيلگاڏيءَ تي چڙهي موٽندي هئي. ارباب خوبصورت ۽ جانٺو جوان هو. هو ڳوٺ جي پهلوانن مان هڪ هو. رات جو چانڊوڪيءَ ۾ جڏهن ڳوٺ جي پاهرئين ميدان ۾ ونجهوٽيءَ، ملهاڙي يا ڪبڏيءَ راند ٿيندي هئي، تڏهن ارباب جي ٽولي کٽندي هئي. سيما کي پنهنجي منگيندي جي پهلواليءَ تي ناز هو. ٻنهي جي والدين فيصلو ڪيو هو ته ڪڻڪن جي ديرن ڪڇڻ کانپوءِ نڪاح جي رسم ادا ڪبي. سيما جو پيءُ ته هينئر به پاڻهن ڏيڻ لاءِ تيار هو: ڌيئر پرايو ڌن ڪيترو ويهاري ڪيترو ويهارييون! مگر ارباب جي ماءُ، نووريءَ تنهن لاءِ چانديءَ جا ڪنگڻ ٺي لهرائڻ چاهيا، ۽ برادريءَ وارن جا هٿ ڏٺارڻ ٿي گهريائين - ۽ ائين صرف فصل ڪڇڻ کانپوءِ، ڇڻ پيسن هٿ ۾ اچڻ سانئي، ٿي ٿي سگهيو!

اڄ سيما جڏهن ڏينهن لڙي، پنهنجي منگيندي سان گڏ، پنهنجي ڍڳن لاءِ چارو ڪٺي، بيل گاڏيءَ تي چڙهي، ڳوٺ ڏانهن ٿي موٽي، تڏهن هن ارباب کي ٻڌايو، "هيءُ مٺو شهري سيٺ ته موڏانهن اهڙين تيز نظرن سان نهاري رهيو هو گويا مونکي کچو ڪائڻ ٿي چاهيائين

...... ۽ ...... ۽ الاجي ڇا جو ڇا مونکان پڇڻ ٿي گھريائين، مگر مون ڪيس ڪو جواب، نه ڏنو ۽ اتان اٿي هلي ويس. ارباب سچ ٿي چوانءِ، مونکي هنجي نيت سٺي نٿي ڏسڻ ۾ اچي."

سيما تون ڀلي آهين، هو هڪ مسافر آهي. پنهنجي ڪاروبار سان چار ڏينهن آيو آهي. اسان ۾ بري نظر ڇا لاءِ ڪندو! خير ڇڏي ڏي ان ڳالهه کي. پڙاءِ تنهنجو پيءُ ڇا ٿو چوي؟"

"ڇا لاءِ ـ؟"

"شادي لاءِ ـ"

"هن ڪڏهن انڪار ڪيو آهي. دير ته صرف اوهانجي آهي."

"سچ ٿي چوين. دير برابر اسان ۾ آهي. ڀلا ٿئين ڪنوار کي پنهن هٿين گهر آڻجي ڇا؟ يا هي پاڻن جو وقت به وقت ڪانجي ٿو، انهنکي نه ڪارائجي ڇا؟ اهڙي ته موقعا ڏيندا آهن، جن تي ماڻهو پنهنجو منهن مٺي ڪندو آهي. پر هيئنر دير ڪانهي. ڪڪون نسريون آهن. اجهي پڪيون، ۽ لاپارن ڪانپوءِ اسين هميشه لاءِ گڏ رهنداسين!"

ٻئي ڏينهن سيما جڏهن ڪڪ جي آباديءَ کي لتاڙيندي، دستور موجب پيءُ جي ماني کڻي، کوهه تي پهتي ته سيٺ طفيل اتي اڳئي موجود هو. اڄ هن هڪ پراڻي ۽ آزمايل چال چلي. ان حرفت سان هو هن کان اڳ ڪيترين ئي ڇوڪرين کي دام فريب ۾ ڦاسائي چڪو هو. ڪيسي مان نوٽن جو بنڊل جو ڪڪ جي خريداري لاءِ کڻي آيو هو، ڪڍي اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو. سيما کي دنيا جو لوڀ ڏيکاري، ڪيس هرڪائڻ لڳو. مگر هڪ ڳوٺاڻي ڇوڪري جنهنجون گهرجون تمام محدود هيون، تنهنکي پيسن جي لالچ ڏيکارڻ مان فائدو؟ هنکي نه شهرن جي نوجوان

عورتن وانگر ڪنهن زرق برق لباس جي ضرورت آهي، ۽ نه سرمي ۽ ستارن وارن ڳوڻن جي. هنکي نه پنهنجي ڪپڙن جي سلائيءَ تي رپيا خرچڻا پون ٿا نه هنکي پائوڊر، سينٽ ۽ ڪريم جي اون ٿئي ٿي. نه هنکي ڪنهن ڪلب جو چندو ڀرڻو پوي ٿو، ۽ نه هنکي ڪنهن فلمي رسالي جي بل ادا ڪرڻ جو فڪر رهي ٿو. غرض هن کي پيسن ۽ روپين جي ڪهڙي ضرورت، جو اهڙين لالچن جو شڪار بنجڻ! هو بنا سينگار جي به سهڻيون ٿيون لڳن؛ هنجون ٻانهون بنا ڪنگڻين ۽ ڪن بنا ايرنگن جي به ڀسا ٿا ڀانئجن!

سيما سيٺ جي نوٽن ۽ ڏانهس پورو نهاريو به ڪين. هوءَ چپ چاپ اتان اٿي هلي وئي ۽ وڃي ٻنيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳي.

ڀڪي ڀٽ تي ڀيل داڻن طرف وڌي ها؛ مگر شايد شڪاريءَ جي آهٽ ڀائي اڏامي ويو!

---

سيٺ طفيل همت نه هاري. هن جڏهن سمجهيو ته هتي شهر واريون انڪلون ڪارگر نه ٿينديون ۽ ضرور ڪا ٿئين ڪيڏ ڪيڏ ٿي پوندي، تڏهن هن ڏوڪي ڪان ڪم وٺڻ شروع ڪيو. هنکي چڱيءَ طرح معلوم هو ته ڳوٺاڻن جي ساد گيءَ جو فائدو ڪيئن وٺجي، ۽ هنکي ڪيئن پنهنجي دام ۾ ڦاسائجي.

ٻئي ڏينهن جڏهن سيما هتي تي ڏڏ جي ڏکي رکيون، هٿ ۾ ماڻن جي هڙ کنيون، سرسبز زمين تي وڃايل ڳاهه کي لتاڙيندي ٿي آئي، تڏهن هن ڪيس وڌي چيو، "سيما پيڻ! تون هن پرديسي ڀاءُ کان اڃا ڪيترو رٺي رهندينءَ؟ ڇا آءٌ ان لائق به نه آهيان جو تون مونکي پنهنجو ڀاءُ ڪري ڪوٺين، ۽ به اکر ڳالهائين! مون تنهنجي پيءُ کي پنهنجو پيءُ ڪري سڏيو آهي جو ڪيس پنهنجي ڀاءُ برابر ٿو سمجهان!!"

ڏک ڀوري نشاني ٿي هو. دنيا ۾ ڀاءُ کان وڌيڪ ٻيو ڪو پاڪ رشتو ڪونهي، ڀاءُ جي لفظ ۾ ڪنهن بد نيتيءَ کي داخل ڪرڻ هڪ گناهه عظيم آهي. ٻکي بنا ڪجهه سوچڻ جي ماريءَ جي وڇايل جار طرف وڌڻ لڳو.

”بانو! جيڪڏهن تون سچ پچ مونکي ڀيڻ ٿو سمجهين، ته آءٌ به تو تي دل جان سان ڀاءُ ڪوٺڻ لاءِ تيار آهيان. بانو، تون اسانجي ڳوٺ ۾ چند ڏينهن جو مهمان آهين. جيڪڏهن ڪنهن به شيءِ جي درڪار هجيئي، ته حجاب نه ڪجانءِ. اسين پنهنجي هوند آهر، تنهنجي اڳيان حاضر ڪنداسين.“

سيٺ طفيل گد گد ٿيڻ لڳو. هنجون تمنائون پوريون ٿي رهيون هيون. اميد جو روشن ڪرڻو هنجي اونداهي آسمان تي نروار ٿي رهيو هو.

---

ٻن ٽن ڏينهن جي گهائل مائل ٿيڻ ڪانپوءِ سيٺ جي اندر ۾ پنهنجي ناپاڪ ارادن پوري ٿيڻ لاءِ آنڌ مانڌ پيدا ٿي.

”سيما ڀيڻ! آءٌ اڄ شام جو ڪنهن ضروري ڪم سان ڪراچيءَ ويندس ۽ وري پرينءَ صبح جو واپس موٽي ايندس. منهنجي مرضي آهي ته آءٌ پنهنجي ڀيڻ کي به پنهنجو غريبالو گهر ۽ ڪراچيءَ جو شهر گهمائي اچان - ڪراچي جو پاڪستان ۾ بهترين شهر آهي، جو ڪيترن ئي ڪوهن ۽ ميلن ۾ پکڙيل آهي! اتي جا رستا ايترا ويڪرا ۽ ڪشادا آهن جو هڪ ئي وقت ويهه ويهه ڏگهيون گاڏيون ڊوڙي سگهن! اتي جون جايون اهڙيون خوبصورت ۽ بلند آهن جو ڏسندڙ حيرت وٺيو وڃي! موٽرن ۽ لارين جو ته شمار ئي ڪونهي! اتي سمنڊ به آهي!! هيءَ پاڻ وارو درياءَ آهي نه، اهو به وڃيو ان ۾ ڇوڙ ڪري! نيري رنگ ۽ لوڻياٺي پاڻيءَ جو هڪ بي انت ذخيرو آهي، جنهنجي اونهائيءَ جو ڪنهنکي پتو ڪونهي! ان ۾ ايڏا ته وڏا جهاز هلندا آهن جو صرف هڪ ۾ اوهانجو هيءُ سارو ڳوٺ سمائجي وڃي!! ڪناري تي اهڙي ٿڌي ۽ تيز هوا لڳندي آهي جو ماڻهو بي خيالو ٿيو ته هوند ڏکجي پري وڃي پوي! ۽ سيما! ڪراچيءَ ۾ ڪپڙي جا انبار لڳا پيا آهن! ميون ۽ مٺائين جي دڪانن جو ته حساب ئي ڪونهي! اتي هر دڪان ۽ هر گهر ۾ بنا تند تار جي ڳائڻ وارا ريڊيو آهن، ۽ ڇرندڙ ڦرندڙ، ڳالهائيندڙ ۽ نچندڙ مورتن واري سئنيما آهي، تن جي ته ڳالهه ئي ڇڏي ڏي!!“

”ڪهڙي سائني ماءُ ـــ؟“ سيما حيرانيءَ مان پڇيو.

”سائني ماءُ نه ۾ سئنيما - بائسڪوپ - ٽاڪي! نه صرف ايترو، ۾ اتي سڀ جهنگلي جانور جيئرا به آهن - ٻگهڙ، چيتا شينهن ۽ چراغ، رڇ ۽ هاٿي، هرڻ ۽ ڦاڙها، ولائتي گهوڙا ۽ باندر؛ اهي سڀ لوهه جي وڏن پڃرن ۾ بند آهن ۽... ۽...“

سيما جي مسڪين دل ۾ هڪ هلڪي آرزو جاڳي ۽ ان ۾ انهن سڀني شين کي هڪوار ڏسڻ لاءِ تمنا پيدا ٿي: ”جڏهن صرف هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ۽ پنهنجو ڀاءُ به سان آهي تڏهن ڪهڙو ڀوءُ!“

”بانو، آءٌ هوند هلان: پر بابو جي اجازت ڏئي ته...“

”هو منع ٿورئي ڪندو. آءٌ ڪو غير ته ڪونه آهيان! هينئر هنکي ٻڌائڻ جو ضرور به ڪونهي. ڪراچيءَ مان ٿي جڏهن تون اتان جون ڳالهيون اچي کيس ٻڌائيندينءَ، تڏهن ڏسجانءِ ته ٻڌي ڪيئن وائڙو ٿي ٿو وڃي! تڏهن ڏسجانءِ ته ڪهڙو لطف ٿو اچيئي!! تون تيار ٿيءُ. آءٌ شام جو شهر مان ٽانگو گهرايانٿو. ڏني پرئي مهل شهر جي ٻاهران وڏي پير وٽ اچي پهچجانءِ.“

...... ۽ سادي، سوديءَ سيما ـ بنا ڪجهه سوچڻ ـ خود بخود پنهنجو سر وڃي صياد جي حوالي ڪيو.

ٿانڪو وقت تي آيو. سيما ۽ طفيل اچي شهر پهتا. سيٺ وڌيڪ وقت وڃائڻ مناسب نه سمجهيو. ٻئي ڏينهن گاڏيءَ ۾ چڙهي ڪراچيءَ ڏانهن روانو ٿيو.

---

ڪراچي اسٽيشن تي پهچي، طفيل موٽر ڪرائي تي ڪئي، ۽ سڌو پنهنجي جاءِ رهائش ڏانهن هليو. سيما، هيسيل هرڻيءَ وانگر، ميرن سيرن ڪپڙن ۾، موٽر جي ڪنڊ ۾ ڳنڍڙي ٿي ويٺي هئي، ۽ حيرانيءَ وچان اکيون ڦاڙي، ڏامر جي سڙڪ جي ٻنهي طرفان، سيمنٽ ۽ پٿر جي ٺهيل جاين جي نه ختم ٿيندڙ قطارن لمبين لمبين قطارن ڏانهن، تيزيءَ تڪڙو ڊوڙندڙ موٽرن ڏانهن، ماڻهن سان ڀريل ٽرامن ۽ سامان سان ستيل ٽرڪن ۽ اٺ گاڏين ڏانهن ڏسندي ٿي هلي. هيءَ سيما لاءِ سڀ ڪجهه نئون هو.

سيٺ طفيل سچ ٿي چيو ته ڪراچي ڏسڻ وٽان هئي! سيما کي ڪراچيءَ جي فراخدليءَ واري ڳالهه جا سڀ کان وڌيڪ پسند آئي، سا هئي مهاجر ۽ مسڪين ماڻهن جون جهوپڙيون، جن کي لکاهه رهڻ جي لاءِ گهٽ وارين عاليشان جاين پنهنجي دامن ۾ جاءِ پناهه ڏني هئي. هن ڏٺو ته انهن ننڍڙين ۽ بي ڊولين جهوپڙن جي اڳيان، جن جي ڇتين ۽ درن تي پراڻيون ۽ ڦاٽل ڳوڻيون لٽڪيل هيون، سانورا ۽ ننگا ٻار مٽيءَ ۾ ڀوت ٿيا، راند ڪيڏي رهيا هئا.

سيٺ طفيل گهر پهچي، نوڪر کي چاءِ ۽ ڪجهه کائڻ لاءِ چيو، ۽ سيما کي ويهڻ جو اشارو ڪيو. سيما هڪوار ته ڪوچ تي ويهڻ سان اڇل کائي اٿي کڙي ٿي، پر پوءِ سيٺ جي سمجهائڻ تي آهستگيءَ سان ويهي رهي. چاءِ آندي ويئي. سائس گڏ هاف فراءِ بيدا، سلائيس ۽ جام هو. هي سڀئي شيون سيما اڳ ڪين ڏٺيون هيون. طفيل چاءِ جو پيالو ٺاهي سيما ڏانهن وڌايو؛ ۽ سيما هڪئي گهٽ ڏيئي جيئن پيئڻ ٿي چاهيو، تيئن چپن سڙڻ تي چاءِ ٿوڪاري ٿي ڪيائين، جا ڪجهه ته سيٺ جي ڪپڙن تي وڃي ڪري ۽ باقي سندس پنهنجن لٽن تي. چاءِ جي سواد چکڻ کانپوءِ، سيما جي ٻين شين تان دل کڄي ويئي ۽ هن ڪجهه به ڪونه کاڌو.

منجهند جو کانو، ڪراچيءَ جي هڪ اعليٰ هوٽل تان، گهرايو ويو. ڏسڻ لاءِ ته ڏهه پندرهن پليٽون هيون ۽ منجهن طرح طرح جا طعام هئا. مگر الاجي ڇو، پهريون ئي گرهه جو سيما ڏاڍي شوق سان کنيو، سو سندس نڙيءَ ۾ انڪي پيو ۽ ڪيتري ڪوشش ڪرڻ تي به سندس حلق کان هيٺ نه لٿو.

هڪ ڳوٺاڻي ڇوڪري، جنهنجي هڪ ويلي تي چار آنه به مشڪل سان خرچ ٿيندو هوندو، انکي اڄ ويهن پنجويهن رپيه ويلي وارو کانو پسند نٿي پيو. هتي هنجي خوراڪ ڇاهي سادي هئي پر هئي خالص، نج کير مکڻ ۽ گيهه، ۽ هت خالص چيز ڪاٿي به ڪانه هئي. گيهه جي بجاءِ ڪڪون جو تيل هو؛ ڪڻڪ ۾ مڪئي شامل هئڻ ڪري اٽي جو رنگ بدليل هو؛ ۽ باقي قسمين قسمين ڀاڄين، ڪوفتن ۽ ڪبابن کائڻ تي نه هوءَ هريل هئي ۽ نه انهن لاءِ ڪيس ڪا دلچسپي هئي. سيما هن وقت به ڪجهه نه کاڌو. صرف پاڻي پي گذارو ڪيائين؛ مگر هن محسوس ڪيو ته هن پاڻي ۽ ڳوٺ جي کوهه واري پاڻي ۾ به رات ڏينهن جو تفاوت هو؛ هن ۾ نه آهو ميٺاج هو نه آها لذت!

سيما ساري رات جاڳندي آئي هئي. هن ڪوشش ڪئي ته ڪا گهڙي آرام ڪريان، مگر ٻاهر گهٽيءَ جي شور ۽ غل، سڙڪ تي هلندڙ موٽرن، ٽرامن ۽ ٽرڪن جي گوڙگهمسان سبب بيقرار هوندي به قرار حاصل ڪري نه سگهي. ڪٿي هيون آهي سايون ۽ ڇهڄ آباديءَ واريون زمينون جن ڏانهن نهاريندي نيڻ ٺري پون! ڪٿي هئا ڇانوَدار نمن، ٽالهين ۽ انبن جا درخت جن جي هيٺان ويهندي ننڊ ڪنيون وجي! ڪٿي آهي هتا ڪوهه جنجي نرمل آب کي ڏسي روح کي راحت حاصل ٿئي!! اوهه ... اهي سڀ ڪجهه ڇڏي سيما انهن کان دور ...... بلڪل دور...... هتي اچي ڦاٿي هئي! هن هينئر پاڻکي هڪ مجبور بلبل وانگر پڃري اندر قيد سمجهيو، ۽ هيءَ چوماڙ تي جنهن جاءِ ۾ ويٺي هئي، انجي پنهي ڪمرن جون بند پٽيون، قيد مثل ٿي ته هيون! ڪٿي آهي جريبن ۾ جايون ۽ ڪٿي هي ويهه فوٽ همچورس ڪوٺڙيون، جن ۾ هوا به پوريءَ آزاديءَ سان داخل ٿي نٿي سگهي!!

ڇنين ٻجي ڌاري سيٺ طفيل آرام ڪري، وهنجي سهنجي، ڪپڙا بدلائي آيو، ۽ سيما کي هلڻ لاءِ چيائين: "هيٺ موٽر تيار بيٺي آهي. هيءَ نوان لٽا پاءِ ته ٻاهر گهمڻ هلون."

مگر الاجي ڇو، ارادي هوندي به هوءَ اٿي نه سگهي ۽ سيٺ مجبورن اڪيلو گهمڻ هليو ويو. پنهنجو گهر ته هن صرف گهمڻ لاءِ ڇڏيو هو، مگر هتي اچي ضمير مٿس ملامت ڪرڻ لڳو: "سيما تو هيءُ ڀلو نه ڪيو. تنهنجي هيٺئن هلئي اچڻ ڪانپوءِ تنهنجي پيرسن پيءُ مٿان ڇا گذري هوندي! افسوس سيما، تون پنهنجي پوڙهي پيءُ، جو قبر ۾ پير لٽڪايو ويٺو آهي، تنهنجي بي موت مرڻ جو سبب بڻينءَ! ڪجهه پنهنجي ارباب لاءِ به سوچيو اٿيئي؟ ڇا هو توکي هينئر قبول ڪندو؟ سائي ۽ نرم گاهه مٿان ويهي توسان پيار پريون ڳالهيون ڪندو، ڏوهيڙا ۽ لوڙائو ڳائي توکي مٺائيندو؟ سيما، تو پنهنجي پيرن تي پاڻ ڪهاڙو هنيو. توکي ڪهڙي اڻ ڪنيون جو اڪيون پوني هن انڌاري کوهه ۾ ڪرينءَ! هينئر ڪير آهي جو توکي هتان ڪڍندو. مگر نه، تو اجا ڪو گناهه نه ڪيو آهي. همت نه هار. اڃا به وقت آهي. تون هينئر ٿي واپس موٽ ۽ هلي پنهنجي پيءُ جي پيرن تي ڪري، آزي نيزاري ڪري ڪانئس معافي وٺ. ڪيس هلي پرچاءِ. انهيءَ ئي تنهنجي بهتري آهي. تون بلڪل پاڪ ۽ صاف آهين. ڇا تنهنجا هي آنسون تنهنجي بي گناهيءَ جي ثابتي نه ڏيندا! تنهنجو پيءُ ايترو بي درد نه ٿيندو جو توکي بي گناهه هوندي به نه بخشي!"

انهن ڳالهين ڳڻيندي ڳڻيندي، شام ٿي ويئي. آسمان تي تارا ٽمڪڻ لڳا. رات جي وقت شهر جو نظارو ڪو پيو هو. بتين جي تيز روشني، درين ۽ دروازن جي شيشن مان، ڇڻ ڇڻ ڪري، ٻاهر اچي رهي هئي. رستي جي پنهي طرفن بجلي بتين جون لمبيون لمبيون قطارون ميلن تائين هلنديون ٿي ويون. مگر سيما کان اهو نظارو وسري نه سگهيو، جڏهن هوءَ پنهنجي گهر جي اڱڻ ۾ کٽ تي معمولي رلي وڇائي ليٽندي هئي ۽ آسمان تي جا بجاءِ ٽڪيل ستارن ڏانهن ڏسندي هئي، تڏهن انهن جي پر ۾ بيٺل چنڊ پنهنجا نرمل نيڻ کڻي، نمن جي پنن جي اوٽ ۾ بيهي، ڏانهس جهاتي پائي نهاريندو هو!

اڄ سيٺ جي نرم گاديلن تي ليٽندي هنجو بدن ڏکيو ٿي. پڪس ۽ بيوس بند، پڃري اندر قيديءَ پکيءَ پنهنجا پر ڦڙڦڙايا ۽ پنهنجو ڪمزور مٿو لوهي سلاخن سان ٽڪرائي منجهس رستي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر فضول. شڪاري ڪو ٻار ڪونه هو. هو ٻاهران در بند ڪري هڪ مضبوط ڪلف لڳائي ويو هو.

گهڙي ڪن ڪان پوءِ سيٺ اندر آيو. هنجي هٿ ۾ شراب جي رنگين بوتل هئي، جا هن سيما جي پر ۾ ويهي پيئڻ شروع ڪئي، ۽ پيئندي پيئندي هن سيما کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ چاهيو ..."هي ڇا؟... سيٺ صاحب، آءٌ ته تنهنجي ڀيڻ آهيان... تون مونکي ڇا سمجهي هتي وٺي آيو آهين؟"

سيٺ نشي ۾ ورندي چيو، ”ڇوڪري! تو پنهنجي لفظ جو غلط مطلب ڪڍيو آهي. تون منهنجي ماءُ جي پيٽان ته ڪونه ڄائي آهين. روءِ اهي نخري بازيون ڇڏي ڇڏ. اچي منهنجي گوڏي ڪُلهو ويهه...“ ”غلط مطلب!“ سيما سوچڻ لڳي. گويا ۾ زليخا کي جو پيرو پنهنجي ڏين جي پيٽ سڏيندو آهي! آهو ته ساس سدائين سڳين پاڻين وارو ورتاءُ ڪندو آهي: آهوني ڏيڻ وارڻ: شاديءَ غميءَ تي اٿڻ ويهڻ: عيد برات تي اچڻ وڃڻ! ير ڇا شهرن ۾ هن لفظ جي ٻي معنيٰ ڪڍي ويندي آهي!! سيما جو مغز چڪر کائڻ لڳو. مگر هوءَ پنهنجي عصمت تي وار ٿيندو ڏسي خاموش رهڻ واري ڪانه هئي. هن ڪڙڪي سان چيو، ”سيٺ ڪو غلط مطلب آهي ته به تنهنجو، ناهي ته به تنهنجو. ڪن لائي ٻڌ. آءٌ تنهنجي مطلب شطلب لاءِ ڪونه آئي آهيان. جي ڪو بد ارادو ڪرو اٿيئي ته ياد رکجانءِ ته ڪنهن ڇتيءَ شينهڻ سان پلؤ اٽڪيو اٿيئي! ڀلائي چاهين ته مونکي هڪدم گهر پهچاءِ ۽ ڳوٺائي امانت واپس ڪر!“

”امانت؟ — ڇا جي امانت؟ — ڪنهنجي امانت؟ اڙي چريءِ، هي هزارين موٽرون جي تنهنجي اڳيان پيون، ڀون ڪري لنگهي رهيون آهن نه، ۽ جن ۾ وڏا وڏا شاهوڪار سيٺيون پنهنجا ڏڏ ڪڍيو ويٺا آهن، انهن جي پيٽن ۾ اهڙي امانتون ته آهن: پيو ڪا چرٻي ڪانهي! اسانجو معدو اهڙين امانتن هضم ڪرڻ تي هريل آهي. مگر سيما تون ڪهڙن وهمن ۾ وڃي پئي آهين. پنهنجو ڳوٺ ۽ ڳوٺ وارا ڀلائي ڇڏ. هينئر ته تنهنجو لاش به اتي پهچي نه سگهندو. جيڪڏهن رضا خوشيءَ نه ايندينءَ ته زوري به اچڻو پوندئي. سمجهيئي!“

”بيشڪ آءٌ ڏڄڻ واري ڪانه آهيان: سيٺ، آءٌ تنهنجي ڪوٺي تي ڪانه ويٺي آهيان جو مونکي لڏائي ڇڏيندين. پر سمجهجانءِ ته اسين ڳوٺاڻيون ڇوڪريون بد نيت ڌوتن جو چڱو علاج ڪري ڄاڻنديون آهيون. مونکي هيٺي نه ڀانئجانءِ“.

”هون — اهڙيون ڳالهيون ته آءٌ هزارين ڀيرا اڳ ٻڌي چڪو آهيان. هرڪا عورت هن بغل ۾ اچڻ کان اڳ ائين چوندي آهي، ۽ بغلگير ٿيڻ کانپوءِ — خاموش ٿي ويندي آهي. آءٌ عورت ذات جي فطرت کي چڱيءَ طرح ڄاڻان. مون انجو ڪافي مطالعو ڪيو آهي.“ ائين چوندو طفيل اٿيو. شراب پنهنجو اثر ڄمائي رهيو هو: سيٺ جون اکيون ڳاڙهيون ٿينديون ٿي ويون.

......۽ هيڏانهن سيما جون اکيون به لال ٿي رهيون هيون: نه ڪنهن نشي سبب مگر غصي ۽ غيرت وچان. جيئن ئي سيٺ هنجي پر ۾ آيو، تيئن هن پر ڪري ڪيس چماٽ هنئين. چاءِ ۽ اوولٽين واپرائڻ وارو سيٺ — بيضا ۽ مرغيون کائڻ وارو شاهوڪار — چوٽ کاڌل مرغ وانگر، لڙڪوائيندو وڃي پرتي ڪنڊ ۾ ڪريو. سيما جا پنهنجي ڪوهه تان پنهنجي مضبوط ٻانهن سان مٿي تي مٽ ۽ ٻه ڏلا پاڻيءَ جا پريل کڻي ٻي ڪريءَ مان ٻانهن لوڏيندي گهر ايندي هئي، تنهن طفيل کي ٻليءَ جي ٻلونگڙيءَ وانگر مٿي کنيون ۽ ٻالڪنيءَ ۾ بيهي ٻال وانگر کڻي هيٺ اڇلايو.

اڄ طفيل کي خبر پئي ته ٻهراڙيءَ جي جنهن اڻ پڙهه ڇوڪريءَ کي هو جاهل سمجهي ويٺو هو، تنهنجي عصمت ايتري سستي نه هئي جيتري هن سمجهي ٿي. هن کان اڳ هو پنهنجي دولت جي آڌار تي سوين گهر برباد ڪري چڪو هو. هن ڪيتريون ئي رنگين راتيون، هو ٽلن ۽ سئنيمائن ۾، حسين ڇهرن کي چمندي ۽ انهن جي خوشبودار وارن سان کيڏندي گذاريون هيون. ڪيترائي ڀيرا هو ڪلفٽن تي ڪناري تي ڪنهن سان دوش بدوش ويهي چانڊوڪين راتين جو لطف وٺي چڪو هو. مگر اڄ هڪ ڳوٺاڻي ۽ ڳنوار ڇوڪري جي هٿان جا هن جي مرمت ٿي هئي سا ڪانئس مرڻ گهڙيءَ تاءِ وسرڻ واري نه هئي. ڇا جو عيش ۽ ڇا جي عشرت: ڪنهنجو لطف ۽ ڪٿان جي مسرت.

چوماڙ تان ڪرڻ ڪري طفيل جو منهن ڦاٽي پيو ۽ هنجي نڪ مان ناپاڪ خون نڪري ڦٽ ڦٽ ڪري رنگڻ لڳو. ماڻهن ڏٺو ته هو بيهوش ٿيو پيو هو.

سيما، ڏينهن جو اڌ ۽ رات جو ٻڌي چوڻ واري پاڻ ڪي ڇڏي، ٽوڪڙو هيٺ لٿي ۽ سڌو بندر روڊ تي وڃي بيٺي. پکي پڃرو ٽوڙي پرواز ڪري چڪو هو. ڪنهن جو هن ڏانهن وهم گمان به نه ويو ته ڪا سيٺ کي زخمي ڪرڻ واري هيءَ ئي ڇوڪري هوندي. جن ماڻهن هنکي ڏاڪڻ تان هيٺ لهندي ڏٺو انهن سمجهيو ته شايد هن ئي بلڊنگ ۾ ڪنهنجي ماني پچائيندي هوندي. ڪراچيءَ جي هڪ ئي بلڊنگ ۾ ١٠-٢٠ ڪٽنب رهن ٿا. ڪنهنکي ڪهڙي خبر نه ڪير آهي. ٻهراڙي ته نه آهي جتي هرڪو هڪ ٻئي جا ننڍا وڏا سڃاڻي. هتي ته ماڻهو پنهنجي پاڙيسريءَ جو پورو واقف نه هوندو. بندر روڊ تي هنکي هڪ ٻه رڪشا وارا نظر آيا مگر انهن جي ڪارن ۽ اونداهن چهرن کي ڏسي سيما سوچيو ته ڪٿي هن جون دليون ٻه هنجي چهرن وانگر ڪاريون نه هجن. تنهنڪري انهن کي ڇڏي، پريان هڪ پير مرد پٺاڻ ٽانگي واري ڏانهن وڌي جو رستي جي پڙ ۾ بيٺو، پنهنجي گهوڙي کي لوسڻ کارائي رهيو هو، ۽ جيڪو گاهه گهوڙي جي وات مان هيٺ ڪري ٿي پيو، سو وري کيس کڻي تي کارايائين. سيما خيال ڪيو: "ڇا هي ماڻهو رات جو جانورن کي ساهي نٿا ڏين ۽ اينئي بيٺي بيٺي ٻدل گهوڙن کي گاهه ٿا کارائين. ڇا هنجي دلين ۾ هنن گڪدامن لاءِ ذري ماتر به رحم ڪونهي!"

"بابا تون اسٽيشن تي هلندين؟ ڇا وٺندين؟"

"ٻه رپيا"

"ٻه رپيا----؟" سيما حيران ٿي وئي: "اسان وٽ ته ڏاڍي ۾ ڏاڍو موس جڏهن سارو ڏينهن ڪوڏر هلندو آهي تڏهن کيس شام جو مس هڪ رپيو ملندو آهي ۽ هي سڌ پنڌ لاءِ ٻه رپيا؟" سيما کي ڪهڙي خبر ته ڪراچيءَ جي ٽانگن وارا وک پنڌ لاءِ ٻه رپين کان گهٽ نه وٺندا آهن ۽ ريلوي اسٽيشن ته ٻه ميل کن دور هئي. سيما وڌيڪ سوچڻ مناسب نه سمجهيو ۽ ٽانگي ۾ چڙهي ويٺي. هن جلد از جلد هنن بي رحم، بد نيت ماڻهن ۽ سندن دوکيباز شهر کان دور نڪرڻ ٿي چاهيو. هن رڙ ڪري چيو، "بابا نورو تکڙو هلاءِ" گويا هن شور غل، هنگامي ۽ هجوم ۾ هن جو دم گهٽجي رهيو هو.

اسٽيشن تي پهچڻ ڪانپوءِ هن کي گهڻي تڪليف نه ٿي؛ جو ته پريانئي هن هڪ ٻهراڙيءَ جو ماڻهو ڏٺو، جنهنکي مٿي تي اجرڪ ٻڌل هو، هٿ ۾ لٺ ۽ ڪلهي تي وڏي هڙ هئي. هنجي پٺيان ٻه عورتون به هيون. هيءَ وڏي وڃي انهن سان گڏي ۽ انهن جي ئي مدد سان ٽڪيٽ وٺي سان گڏجي گاڏيءَ ۾ وڃي ويٺي. چند منٽن ڪانپوءِ جڏهن گاڏي ڪراچيءَ جون حدون ڇڏي هاي ۽ روشن بجليءَ جون بتيون هڪ ٻئي پٺيان آهستي ٿي گم ٿي ويون، تڏهن سيما سامت جو ساهه کنيون، ۽ ان مالڪ حقيقيءَ جا شڪرانا بجا آندا جنهن کيس هڪ خونخوار درندهه جي دام مان آزاد ڪيو هو.

---

هو ڏانهن سچ ڪني ڪڍي، ۽ هيڏانهن سيما پنهنجي شهر واري اسٽيشن تي اچي لٿي. ننڍي هوندي جڏهن سندس پيءُ شهر ۾ پنهنجي جنس نيڪال ڪرڻ ايندو هو، تڏهن ڪيترائي ڀيرا هيءَ ساڻس گڏجي آئي هئي ۽ شهر جي مکيه رستن ۽ گهٽين جي بخوبي واقف هئي. اسٽيشن تان لهي، شاهي رستو وٺي، واهه جي پل ٽپي، هن پنهنجي ڳوٺ ڏانهن رخ رکيو. اڃا ٻه اڍائي سؤ وکون

ڪئيون هونديون ته پريان هنگي منهن اڏامندي نظر آئي. ڪا بيل گاڏي اچي رهي هئي. ويجهو آئي ته سيما سڃاتو ته اهو سندس پيرسن پيءُ ويٺو هو، جو ڪنهن شهر ڏانهن ڪولڻ تي آيو. هميشه جي دستور موجب هو اسر جو ائي زمين تي هليو ويو هو ۽ ساري ڏينهن جي انتظار ڪرڻ کانپوءِ شام جو جڏهن واپس گهر اچي ڏيئا ٻي نه ڏٺائين، تڏهن سندس دل ۾ ڪيئي وسوسا پيدا ٿيا ۽ سندس شڪ ڦري يڪ جي صورت اختيار ڪئي. ان شام کان سيٺ طفيل به گم هو. هنجو اوچتوئي بنا ڪنهن ڪان موڪلائڻ جي غائب ٿيڻ ڪنهن فتني کان خالي نه هو. هن گذريل ٻن چئن ڏينهن کان سيٺ کي سيما سان ڳالهائيندو ڏٺو هو. مگر هن نٿي سمجهيو ته زندگيءَ جي پونجي ڪا اهڙيءَ طرح لٽجي ويندي. هنجو پنهنجي ڌيءَ تي پورو پورو ۽ مڪمل اعتبار هو! ۽ ظاهريءَ طور به هو ڪيس پيڻ ۽ ادي ته ڪوٺي رهيو هو! پيرسن پيءُ کان هڪ درد ڀري دانهن نڪري ويئي، "خدايا، منهنجي پڇاڙيءَ ۾ پت جي گذارجانءِ ۽ منهنجي عزت بچائجانءِ. تون ئي آهين جو مونکي ڪارنهن جي ٽڪي کان بچائي سگهين ٿو!"

دل جو سور دل ۾ ئي، هن ڪنهن سان به ڳاڻ ٻاهر نه ڪيئي؛ ۽ جڏهن ارباب، ٻنيءَ تي سيما جي نه اچڻ جو ڪانئس سبب معلوم ڪرڻ لاءِ سندس گهر آيو هو، تڏهن صرف هنگي ايترو ٻڌايو هئائين ته اوچتوئي سندس ماسي بيمار ٿي پيئي هئي، تنهنڪري ان ساٿهو سوڪلي گهرائي ورتو هوس. ۽ اسر جو ائي ڏڳا جوٽي شهر ڏانهن روانو ٿيو هو.

پيرسن پيءُ گاڏيءَ تان هيٺ لهي پيو. سيما پيءُ جي قدمن تي ڪري پيئي. هوءَ روئي رهي هئي. زارو زار-اهو سوچي ته شايد بدناميءَ جو داغ، هنن بي داغ آنسن سان ڌوئي سگهندي. پيرسن پيءُ به روئي رهيو هو. هنجي اکين مان وهندڙ لڙڪ، هنجي گهنجن ڀريل چهري ۽ سفيد ڏاڙهيءَ کي لڄائيندا سيما جي مٿي تي هڪ ٻئي پٺيان ڪري رهيا هئا. ڪو وقت ٻئي روئندا رهيا. ڪوشش ڪرڻ تي به، ٻنهي مان ڪو به چپ چوري نه سگهيو. آخر ڪجهه وقت کانپوءِ پيءُ پنهنجي پيرن تي پيل ڌيءَ کي اٿاري، ڇاتيءَ سان لاتو، ۽ پنهنجي پٽڪي جي پلاند سان ٻهاريائين ڌيءَ جون پوءِ پنهنجون اکيون آگهيائين ۽ چپ چاپ ڏاندن کي ڳوٺ ڏانهن ڦيري، سيما کي هٿ کان وٺي گاڏيءَ تي چاڙهيائين. سيما کي دلجاءِ ٿي: هن سمجهيو ته مهربان پيءُ منهنجو قصور ضرور معاف ڪيو آهي. نه ته ايتريءَ سڪ ۽ پيار سان پيش ڪيئن اچي ها؟

---

پيرسن پيءُ ڏڳي گاڏيءَ تي اڳيان ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو هو؛ ۽ سيما اوجاڳي ۽ ٿڪ سبب گاڏيءَ ۾ ليٽي پيئي. اڄ هڪ معمولي بيل گاڏي، ماءُ جي گود وارو ڪم ڏيئي رهي هئي. آها سيما، جنهنکي سيٺ جي ڪشادن ۽ نرم گديلن تي ۽ ريل جي لوڏن تي عزار ڪوشش ڪرڻ سان اک نه لڳي هئي، تنهنکي هن سخت ۽ ٻنيءَ ڀريل ڪاٺ جي تختن تي لمندئي ننڊ اچي ويئي - گويا گاڏيءَ جي چمڪٽ ۾ ماءُ جي مٺيءَ لوليءَ جي مٺاس سمايل هئي، جنهنکي ٻڌندئي هوءَ گهري ننڊ ۾ سمهي رهي.

سفيد ريش پيءُ، ڪن اونهن غمن ۽ فڪرن ۾ غلطان، چپ چاپ ڏڳا هڪليندو ٿي هليو. هو الاجي ڇا سوچي رهيو هو. هنجي دل ۽ دماغ ۾ هڪ جنگ چڙهيل هئي، جنهنجو هو خاموشي سان مقابلو ڏسي رهيو هو. هن ڏڳن جي ڳچين ۾ ٻڌل گهنڊڙيون ڇوڙي ڇڏيون هيون، ۽ اهڙي طرح نماڻو ٿيو ويٺو هو ڄڻڪ پنهنجي وڃايل ڌيءَ حاصل ڪري نه پر انجو جنازو ڪٺي موٽي رهيو هو. ڏڳا هلندا ٿي هليا. جڏهن ڳوٺ باقي سڏ کن پنڌ مس رهيو، تڏهن پيءُ جوش مان ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ پنهنجي رلهي هيٺان لڪل چمڪندڙ ڪهاڙي ڪڍي، گاڏيءَ تان هيٺ لهي پيو.

ان وقت الاجي هنجي نستين ٻانهن ۾ ڪٿان اچي طاقت پيدا ٿي. هن ٻن ٽي ڌڪن سان، ستل سيما کي ابدي ننڊ ۾ سهاري ڇڏيو. پوڙهي ٻيءَ جي غيرت برداشت نه ڪيو ته ڪو پنهنجي ٻن ڏينهن جي ڳر ٿيل ڌيءَ کي ورڻي هلي گهر ويهاري ۽ سيني کي آگرين ٿڃ جو موقعو ڏئي. هن کان اڳ ۾ ڳوٺ ۾ ڪو به اهڙو واقعو نه ٿيو هو - پوءِ هي انجو ڪارڻ ڪيئن بڻجي؟ دنيا ڇا چوندي؟ هي ڪنهنجو منهن بند ڪري ڪنهنجو ڪندو؟ ڇا هن ڪانيوءَ هو شرم کان ڪنهنجي اڳيان ڪنڌ کڻي سگهندو؟ حالانڪ هن چڱيءَ طرح ڄاتو ٿي ته سيما بيگناهه آهي. هنجو معصوم چهرو ۽ رنڌڙ اکيون شاهد هيون ته هن ڪو گناهه ڪونه ڪيو آهي مگر اسانجي سماج ۾ جڏهن به ڪنهن پاڪباز عورت جي دامن تي تهمت جو داغ لڳايو ٿو وڃي ته لک ڪوشش ڪندي به اهو ڌوپي نٿو سگهي. انجو جيئڻ جنجال ۽ زندگي زهر ڪئي وڃي ٿي - پوءِ ان جيئڻ سان فائدو؟ ائين سوچيندي سوچيندي، ٻيءَ پنهنجي اکين جي روشني، پنهنجي هٿن سان ٻائيهي، هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏي.

مگر نور جي جوت ڳر ٿيڻ ڪانپوءِ به ڪو ڏسي سگهيو آهي؟ ڪو خوش رهي سگهيو آهي، يا ان ۾ وڌيڪ زنده رهڻ جي خواهش يا تمنا رهي آهي؟ - بلڪل نه - ۽ ساڳئي حالت هن پيرسن ٻيءَ جي به هئي. هنجي هڪ ٿي ڌيءَ هئي، جنهنکي سنڌس زال نندي هوندي کيس سونپي پاڻ ازل کي لبيڪ چئي چڪي هئي. هن کيس پنهنجي هٿن ۾ پاليو هو. تاتي نپائي جوان ڪيو هو. باقي صرف هڪ آرزو هنجي دل ۾ هئي ته سيما کي شينهن ڪلهي چاڙهي، ۽ صرف ان ڏينهن ڏسڻ لاءِ ٿي هو ڏٺيءَ کان حياتيءَ جي مهلت گهرندو هو. هنجي منهن تي مرڪ ۽ مشڪ ڏسي هنجي دل بهار بهار ٿيندي هئي، ۽ هن کي منجهيل ۽ مغموم ڏسي هنجو من ملول ٿيندو هو - ۽ اڄ جڏهن هوءَ ئي هن دنيا ۾ نه رهي ته پوءِ پاڻ ڇا لاءِ زنده رهي؟ - ڪنهن لاءِ ڪمائي! ڪنهن لاءِ اسر جو اٿي، ڍڳا ڪاهي، وڃي هر ٻڌي! ڪنهن لاءِ لنڊيون لتاڙي، رات جو پاڻي وارائي! ڪنهن لاءِ ڏينهن جي سخت گرميءَ ۽ ساڙيندڙ اس ۾ پيهن تي ويهي جهار هڪلي -؟

اهي ڳالهيون ڳڻيندي ڳڻيندي هن پنهنجي ڪهاڙيءَ جي تيز نوڪ پنهنجي پيٽ تي رکي ۽ آسمان طرف اکيون کڻي چيائين، "منهنجا مالڪ مونکي بخشجانءِ!" ۽ پيٽ تي رکيل ڪهاڙيءَ کي جهٽڪو ڏنائين. ٻيٺي ٻيٺي پيرسن ٻيءَ جا آنڊا اچي پٽ تي پيا ۽ پاڻ ڏڙام هيٺ ڪري ڦٿڪڻ لڳو.

- ۽ هوڏانهن ڍڳي گاڏي هلندي ٿي هلي، ڍڳا رستي جا واقف هئا. سيما جي گردن مان گرم گرم خون سيڙهون ڪري وهي رهيو هو ۽ سنهڙا ڦوهارا بڻجي، هنجي هٿن ۽ پيرن تي سرخ نقش ٺاهي رهيو هو- گويا قدرت خود پنهنجي هٿن سان سيما کي ڪنوار ٺاهي رهي هئي. هنجي مٿان پيل پوتي به رت ۾ رنگجي لال ٿي پيئي هئي. جڏهن ڍڳا پير پير ۾ ڪري ڳوٺ ۾ پهتا، تڏهن سيما ڍڳي گاڏيءَ ۾ ائين ڳهڙي ٻڌي پئي هئي جيئن نه ڪا نئين ڪنوار شرم مرم ۾ سوڙهي ٿي ڍڳوڙي ٻڌي ويٺي هوندي آهي! دنيا جنهن کي ڪنوار بڻجڻ کان محروم ڪيو، قدرت انجي دلي تمنا پوري ڪئي هئي. جيڪڙي هڪ آس دل ۾ ڪري هوءَ ڪراچيءَ ويئي هئي - ۽ ان خيال سان ڪجهه پونجي به ساڻ کنئي هئائين - ته آتان هڪ اوچي گلابي گندي ڳنهي ايندي جا شاديءَ وقت پهريندي. ڪراچيءَ مان ته هوءَ ڪجهه به وٺي نه سگهي هئي. پر قدرت جنهنکان دلين جو ڪوبه پيد لڪل ڪونهي، تنهن سيما کي ٻهاڙيءَ مايوس ڪرڻ نه ڄاتو ۽ هنجي پوشاڪ ان حقيقي رنگ سان رنگيائين، جنهن ساڻ ڪراچي ته ڇا پر بهشتي باغن جي گلن جا رنگ به مشابهت ڪري نه سگهن.

ڳوٺ وارن کي اهو واقعو سمجهه ۾ نه آيو ته هيءُ خون ڪيئن ٿيو ۽ سيما جو پيءُ ڪيڏانهن ويو؟ ٻه چار جوان ٽليون ڪهاڙيون ۽ لوڙهيون کڻي نڪتا ۽ ڏڳن جي پيرن جا نشان ڏسندا، پوئين پير هليا. ڪاڏيءَ جي ڇپاهن جي وچان، زمين تي پيل سيما جي خون جون وهيل سرخ بوندون، هنن جي رهبري ڪري رهيون هيون. سڌ ڪن پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ، سيما جي پيرسن پيءُ جو لاش رستي جي پر ۾ پيو هنن کي مليو، هو پساهه پورا ڪري چڪو هو.

آخر پنهي لاشن کي غسل ڏياري، ڪفن پهرائي، هڪ ٻئي جي پر ۾ ان ئي جاءِ تي دفن ڪيو ويو، جتي قتل جي واردات ٿي هئي. ارباب هنن تربتن اڳيان ڪجهه ٽالهين جا ڏنڊڻ پوکيا جي ٿورن ئي ڏينهن ۾ وڏي وڻ ٿيا ۽ گهاٽي ڇانوَ ڪري بيٺا. جڏهن هن لاري، موٽر ۽ ريل کان دور ويندڙ، ڪچي ۽ ور وڪڙ، لٽ ۽ مٽيءَ سان پرپور رستي تي پنڌ ڪندي، مسافر گرمي جي شدت ۽ ٿڪ سبب ساٿا ٿيندا هئا، تڏهن لوڻ هنن پيءُ ۽ ڌيءَ جي تربتن جي پريان ٿڌيءَ ڇانوَ هيٺ ويهي ڪجهه وقت آسائش ۽ آرام ڪندا هئا، ۽ هنن مري ويلن جي روحن کي چار قل ۽ ڪلمو پڙهي ثواب بخشيندا هئا.

ڳوٺ وارا، ڪو عرصو هي حادثو وساري نه سگهيا ته سيما ۽ سندس پيرسن پيءُ جو خون ڪيئن ٿيو - ڇو ته سيما نهايت ساڃهي ڇوڪري هئي. خدا هن ۾ ڪو عيب نه خلقيو هو، ۽ سندس پيءُ ڪنهن سان به اڃائڻ وارو نه هو - نهٺو ۽ بردبار -. رات جو جڏهن زالون پنهنجي ننڍن ننڍن ٻارن کي ٿڦي، لولي ڏيئي سمهاري وانديون ٿينديون هيون ۽ مرد حقي جي ڪش لڳائڻ ۾ مصروف هوندا هئا، تڏهن اهو ئي ذڪر نڪرندو هو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ۽ پهرن جا پهر سوچيندي سوچيندي به هو ڪنهن نتيجي تي نه پهچي سگهندا هئا ته هيءُ واقعو ڪيئن ٿيو؟ ويچارا ڳوٺاڻا!— ۽ اڄ تائين ڪير به اها حقيقت پروڙي نه سگهيو آهي ته هن الم ناڪ واقعي جو ڪارڻ ڪا هڪ شهري شودي جي شرارت هئي: ۽ پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي عزت ۽ عظمت جا صدين کان مشهور هئي: تنهن کي قائم ۽ برقرار رکڻ خاطر، پيرسن پيءُ پنهنجو ۽ پنهنجي ڌيءُ جو سر صدقو ڪيو هوا!

---

- محبت جو راز موت جي راز کان عظيم الشان آهي.
- عورت ان ڪري پيدا ٿي آهي ته فقط ان سان محبت ڪئي وڃي، ۽ نه ان لاءِ ته ان کي سمجهيو وڃي ته هوءَ آهي ڇا؟
- دنيا ۾ معصوميت جي قريب اگر ڪا شيءِ آهي ته اها آهي ”حماقت“.
- ڪڏهن سوالن ۾ حماقت ڪان اظر ايندي، البته جوابن ۾!
- دنيا جا بدترين ڪم، هميشه ليڪ نيتي سان ٿي ڪيا وڃن ٿا.
- هن ڪري ڪنهن ڳالهه کي صحيح نه سمجهڻ گهرجي، ته ان لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ جان قربان ڪئي آهي!
- اسان ڪريون ٿا غلطيون، ۽ سندن نالو ٿا رکون ”تجربو“.

(آسڪر وائلڊ)

بيگم عبدالله چنه

# مِٺي

ٻين عورتن سان گڏ هوءَ به پنهنجي مالڪڻ وٽ مزوري ڪرڻ ايندي هئي. هوءَ ٻين وانگر گهڻو ڳالهائيندي نه هئي، پر ڪم سڀني کان گهڻو ڪندي هئي. جو ڪم ٻين کان نه ٿيندو هو، سو مان هن کي چوندو هوس، ته هڪدم ڪندي هئي. ٻيون عورتون سڀني نوڪرن چاڪرن سان کلنديون ڳالهائينديون هيون، پر هوءَ ڪنهن سان به ڪو نه ڳالهائيندي هئي. جي ڳالهائيندي هئي ته فقط پنهنجي پٽ دائود سان. دائود عمر ۾ چئن، پنجن سالن جو هو، پر پنهنجي تندرستي ۽ ٻوتي جي ڪري ستن، اٺن سالن جو پئي لڳو. سندس اکين ۾ شهزادن جهڙو چمڪو هو، ۽ جنگجو سپاهيءَ وانگر منجهس جرئت هئي. هلندو هو ته سينو تاڻي هلندو هو، ڄڻ ڪو وطن دوست پنهنجي سيني تي گوليون کائڻ نڪتو آهي. ڏاڍو وڻڻ جهڙو ٻار هو.

هڪ دفعي مان پنهنجو پيار روڪي نه سگهيس، ۽ کيس ڳل تي هڪ "مِٺي" ڪئي ڏنيم.

دائود روئڻ لڳو ۽ ماءُ کي چوڻ لڳو: "آما هن هتي "چڪ" لڳائي آهي". دائود جي "چڪ" تڏهن لئي جڏهن مائس ڳل تي ٻار ٻار مٺيون ڏنيون. مان ڏاڍو شرمندو ٿيس. دل ۾ سوچڻ لڳس ته هن ڇوڪري تي آخر ڪيئن فتح حاصل ڪجي! ٻار مون کي به پنهنجو هو، پر هن کي ڪنهن به ڪاڏي جي شيءِ سان هرڪو فتح ڪري ٿي سگهيو: آن ۾ ايتري جرئت ڪٿي؟ شايد آن جي ماءُ جي پيار ۾ اهڙي اونهائي نه هئي، يا "هرڪا عورت ماءُ نٿي ٿي سگهي" وارو مقولو پورو ٿي آيو. بهرحال مون کي دائود جي ماءُ جي خصلتن ۽ دائود جي جرئت انهن ڏي ويجهو ڪيو. مون ڪوشش ڪندي نيٺ آنهن ڏي ويجهو قدم وڌايو.

دائود جي ماءُ هڪ بيوهه هئي. چڱي گهر جي عورت هئي. مڙس مرڻ بعد کيس مڙس جي رشتيدارن ملڪيت ڦري ڪيڏي ڇڏيو هو. دائود خاطر هن "شرم ۽ حيا"، ۽ وڏائيءَ کي ڳنڍيءَ ۾ ٻڌي مزوري شروع ڪئي هئي. پورت آن مان به خيرڪي ٿيندي هيس؛ پر هن دائود کي ڪنهن جي اڳيان هٿ ٽنگڻ جي تعليم نه ڏني هئي. پاڻ رکي سکي کائي، هن دائود کي چڱو ڪارايو ۽ پهرايو ٿي. ٿالي ۾ هوءَ "سوني" هئي، پر هن پاڻ کي لوهه کان به سخت بنائي ڇڏيو هو. معلوم ائين ٿي ٿيو ڄڻ هن پنهنجي "نسائيت" کي پري هٽائي هڪ پاسي رکي ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ هوءَ شڪل شباهت جي مٺي هئي ۽ منجهس آهو ڪي هو جو هڪ قبول صورت عورت ۾ هئڻ کپي، پر هن پنهنجي الهيءَ مقبوليت کي پاڻ ڄاڻي ٻجهي مٺيءَ ۾ لوڻي ميرو ڪري ڇڏيو هو. هوءَ صرف دائود لاءِ هئي، ۽ دائود صرف هنجو هو. اهوئي سبب هو جو هن جي "مٺيءَ"

۽ آها پاڪيزگي هئي جو دائود لاءِ هر درد جو درمان ۽ ايذاءَ جو علاج اها هڪ ئي ماءُ جي مٺي ڪافي هئي. مون ڪيترا دفعا دائود جي ٻڪ ۾ انهيءَ "مٺيءَ" سان دفع ٿيندي ڏٺي.

گهڻي ڪم، ٻڪ ۽ فاقن آخر سونيءَ کي ڪيرائي وڌو. مون ڏٺو پئي ته هوءَ آهستي آهستي موت ڏي وڌندي وڃي: پر هن ڪڏهن به ڪنهن جي مدد وٺڻ قبول نه ڪئي. انهيءَ قسم جي گفتگو کان هوءَ هميشه ٽاريندي هئي. اکئين پئي ڏٺم: ته انهي قسم جي خودداري ڪيئن موت جي منهن ۾ اڳلائي رهي هئي. پر هنجي اهائي روش ۽ اهوئي ڍنگ، جو جڻ ته ظاهر ظهور چئي رهي هجي: "مون ۾ توهان جو ڇا: ڇا ۾ اوهان منهنجا آهيو!" ڪڏهن ڪڏهن ڪيس ڏسڻ ويندو هوس. پر ڪيترو آخر، ڪو ڪنهن وٽ انهن حالتن ۾ ايندو ويندو رهندو؟

هڪ ڏينهن صبح جو وقت هو ته دائود منهنجي دروازي تي مون کي سڏي چوڻ لڳو: "اما ٿي سڏي ٿي". مان ترت ئي ساڻس ويس. ڏٺم ته سوني آخرين پساهن تي آهي. پنهنجي سيرانديءَ کان سُکل مانيءَ جو ٽڪر ڪڍي دائود کي ڏنائين ۽ دائود جي ٻانهن مون کي ڏنائين. دائود زوريءَ مون کان ٻانهن ڇڏائي ماءُ جي مُنهن تي مُنهن رکيو، پر سندس ماءُ جي "مٺي" اڌوري رهجي وئي ۽ دائود روئندي روئندي آتي ئي سمهي پيو. مان ستل دائود کي گهر ڪڍي آيس. منهنجي زال هڙي مهانگائي جي وقت ۾ دائود کي پاڻ وٽ رهائڻ کان ڪيٻايو. مون مالڪڻ کي ستايو: دائود جي حال تي رحم ڏياريو: ڪيس چيو: "دائود لاوارث ۽ يتيم آهي، اوهان جي ۽ اوهان جي ٻچن جي ٻچت سچت کائي وڏو ٿيندو، وڏو ٿي اوهان جي گهر جو نمڪ خوار لوڪر بڻجندو." پر مالڪڻ هڪ يتيم ڇوڪري کي پنهنجي مٿان مصيبت سمجهي پاڻ وٽ رکڻ کان انڪار ڪيو. آخر شام جو مالڪ آيو. آن کي ستايم جنهن خدا ترسي ۽ دردمنديءَ خاطر دائود کي رهائڻ قبول ڪيو ۽ مالڪڻ کي به سمجهايو، ۽ دائود اتي رهڻ لڳو.

پر دائود آهو ساڳيو دائود نه رهيو، جنهن کي هڪ ڏينهن منهنجو پيار ڇپي، ڇپي ٿي لڳو هو، سو هينئر منهنجو پيار هيڏانهن هوڏانهن جون نظرون بچائيندي چپ چاپ برداشت ڪندو هو. بلڪل اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح هڪ ٻُکيو برهمڻ ڪيترن ڏينهن جي ٻڪ سبب لڪي ڇپي ڪنهن اڇوت جو پتّ کائيندو هجي. هو جڏهن پنهنجي مزي ۾ ايندو هو تڏهن خوب هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندو هو، راند ڪندو هو. مان سمجهندو هوس ته اجهو ٿو ڪري پر هو ڪرندو ڪونه هو: ڇو ته ڪيس خبر هئي ته هر ڏک، هر زخم جو علاج "مٺي" ته گهڻو اڳ ڪانئس جدا ٿي چڪي هئي. ڇوڪرا کيس ماريندا هئا، پر هو چپ رهندو هو: اکين ۾ پاڻي ايندو هوس، پر اوڇنگارون ڏئي ڪونه روئندو هو. هو ڏينهون ڏينهن پنهنجو پاڻ ۾ ڇپندو ٿي ويو. منجهانئس اها جرئت، اها البيلائي جڻ ٻوءِ ٿيڻ ڪر ٿيندي ٿي وئي. مان جڏهن اهو ڏسندو هوس ته مون کان "آهه" نڪري ويندي هئي!

هڪ ڏينهن دائود کي ڪجهه وقت گهر ۾ ڪونه ڏٺم. اوچتو مالڪڻ جي رڙين تي معلوم ٿيم ته مالڪڻ جي ٻارن سان ٻاهر نڪري ويو آهي، ڇو ته مالڪڻ چوڻ لڳي ته "ڇورو ندورو منهنجي ٻارن کي به الائي ڪٿي رلائڻ وٺي ويو آهي." مان ڊوڙندو ٻاهر ويس. سامهون ڏٺم ته ميدان ۾ ٻار ته سڀ هئا، پر ٻرڻين ٻاسي کان هڪ ڏاند کي ٻارن ڏي ڊوڙندي ڏٺم. منهنجو هڪ ٻه ويو پڻ ٻه ويا. ڊوڙي اڳتي ويس، پر ڏاند اڳ ئي ٻارن وٽ پهچي چڪو هو. ٻيا ٻار

ته به وڃي ها، پر مالڪڻ جو نِنڍڙو ڪڪو ٻچي نه سگهيو. دائود جڏهن اِهو ڏٺو ته هن هڪدم ڪڪي کي ڏڪو ڏني ڏاند جي اڳيان ئي بيهي رهيو. ڪڪو بچي ويو ۽ دائود زخمي ٿيو. مان جڏهن پهتس ته ڪڪو روئي رهيو هو ۽ دائود بيهوش پيو هو. مون بيهوش دائود کي ڪلهي تي کنيو ۽ ننڍڙي مالڪ کي ڇيچ کان ورتو. گهر پهتس ته مالڪڻ ڪاوڙ مان چيو، "منهنجو ٻچو پيادل پيو اچي ۽ بادشاهزادو ڪلهي تي کنيو پيو اچين؟" مون ڪجهو ڪونه ۽ دائود کي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ کڻي ويس. ڪجهه ڪلاڪن بعد بيهوش دائود هوش ۾ آيو. هوش ۾ اچڻ بعد هو روئڻ لڳو. مون ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته هو ماٺ ڪري، پر اڄ دائود کي ٻَليءَ جي ضرورت هئي، جا هن جي ڏک جي درمان هئي: پر آها ٻَلي اچي ڪٿان!

منهنجو دماغ ڦاٽي رهيو هو. سر جي درد کان زياده مون کي دل ۾ درد هو: ڇو ته دائود جي روئڻ مون کي بي قابو بنائي ڇڏيو هو. ننڍڙي مالڪ کي ته ڏڪو ڪائيندي ئورو زخم ئيو هو، پر دائود جو ته هر عضوو زخمي ٿيو هو، ۽ علاج ننڍڙي مالڪ جو ٿي رهيو هو. ڊاڪٽر مونرن ۾ ٿي آيا، آرام ۽ ڪاڏي جا مشورا ٿي ٿيا، نِنڊن ۽ وڏن ٿي ٿيو. مون کي اِهو حال ڏسي پنهنجي مفلسي ۽ بي وسيءَ تي غصو ٿي آيو، ۽ هر هر دائود ڏانهن وحشت ڀرين نگاهن سان ٿي نهاريم. ڪڏهن ڪڏهن دل ۾ ويچار ٿي آيم ته آخر هيءَ مصيبت مون ڇو پالي جنهن منهنجو دلي آرام وڃايو آهي، جنهن مون کي منهن جي نظرن ۾ ايڏو بيوس ۽ مجبور ثابت ڪيو آهي. اِها حالت شايد دائود به سمجهي ورتي، ڇو ته آن جون خاموش نگاهون چئي رهيون هيون ته تنهنجو پيار ڪوڙو هو تڏهن ته جلد ڪڪ ٿي پيو آهين، آن ڪري ته تنهنجي پيار ۾ "ڇي" هئي. مان نهايت پاڻ کي شرمنده سمجهڻ لڳس مون ۾ دائود سان اکين ملائڻ جو تاب نه رهيو.

ٻَلي جي سور جي هوندي به مان سڄي رات جاڳيس، ڇو ته دائود کي زخمن جي سور ڪري بخار هو، ۽ هو ساري رات روئندو رهيو. صبح ٿيڻ ۾ ڪجهه دير هئي ته دائود ننڊ ۾ روئندي چيو، "اما تون اچي وئينءَ!" مون جلدي وراڻيو "ها" ۽ جهٽ کڻي ٻَلي ڏنيمانس. دائود جو چهرو ننڊ ۾ ئي ٻهڪڻ لڳو، ۽ اکيون کولي مون ڏي نهاري روئڻ لڳو. مان پريشان ٿي ويس: آخر چيم، "دائود پٽ! تون جيڪي گهرين ٿو سو مان ڏيان ٿو پر......!"

آتي مالڪڻ جو سخت گير آواز آيو، "ڪمبخت ڇا ٿين ٿو ته پوءِ آن موجب ڇولو ٿو ڪرين؟ سڄي رات ڪتي جي پونگڙي وانگر "پين، پين" ڪري، منهنجي ٻچي جي ننڊ ڦٽائي اٿس: هڪ ته آن کي ڪٺاي آيو آهي، پوءِ اڪ لڳڻ نه ڏني اٿس. ڪيئي هن کي ٻاهر! جي هن کي نٿو ڪڍين ته ڪڻ تون به بسترو- مون کي ڪونه کپين، نڪرو هن گهر کان ٻاهر." ائين چئي هوءَ منهنجا ٽپڙ ٽاوڙي ٻاهر اڇلائڻ لڳي.

سڄي دنيا صبح جي مٺي ننڊ ۾ مست هئي، ۽ مان پنهنجو سامان- هڪ غريب جو سامان جنهن ۾ نه پلنگ هئا نه فرنيچر هو- فقط هڪ چادر ۽ ڪجهه ٻچيل ڇانور ۽ آٽو هو: ڪنا ۽ هنڌيون ته مالڪڻ جي غصي جو ڪاج ٿي چڪا هئا. منهنجيءَ زال سنل ٻار کنيو، ۽ مون گنڍڙي کڻي ۽ بيهوش دائود کي ڪنڌ تي رکيو، ۽ هڪ نامعلوم منزل ڏي وڪ وڌائي. ڪاش! دائود کي ان وقت چئي سگهان ها، "دائود تنهنجي درد جي درمان "ٻَلي" منهنجي وس ۾ ڪانهي...... تنهنجي اها ٻَلي آخر آءٌ ڪٿان آڻي توکي ڏيان!" پر ان وقت دائود اِها منهن جي ايڏوي ڳالهه سمجهي به سگهي ها!

خواجه غلام علي الانا (ناشاد)

# وري ڪين وريا

اسان ڳنوارن ۽ ڏٿولين جو ڪيڙو جيئڻ ! ...... ڳهاريون جناورن سان سو جيئڻ جو مطلب ۽ ڪونه ڄاڻون ...... ساوڻ جي وس ۽ وس هئي، جهر جهنگ ڪرڙ ڪانڊيرو ساڻو...... ترت ڪر ته اڄ ئي اڄ...... ڊور ڊڳا ڊاڙل - ڪنڌ هڻي مٽرن سان آواز پئي ڪڍيون...... هوا جون ڏڍيون ڇرڪون جيءَ ۾ ٿي ڪتيون ۽ تنهن سان گڏ ميڙن جي پونيٽ تي پانهن جي آڇل پئي هئي...... مون ۽ پنهنجين ٽڪن کي ڪٽي مٿر پڌا...... هڪ ته هون جهوپڙ ۽ ٽلڻ، پيو هون ساوڪ جو سڏ ۽ مٿان وري هيون جسم جون لاڳل سو نظرجي پيهون...... وري ڪا منجهن ڪميا هئي! مجال جو ڏيهه هٽن ...... هلڻ ڪري ته قطاريو ٿي هليون...... بس دل ٿيم ته پناربن کي درياءَ جي پيٽ ڪنڌيءَ ڪاهي وڃان...... درياء ۽ ڦاٽ ڦاٽان پئي ڪئي...... ڪپر ڪنڌيون، مياڻيون مڏيون پاڻيءَ پاڻي ڇڏيون هيون...... ڪنڻ جا ڪوڪا، لهرن جي لوڏ، سير سٽ ڏر پيدا ڪيو. دل پيئي چئي "اڄ نه وڃان ته ڪڏهن وڃان". ...... بس، منهنجو من سهڻيءَ مثل ميهار جي ڪوڪ پڌي جانيءَ جي ديدار لاءِ تڙپڻ لڳو ...... ساوڻ جي مند، ڪکرن جي ڪارونيار، تاڙي تنوار ۽ منهنجي مٽڙيءَ جي پڪار منهنجي جڏي جان ۾ جيابو آندو ...... هڪلي وڏمن تڪ ۾ ...... آءٌ ۽ هڪوڙيءَ پناريءَ جو پچ جهلي پراڙ آڪس ... ڪنڌيءَ جي اڄ ڪي ڇڏي پناريون پاهرئي نه نڪرن ...... هيڪلو ڇڏي، چار جي ڇان ۾ پنڪو سري ڏيئي چنگ ڇڻ تي چاڙهي لڳس سُر آلاپڻ ۽ جيءَ جي جهورين کي جلائڻ ...... آسمان ۾ ڪکر ڪڏلدي ڪڏندي چئي رهيا هئا ......

آئي مند ملهاري وي — جهڙ ڦڙ وسڻ جهالا جر جر

اوچتو مٽڙي آواز سندم ڪن ڪڙا ڪيا — پيهر سڏ ٿيو ...... او ميهار چنگ وارا — گهڙي ۾ ته هٿ وجهاءِ ...... لڳس لوڻا ڦيرڻ ...... وات ڦاڻي ويم ...... هڪ ساماڻل نار، جوڀن واري گوناڻي نينگر واجهائي رهي هئي ...... مٿ سندس مٿي تي ۽ گهڙو پٽ تي ...... بس! پيرن ۾ نيٺر پنجي ويم ۽ ۽ آهستي لڳس رڙهڻ ...... گهڙي ۾ هٿ وجهي پاڻي چلڪائي پاسا ڏوتئين ...... هٿ وجهائيندي چيم، "آنجو ماڳ هت آهي ڪٿي؟" ...... اکيون ڪئي زمين ۾ کپائين، گهڙي کي چيلهه تي رکندي ورندي ڏنائين، "مارو ماڙهو تن جو ڪيڙو ماڳ؟" ...... جت چار ڦڙيون آت اسانجون جهوپڙيون ...... اباڻا ڪک اسانجا ماڳون پري ...... اڄ هت سڀاڻي هت، اوير سوير لڏو ڪلهن تي ...... ڪڏهن پوٺن تي، ڪڏهن گوٺن ۾ ...... منهن تان چندا آگهندي هلڻ لڳي ...... هلڻ جي نور ۽ واهه جي، وک وک تان قربان وڃجي ......

هن جي جوڀن ۽ سوڀيا تان پاڻ گهوري ڇڏجي ...... وري ڀٽ ورائي نهارئين ته ڪونه ...... پيرا ڪڍندي وڃي جهوپڙيءَ ۾ گهڙي ......

( ٢ )

ڳوٺ جي رات واري رهاڻ مزو ڪونه ڏنم ...... اهائي ملوڪڙي مورت، ڪير چال، ٽونٽو مثل ٽلندڙ هر هر اکين جي آڏو پئي آيم ...... پره ڦٽي، ڀنڀرڪي جو اچي آسمان تي آسرو رکي ويٺس ...... مترن جي آواز جي لئي تي پاڻيءَ جي ڇولين کي ڳڻي رهيو هوس ته ملوڪڙو آلاپ ڪن پيم ...... هت سوبرو ڪين لا ويٺو آهين؟ ...... جوانڙي گهڙو ڀٽ تي رکندي چيو ...... لڳي ٿانءَ ماڃڻ. مون به ولو ڪير جو ڏهي پري آئي ڏنس ۽ چيومانس؛ ڪير ٻي ...... اها ته روزاني پياڪ آهي ۽ هميشه جو ڪاج آهي ...... هاڻي هٿ پاڻيءَ ۾ ٻوڙڻ لڳي ۽ مونکان پڇڻ لڳي، تنهنجو ماڳ ڪٿ آهي؟ ...... آءٌ به تو وانگر پرديسي! ...... پرديسيءَ جو گهڙو ٽانو ۽ گهڙو لڪانو ...... ڪڏين ڪٿ، ڪڏين ڪٿ — ڪيترا ته سير تي سوار آهن ۽ ڪيترن جون مڏيون ڪنن جي ننگ ۾ پيون ڦيرا ڏين — ڪي وڃيو ڪنڌيءَ رسن ته ڪي وڃيو واڳن جي وات پون ......

مٽ ٻوڙيندي وڃينس پير ترڪيو ته ڏو ...... پاڻيءَ ۾. مٽ جي ٻار ڏڪ ڪيس. درياهه شاهه ورائي ٻڪ هٿي ڪٽي سير ۾ هنيس. لهرون لڳس ڇهڻ، پاڻيءَ جا وڪڙ ته ڪيس پاڪر وجهي ڀڪوڙي رهيا هئا. آءٌ به ٽپي پيس پاڻيءَ ۾ ...... من جي مانڊائيءَ مونکي جوش ۾ آندو ۽ چرڪو ٻاهر ڪيمس ...... هڪ ٽي ويٺي وري ڏر جي ماري ٻڪ ٽي نه ڪڍي ...... اکين اکيان آنڌمانڌ اچي ويم — جسم لڳم ڏڪڻ، منهن ٻنهي هيٺ جهڙو ٽي ويم ...... آهستي آهستي ڇني ٽي ...... لڳي لڱڙو نپوڙڻ ...... منهن ۾ ڪٽي نهاريانس ته سڄي ڳاڙهي ۽ حيا کان اکيون مٿي ٽي نه ڪٽي ...... مونکي به دل ۾ هورا ڪورا ٽي لڳي ...... بس ڪنڌ پئي مٽ رڻي ٽي ويٺي ...... ڦڪي پئي لڳي ......

( ٣ )

مون جو به روز وڃڻ ٿيندو هو ...... روزانو لسيءَ جو وٽو، چنبو مکڻ جو ۽ هڪ پيڙو اڦرانو ملندو هوم ...... پر اڄ نه اها مورت ۽ نه ڪو ماٺو ...... ماڳ سلامت هئا پر ماڻ جي مهر لڳل هئي ...... رکي رکي ٻور ڀرينءَ جي دل ويڳاڻي پئي ڪيم ۽ اداسائيءَ جي آڳ کي اجهائڻ لاءِ چنگ ڪڍي ڇپن تي چاڙهي منجهانس خوب ڏمالون ڪيم ته اوچتو راڳ جو آلاپ ڪن پيم ......

ويڳاڻي وتان مان ويڳاڻي وتان
سنگهارن جي ڳالي ويڳاڻي وتان.

پئي ڏينهن ڍولڪ جو آواز ڪن پيم ...... سڄهيم مارن ۾ ڪا شادي آهي ...... هاڻ هڙ مال ڪاهڻ وارا هئا ...... بستيءَ وارا پوٺا ويران پڊ ٿيڻ وارا هئا ...... ڏک ۾ ڳرڻ لڳس. پاڻ ريجهائڻ لاءِ چنگ چورڻ لڳس ...... چنگ جي داڻهن تي ملوڪڙي اچي منهنجي اکيان ڪري... الله لڳ! چنگ نه چور. چنگ جو آلاپ هن ٽٽل دل جي هن پار لڪري ويو آهي پر ٻيوس آهيان ... پنوهارن مونجي دل جي ساوڪ ساڙي ان کي پولو ڪري ڇڏيو ...... مونجي شادي رچي وئي

آهي...... خوشيءَ جو ڏينهن آجهامي ويو...... ڏئي جي وٽ هاڻ رڳو تيل ٽماٽي رهي آهي... چنگ وارا! تونجو الله ٻيلي ٿيندو! سپالي اسان جي الله واهي آهي...... مون آسمان ڏانهن نهاريو...... ٽڏا شوڪارا پيرم...... زماني نسورو ظلم ڪيو...... مونجي هنج ۾ ڪري پيئي...... ٻچڙين اي پرديسي! تون جي ڪڪن جو ڪيڙو ڏس!...... درياء جي پٽي پار...... مون ورلدي ڏنيس.

پٽي ڏينهن مارو مال ڪاهي وطن ڏانهن پٽي وريا...... مٽ واري ماڳ وٽ ويهي پرينءَ پسڻ جي آڪير دل ۾ سانڍي رُئي رهيو هوس...... نئين وڻي، مينڌيءَ لڳل ڪهنبن هٿن سان وڏين، ڪارين اکين مان هاريل هنجون اگهندي نهاري جلي رهي هئي...... آهستي... پوءِ آهستي...... پري ۽ هميشه لاءِ پري ٿيندي ٿي ويئي...... ڏئي مثل آهستي آهستي روشني گهٽجڻ لڳي ۽ آهستي آهستي يار جو لڏو ٻڻ پري ۽ پري ويندو پئي نظر آيو.

لاڙ اڳيون ٿي ويون...... ٿياٿيون پٺاريون ڍڪي رهيون هيون ۽ منهنجي نينهن جي نرت منڙيءَ واريءَ منزل ڏانهن... بس ڏسندو رهيس... سانوڻ وري آيو... جهڙ جهولا ٿيا... ڪڪرن جي ڪارونڀار وري ٿي... تاڙي هڪ وار وري تنواريو... رُت هڪ دفعو وري رنگ لاتو... بوندون وري برسيون ۽ وڇڙيون به وريون پر مارو نه موٽيا... ۽ سڃا پٽ ساوا ڪين ٿيا... جي وڃڻ هئا سي ويا ۽ وري ڪين وريا... دل جو چنگ ٽٽڻ کي ٽٽو سو وري ڪين جڙيو...

---

ايا ز قادري

# مان انسان آهيان

ڪنهن کي خبر نه هئي ته هو ڪير هو؟ هنجو نالو ڇا هو؟ هنجي ذات ڪهڙي هئي؟ هنجو مذهب ڪهڙو هو؟ هو ڪٿان آيو هو؟ انهيءَ هوندي به شهر جو ننڍو وڏو کيس سڃاڻندو هو. هن کي ڪافي ورهين ڪان وٺي ڏسندا پئي آيا - سانت ۾ سانت پنهنجي خيالن ۾ گم. ڪڏهن هو مندرن مان نڪرندڙ ناقوس جي صدا، جا آسمان تائين ڦهلجي ويندي هئي، ٻڌي مندر جي دروازي وٽ وڃي وهندو هو. مندرن ۾ وڄندڙ گهنٽين جو شور ۽ پوڄارين جا ڀڄن ٻڌي هو انهيءَ ۾ مگن ٿي ويندو هو. هو پوڄارين کي ديوتائن اڳيان سر نوائي وينتي ڪندو ڏسي خاموش ٿي ويندو هو ڄڻ ڪنهن فيلسوف وانگر اهڙي ڳوڙهي مسئلي تي ويچار ڪري رهيو هجي، جنهنجو حل کيس نه ملندو هجي. مندر مان نڪرندڙ مرد ۽ عورتون هن کي ڏسي چوندا هئا ڀڳوان جو سنت آهي - سندس ڀڳوان سان لنؤ لڳل آهي!

صبح جو جڏهن مسجد جي اوچن منارن مان مؤذن جي الله اڪبر جي صدا ڪائنات ۾ چوطرف ڦهلجي ويندي هئي، ته هو خاموشيءَ سان اٿي اچي مسجد جي چائنٺ وٽ وهندو هو. ونيو ڪندڙن ڏانهن خاموش نظرن سان نهاريندو هو. جڏهن پيش امام قرآن شريف جون سورتون قرات سان پڙهڻ شروع ڪندو هو، ته هو ان جي مٺي آواز ۾ مست ٿي ويندو هو، ڄڻ ڪيس دلي مسرت حاصل ٿي رهي هجي. جڏهن نمازين کي سجدي ۾ ويندو ڏسندو هو ته هو وري سوچ ۾ پئجي ويندو هو - اهڙي مسئلي تي جو هن کان حل نه ٿيندو هجي. مسجد مان نڪرندڙ نمازي کيس ڏسي چوندا هئا "ويچارو مجذوب آهي. الله جو پيارو پانهو آهي!"

ننڍو وڏو، مرد عورت، هندو مسلمان کيس فقير بابا ڪري سڏيندا هئا. کيس نه گهر هو نه گهاٽ. مالڪ جي زمين سندس بسترو هئي ۽ آسمان هنجي محل جي ڇت جنهن ۾ چنڊ تارن جا لال ٽنين روشن هئا. ڪڏهن هو مندر جي ڏاڪڻ وٽ سمهي پوندو هو، ڪڏهن مسجد جي دروازي وٽ کيس ننڊ وٺي ويندي هئي، ورنه سڄي رات پيو شهر ۾ گهمندو هو - اهڙيءَ ريت جهڙيءَ ريت ڪو بي قرار روح، سڪون جي تلاش ۾ سرگردان هجي، اهڙيءَ ريت جهڙيءَ ريت اڪيلو راند وقت هڪ ساٿي ڪنهن هنڌ وڃي لڪي ۽ ٻيو ان کي تلاش ڪندو هجي. شهر جا رولو ڪتا هنکي ڏسي ڀونڪڻ لڳندا هئا، مگر هن کي سڃاڻي وري پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري چپ ٿي ويندا هئا، ڄڻ ڪين ازلي ننڊ وٺي ويئي هجي. چوڪيدار "ڪير ڪير" جي رڙ ڪندا هن جي ويجهو ايندا هئا، مگر هنکي سڃاڻي چوندا هئا "فقير بابا! هيتري رات گذرڻ واري آهي وڃي آرام ڪريو". هو مشڪي اڳتي هلڻو ويندو هو، ۽ سپاهي هنکي تڪيندا رهجي ويندا هئا.

سندس وار سياسن وانگر گهاٽا ۽ ڏکيا هوندا هئا. جن جون ڇڳون منهن ۾ پوڻ سبب جمي ويون هيون. سندس ڊگهي ڏاڙهي، سندس وارن وانگر هميشه دز ۽ مٽيءَ ۾ ميري رهندي هئي. جسم تي هڪ گيڙوءَ رتي الفي ۽ ڪلهي تي هڪ رلهي: اها هئي سندس ملڪيت ۽ هو انهيءَ ملڪيت جو مالڪ هو. هو نه ڪنهن کي ڪو سوال ڪندو هو، نه ڪنهن کان ڪجهه گهرندو هو. ڪڏهن ڪو دياوان هندو هن کي ڀوڄن ڪرائيندو هو. ڪڏهن ڪو رحمدل مسلمان کيس ماني کارائيندو هو- ورنه هو پنهنجو وقت بک ۾ ئي گذاري ڇڏيندو هو. هو مانيءَ لاءِ ڪڏهن به انڪار نه ڪندو هو، پر جي کيس ڪو پئسا ڏيندو هو ته اهي ڦٽي ڪري خار وچان پئسن ۽ پئسن ڏيندڙ ڏانهن نهاريندو هو، ڄڻ ڪ چئي رهيو هجي "هيءَ دنيا ئي ته آهي جنهن جي موهه ۾ انسان انسان نه رهيو آهي - انسان ڏئيءَ جو پوڄاري نه پر دنيا جو پوڄاري ٿي ويو آهي".

جڏهن سندس الفي ليڙون ليڙون ٿي ويندي هئي، تڏهن ڪو سخي دل هندو يا مسلمان هن کي نئين الفي پارائي ڇڏيندو هو. ان ويل، هو انهن ڏانهن نورانين نگاهن سان نهاريندو هو. جي ڪنهن کي مٽس ڪهل اچي ويئي ته هنجي سيرب لهرائي ڇڏيندو هو يا غسل ڪرائي ڇڏيندو هو. نه ته هنکي ڪڏهن به پنهنجي سٺائيءَ صفائيءَ جو خيال نه ايندو هو. هو اڪثر خاموش رهندو هو - ڄڻ سندس زبان کي تالو لڳل هجي. ڪڏهن ڪڏهن موج ۾ اچي ٻه چار لفظ ڳالهائين ته وڏي ڳالهه ٿي.

---

اوچتو ئي اوچتو، چؤ طرف ڪهرام مچي ويو. آباد شهر اجڙ ٿي ويا ڇوڏاري ٻاهه جا آلا ئي آلا نظر ٿي آيا. هڪڙا هڪ طرف جمع ٿي ويا، ٻيا ٻئي طرف جمع ٿي ويا. سڀئي هڪ ٻئي جي پاڙن مان نڪري، پنهنجن پنهنجن پاڙن ۾ اچي رهڻ لاءِ لڏ پلاڻ ۾ لڳي ويا - سندن جان ۽ مال جي سلامتي انهيءَ ۾ هئي! پنهي پاسي، هڪ ٻئي کي اتي مارڻ جون گرما گرم تياريون ٿي رهيون هيون. حملي ٿيڻ جو امڪان ۽ جان جو خطرو هو. ڪنهن کي اهو پتو نٿي پيو ته ڪڏهن

حملو ٿيندو؟ ڪڏهن مال لٽبو؟ ڪڏهن جان ويندي؟ شهر چؤطرف سنسان ٿي ويو - ڄڻ ڪو واڪاس آيو هجي، ۽ ملڪ جي ماڻهن کي ڪاٺي ڇڏيو هجائين.

چوڌريءَ جي محلي ۾ آس پاس جا پهلوان اچي ڪٺا ٿيا. "اڄ رات،" چوڌريءَ حقي جو ڪش لڳائيندي چيو، "هنن دين جي دشمنن کي سبق سيکارڻو آهي جي عمر ٻئي اسان کي لٽيو اٿن. قرض ۾ اسان جون جايون جڳهيون، مال متاع سڀ ڪجهه ڦري ويا. اڄ اسان جو وارو آهي. هيءَ اسان جي حق جي لڙائي آهي، اسان جي پاڪستان جي جنگ آهي، اسانجي اسلام جي جهاد آهي. اڄ هنن ڪافرن کي ڏيکارڻو آهي ته مسلمان شير ڇا ٿيندا آهن. پل هنن ڏوتي پوشن کي پڳوان ياد اچي وڃي." فيصلو ٿيو ته رات جو ويهه جوان جن ۾ ڪهڙا پاهران آيل مضبوط ۽ بهادر منتخب ڪيا ويا، جهاد لاءِ تيار رهن، ۽ سيٺ دمڙي مل جي ڪوٺيءَ تي اول حملو ڪن.

"ديش مترو ڇا اوهانکي ملڪ جو ورهاڱو قبول آهي،" سيٺ ڏرمداس نوجوان هندن کي جي مختلف هنڌان اچي ڪٺا ٿيا هئا، مخاطب ٿيندي چيو، "ڇا اوهان ڀارت ماتا جي سرير رکي ٽڪر ٽڪر ٿيڻ ڏيندا. اڄ رات هنن نيچ مسلمانن کي جن هميشه اسانکي پئي تنگ ڪيو آهي جن جي ڦرن لٽين چورين ۽ ڌاڙن کان اسان ڪڏهن به شانتي ۾ نه رهيا آهيون، ضرور مزو چکائڻ گهرجي. منهن جا مترو اڄوڪي رات جي پڌ اوهان جي ڌرم جي پڌ آهي. ڀارت ماتا جي مڻان جي پڌ آهي. اچو ته هنن نيچ مسلمانن کي اهڙو سبق سيکاريون جو ڪين ڇٺيءَ جو کير ياد اچي وڃي ۽ هميشه ڏٺيءَ کي ياد ڪندا وتن". آخر فيصلو ٿيو ته ڪجهه نوجوان منتخب ڪيا وڃن جي رات چوڌري دين محمد جي گدام تي حملو ڪن.

سورج غائب ٿي ويو. چؤطرف سانت ٿي وئي. ورلي ڪو ماڻهو گلين ۾ نظر ٿي آيو. هرڪو پنهن جي گهر کي اندران مضبوطيءَ سان ڪڙو ڏئي وڃي ويٺو. آهستي آهستي رات جي اونداهي وڌندي ويئي. گهڙيال رات جا ٻارهن لڳايا. رستي تي ڪنهن جي پيرن جو آهٽ ٻڌڻ ۾ آيو. ڪتي جي ڀونڪ ٿي. فقير بابا کي ڪتي ڏٺو ۽ سانت ٿي ويو. سنسان رستن تي اهڙي وقت هو پنهن جن خيالن ۾ غرق اونداهي ۾ هيڏانهن هوڏانهن اهڙي ريت ڦري رهيو هو ڄڻ ڪو خاموش تاريڪ سايو هجي. وڻن جي پٺيان سرسراهٽ ٿي. "خاموش ڪوئي هيڏي اچي رهيو آهي." وري سانت ٿي وئي. "هڪ ڄڻو آهي" - ٻه ٽي نوجوان وڻن کان ٻاهر نڪتا. "تون ڪير آهين؟" "تنهن جو نالو ڇا آهي؟" مگر هن کي ڪو به جواب نه مليو. "تنهنجو مذهب ڪهڙو آهي؟" "سالو ڪافر آهي" - انهن هڪڙو ڇرو نڪتو جو اونداهي ۾ وڄ وانگر چمڪيو ۽ سندس ڇاتيءَ ۾ گهڙي ويو. ٻيا رهيل همراهه به وڻن مان نڪري آيا. انهن مان ڪنهن رڙ ڪئي، "او فقير بابا". انهن جي سردار غصي مان چيو، "هلو هلو. دير ٿي رهي آهي جيڪڏهن ٿوري دير ٿي ته موقعو هٿان هليو ويندو." سڀ چپ چاپ پنهن جي سردار جي پٺيان هليا ويا.

فقير بابا هوريان هوريان زمين تان ڪنڌ مٿي ڪيو سندس لبن تي اهائي مشڪ هئي. هڪڙي نظر مٿي کڻي ڏٺائين ۽ وري پنهن جو ڪنڌ مسجد ڏانهن کڻي ڪيائين، ڄڻ وضو ڪندڙ، قرآن سان سورتون پڙهندڙ پيش امام ۽ سجدي ۾ جهڪيل نمازين ڏانهن نهاريندو هجي. هو آهستي آهستي اٿيو ويران ۽ تاريڪ گلين ۾ وڃڻ لڳو.

"تون ڪير آهين؟" "تنهن جو نالو ڇا آهي؟" پٺين جي پاڇي ۾ بيٺل ٽن نوجوانن هن کان پڇيو مگر ڪنهن کي ڪو به جواب نه مليو. "تنهن جو ڌرم ڪهڙو آهي؟" "مسلم آهي" - هڪ آواز آيو - "ماريو نيچ کي." هڪ ڪرپان هوا ۾ ڦريو ۽ سندس پيٽ ۾ چپي ويو. "آهه" جو آواز ٿيو. ٻيا ٻئي رهيل ساٿي به اچي هنن سان مليا. "فقير بابا" - هڪ نوجوان حيرت مان چيو. "اوير نه ڪيو باقي ٿوريون گهڙيون بچيون آهن، جي هيءَ مهل هٿان نڪري وئي، ته پوءِ

افسوس جو تربون مهنڻيون پوادبون." سڀني ٻنهن جي اکوائڻ جي ٻاٻان هليا ويا. فقير بابا کهڻي دير کانپوءِ ساهت ۾ آيو. آسمان ڏانهن نهاريائين - وري سندس اکيون مندر ڏانهن کڄي ويون. جنهن ۾ چڻ کيس ناقوس جي صدا - پوڄارين جا ڀڄن - گهنٽين جو آواز - پوڄارين جو ڀڳوان اڳيان سر نوائڻ ڏسڻ ۾ ٿي آيو. هن آهستي اٿڻ جي ڪوشش ڪئي - ٿورو اڳتي هليو ۽ وري ڪري پيو.

شهر ۾ وٺ وٺان ٿي وئي. عورتن جون رڙيون، ٻارن جو رڙڻ، "بچايو بچايو" جا آواز، بندوقن جا ٺڪاءَ، گولين جا زوڪاٽ، لٺين جو ٺهڪو، ڇرن ۽ خنجرن جا چمڪاٽ، "لٽيو ماريو" جي خوفناڪ شور کان زمين آسمان هڪ ٿي ويو. شهر ۾ باهه لڳل گهرن جي ڄڀي آسمان سان ٿي لڳي. "ماريو ڪافر آهي." "ماريو مسلم آهي" "وڃو وڃو نه ڇڏيو." اوچتو سيٽيون وڳيون - ملٽري پوليس جي مشن گنن جا آواز ٻُڌجي ويا. چوطرف ملٽري پهرو ٻهجي ويو. ريڊ ڪراس جي لارين ۾ مئلن ۽ زخمين کي اسپتال نيو ويو.

"تون ڪير آهين؟" "تنهن جو نالو ڇا آهي؟" ڊاڪٽر جي جواب ۾ صرف زخميءَ مشڪي ڏنو. "تنهن جو مذهب ڪهڙو آهي؟" زخميل وڏو ٽهڪ ڏنو. ويٺل ڊاڪٽر ۽ نرس ٻئي ڏڪي ويا. "شايد ديوانو آهي" نرس چيو. "ڊاڪٽر صاحب مان هندو...... نه نه...... مسلم...... نه نه ڊاڪٽر صاحب، مان انسان آهيان. منهن جو مذهب انسانيت آهي. ڊاڪٽر صاحب، مونکي زخم ٻنهي هندو...... ۽ مسلمانن...... کان رسيا آهن...... منهنجا زخم انسانيت جا زخم آهن. ڊاڪٽر صاحب، منهن جو موت انسانيت جو موت آهي. ڊاڪٽر صاحب، منهن جو لاش هندو مسلم ٻنهي جي حوالي ڪجو؛ جنهن ۾ هو ٻنهن جي شڪل ڏسي سگهن، جن ۾ ڪين ڀڳوان اڳيان سر نوائڻ، الله اڳيان سجدا ڪرڻ ٻئي چٽيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچن." زخمي چپ ٿي ويو. سندس لبن تي ابدي مشڪ ڦهلجي وئي، جا چئي رهي هئي "مان انسان آهيان." پري کان ناقوس جي صدا آئي، اذان جو آواز آيو. پوڄارين ڀڄن ڳايا. نمازين الله اڪبر پڪاريو. هندن ڀڳوان اڳيان سر نوايو - مسلمان سجدي ۾ جهڪي پيا.

---

— انسان جي تڪميل ان ۾ نه آهي ته **وٽس آهي ڇا؟** بلڪ ان ۾ آهي ته اهو **خود آهي ڇا؟**

— جيسين جنگ کي ٻڇڙو سمجهيو ويو آهي، تيستائين سندس **"دلڪشي"** قائم آهي، پر جڏهن کيس اسان **"ذليل"** سمجهنداسون، تڏهن پاڻهي پاڻ ختم ٿي ويندي!

— جڏهن ماڻهو سٺو ٿا ڳائن، تڏهن ماڻهو **ٻڌن** نه ٿا؛ ۽ جڏهن خراب ٿا ڳائن تڏهن ڪجهه **ڳالهائين** ڪون ٿا!

— گلاب جي گل کي پري کان ڏسي مسرور ٿيڻ ان کان بهتر آهي، جو کيس **خوردبينءَ** جي ميدان رکي ان جو مطالع ڪيو وڃي.

— اهي شخصيتون ئي آهن، جي زماني ۾ انقلاب ٿيون پيدا ڪن، ۽ نه ته اصول!

(آسڪر وائلڊ)

"مستانو" اجمير

# ۽ هوءَ ٻجي ويئي....!!!

اجان آسمان ۾ چنڊ ڪونہ آيرڀو هو، ۽ سرحد جي دري ۾ خاموشي ۽ اونداهي، ٻہ سڳيون ڀينرون ٻانهون ٻانهن ۾ وجهي جهومي رهيون هيون! آس پاس جا پربت يوناني سياحن وانگر سر جهڪائي بيٺا هئا. انهن جي آڳاٽين چاتين تي صدين جا اتهاس لکيل هئا - انهن بهادرن ۽ فاتحن جا اتهاس جي ان دري مان گهوڙي آيا هئا؛ ان انسانيت جو اتهاس جنهن پنهنجي تلوار سان ٻين کي غلام بڻايو هو، انهن کي لٽيو هو، انهن جي ننهرن ۽ ڌيئرن جي عصمت تي ڌاڙو هنيو هو - ۽ پوءِ فتح جا گيت ڳائيندا موٽيا هئا. پهاڙن جي ٻغلن ۾ ننڍيون توڙي وڏيون ٽڪريون اجان تائين سياهہ هيون، جتي مسافرن ٻاهيون ٻاريون هيون، ۽ آجيوڪا جي تلاش ۾ نڪتا هئا؛ جتي سوداگرن جا قافلا لٽا هئا ۽ لنگهي ويا هئا؛ جتي انسان انسان سان واپار ڪيو هو ۽ نفعو ڪمايو هو.

۽ انهن ديسن کي الڳ ڪرڻ وارا سفيد بت بہ خاموش هئا؛ ۽ ٻنهي طرفن کان ٿهيل جهوپڙين ۾ رهندڙ اهي ماڻهو بہ، جي انهن بتن جا رکوالا هئا، جي سرحدن جا پهريدار هئا، ٻن ديسن جا چوڪيدار هئا، جنتا جي صلح ۽ امن جا حفاظت دار هئا.

سرحد پار جي جهوپڙين مان هڪ ٽڪرايل انسان جي پريشان دل جي آهہ وانگر دونهون نڪري رهيو هو ۽ اندر ڌيمي ڌيمي ڏيئا بہ ٻري رهيا هئا. ليڪن هن طرف جي جهوپڙي قبر وانگر خاموش هئي. نوجوان پهريدار جهوپڙيءَ جي ٻاهران آلي زمين تي ويهي بت ڏانهن ڏسي رهيو هو. هن جي اکين ۾ آگ جلي رهي هئي. هٿ ڏکي رهيا هئا. چپ سڪي چڪا هئا، جن تي هو رکي رکي پنهنجي زبان ڦيري رهيو هو. پرسان ئي هنجي بندوق رکي هئي، جنهن ۾ هن گوليون بہ ڀري ڇڏيون هيون. هن هڪ جنڀي ڪتي وانگر ڪنهن کي چڪ پائڻ چاهيو ٿي ۽ پنهنجو سمورو زهر هن جي رت ۾ ملائڻ چاهيو ٿي. هن پار جي پهريدار هن جو اپمان ڪيو هو- اهو هنجي برداشت ڪرڻ کان ٻاهر هو.

ڳالهہ ڪجهہ بہ نہ هئي ليڪن تڏهن بہ اهو ٻن ديسن جي سياست جو سوال هو ۽ هو ان تي چپ ٿي رهي سگهيو. جيتوڻيڪ عوام سڀ هڪ آهن، انهن جي سياست بہ هڪ جهڙي ٿيندي آهي؛ ليڪن عوام جا حڪمران نواب ۽ راجا، جاگيردار ۽ پونجي پتي هڪ جهڙا نہ ٿيندا آهن. هن جي راڄ ڪرڻ جا ڍنگ الڳ الڳ ٿيندا آهن. هنجي رهڻي ڪرڻي جنتا کان نرالي ٿيندي آهي. جنهن ڳالهہ جي اجازت نواب پنهنجي ديس ۾ ڏيندو آهي، مهاراجا ان ڳالهہ جي پنهنجي ديس ۾ منع ڪندو آهي. هڪ راڄ جي حڪمران منع ڪئي تہ هن جي راڄ مان ڪابہ استري ٻئي راڄ ۾ نہ پرڻائي وڃي ۽ ٻئي راڄ جو سنڀاليندڙ ڪليل حڪم ڪري ٿو تہ جتان چاهيو عورتون ڪٺي اچو

۽ انهن سان شادي ڪريو، انهن سان پيار پيدا ڪريو، قوم کي وڌايو، قوم کي ڏٺ سان پريو.
هن پار جو حفاظت دار الاجي ڪهڙي؟ طرح هن طرف جي هڪ حسين نوجوان ڇوڪريءَ صابيءَ سان محبت ڪري رهيو هو. هن طرف جي چوڪيدار ديدارسنگهه کي شروع ۾ ان محبت جو هاڪو شڪ پيو ليڪن هن وڌيڪ ڌيان نه ڏنو. هو چاهيندو هو ته صابي انهن سرحدي ٻنن جي پار ڪنهن به صورت ۾ زنده نٿي وڃي سگهي. هنن ٻنهي جو رومانس انهن سفيد ٻنن جي آس پاس ئي بندوق جي گوليءَ سان ختم ٿي ويندو، ۽ عوام جو امن ۽ جنتا جي سياست قائم رهندي ليڪن جڏهن هنجي شڪ، يڪ جي صورت اختيار ڪئي تڏهن هنجو منهو لڙڪيو. هن کي امن ۽ سياست ٻئي ڊانوا ڊول نظر آيا. پنهنجي حد جي سفيد ٻت اڳيان هو هڪ قدم به نٿي کڻي سگهيو. ڇاڪاڻ ته اهو ٻنهي ديسن جي ٺاهه جي خلاف هو، حد ٻنديءَ جي قانون جي خلاف هو. هو صرف پنهنجي ٻت تائين حفاظت جو ذميوار هو - ان ڪان ا تي نه، ۽ صابيءَ جو پريمي ٻت جي هن پار رهندو هو.

۽ اڄ ٻنهپرن جو هن پار جي حفاظت دار هن کي ڌمڪي ڏني هئي ته، "ڪجهه به نٿي... اڄ رات جو صابي منهنجي تنبوءَ ۾ هوندي ۽ پوءِ سدائين لاءِ منهنجي ٿي رهندي."

ديدارسنگهه کي محسوس ٿيو گويا اها ڌمڪي نه رڳو هن کي ڏني پئي وئي، بلڪ هنجي سڄي قوم کي پئي ڏني وئي؛ ماڻهن تي راڄ ڪندڙ راجا کي پئي ڏني وئي؛ ديس جي سياست ۽ مريادا کي پئي ڏني وئي. پوءِ هو ڪيئن چپ رهي سگهي؟ هن بندوق تي هٿ رکندي چيو، "نا ممڪن! شاهه گل اهو نا ممڪن آهي......"

شاهه گل چيو، "مان پٺاڻ آهيان، ۽ پٺاڻ ڪڏهن به ڪوڙ نه ڳالهائيندو آهي..."

ديدارسنگهه چيو، "مان به سک آهيان، ۽ سک هميشه شان تي مرندو آهي..."

شاهه گل ٺهڪ ڏنو، "هاڻ اسانجي حفاظت دارن جو مقابلو نه، اسانجي جنتا جو مقابلو نه، هڪ پٺاڻ ۽ سک جو مقابلو آهي. ٻن قومن جي ٻن شخصن جو مقابلو آهي. ٻن ديسن جي ٻن چوڪيدارن جو مقابلو آهي. منظور آهي توکي...؟"

ديدارسنگهه مڇن تي هٿ ڦيريندي چيو، "منظور! سو وار منظور...!"

شاهه گل وري مشڪندي چيو، "مگر تنهنجوءِ منهنجو ڪو جهڳڙو ته ناهي پاڻ ۾ سردارجي؟"

ديدارسنگهه ان دفعي مشڪيو ۽ چيو، "بلڪل نه. پر صابيءَ کي روڪڻ ته منهنجو ڌرم آهي."

شاهه گل چيو، "تون هن کي نٿو روڪي سگهين. هوءَ منهنجي آهي."

"مان روڪيندس. هوءَ منهنجي راجا جي رعيت آهي."

"ليڪن اسانجون دليون ملي چڪيون آهن. اسانکي دنيا جو ڪوبه راجا نٿو روڪي سگهي".

ديدارسنگهه کي تاءُ اچي ويو. هن بندوق ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "ڏس خان، منهنجي هي بندوق هن کي روڪيندي. منهنجا هي سرحدي ٻت هن کي روڪيندا. منهنجي ديس جو ذرو ذرو هن کي روڪيندو. اسانجي قوم پنهنجي ان ڌيءَ جو اپمان هرگز نه برداشت ڪري سگهندي..."

شاهه گل ڀاڳان وانگر هڪ ڀيانڪ ٺهڪ ڏنو جو سڄي دري ۾ گونجڻ لڳو ۽ پهاڙن سان ٽڪرائجي فضا ۾ گم ٿي ويو. ان ڪانپوءِ هن کيسي مان هڪ ريشمي رومال ڪڍيو ۽ اهو لٺ جي چوٽي سان ٻڌي ديدارسنگهه کي ڏيکاريندي چيو، "هيءُ ڏسي وٺ. جڏهن منهنجي تنبوءَ جي ٻاهران لهرائيندو ڏسين تڏهن سمجهجان ته صابي منهنجي جهوپڙيءَ ۾ اچي چڪي آهي. سمجهيئي سردارجي......"

ديدار سنگهه جون اکيون ٿلجي وڃڻ تي ويئون. هن ڏٺو ته رومال جو رنگ، ڳاڙهو آهي ۽ انجي ڪناري سائي ڌاڳي سان پرويل آهي. هنجي اکين اڳيان لڙائي جي هڪ خوفناڪ تصوير ڦرڻ لڳي جنهن ۾ هزارين بيگناهه شخص ڪٽجي مري رهيا آهن. تلوارون چمڪي رهيون آهن. نعرا گونجي رهيا آهن. سڄي زمين رت سان ڳاڙهي ٿي رهي آهي، ۽ ان نظاري تي انسانيت ٽهڪ لڳائي کلي رهي آهي ۽ پربت ويچارو يوناني ڪلاڪار وانگر ان تئين لڙائيءَ جون نيون تصويرون ولي رهيو آهي؛ ۽ انهن نون خيالن جي تصويرن جا مقصد آهن: "هڪ عورت لاءِ جنگ جنهن ۾ هزارين مري ويا..." - "هڪ ڌاهه لاءِ لڙائي جنهن ۾ لکين مري ويا." ديدار سنگهه ڪجهه به ڳالهائي نه سگهيو. هنجي مڇن جا وار ڦڙڪندا رهيا؛ هٿ ڏڪندا رهيا، چپ سڪندي رهي. ڏاڍي مشڪلات سان هن چيو، "تمام چڱو. شاهه گل... خوب لهرائجان پنهنجي رومال کي. پر اهو به ياد رکجان ته جڏهن منهنجي بندوق جو آواز ٻڌين ته سمجهجان ته صابي هن دنيا ۾ ناهي..."

شاهه گل هيو دفعو وحشي ٽهڪ ڏنو ۽ پنهنجي تنبوءَ ۾ هليو ويو.

( ٢ )

اڃان چنڊ اڀريو ڪونه هو. ۽ سرحد جي دري ۾ اونداهه ۽ خاموشي ٻن سڳڻ ڀائرن ۽ ڀينرن وانگر ٻانهن ۾ ٻانهون وجهي جهومي رهيون هيون. اڄ رات جو ڇا ٿي رهيو آهي- هنن کي معلوم نه هو. ها، سر جهڪائي پربت ائين معلوم ٿي رهيا هئا گويا هنن جو هرهڪ پٿر ڪن سرلا ڪري رهيا هئا. هنن شاهه گل جي ڌمڪي به ٻڌي هئي، ۽ هن جي ارادي جو به اندازو لڳايو هو. ٻن ديسن جي راڄنيتي ٽڪرجڻ واري هئي. ٻن ملڪن جا حفاظت دار پنهنجون پنهنجون بندوقون کڻيو وڙا هئا. هڪڙيءَ ڇوڪري لاءِ- جنهن جو پنهنجي ديس کان ٻاهر وڃڻ ديس جي نيمن جي خلاف هو. حڪمران جي حڪم جو اپمان هو. پرجا جي امن لاءِ خطرو هو. جنهن جي انسانيت هڪ هوندي به هڪ تنگ دائري ۾ قانون ٻڌي رکي هئي. جنهن جي محبت وسيع هوندي به ديس جي ليڊرن تنگ ڪري ڇڏي هئي.

ديدار سنگهه اڃا تائين آلي زمين تي ويهي ڏڪي رهيو هو. هن جي جسم ۾ باز جو روح داخل ٿي ويو جو ڪبوتر کي پرين تي ڌمي جهپٽيندو آهي. هاڻ هڪ معمولي آهٽ تي به هن جا ڪن ڪڙا ٿي ويا ٿي ۽ هٿ خودبخود بندوق تائين پهچي ويا ٿي. هن کي شاهه گل تي نه بلڪ صابيءَ تي زياده غصو اچي رهيو هو——— "ڪتي ڪنهن جاءِ جي- هن کي سڄي ديس ۾ پنهنجي لاءِ ڪو مرد نه مليو- ڪاش اڄ منهنجي هٿ اچي! ڪاش اڄوڪي رات......"

هن آسمان ڏانهن ڏٺو. تارا چمڪي رهيا هئا ۽ چنڊ جي ڪرڻ جو ڪو به لڇڻ نه هو. اونداهه ۽ خاموشي برابر جهومي رهيا هئا. صرف رکي رکي ڪڏهن هوا جا جهونڪا درختن جي پنن ۾ کڙ کڙ جو آواز پيدا ڪري رهيا هئا. ۽ پريان جتي ڳوٺ جا ماڻهو گهري ننڊ ۾ ستا پيا هئا ڪڏهن ڪڏهن ڪتن جي ڀونڪڻ جو آواز اچي رهيو هو.

هن کي ڏک هو ته هن ڏينهن جو صابيءَ جي روڪڻ لاءِ ڪو بندوبست ڇونه ڪيو. ڳوٺ جي ماڻهن کي ڇونه گڏ ڪيو. ڳوٺ جي اختياريءَ واري کي ڪجهيءَ طرح شاهه گل جي ارادن جو اطلاع ڇونه ڏنو. ليڪن هن اهي سڀ ڪم ڄاڻي ٻجهي نه ڪيا هئا. اهو هن جو ۽ هن جي ويرتا جو اپمان هو. هڪ طرف شاهه گل اڪيلو هو، ۽ ٻئي طرف هو ٻين شخصن کي ڪيئن گڏ ڪري! قانون کان مدد جي ڀيک ڪيئن گهري؟ شاهه گل هن کي چڙائي ها، "ڏاڍو

سورمو نڪتين! هڪ ڇوڪريءَ لاءِ ايترا ماڻهو ڳڏ ڪيا اٿيئي. مزو تہ تڏهن ٿئي ها جڏهن تنهنجو ۽ منهنجو اڪيلي اڪيلي جو مقابلو ٿئي ها ......!" انهيءَ ويچار سان ۽ پنهنجي طاقت جي ڀروسي تي هن شاهہ گل جي ڌمڪي قبول ڪئي هئي ۽ هاڻ هو انتظار ڪري رهيو هو. جيڪڏهن هو صابيءَ کي روڪي سگهيو تہ سڄي ديس ۾ هن جو ڌاڪو ڄمي ويندو تہ هو ڪيڏو نہ هوشيار ۽ فرض شناس سرحد جو حفاظت دار آهي. جنهن اڪيلي سر قانون جي پاڪائيءَ جي حفاظت ڪئي. ملڪ جي امن جي حفاظت ڪئي.

هو پسار ڪندي ڪندي اهي ڳالهيون سوچيندو رهيو ۽ بار بار شاهہ گل جي جهوپڙيءَ ڏانهن ڏسندو رهيو، جنهن سج لهڻ کان اڳ ئي پنهنجي لٺ زمين ۾ کوڙي رکي هئي، پر اڃان ان تي رومال نہ ٻڌو هو.

شاهہ گل جي جهوپڙيءَ مان دونهون نڪرڻ بند ٿيو ۽ ٿوري دير بعد ڏيئو بہ وسايو ويو. ديدار سنگهہ هاڻ صرف شاهہ گل جي پيرن جي آهٽ ٻڌي سگهيو ٿي؛ ۽ اهي راڳڻيون بہ جي شاهہ گل لوفرن ۽ لفنگن وانگر پنهنجي معشوق جي وڇوڙي ۾ ڳائي رهيو هو. هو رکي رکي هن کي پڪاري چئي رهيو هو، "ديدار سنگهہ! ٻڌين ٿو يار......! ڏاڍو مزو آهي فراق ۾......" ۽ ديدار سنگهہ وري ٺوڪ سان چئي رهيو هو، "اڃان صابي ڪاڏي آئي اٿيئي ڇا...؟"

"هوءَ جڏهن ايندي تہ جهنڊو لهرائيندو. لال جهنڊو ـ فتح جو جهنڊو......!"

ديدار سنگهہ خاموش ٿي ويو. هن کي اعتماد هو تہ صابيءَ جو اچڻ، ۽ هن جي نظرن کان بچي نڪرڻ نہ رڳو مشڪل مگر ناممڪن آهي ـ بلڪل ناممڪن! شاهہ گل جي وهم ۾ آهي تہ پاڻ ڄڃي هرڪو عاشق اهڙن وهمن ۾ قائل رهندو آهي. هاڻ وقت ئي ٻڌائيندو تہ فتح ڪنهن جي آهي ـ قانون جي يا محبت جي؟ سڪ جي يا پٺاڻ جي؟

رات ڏيري ڏيري، پهاڙن ۽ دري جي مٿان ريشمي پڙدي وانگر سرڪندي سرڪندي، اچي رهي هئي. آسمان جو هڪ حصو چانڊوڪيءَ سان ڀرجي چڪو هو، ليڪن چنڊ اڃان سامهون وارن پهاڙن جي پٺيان هو. شاهہ گل جي جهوپڙيءَ ۾ پوري خاموشي هئي ۽ انڌڪار بہ. گويا ان ۾ زندگيءَ جو ڪوبہ اشان نہ هو. اوچتو پهاڙن جي مٿان چنڊ ظاهر ٿيو. ان جي چوگرد تمام وڏو خال هو. دري جي سموري فضا چمڪي آئي. سرحد جا سفيد ٿڄ چمڪڻ لڳا. اونداهہ خوف کان ڀڄي ويئي.

يڪايڪ ديدار سنگهہ چونڪي ويو جڏهن هن شاهہ گل جي جهوپڙيءَ جي اڳيان لٺ تي ڳاڙهو رومال لهرائيندي ڏٺو. صابي اچي چڪي هئي. لڙائي جو اطلاع ملي چڪو هو. زماني ساز مصور پنهنجا قلم کڻي آيا ٿي ويا، اهي تصويرون چٽڻ لاءِ ـ پر ٿڄ پنهنجون ڇاتيون انهن لاءِ کولي ڇڏيون ـ هو فيصلو نہ ڪري سگهيو تہ هاڻ هن جو فرض يا ڌرم ڇا آهي ـ هن جو قانون هن کي ڇا ٿو چوي ـ هن جي سياست جو ڇا حڪم آهي......؟

هو سفيد ٿڄن کان اڳتي نٿي وڃي سگهيو. زمين ٿڄن جي ڀرسان ملي ضرور ٿي، ليڪن ٿڄ هڪ حد آهن ـ ورهاڱو آهن. جي ٻن ديسن جي وچ ۾ آهن ـ انسان ۽ انسان جي وچ ۾ حدون آهن ڇا جي لاءِ؟ ـ زال لاءِ ـ زمين لاءِ ـ زر لاءِ ـ جيڪي ٽيئي شيون دنيا جي شروعات کان لڙائيءَ جي انهن سببن لاءِ ٺهڪ ڏيندڙ رهيون آهن ـ انسان تي ڇٽرون ڪنديون آيون آهن ـ قانونن تي ٺوڪرني ڪنديون آيون آهن ـ سياست تي ٽڪون هڻنديون آيون آهن.

ديدار سنگهہ جوش ۾ ڏڪي رهيو هو. هن جي اکين ۾ آڳ جلي رهي هئي. هن جي سرحد جو قانون ٽوڙيو ويو هو. هو ٿڄن کان ڪجهہ وکون اڳتي وڌيو. ليڪن وري رڪيو ۽

بندوق سنڀالڻ لڳو. هن کي محسوس ٿيو گويا هتان کان اڳتي جي زمين هن جي پنهنجي ناهي ـ
ڪنهن ٻئي جي آهي؛ شاهه گل جي حاڪم جي آهي، جنهن جو قانون الڳ آهي، سياست الڳ آهي
هو پنهنجي حد ۾ موٽي آيو. ليڪن تڏهن به هن جو جوش، ٺڏو نه ٿيو. شاهه گل ۽ صابي هن
جي قانون تي ٺڪيو هو. هن جي راجا جو ايمان ڪيو هو. هو نئين جوش سان اڳتي وڌيو ۽ وڌندو
رهيو. ايستائين جو هو جهنڊي جي ويجهو پهچي ويو. هن رومال سڃاتو. ڳاڙهو رومال جو
پنهرن جو شاهه گل هن کي ڏيکاريو هو ۽ جنهن کي پنهي جنگ جي نيشاني ٻڌايو هو. هو بندوق
سنڀالي جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو. جهوپڙيءَ جي هڪ ننڍڙي "دريءَ" مان چنڊ جا ڪرڻا اندر
وڃي رهيا هئا، ۽ هڪ ڪنڊ تي شاهه گل ۽ صابي ٻانهون ٻانهن ۾ وجهي مست سمهيا پيا هئا.
گويا هنن کي ڪنهن جي به پرواهه نه هئي ـــ.
ديدارسنگهه پنهي کي ان حالت ۾ ڏٺو ۽ شاهه گل جي ڇاتيءَ جو نشان تاڻي بندوق جي
گهوڙي تي آڱر رکي. ليڪن هن کي اچانڪ شاهه گل جا اهي لفظ ياد اچي ويا ـ "تنهنجو
۽ منهنجو ڪو جهڳڙو نه ڪونهي پاڻ ۾ سردار جي؟" ديدارسنگهه ڏيري بندوق هڪ طرف رکي
۽ سوچڻ لڳو: "شاهه گل سان منهنجو ڪهڙو جهڳڙو آهي......؟" هو ڪو به فيصلو نه ڪري سگهيو.
صابي ان جهوپڙيءَ ۾ آئي ڪٿان؟ هو اهو به نه سمجهي سگهيو.
هو ڏيري ڏيري ٻاهر نڪتو. هن دفعي هن کي محسوس ٿيو نه گويا هن جي پيرن هيٺان
واري زمين صرف شاهه گل جي نه بلڪ سڀني جي آهي ۽ اڪنڊ آهي ۽ هي سفيد پٿر فقط ليڪون
هن جي انسانن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ لاءِ انسانيت جي دشمنن ٺي ڪڍيون آهن. صرف
ڪجهه نوابن ۽ راجائن لاءِ ـ جاگيردارن ۽ سرمايه دارن لاءِ...... هن جوش وچان بندوق جو
نشان سفيد پٿرن ڏانهن ڪيو ۽ گهوڙو دٻايو ـــ فضا ۾ خوفناڪ آواز ٿيو ـــ "ٺا......" شاهه گل
۽ صابي چونڪي ٻاهر نڪتا ـ "ڇا آهي سردار جي؟" ديدار سنگهه عجيب جوش ۽ ڦڙڦاهٽ ۾
چيو، "ڪجهه به ناهي ـ ڪجهه به ناهي ـ انسان ٺٺو ورهاڃي سگهي، شاهه گل! مون هو پٿراڏائي
ڇڏيا آهن. ٻت اڏائي ڇڏيا آهن. اهي نفرت جون نشانيون آهن ـ وير جا جهنڊا آهن ـ جنگ جا
نعرا آهن ـ اسين سڀ هڪ آهيون. اسان جي زمين هڪ آهي......" ۽ پوءِ انهيءَ جوش ۾ هو
ڪڏهن هيڏانهن نه ڪڏهن هوڏانهن ٽهلڻ لڳو ـــ. ۽ شاهه گل ۽ صابي ٻئي حيران ٿي ويا......

---

ـــ ماضي به غيراهم چيز آهي، ۽ حال به، ڇو نه ماضي نالو آهي ان جو، جو ماڻهن کي
اڳين نه هئڻ گهرجي ها! ۽ حال ان جو نالو آهي جو نه هئڻ گهرجي!
اصل چيز مستقبل آهي؛ ۽ ان سان ٿي اسان کي واسطو رکڻ گهرجي.
ـــ ڪنهن ماڻهوءَ جي لاءِ ان کان زياده خطرناڪ احساس ڪونه آهي نه هن اڄ تائين
هميشه "سچ ٻئي ڳالهايو آهي".
ـــ اسان هن وقت اهڙي دور مان گذري رهيا آهيون، جنهن ۾ سڀ غير ضروري
شيون، زندگي جي ضرورتن ۾ داخل آهن!
ـــ سوسائٽي هر جرم کي معاف ڪري سگهي ٿي، پر ان کي نه جو رڳو خيالي پلاءَ ٿو
پچائي ڇاڻي!

(آسڪر وائلڊ)

ابن الياس سومرو

# انجام

هو هٿ جي ٻٽيءَ سان اکين مان ڳوڙها اگهي وري اڳتي پڙهڻ لڳي:

"...... ۽ هڪڙي رات جڏهين تارا پنهنجي ضوفشانيءَ سان آسماني چادر تي چمڪي رهيا هئا، اوچتو ڏنڌ ڇانئجي ويو. ناتال جي سرد هوا جا جهوٽا جسم ۾ لرزو پيدا ڪري رهيا هئا. تيز هوا جي سرسراهٽ ڪان پوتا ۽ وڻن جا پن کڙ ڪڙ ڪري رهيا هئا. هر طرف گهگهه اوندهه ڇانيل هئي. آءٌ پنهنجي گهر ويٺو هوس; رات تمام ڀيانڪ هئي; آءٌ منتظر نگاهن سان دروازي ڏانهن رکي رکي نهاري رهيو هوس، سونکي لکيو هئائين ته رات پوڻ کان اڳ ۾ پهچي ويندس ۽ صبح جو گڏجي آخرين فيصلو ڪنداسين.

"آءٌ سگريٽ دکائي، ڪرسي تي ويهي رهيس. گذريل ڳالهيون دل تي تري آيون: تاج ۽ منهنجي دوستي ڪيڏي نه ڳهاڻي ۽ مشهور هئي; آءٌ تاج کي بحث ۾ مچيندو هوس، خصوصاً طبقاتي ڪشمڪش ۾ آءٌ ڏاڍو چيڙائيندو هوس ڪيس".

"تاج!"

"هون."

"توهان هاري مزدور جو نعرو هئي، پاڻ کي ڏاڍا سياڻا سڏائي رهيا آهيو"، آءٌ ابتدا ڪندو هوس.

"سونکي تيز نگاهن سان نهاري چوڻ شروع ڪندو هو" ۽ توهان پاڻ ڏانهن نگاهه ڪريو."

"اسين آرٽسٽ آهيون، اسين اديب آهيون، ملڪ جي تعمير ۾ حصو وٺون ٿا، آرٽ جي تخليق ڪرڻ اسانجو ڪم آهي."

"تاج جوش ۾ چوندو هو، "ڪيتري قدر نه خوفناڪ آهيو اوهان وچولي درجي جا ماڻهو، جن کان سرمايدار دماغي پورهيو وٺن ٿا ۽ هيٺائين درجي وارن کان جسماني محنت وٺن ٿا". وري هٿ جي آڱر ڪئي خطيبانه انداز ۾ ليڪچر ڏيندو هو، "توهان وچولي درجي جا ماڻهو آهيو جن اسانکي نقصان پهچايو آهي."

"ڪيئن ڀلا؟"

"ڪئي ڪنهن سرمايدار ٻئي سو روپيه هزان ڪڍيا ۽ اوهان اخبار ڪڍي; ايڊيٽر ٿي ويهي سنڌس مداحون پڙهندا آهيو; ڪو ڪتاب لکي سنڌس نالي سان منسوب ڪرڻ يا سچوڻي سنڌس نالي شائع ڪرڻ; تنهن ڪانسواءِ اليڪشن ۾ به ورڪ اوهين ڪريو".

"مگر آءٌ تہ شاهہ عبداللطيف جي رسالي تي تنقيدي شرح لکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. آءٌ اديب آهيان، مونکي آرٽ سان دلي چاهہ آهي".

"محترم!" تاج پيشانيءَ ۾ گهنج وجهي چوندو هو، "اها خوش فهميءَ جي شاعري ٿي ڪريو; ڪراڙ ڏنڍ وٽ ڪو اچ ڏائين ڇڻ سون جو مسافرخانو نہ ٺهرائي سگهيو ۽ هر سان شاهہ جو رسالو مڪمل سرن ۽ سندس اصلي سچي تصوير سان ڇپجي رهيو آهي; ڪراڙ سچي پئي آهي ۽ رسالو ڇپائيندڙ پٽ شريف تي خيالي سونا محل اڏي ايندا آهن!"

آءٌ لاجواب ٿي ويهي رهندو هوس، وري ڳالهائڻ خاطر چوندو هوساس:

"تاج! هن زميندار جو نالو ڇا آهي؟"

"اين - ڊبليو - آر جي انجن." "ها ها ها..."، آءٌ کل ۾ ڦاٽي ويندو هوس. تاج اهو نالو زميندار جي شڪل ۽ قدبت آهر رکيو هو. زميندار ڪارو ۽ ٿلهو هوندو هو، تنهن ڪانسواءِ تاج ٿر جي ذڪر لاءِ ڪيس ذمہ وار سمجهندو هو.

"هڪڙي دفعي هڪ ادبي ڪانفرنس جي اجلاس ۾ ڪراچي ويا هئاسين، واپسيءَ تي، هڪڙو ڏينهن ڪراچي گهمڻ لاءِ مخصوص ڪيو هوسين. مونکي اڃا اهو تڪليف وارو ڏينهن چڱي طرح ياد آهي. بندر روڊ تي رڪشا مان ٽپ ڏيئي لهي پيو: "آءٌ هن مزدور جو پگهر ۽ هي سهڪڻ برداشت نٿو ڪري سگهان". تاج مونکي بہ لهڻ جو حڪم ڪيو. لاچار حڪم مڃئو پيو. چيم، "حاضر سائين". مونکي ڪياماڙيءَ تائين پنڌ ٿي پنڌ هلڻو پيو، سهڪندو سهڪندو بس تي پهتس. مونکي چيائين، "هي مظلوم آهن; هر مظلوم ظالم ڪان اڳ پيدا ٿيندو آهي ۽ پنهنجي مظلوميت جي ذريعي ظالم ۽ ظلم ٻنهي جي تخليق ڪري ٿو".

"خدا جي واسطي تاج خاموش رهہ".

منهنجو دماغ سون سون ڪرڻ لڳو; سڄو وقت خاموش هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو هليس، پر تاج سان اصلي نہ ڳالهائڻ جو خيال ڪري ڇڏيو هوم; هن سان وري ڪڏهن بہ نہ ايندس ڪٿي ڪيترو بہ چوي; دل ٿي دل ۾ قسم کڻندو رهيس; هن سان وري ڪڏهن بہ گهمڻ نہ ايندس - تاج ضدي، آرٽ جو دشمن; باغي، خبر نہ آهي آءٌ غصي ۾ ڇا ڇا چوندو رهيس.

"تاج حاضر جواب بہ ڏاڍو هوندو هو. سندس دل خلوص ۽ محبت جو گلدستو هو جنهن مان هميشہ ٻڪيءَ جي خوشبو پيئي ايندي هئي، انسانيت جو درد هنجو پنهنجو درد هوندو هو; مون کي خاموش ۽ غصي ۾ ڏسي وري مون کي پرچائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. "اچ ريڊيو تي ڏاڍو سٺو پروگرام آهي،" ڪمٽ جي رکيل ڪتابن مان ڪتاب ڳوليندي چوندو هو، "ملڪہ پکراج تنهنجي پسنديده مغنيہ ڳائيندي." "جاڳ سوز عشق جاڳ ...... جاڳ" آهستي آهستي غمناڪ چهرو بنائي، سنجيده تنقيدي صورت بنائي، ملڪہ پکراج جو آواز ٺاهي ڳائڻ لڳندو هو. "جهنم ۾ پوي ملڪہ پکراج،" آءٌ زور سان ڇتي وڃي ساموڻ آتشدان وٽ ويٺو هوس. "ڇو؟ جناب عالي ڪجهہ عرصو اڳ تہ محترمہ تي فريفتہ هوندا هئا، حتيٰ ڪہ امتحان جي پيپرن ۾ بہ سندس راڳ لکي آيا هئا ۽ ناحق فيل ٿيڻو پيو هو سائينءَ جن کي!"

"هاڻ هو حفيظ جالندري جا راڳ ٿي ڳائي، انهيءَ ڪري مون کي نٿي وڻي،" آءٌ جند ڇڏائڻ خاطر چوڻ لڳس.

"بهتر بهتر! پاڪستان جو ابڙو وڏو شاعر! خوب، مگر ڇو؟ ماجرا ڇا آهي؟"

"هو رجعت پرست ۽ قدامت پسند آهي، اڄڪلهہ مون کي سنڌي شاعريءَ سان شوق آهي!"

"خوب! مبارڪ! خليل! خادم، اياز يا شايد اثر!" "هائو، هائو، خاموش!" سخت وحشت ناڪ نموني ۾ زور سان دانهون ڪرڻ لڳس.

"آءٌ وري سگريٽ دکائي، ڪمري جي پٽين ۾ ٽنگيل تصويرن کي ڏسڻ لڳندو هوس: حضرت قائد اعظم؛ ٽروٽن؛ مائوسي تنگ؛ ڪارل مارڪس جي ڊگهي ڏاڙهي، سر سيد احمد خان جي وضع واري.

"آواره هون! آواره هون!!" تاج منهنجو پسنديده گانو ڳائي منهنجو توجه هٽائڻ جي ڪوشش ڪندو هو... "يا گردش مين اڪ آسمان ڪا تارا هون... آواره آواره هون."

مون کي هار مڃڻي پوندي هئي:

"آواره هون... آواره هون" ساڻس هم آواز ٿي چوندو هوس.

"وه مارا!" تاج خوش ٿي چوندو هو ۽ آءٌ هار مڃي وهندو هوس.

"۽ اڄ تاج اچي رهيو هو، منهنجو دوست تاج؛ آءٌ من سان ڳالهين جا پلاٽ ٺاهي رهيو هوس: شاهه لطيف ۽ سچل سرمست تي ڪتابن جو مسودو ڏيکاريندوسانس، جي مون نهايت محنت ۽ تڪليف سان، عرق ريزيءَ سان تيار ڪيا هئا... ڏاڍو مسرور ٿيندو، سنڌي ادبيات ۾ هڪ اضافو ٿيندو. "ٺڪ... ٺڪ... ٺڪ" منهنجي گهر جو دروازو ڌيري ڌيري ڪنهن کڙڪايو تاج آيو پيو ڪير هوندو؛ نڪري ڏٺم ته تاج... سڄو بدن باهه وانگر دکي رهيو هوس، سخت بخار ۾ مبتلا، هان! منهنجي جسم ۾ سنسني پيدا ٿي وئي، اکين اڳيان اونداهه اچي وئي: "تاج! توکي ڇا ٿيو؟" آءٌ خوف ۽ محبت جي جذبي کان ڏڪي رهيو هوس. اندر آڻي ڪمري ۾ سمهاريومانس. دور پري جهنگ ۾ ڪتن جي ڀونڪار جو آواز اچي رهيو هو. آس پاس موت جهڙي خاموشي ۾ اوچتي چرپر پيدا ٿي رهي هئي. ڪيتري دير تاج بستري تي خاموش پيو هو؛ ڪو ڊاڪٽر نه هو، حڪيم نه هو، معاون نه هو؛ آءٌ هوس ۽ بيمار منهنجو دوست تاج.

"پره ڦٽڻ ۾ باقي ٿوري دير وڃي رهي هئي، مگر اڃا ڏنڊ ۽ اونداهه جو هرطرف تسلط هو. مون اٿي گهريو ته تاج مون کان وڃي هليو. هو هوش ۾ آيو ۽ خبر اٿيئي پهريون ڪهڙو سوال پڇيائين!

"رفيق ڪٿي آهي؟ مون کي وڃڻ گهرجي... ٿر ۾ ڏڪار آهي، مون کي ٿر جي سرزمين پڪاري رهي آهي... منهنجي ڪو وات نهاري رهيو هوندو" "هي ڇا ٿو ڪرين تاج!" مون اصرار ڪيو، روڪيو، منٿون ڪيون، خدا جي واسطي تاج تون هينئر نه وڃ، توکي سخت بخار آهي، رستي تي تنهنجي لاءِ زمين جو ذرو ذرو دشمن آهي — هو نه رهيو، ويو هليو ۽ هميشه جي لاءِ ويو هليو. آءٌ مايوس ٿي ويس، غمگين ۽ ايندڙ واقعي جي خوف کان پريشان مگر بي وس... تاج ارادي جو ڏاڍو پڪو هو. مون کي هميشه هنجي اڳيان آڻ مڃڻي هوندي هئي.

"جيڪڏهن آءٌ به ساڻس وڃان ها!" منهنجي دل اڌمو ڪاڏو. آءٌ جلدي سندس پٺيان نڪتس. هو خبر نه آهي ڪيڏانهن ويو. رستو اڃا سنسان هو. ڏنڊ ۽ سردي بدستور جاري هئا. ٿورو ٿورو شبهو ٿيم، متان شاخ تي هجي. مونکي ٿوري ٿوري يادگيري اچڻ لڳي، بعضي هو اتان ايندو نظر ايندو هو، کهڙن پيرن جي وڻن پرسان، رئيسن جي ڳوٺ کان اتر طرف اڌ ميل تي. تڪڙو اوڏانهن پهتس. ڪوبه وڻيل يا موجود ماڻهو نظر نه آيو. موريءَ جي پاسي وٽ تاج جو سرد لاش پيو هو...... مٿي آسمان تي اڪو ٻڪو تارا ٽمڪي رهيا هئا، دور ڳوٺ مان ڪتن جي ڀونڪڻ جو آواز ۽ گهنڊڙين جي ٽڻ ٽڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو، سرد ۽ تيز هوا جون لهرون وڻن جي پنن کي جنبش ۾ وجهي گذري رهيون هيون...... مونکي پنهنجي ادبي عرق

ريزي ۽ محنت تي شڪ ٿيڻ لڳو، ڪٿي آءٌ پنهنجي زندگي ڌوڪي ۾ ته نه گذاري رهيو آهيان. متان آءٌ پنهنجو پاڻ کي فريب ڏيئي رهيو آهيان، شايد آءٌ خود فريبي جي مرض ۾ مبتلا آهيان... ٺيڪ آهي آءٌ شاهه، سچل ۽ سامي تي تحقيقاتي مقالي لکڻ جي ڪوشش پيو ڪريان، مگر انهن جي سر زمين ڏکوئل آهي، ۽ پڪاري رهيو آهي - سرو، وڇولو ۽ لاڙ سڀ نوح خوان آهن، تاج جهڙن جي ضرورت آهي، خبر نه آهي تاج وري ڪڏهن پيدا ٿيندو".

خط پورو ٿيو. ٿوري دير هو خط کي بي اختيار ڏسندي رهي. اکين مان ڳوڙها لڙي خط جي ساڻي ڪاغذ تي ڪري مس ۾ جذب ٿي ويا. سندس هٿن جون آڱريون ڪاغذ جي چوگرد اٽين وڪوڙجي ويون ڄڻ ڪنهن کان انتقام وٺڻ جو انجام ڪري رهي آهي.

---

هڪڙي ايراني ڪهاڻي مترجم: اسد ٽڪڙائي

صادق هدايت

# نفس ڪشي

هن ڪهاڻيءَ جو مصنف صادق هدايت ١٩٠٣ع تهران ۾ ڄائو، ۽ ١٩٥١ع ۾ پئرس (فرانس) ۾ خودڪشي ڪيائين. هو ايران جي چونڊ وارن اديبن جي انهيءَ گروهه سان تعلق رکي ٿو، جن جي ادبي خدمتن کي سڄي دنيا ۾ تسليم ڪيو ويو آهي. هن جي مضمونن کي دنيا جي گهڻين زبانن ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي، ۽ سندس شخصيت ۽ فن تي يورپ ۽ ايشيا ۾ مستقل ڪتاب شايع ٿيا آهن. صادق جي مشهوريءَ جو وڏي ۾ وڏو سبب هن جو مخصوص **نظريہ حيات** آهي. جنهن جي تفصيل ۾ هن افسانا، ناول ۽ ڊراما لکيا آهن. هو نه صرف انساني معاشري کان باغي آهي، بلڪ موجودات عالم کي هيچ، حقير ۽ نفرت جي قابل سمجهي ٿو. هيءَ دنيا هنجي نظر ۾ **انڌي ڇهري** جي دنيا آهي. هنجو عقيدو آهي ته زندگي هڪ لعنت آهي. ۽ صرف **موت** ئي مخلوقات کي انهيءَ عذاب الاهي کان آزادي ڏياري سگهي ٿو. مگر هو آپگهات کي قدرتي موت تي ترجيح ڏئي ٿو. هن جو خيال آهي ته اڪيلائي ۽ خاموشيءَ جو موت هڪڙي وڏي ۾ وڏي دولت آهي، جا هن پست دنيا جي فرومايه انسان کي گهٽي ڇڪڻ کان پوءِ نصيب ٿئي ٿي. هو چوي ٿو ته باز اڏامي ٿو، تمام مٿاهون پهچي ٿو، ۽ فضا ۾ گم ٿي وڃي ٿو. حيوان به اٿين نه ڪندا آهن هو به ڪنهن الڳ ڪنڊ ۾ لڪي ڄڻي دم ڏيندا آهن. انسان بيوقوف آهي جو مرڻ وقت سڄي ڪٽنب کي پنهنجي چوڌاري گڏ ڪري ٿو. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به بليءَ کي مرندي نه ڏٺو هوندو! هندستان جا هاٿي به ائين ڪندا آهن. "شايد انهن ئي نڪرن جو اثر آهي جو هن پيرس ۾ خودڪشي ڪئي. ۽ هن جا اڪثر ڪردار به آخر ۾ خودڪشي ڪندا آهن". هنجي افسانن جا مجموعا "سه قطره خون" "زنده بگور" "سايه روشن" "سگ ولگرد".

ناول "بوف ڪور" "حاجي آقا" "علويہ خانم" ڊراما - "افسانہ آفرينش" "مازيار" "پروين دختر ساساني" خصوصيت سان پڙهڻ جهڙا آهن. انهن پارسي تصنيفن کانسواءِ صادق فرانسيسي زبان ۾ بہ ٻہ ناول Lunatinque ۽ Sam Pinque لکيا آهن. ۽ ژين پال ساوٽر ۽ فرانسيسن ڪانڪا جي ڪن تصنيفن کي بہ پارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

---

حسين عليءَ جي عادت هئي تہ هر صبح جو مقرر وقت تي جاڳندو هو. ڪاري عبا، شلوار ۽ جتي پائي تيز تيز قدم کڻندو، مسجد سپہ سالار کان گذرندو، صفي عليءَ جي پاڙي کان ٿيندو مدرسي ۾ وڃي پهچندو هو. رستي ۾ اهڙي نموني سان ڪنڌ هيٺ ڪري هلندو هو جو ڄڻ ڪنهن نهايت ئي ڳري ڳالهہ تي ويچاري رهيو آهي. منهن مهانڊي ۾ سنجيدو ۽ باوقار لڳندو هو- ننڍيون ننڍيون اکيون، مٽي جا وار ڪجهہ ڪجهہ ڪٽيل ۽ ڏاڙهي مڇن سان ڪتريل هيس. اڪيلائي پسند ڪندڙ ۽ گهٽ ڳالهائيندڙ ماڻهو هو. مدرسي جا پيا استاد نہ هن کي سٺو سمجهندا هئا نہ خراب، پر هنجا پنهنجا شاگرد هن کان ڏاڍو خوش هئا. هو نہ انهن تي ڪڏهن ڪاوڙبو هو نہ ئي هنن کي ڪڏهن ماريندو هو. جيتوڻيڪ استاد جي حيثيت ۾ هو پنهنجي اختيارن کي عمل ۾ آڻڻ ۾ ڍر نہ ڪندو هو تڏهن بہ شاگرد هن جي عزت ڪندا هئا ۽ شوق سان سندس سبق پڙهندا هئا.

هو پنهنجيءَ ئي دنيا ۾ مست رهندڙ، گوڙهو شخص هو. مدرسي ۾ رڳو عربيءَ جي معلم شيخ ابوالفضل سان ئي هن جي سنگت هئي. شيخ صاحب انهن پاڻ ساراهيندڙ ۽ پاهريون ڏيکڻ ويک رکندڙ استادن مان هو جي هر وقت پرو شاگردن تي پنهنجي علمي ڄاڻ جو سڪو ڄمائڻ چاهيندا آهن. هن کي پنهنجي فقيريءَ ۽ پرهيزگاريءَ تي ڏاڍو گهمنڊ هو ۽ اڪثر پنهنجي رياضت جو ڍنڍورو پٽيندو رهندو هو. پاڻ کي دنيا جو فلسوف، بوعلي سينا، رومي ۽ جالينوس جو جانشين سمجهندو هو، ۽ قرآن مجيد جي آيتن ۽ صوفين سڳورن جي شعر کي بنا ڪنهن رنڊڪ جي استعمال ڪندو هو. ماڻهو حيران هئا تہ حسين علي جهڙو سمجهدار ۽ سنجيدو ماڻهو هنجو دوست ڪيئن بنيو.

هو هڪڙي معزز گهراڻي جو چشم و چراغ، عالم، فاضل ۽ هر لحاظ کان سٺون سڌو انسان هو. دارالفنون ۾ تعليم پرايائين - اتان فارغ ٿي ڪي سال پنهنجي والد جي فرم ۾ گذاريائين. ييءَ جي وفات کان پوءِ تهران ۾ اچي ماستريءَ جو شغل اختيار ڪيائين. ننڍپڻ ۾ ئي نهايت ذهين ۽ لائق هو. ان زماني ۾ هڪڙو استاد شيخ عبدالله ڪيس ۽ پاڻس کي گهر ۾ پڙهائڻ ايندو هو. حسين هن کان فارسي ادبيات جا سبق وٺندو هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن خود بہ تصوف جي رنگ ۾ شعر چئي ڏيندو هو. شيخ عبدالله هن کي اڳين وقت جي درويشن جا حالات ٻڌائيندو هو. خصوصاً منصور حلاج جو ذڪر ساڻس ڪندو هو، جيڪو نفس کي ماري اهڙي بلند پايہ کي وڃي پهتو هو جو ڦاسي جي تختي تي بہ "اناالحق" جو نعرو لڳائيندو ويو.

هڪڙي ڏينهن شيخ عبدالله هن کي چيو تہ تنهنجي ذوق شوق کي ڏسي سمجهہ ۾ پيو اچي تہ ماشاء الله هينئر کان ئي تو ۾ روحاني ترقيءَ جي صلاحيت موجود آهي، ۽ جيڪڏهن تون اهل طريقت جي پيروي ڪرين تہ تمام جلدي ڪامياب ٿي سگهين ٿو. هيءَ ڳالهہ گويا حسين عليءَ جي دل تي نقش ٿي ويئي ۽ رياضت نفس جو خيال هن جي ذهن ۾ جيئن پوءِ تيئن وڌڻ لڳو. آخر جڏهن ابتدائي تعليم جو زمانو ختم ٿيو ۽ هي پائر دارالفنون ۾ داخل ٿيا تڏهن حسين علي اتي مذهبي ۽ ادبي مضمونن ۾ پنهنجي قابليتن جا جوهر ڏيکاريا، ۽ نفس جي پاڪائي جو چڱو ڪم شروع ڪرڻ لاءِ مناسب وقت جو انتظار ڪرڻ لڳو. هن جي پاءَ کي حسين جا

ارادا پسند نہ هئا. هو کيس سمجهائيندو هو تہ انهيءَ چار ۾ فاني تون زندگيءَ جي ڏوڙ ۾ تمام پٺتي رهجي ويندين. مگر حسين ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيندو هو ۽ ان کي پيءُ جي تنگ نظريءَ ۽ مادہ پرستيءَ سان تعبير ڪندو هو.

والد جي وفات کان پوءِ ٻنهي ڀائرن جا آهي اختلافات سخت صورت اختيار ڪري ويا، ۽ حسين پيءُ کان منهن موڙي تهران ۾ رهائش اختيار ڪئي. جنهن شيءِ هن جي ارادن کي وڌيڪ پڪو ۽ پختو ڪيو اها هئي ڪرمان جي هڪڙي خدا رسيدہ بزرگ هستي، جنهن تصديق سان چيو تہ جيڪڏهن هي نوجوان ڪوشش ڪري تہ تمام جلد روحانيت جي وڏي درجي تي پهچي سگهي ٿو. اهوئي سبب هو جو گذريل پنجن سالن کان هو اڪيلو رهڻ لڳو. ڪجهہ وقت لاءِ مدرسي ويندو هو، ۽ اتان واندو ٿي مسائل تصوف جي مطالع ۾ محو ٿي ويندو هو.

هن جي جاءِ تمام ننڍي مگر صاف سٿري هئي. گهر جو ڪم ڪار پوڙهيءَ پورچيائيءَ ۽ هڪڙي ننڍي ڇوڪري جي حوالي هو. حسين مدرسي مان واپس اچي نهايت سنڀال سان ڪپڙا لاهي ننگٽي ۾ ٽنگي ڇڏيندو هو ۽ هڪڙي ناسي رنگ جي عبا پائي پنهنجي ڪتب خاني ۾ هليو ويندو هو. ڪتب خاني لاءِ گهر جو وڏي ۾ وڏو ڪمرو مخصوص هو. دريءَ وٽ هڪڙي ڪنڊ ۾ هڪ گاديلو ۽ ٻہ وهاڻا پيل هئا جن جي سامهون ٽپائيءَ تي چند مجلد ڪتاب، مس قلم ۽ ڪاغذ رکيا رهندا هئا. باقي ڪتاب جلد ٻنان ڪمري جي مختلف ڪبٽن ۾ بند هئا. هي سب ڪتاب عرفان نفس، فلسفہ قديم، ۽ تصوف جي باري ۾ هئا.

هو رات جو دير تائين هڪڙي نفتي چراغ جي روشنيءَ ۾ انهن ڪتابن کي پڙهندو رهندو هو ۽ جي ڳالهيون سمجهہ ۾ نہ اينديون يا غير واضح نظر اينديون هيس انهن کي الڳ ڪاغذ تي لکي ڇڏيندو هو جيئن صبح جو مدرسي ۾ شيخ ابوالفضل سان بحث ٿي سگهي. صرف بحث چو تہ صوفين سڳورن جي بلند فڪرن ۽ ڳوڙهن نڪتن کي هو شيخ صاحب کان بهتر ڄاڻندو هو. هن کي اها پروڙ هئي تہ دنيا ۾ هڪ رمزي سرور ضرور موجود آهي جو صرف خدا رسيدہ بزرگن جو حصو آهي، ۽ انهيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن پير و مرشد جو وسيلو ضروري آهي.

هن تصوف جي ڪتابن کي پڙهيو هو تہ شروع شروع ۾ سالڪ جي دل ۾ شڪ جاڳندو آهي انهيءَ ڪري اطمينان جي غرض سان ان کي ڪنهن حق جي ڄاڻو درويش ۽ خدا کي سڃاڻندڙ ساڌو ڏانهن رجوع ٿيڻ لازمي آهي. آخر هن گهڻي تلاش ڪانپوءِ شيخ ابوالفضل کي ڳولهي ڪڍيو هو. هن کي معلوم هو تہ هو حڪيم هلاڻئ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نٿو ڄاڻي ۽ جيڪڏهن ڪو شاگرد هن سان پنهنجي مشڪل جو بيان ڪري تہ هو "اچ آءُ ڪم ۾ رڌل آهيان- سڀاڻي ملجانءِ" چئي ٽاري ڇڏيندو هو. مگر انهيءَ جي باوجود هو هن جو معتقد هو، ۽ هن جي وڏي عزت ڪندو هو ڇاڪاڻ تہ هو نفس جي پاڪائيءَ جي باري ۾ سندس حوصلي افزائي ڪندو هو ۽ جفا طلبيءَ جي ذريعي نفس ڪشيءَ جي موضوع تي حديثن ۽ شعرسان سينگاريل وعظ بہ ڪندو هو. ڪڏهن هو هيءَ حديث تہ "بدترين دشمن جو تنهنجو دشمن ٿي سگهي ٿو، اهو خود تنهنجو نفس ۾ موجود آهي" ۽ ڪڏهن وجديءَ جو هي قول ٻڌائيندو هوس تہ "جو شخص نفس کي ماريندڙ آهي، اهو غازي آهي"، ۽ ڪڏهن هي شعر ٻڌائيندو هوس: جنهن جو مطلب آهي جنگ آهي نفس کي مارڻ ۽ اهوئي مرد جو ڪمال آهي يا هي شعر پڙهندو هو: جنهن جو مطلب آهي تہ شوخ نفس جي خلاف هل.

هڪڙي ڏينهن انهيءَ قسم جي وعظ ۾ فرمايائين تہ "معرفت جي سالڪ کي ڪهي تہ مال متاع، جاهہ جلال، ۽ طاقت ۽ حشمت کان منهن موڙي- ڇو تہ نفس ڪشي بجائي خود هڪ وڏي نعمت، دولت ۽ سعادت آهي. جهڙيءَ طرح مڪتبي چوي ٿو تہ:

گر تو بر نفس خود شڪست آري
دولت جاودان بدست آري.
١

طريقت جا صاحب نفس کي ڪتي ڪتي سان تشبيهه ڏيندا آهن ۽ چوندا آهن تہ هن درندي کي رياضت جي لوهي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏڻ کپي. هيءَ ڳالهہ بہ ياد رکڻ جي قابل آهي تہ هٺ جي نشي ۾ ٻرجي، لڪل ڳجهہ، نادان ماڻهن تي، ظاهر ڪرڻ سالڪ کي سونهين نٿو. ها، هو ڪهڙو شعر آهي حافظ شيرازيءَ جو تہ:

گفت آن يار کزو گشت سردار بلند

البت پير و مرشد جي ڳالهہ الڳ آهي، هن کان مشوري وٺڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي.

حسين علي جيئن تہ خود بہ رياضت ۾ جفاڪشيءَ جي هندي نظريہ جي طرف مائل هو؛ انهيءَ ڪري هن شيخ صاحب جي ڳالهين کي ڌيان سان ٻڌو، ۽ گهر پهچي مثنوي خطي سان فال وڌائين - اتفاق سان هي شعر نظر آيا: جن ۾ نفس ڪشيءَ جي تلقين هئي:

نفس بي عهد است زان رو ڪشتني است
او دني و قبلہ گاه او دنيست
نفس هارا لائق است اين انجمن
مرده را در خور بود گور وڪفن

هن فال سان هنجي حوصلہ افزائي ٿي ۽ نهايت گرمجوشيءَ سان مطالع ۾ مصروف ٿي ويو. انهيءَ ڏينهن هن جن ڪتابن جو مطالع ڪيو، انهن بہ سڀني ۾ نفس ڪشيءَ جي هدايت ڪئي وئي هئي.

رسالي نور وحدت ۾ لکيل ۾ هو تہ "جڏهن سالڪ نفس کي ماري ۽ قلب کي پاڪ ڪري تہ تڏهن لڪل ڳجهہ هن تي ظاهر ٿين ٿا."

مير حسين جي ڪنزالرموز ۾ هي شعر درج هو:

از مقام سر ڪشي بيرون برش
مار اماره است مي زن برسرش.

ڪتاب مرصاد العباد ۾ لکيل هو تہ "اي سيد ڪجهہ ڏينهن رياضت ڪر جيئن تنهنجي دل مان اجايو خيال نڪري وڃي ۽ حق جو خيال انهيءَ جي جڳهہ والاري سگهي."

ناصر خسرو جا هي اشعار آهن: جن جو مطلب آهي تہ نفس هڪ نانگ آهي ان کي مار.

تو داري اژدها اے بر سر گنج
بڪش اين اژدها فارغ شو از رنج
وگر قوتش دهي بہ زهره باشي
ز گنج اے ڪران بے بهره باشي

هنن تمام شعرن ۽ عبارتن کي پڙهڻ کان پوءِ، حسين عليءَ جي دل ۾ رياضت جي فضيلت جي باري ۾ ڪنهن شڪ شبهي جي گنجائش نہ رهي، ۽ هن جي خواهش ٿي تہ اڪ چنب ۾ تزڪيہ نفس جون تمام منزلون طي ڪري وٺي. مگر هڪڙو غم هن کي ڳاري رهيو هو. ڪن شعرن جي حقيقي معنيٰ هن جي سمجهہ ۾ نہ ٿي آئي؛ مثلاً حافظ شيرازي جي هن شعر جي: جنهن جو مطلب آهي تہ ٻنهن جي وقت کي غنيمت سمجهہ جو پڇاڙيءَ جي تہ ڪا خبر نہ آهي!

هر وقت خوش کہ دست دهد مغتنم شمار
کس را وقوف نیست کہ انجام کار چیست!

يا هن شعر جي: تہ هن زندگي جي گهڙي ساعت اوکي آهي.

حدیث از مطرب و مئي گو و راز دهر کمتر جو
کہ کس نکشود و نکشاید بحکمت این معمارا

هن کي اهو تہ معلوم هو تہ مئي، ساقي، پير مغان، خرابات وغيره هي سڀ ڪلمات صوفيائي ڪرام جا ڪنايات ۽ اصطلاحات آهن، مگر هو عمر خيام جي هن رباعي جي شرح ڪئي ڪري سگهيو: جنهن ۾ چيل آهي تہ دوزخ ۽ بهشت ڪنهن بہ ڪونہ ڏٺو آهي.

کس خلد و جحیم را ندیداست اے دل،
گوئی کہ ازان جهان رسیداست اے دل!
امید و هراس ما بچیز است کہ دران،
جز نام و نشانے پدید است اے دل!

هي ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا اشعار هن کي مايوس ۽ غمگين ڪري ڇڏيندا هئا. هو سوچيندو هو تہ هي شعر روحانيت کي خيال خام سمجهن ٿا ۽ آءٌ انهيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهيان. هي استاد عيش و عشرت جي تلقين ڪن ٿا، ۽ آءٌ ڪيف و نشاط کان ڀري ڀڄي رهيو آهيان. مگر اڃان تائين ڪجهہ بہ تہ حاصل ڪري نہ سگهيو آهيان! ڇا منهنجي محنت ۽ ڪاوش اجائي ويندي؟

هي شڪ ۽ شبها هڪ خوفناڪ ڀاڄي وانگر هن جي پٺيان لڳندا رهيا. هن انهن وسوسن کي دور ڪرڻ لاءِ گهڻي ئي ڪوشش ڪئي، مگر ياس ۽ قنوطيت روز بروز وڌندي وئي. هن جي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ ڇا ڪري. لاچار هن پنهنجي رياضت جو آغاز ڪيو. ڪاڏو اڃان بہ گهٽ ڪري ڇڏيائين ۽ ڪڪائين هند تي سمهڻ لڳو. مگر هاڻي شهوت جي ديو جي پڪڙ بہ سندس نفس تي مضبوط ٿيندي وئي. آخر هڪڙي ڏينهن تنگ ٿي هن پنهنجي مرشد شيخ ابوالفضل کان مشوري وٺڻ جو خيال ڪيو. انهي ڏينهن شام جو پنهنجي ڪاري عبا، سلوار ۽ جتي پائي ۽ تڪڙو تڪڙو هلندو وڃي شيخ صاحب جي گهر پهتو.

اتي ڇا ٿو ڏسي تہ هڪ شخص غم ۽ غصي جي عالم ۾ شيخ صاحب جي دروازي تي دانهون ڪري رهيو آهي.

"هن شيخ کي چئو تہ آءٌ ڪورٽ ۾ ڪيس ڪرڻ کان سواءِ نہ رهندس. غضب خدا جو منهنجي ڀڄيءَ کي خدمتگاري لاءِ ملازم رکيو هئائين يا پنهنجي منهن ڪاري ڪرڻ لاءِ. سچ ٿو چوانءِ، هن سان شادي ڪر، ورنہ ٻاهر نڪر تہ تنهنجو رت نہ پيان تہ منهنجو نالو ناهي. هاءِ انسانو! منهنجي جوان ڇوڪريءَ جي آبرو مٽيءَ ۾ ملي وڃي ۽ اوهين چپ چاپ تماشو ڏسندا رهو. ڪڍو ٻاهر هن بي غيرت کي!"

حسين عليءَ کان هاڻي برداشت ٿي نہ سگهيو اڳيان وڌي چيائين تہ:

"منهنجا ڀاءُ هي شيخ ابوالفضل صاحب جو گهر آهي: توکي غلط فهمي ٿي آهي."

هن شخص وري بہ ڪاوڙ ۾ چيو تہ:

"منهنجي روبرو هن بي ايمان جو نالو بہ نہ وٺ. بي حيا، شيخ بنجيو پيو ڦري. گهر ۾ ماءُ پيءُ ڪانهيس جو معصوم ٻارڙيءَ جي حياتي تباهہ ڪري ڇڏيائين!"

حسن علي جڏهن ڏٺو ته هتي معاملو ٻيو آهي ته هو آتان کسڪي ويو، مگر هي واقعو هن جو اکين کولڻ لاءِ ڪافي هو. هن خيال ڪيو: ڇا هي سچ آهي! ڇا هن شخص ڏوڪو ته نه ڪاڏو آهي! ڇا شيخ ابوالفضل جو مونکي نفس ڪشيءَ جي تلقين ڏيندو هو، رياضت جي ميدان ۾ پٺتي رهجي ويو! ڇا هن جا قدم ٿڙڪي ويا، يا رڳو مونکي ئي الو بنائي رهيو هو!

هنن سوالن جو جواب حسن عليءَ لاءِ تمام ضروري هو. هن خيال ڪيو ته جيڪڏهن هي سچ آهي ته جيڪي به صوفيائي ڪرام ٿي گذريا آهن، ڇوندا ڪجهه ۽ ڪندا ڪجهه هئا، يا هي فعل رڳو شيخ ابوالفضل تائين محدود آهي! ڇا انهن حالتن ۾ مونکي ڪائنس مشورو وٺڻ کپي! ڇا مونکي ان جي نصيحتن تي عمل ڪرڻ کپي؟

هو انهيءَ سوچ ۾ ڪجهه دير ديوانه وار رستن جا چڪر ڪاٽيندو رهيو. پوءِ هڪ بازار ۾ پهتو، جتي گهڻي پيڙ لڳي پيئي هئي. هيءَ انهن ماڻهن جو هجوم هو جن کي هو مادهه پرست ۽ بداخلاق سمجهي هنن جي پرسان لنگهڻ به پسند نه ڪندو هو. مگر هينئر هن کي محسوس ٿي رهيو هو ته هي مادهه پرست ۽ بداخلاق ئي اصل ۾ انسانيت جو عروج آهن. گهٽ ۾ گهٽ هو پنهنجي ڪمزورين کان واقف آهن ۽ هتي هنن بازارين ۾ اچي بيباڪيءَ سان انهن جو اعتراف ڪندا آهن. هنن جي خواهش ٿي ته هنن سان کلهو ڪلهي سان ملائي هلي، مگر اوچتو شيخ صاحب جي گهر ڏانهن وريو. سندس دروازو کڙڪايائين. هڪڙي زال ٻاهر نڪتي، ۽ هنجو نالو پڇي هلي وئي. گهڻي دير ڪانپوءِ دروازو پيهر کليو، ۽ آها ساڳي عورت هن کي شيخ صاحب جي ڪمري ۾ وٺي وئي.

شيخ صاحب هڪڙي تڏي تي ويٺو هو. سندس پرسان ڪجهه ڪتاب کليا پيا هئا. سامهون هڪڙو رومال وڇايل هو جنهن تي رکي ماني ۽ بصر رکيل هو. پيرن جو ڪوڪو پڌي چڻ ته شيخ صاحب چرڪ پريو ۽ تسبيح ڦيرڻ بند ڪيائين ۽ حسن عليءَ کي چيائين:

"پٽ هيڏانهن اچ نه - اڄ اسان فقيرن جو ڪاڏو به ته چکي ڏس."

"جي نه، مهرباني آءٌ مخل ته نه ٿيس؟ هتان لنگهيس پئي، خيال ڪيم ته توهان سان ملبو وڃان."

"اڙي تون هي ڪهڙيون ڳالهيون ڪري رهيو آهين؟ تنهنجو پنهنجو گهر آهي. جڏهن وڻئي، تڏهن هليو ايندو وڃ!"

حسن ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو ته اندران هڪ شور ۽ غوغا بلند ٿيو. ڇا ٿو ڏسي ته هڪڙي ٻلي منهن ۾ پڪل ڪڪڙ کڻيو ڀڳي وڃي، ۽ آها ساڳي زال جا هن کي اندر وٺي آئي هئي، سا ٻليءَ جو پڇو ڪري رهي آهي. شيخ صاحب هي ڏٺو ته يڪدم وس ڪان نڪري ويو، ۽ پنهنجي عبا لاهي ڦٽي ڪيائين ۽ ڪنڊ سان لڪڻ کڻي، هڪدم ٻليءَ جي پٺيان پيو. ڏهن پندرهن منٽن ڪانپوءِ سهڪندي واپس آيو، ۽ حسن علي کي چيائين ته:

"توکي معلوم آهي! ٻلي جيڪڏهن ست سؤ دينارن کان وڌيڪ نقصان ڪري ته شرعاً هن کي مارڻ واجب آهي."

حسين کي يقين ٿي ويو ته هي شيخ صاحب واقعي ذليل ماڻهو آهي ۽ هو شخص جو اڄ هن تي الزام لڳائي رهيو هو. بلڪل سچو هو. پوءِ هن اجازت گهري:

"معاف ڪجو، مون اوهان جو وقت ضايع ڪيو: هاڻي اجازت ڏيو وڃان."

شيخ صاحب هن کي دروازي تائين ڇڏڻ آيو. ڪوٺيءَ ۾ اچي حسين علي سوچيو: "هي شيخ صاحب ڪيڏو نه مڪار آهي! گهر ۾ پنهنجي لاءِ ڪڪڙ پچارائي ٿو ۽ ظاهر هي ٿو ڪري ته بصر ۽ رکي ماني کانسواءِ ٻئي ڪنهن به شيءِ کي هٿ ئي نٿو لائي. نوجوان ڇوڪرين کي پنهنجي گهر ۾ نوڪري ڏيئي، هن تي پنهنجي هوس جو شڪار بنائي ٿو، ۽ چوي هي ٿو ته ڪنهن ڌارئين زال ڏانهن نهارڻ به عظيم گناهه آهي!"

اونداهي پکڙجي رهي هئي. حسين وري به هڪڙو دفعو ماده پرست ۽ بداخلاق ماڻهن جي هجوم ۾ شامل ٿي ويو، ۽ بلبن جي روشنيءَ ۾ راهگيرن جي منهن جو جائزو وٺندو رهيو. اهي ماڻهو جي زماني جي رنج ۽ غم کان اڻکجي رهيا هئا، جن کي هو دولت ۽ شهوت جو غلام سمجهندو هو، اڄ هن کي پنهنجي پاڻ کان زياده عقلمند ۽ وڏا نظر اچي رهيا هئا. هنجي جيءَ چاهيو ته هو به انهن جهڙو ٿئي ۽ هنن غلط روحانيت کي بدنام ڪندڙن جي بلندين تان ڪري انسانيت جي گهرائين ۾ غرق ٿي وڃي.

اهي ئي خوفناڪ خيال، اهي ئي شڪ شبها، هن کي وري پريشان ڪرڻ لڳا. هن کي محسوس ٿيو ته هن جي زندگي ائين ئي فضول گذري. پراڻيون يادون وري هنجي ذهن ۾ تازيون ٿيڻ لڳيون. هن خيال ڪيو ته: ننڍپڻ ۾ منهنجا ساٿي راند روند ۾ مصروف هوندا هئا ۽ آءٌ صرف نحو جي خشڪ ڪتابن جو مطالعو ڪندو رهندو هوس. جوانيءَ ۾ جڏهن منهنجو ياءُ عشق ۽ عاشقي ڪندو رهندو هو، تڏهن آءٌ مسائل تصوف جو مطالعو ڪندو رهندو هوس؛ ۽ هيئنر جڏهن ماڻهو عيش عشرت ۽ کاڌي پيتي جي ڏڻن ۾ مصروف آهن، آءٌ فاقا ڪڍان ٿو ۽ ڪنڊن جي سيج تي سمهان ٿو: آخر هن جفاڪشي جو مونکي ڪهڙو ڦل مليو؟

هيئنر چنڊ ڪڪرن جي آڙ مان نمودار ٿي رهيو هو. انجي روشني زمين تي پکڙجي رهي هئي. انهيءَ چنڊ کي جڏهن هو ڪتب خاني جي دريءَ مان ڏسندو رهندو هو ته هنکي محسوس ٿيندو هو ته ان چنڊ ۾ ڪا پراسرار معنيٰ پوشيده آهي. ليڪن هيئنر جڏهن هو ماده پرست عوام جي هجوم ۾ بيٺل هو، هن کي نور جو هي سرد گولو بي معنيٰ نظر آيو. هنجا حواس گم ٿي رهيا هئا. هن جو دماغ ڦاٽي رهيو هو. هنجا عضوا جواب ڏيئي رهيا هئا. ماڻهن جو هجوم هنکي جنهن طرف ٿيلهي رهيو هو، هو انهيءَ طرف ڌڪجي رهيو هو.

ٻوءِ چئني طرف خاموشي ڇانئجي وئي. دوڪان بند ٿي ويا. انهيءَ وقت هو خيابان علاؤالدين ۾ اڪيلو ئي اڪيلو بيٺل هو. ڪنهن ويجهڙائي مان هن کي خواب آور راڳ جو هلڪو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هن منهن مٽي ڪري انهيءَ طرف ڏٺو. هن جي نظر هڪ دڪان تي پئي. انهيءَ دوڪان تي هڪ سائين بورڊ لڳل هو. ان تي "ميڪسر" جو لفظ لکيل هو- هو غيرارادي طور ان ۾ داخل ٿي ويو، ۽ هڪڙي ميز تي اچي ويٺو.

هن کي ميڪدي ۾ اچڻ جي عادت نه هئي: بلڪ اڄ ڏينهن تائين هو ان جي ويجهو به نه ويو هو. سو هو نهايت حيرت سان چئني طرفن نگاهه ڦيرائڻ لڳو. هر طرف شراب، پڪل گوشت ۽ هڪ خاص قسم جي ٻوءِ پکڙجي رهي هئي. ميڪدي جي فضا دونهانجي رهي هئي. سامهون ڪائونٽر تي ٺندري قد ۽ وڏين مڇن وارو هڪ شخص ويٺو جو حساب ڪتاب ڪري رهيو هو. هن جي سامهون ٻاٽلين جي هڪ قطار لڳي پيئي هئي. ڀرو ڀري هڪ نوجوان ڇوڪري پيانو وڄائي رهي هئي، ۽ هڪ ٻيو ڇوڪرو وائلن تي هن سان سر سان سر ملائي رهيو هو. هنن جي سامهون ميزن تي عجيب عجيب صورتن وارا گراهڪ ويٺا هئا.

حسين علي ڇرڪيو. هڪڙي حسين ۽ جميل ڇوڪري هنجي سامهون اچي بيٺي، ۽ ڪلندي خوش نوا لهجي ۾ پڇيائينس: "پيارا شراب جو هڪ جام ته پيار يند بن ؟"

حسين علي بي اختيار چيو، "تشريف رکو".

ڇوڪريءَ هڪ پيش خدمت کي آواز ڏنو ۽ شراب جي فرمائش ڪئي. حسين علي هي تالو ڀرين ڪڏهن نه پڏو هو. پيش خدمت، بوتل ۽ جام رکي، هليو ويو. ڇوڪري هنجي پرسان ٽي ويٺي، ۽ ٿورڙو شراب پاڻ حسين عليءَ کي ڏنائين. هو نڪ ۽ منهن بند ڪري، پنهنجي عمر جو پهريون جام پي ويو. انهيءَ وقت وائلن جي تارن مان دردناڪ دانهون نڪري رهيون هيون. هن جو جسم گرم ٿي ويو. هن جا حواس بجا ٿيا، ۽ هن کي اهي تمام اشعار ياد اچڻ لڳا جي هن صوفيائي ڪرام جي ڪلام ۾ شراب جي مدح ۾ ڏٺا هئا.

زرد رنگ جو هي قفقازي شراب تمام ڪڙو ۽ بدبودار هو. هن جي پاسي ۾ ويٺل اها گرجستاني ڇوڪري ڪجهه اهڙي حسين نه هئي، مگر هوءَ هن کي جام ٽي جام پياري رهي هئي ۽ هو بلا تامل پيئندو ويو، ڇو ته هن جي مرضي هئي ته بلند فڪرن تان ڪري تاريڪ ترين لذتن جي هيٺاهين ۾ اهڙو تماشو ٻنجي وڃي جو ماڻهو هن جي ذات تي خوب کلن.

هاڻي شراب پنهنجو رنگ ڄمايو هو. زور زور سان هي شعر ڳائڻ لڳو:

هنگام تنگ دستي در عيش ڪوش و مستي
کين ڪيميائي هستي قارون ڪند گدا را.

گرجستاني ڇوڪري هن جي اکين سان اکيون ملائي کلي رهي هئي. هن کي خيال آيو: عرفاني قديم پنهنجي شعرن ۾ معشوق جا جي اسرار ۽ رمزون بيان ڪيون آهن، اها منهنجي آغوش ۾ ويٺي آهي؛ هن طوائف زاديءَ جي بيباڪ نگاهن، غازه آلود ڳلن، ٺڪل جسم ۽ جذبن کي اڀاريندڙ ادائن ۾ به موجود آهن؛ ۽ پنهنجي انهيءَ خيال تي هن کي بي اختيار کل اچي ويئي. هو ڇرين وانگي ٽهڪ ڏيڻ لڳو. هو تمام خوش هو. اڄ هو انهيءَ هوا ۾ ساهه کڻي رهيو هو جتان صوفيائي ڪرام پنهنجون کل تشبيهون ۽ استعارا ورتا هئا. اڄ هو پنهنجي ٽيهن سالن جي زندگيءَ جي سيني ۾ مايوس اميدن ۽ دٻيل خواهشن کي ٻوڙو ٿيندي ڏسي رهيو هو.

پيش خدمت بل کڻي آيو. هن پنهنجي ڏڪندڙ آڱرين سان پئون ڪڍي ڇوڪريءَ کي ڏنو، ۽ هن جي چيلهه ۾ هٿ وجهي "ميڪسم" ڪان ٻاهر نڪتو. هن جا قدم ٿڙي رهيا هئا. ڇوڪري رڪشا واري کي آواز ڏنو. رڪشا تي ويهي هن پنهنجو مٿو ڇوڪري جي سيني تي جهڪائي ڇڏيو، ۽ هن جي سرخ ۽ سفيد جسم جي خوشبوءِ سونگهڻ لڳو. دنيا هن جي اکين ۾ ڦرڻ لڳي. هن جي اکين جي پتلين ۾ روشني اچڻ لڳي. هنجي هم نشين هن کي نرم لهجي ۾ درد ڀريل گيت ٻڌائي رهي هئي.

رڪشا حسين عليءَ جي گهر جي سامهون بيٺي ۽ هو ٻئي اندر داخل ٿيا. هو هن کي پنهنجي ڪڪائين بستر واري خوابگاهه ۾ وٺي وڃڻ جي بدران پنهنجي ڪتب خاني ۾ وٺي ويو. جتي دريءَ جي پرسان ڪنڊ ۾ گاديلو ۽ ٻه وهاڻا رکيل هئا، ۽ جتي هڪڙي ٽپائي تي نفس ڪشيءَ جي پرچار ڪندڙن جون تصنيفون رکيون هيون.

ٻه ڏينهن گذري ويا. حسين علي مدرسي ۾ پڙهڻ نه ويو. ٽئين ڏينهن اخبارن ۾ ڇپيو: "نهايت افسوس سان هيءَ خبر ظاهر ڪئي ويئي آهي ته مقامي مدرسي جي نوجوان معلم، آقا مرزا حسين عليءَ خودڪشي ڪري ڇڏي - خود ڪشيءَ جو ڪوبه سبب معلوم نه ٿي سگهيو."

— «مصيبت» سان همدردي آسان آهي، پر خيال سان همدردي ڪرڻ نهايت دشوار!
— خلوص هر حال ۾ برو آهي، ٿورو آهي ته خطرناڪ آهي، ۽ جي وڏي وجي ته پوءِ مهلڪ!
— اسان جي سوسائٽيءَ کي جرم مان ايترو نقصان ڪونه ٿو پهچي، جيترو مجرم کي سزا ڏيڻ سان!
— دنيا کي بنايو آهي، ... ن! ۽ ان ۾ وسندڙ ماڻهو دعويٰ ڪن ٿا عقلمنديءَ جي!
— انسان پنهن جي جاءِ ۾ خود هڪ قسم جي تڪميل آهي!
— ادبيات ۽ صحافت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ صرف هي ته ادب کي پڙهيو نه ٿو وڃي، ۽ صحافت پڙهڻ جي لائق نه آهي.
— هڪ متقيءَ ۽ گنهگار ۾ صرف ايترو فرق آهي جو هو ماضيءَ ۾ رهي ٿو، ۽ هي، مستقبل ۾!
— مان حيوان کي ته برداشت ڪري سگهان ٿو، پر حيواني دليل کي نه!
— خوبصورت عورتن جا بدصورت مڙس، در اصل مجرم قسم جا ماڻهوئي آهن.
— تعليم سٺي شيءِ آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ان حقيقت کي پيش نظر رکڻ ضروري آهي ته دنيا جي ڪابه چيز جا واقعي سکڻ جي قابل آهي، سا ته سيکاري نه ٿي سگهجي!
— ڪوڙ جو مقصد، صرف دلڪشي ۽ مسرت آهي، تنهن ڪري ڪوڙو انسان، گويا مهذب سوسائٽيءَ جو بنياد ٿئجي!
— ڪي ماڻهو سمجهن ٿا ته حسن هڪ سطحي چيز آهي، پر غالباً ايتري قدر سطحي نه آهي، جيترو سندن خيال!
— تجديد شباب جي تدبير صرف هي آهي ته ماڻهو دوباره پنهن جي جوانيءَ جي حماقتن ۾ مبتلا ٿئي.
— چوڻ جي لائق در اصل آهي ڳالهيون آهن، جن کي اسان وساري ڇڏيو آهي.
— جڏن ڪيترا ماڻهو رڳو ڳوڙهن اڪائڻ لاءِ ڪلڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، تڏن ڪيترا ماڻهو اهڙا به آهن؛ جي پنهن جي جهل کي لڪائڻ لاءِ ٻين کي تعليم ڏيڻ جو ڍنگ اختيار ڪندا آهن.
— خوبصورت هجڻ، نيڪ هجڻ کان بهتر آهي، پر بدصورتي جي مقابلي ۾ نيڪ هجڻ به غنيمت آهي!
— دوستن جي تڪليفن تي همدردي ڪرڻ معمولي چيز آهي، اها ته هرشخص ڪري ٿو؛ پر دوستن جي ڪاميابي تي خوش ٿيڻ ۽ همدردي ڪرڻ، بلند فطرت ماڻهوءَ جو ڪم آهي.
— ڪيتري نه افسوس جي ڳالهه آهي، جو زندگي جا سبق اسان کي ان وقت ملن ٿا، جڏهن هو اسان لاءِ بيڪار ٿين ٿا.

(آسڪر وائلڊ

# مضمون

# ادب ۽ زندگي

علامه آءِ. آءِ. قاضي

اڄ هتي خاص طور هڪ ڳالهه جو ذڪر ڪندس ته ھي جو "لکڻ" تي ادب ۽ شاعري جو هيڏو سارو انسٽو پڏو ويو آهي اهو "لکڻ" دراصل آهي ڇا ۽ انجي انسان کي ڇا لاءِ ضرورت درپيش اچي ٿي!

سنڌي به آخر انسان آهن. انهن جو هيترو لکيو آهي تنهن لاءِ هنن شاباس ته بيشڪ لهڻي پر اهو به ڪڏهن سوچيو اٿن ته لکڻ ڇا؟

"لکڻ" دراصل اسانجي جذبات جي اظهار جو هڪ ذريعو آهي، جنهن وسيلي کي لکڻ يا ڳالهائڻ سان ساري مخلوقات استعمال ڪري ٿي. جانور ڳالهائين ٿا. توهان گهوڙي جي "هڻڪار" نه ٻڌي آهي؟ هو به پنهنجي نموني ۾ پنهنجي خواهش جو اظهار ڪري ٿو. اها ٻي ڳالهه آهي ته انهن جو آواز ۽ ٻولي ٻئي نموني جي آهي ۽ اها اسان نه ٿا سمجهي سگهون. هڪ شاعر انهيءَ ڪري چيو آهي ته "ڏسو ته گهوڙو ڪهڙو نه شاندار جانور آهي پر انهيءَ تي جيترو افسوس ڪجي اوترو ٿورو، ته هو غريب ڳالهائي نٿو سگهي ۽ نطق جي ڏات کان محروم آهي".

انسان به "حيوان ناطق" آهي يعني ڳالهائيندڙ ساهه وارو. کيس ڳالهائڻ جي ڏات ٻين حيوانن کان ممتاز بنائي ٿي ۽ اها گويائي جي طاقت آهي جنهن کيس صحيح معنيٰ ۾ انسان بنايو آهي.

بنيادي طور فقط ٻه اکرا اشتقاق آهن جن مان پوءِ ٻيا آواز ۽ الفاظ جڙندا ويا. لفظن مان ٻوليون ٺهيون جي وڌنديون ويجهنديون هن وقت دنيا جي هزارها مختلف زبانن تي مشتمل آهن. مصيبت اها جو هاڻي انهن زبانن جي درجي بندي ڪري انسانن انهيءَ تي جهڳڙڻ شروع ڪري ڏنو آهي ته ڪنهن جي زبان وڌيڪ ممتاز آهي.

ٿا سمجهون ته هر زبان جو بنياد ۽ اصول اهوئي هڪ آهي ته اسان پنهنجي جذبات جو اظهار موزون نموني ۾ ڪري سگهون ۽ انهيءَ تي ئي اکتفا ڪريون ڇاڪاڻ ته قدرت اسانکي نطق جي ڏات ڏئي ٻين حيوانن کان ممتاز ڪيو آهي انهيءَ ڪري ڇو جانور وانگر فقط هڪ ٻئي سان جهڳڙوندا رهون.

قرآن شريف ۾ آهي ته: "الرحمان علم القرآن خلق الانسان علم البيان"

انسان جي تخليق بعد سڀ کان اول انکي "بيان" سيکاريو ويو. جنهن کي اسان "زبان" يا "نطق" جو نالو ڏيون ٿا. ان نعمت عظميٰ عنايت ٿيڻ بعد ئي انسان "حيوان ناطق" ٿيو ۽ منجهس ٻرجهڻ جي پروڙ پيدا ٿي. انهيءَ لائق ٿيو ته جيئن سمجهي ۽ محسوس ڪري ڪجهه ڳالهائي، ۽ ڪجهه لکي سگهي.

پر جيڪڏهن هن قدرت جي ڪتاب مان ڪجهه به نه پڙهيو ۽ پروڙيو ته پوءِ لکندو ڇا ۽ ڳالهائيندو ڇا؟

ظاهر آهي ته "لکڻ" لاءِ سڀ کان اول ضرورت پڙهڻ جي آهي. پڙهيون آهن قدرت جون آهي "آيتون" جن ۾ قدرت جا سمورا راز پنهان آهن. انهن آيتن يا نشانين جي پروڙ کانسواءِ اسان ۾ ڪا به سمجهه يا پرجهه پيدا ٿي نٿي سگهي، جنهن مان اسان جو احساس جاڳي ۽ اهو نطق ذريعي پنهنجي اظهار جي ضرورت محسوس ڪري.

آرسيءَ ۾ عڪس فقط انهيءَ شيءِ جو نظر ايندو آهي جا انجي اڳيان هوندي آهي، اهڙي طرح سان جيڪڏهن اسان ڪنهن ڳالهه ڪي ڏٺو يا پڙهيو نه هوندو ته رد عمل طور اسان ڪجهه به چئي يا لکي نه سگهنداسين!

ڪلام الاهي ۾ قدرت جي انهن ڪمالن کي نظر انداز ڪندڙن کي "گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا" سڏيو ويو آهي، جي سڀ ڪجهه اڳيان هوندي به نٿا ڏسن!

جيسين اسين انهن قدرتي ڪرشمن جي مشاهدي ماڻڻ لائق نه ٿيا آهيون، تيسين اسانکي ڪو به حق ناهي جو پنهنجي زبان يا ٻوليءَ جي بهتري يا برتري لاءِ ڪنهن سان برسر پيڪار ٿي سگهون، ڇاڪاڻ ته اصل ۾ دنيا جي سمورين زبانن جو ماخذ هڪ هئڻ ڪري سندن هڪ ٻئي سان نهايت گهاٽو ۽ گهرو تعلق آهي ۽ اهي هڪ ٻئي ۾ اهڙي طرح جڪڙيل آهن جهڙيون زنجير جون ڪڙيون!

آءٌ هتي هڪ مثال ڏئي ان اختلاف کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. "ديبل" اکر توهان سڀني ٻڌو آهي ۽ ڪيترا دفعا پڙهيو ۽ عرب تاريخ نويسن جي ڪتابن ۾ پڙهيو آهي. توهان مان ڪنهن اها تحقيقات به ڪئي آهي ته آيا اهو "ديبل" آهي ڇا؟ ڪنهن ماڻهو جو نالو آهي يا جانور جو، آخر هڪ شهر تي اهو نالو ڇو رکيو ويو. توهان ڪڏهن اهڙي زحمت گوارا ڪرڻ جي ضرورت نه سمجهي هوندي.

اسانکي "هي تنهنجو"، "هي منهنجو" انهيءَ تان جهڳڙڻ کان فرصت هجي ته انهن مسئلن تي سوچيون. سڀڪو پنهنجي قبضي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ غلطان آهي، اهو نٿو سمجهي ته: (ان الارض لله) زمين الله جي آهي. ڪنهن جي پيءُ ڏاڏي جو ورثو ناهي. بهرحال آءٌ "ديبل" اکر جو ذڪر ڪري رهيو هوس ته اهو ڪيئن نه مختلف زبانن جي هڪ ٻئي سان وابسته هئڻ جو مثال پيش ڪري ٿو.

"ديبل" دراصل آهي "ديو - بيل"، ديو معنيٰ ڏئي ۽ بيل معنيٰ شهر، يعني "خدائي شهر".

اهو دراصل سنسڪرت لفظ سڏجي ٿو ۽ پهلويءَ ۾ ڪم آيل آهي. فارس جي هڪ شهر جو نالو آهي "آرد بيل" آرد معنيٰ لشڪر، بيل معنيٰ شهر يعني "لشڪري شهر". اردو به انهيءَ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي لشڪري زبان. "ارد" جرمن زبان ۾ لشڪر کانسواءِ موت جي ديوتا جو به نالو آهي.

اهو بيل يا ويل فرينچ زبان ۾ به ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي جتي ويل يا (Villa) سڏيندا آهن شهر کي ۽ گهر کي. قديم آرين زبان ۾ به "بيل" ساڳيءَ معنيٰ ۾ سڏيو ويندو آهي.

"ديول" اکر جو به اهڙوئي مطلب آهي جهڙو "ديبل" جو يعني "الله جو گهر" يا عبادتگاهه.

انگريزيءَ ۾ ديو ٿري ڊيو ڊيو (Dieu) يعني خدا. جيئن ته ان مان روشني جي معنيٰ اکري ٿي انهيءَ ڪري جڏهن سون عربيءَ ۾ اهڙي اکر جي ڳولا ڪئي تڏهن معلوم ٿيو ته

”ضيا“ ساڳيءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. ”ديا“ يا ”ضيا“ ۾ تفاوت ٿورو آهي. پاڻ وٽ سنڌيءَ ۾ اهو ساڳيو اکر ”ضيا“ ڦري ٿيو ”ڏيا“ جيڪي اسانکي روشني ڏين ٿا.

ساڳي طرح آريا لفظ مان آريائي ۽ پوءِ آرياڻي ٿيو جو اسان جي شاهه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي هيرو ”پنهون“ لاءِ استعمال ڪيو آهي.

انهيءَ سموري تفصيل پيش ڪرڻ مان منهنجو مطلب آهي ته دنيا جون سڀ زبانون هڪ ٻئي ۾ اهڙيون جڪڙيل ۽ جڙيل آهن جو اهي هڪ لڙهي ۾ پوتل موتين وانگر معلوم ٿين ٿيون جن تي جهڳڙڻ اجايو آهي.

اسان سڀني کي فقط پنهنجو ويل وڪر سنڀالي اها ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته جيئن قدرت جي ڪارخاني مان ڪا نئين شيءِ ايجاد ڪريون، ڪو نئون راز پر وڙيون ۽ اهو فقط غور ۽ فڪر سان مطالع ڪرڻ بعد معلوم ٿي سگهي ٿو. شاعرن، مصنفن، مصورن ۽ ٻين فنڪارن وانگر اسان کي ڪا اهڙي نئين شيءِ ايجاد ڪري دنيا اڳيان آڻڻ گهرجي جا انهن جون اکيون خيره ڪري ڇڏي ۽ سڀڪو چئي ته بيشڪ جدت طرازي آهي!

جيئن ته اسان فقط آرسيءَ وانگر ڪنهن عمل جي رد عمل طور انجو اهوئي عڪس ڏيکاري سگهون ٿا جو ٻهرين اسان ڏٺو هجي، انهيءَ ڪري ضرورت فقط پڙهڻ، ڏسڻ، پرجهڻ ۽ پروڙڻ جي آهي.

اسان جون جيڪڏهن اکيون بند ۽ ڪن ٻوڙا هوندا ته ڇا ڏسنداسين ۽ ڇا ٻڌنداسين جو پوءِ دنيا کي ڏيکاريون ۽ ٻڌايون: بقول لطيف: ”جيڪي ڏٺو هو مون، اديون اوهان نا ڏٺو.“

مصنف يا مصور جيڪي ڪي پنهنجي اکين سان ڏسي ٿو ۽ ان ڪري منجهس جيڪو احساس پيدا ٿو ٿئي انجي سهڻن اکرن يا رنگن ۾ ادائگي ڪري ٿو. ان احساس جو رد عمل جڏهن اسين ڪنهن تحرير يا تصوير ۾ ڏسون ٿا تڏهن خودبخود زبان مان واهه واهه نڪريو وڃي!

ساڳي ڳالهه ڪارلائل پنهنجي هڪ شعر ۾ چئي آهي ته ”خدا جي خدائي ساري سونهري ستارن سان سينگاريل آهي پر اسان نٿا ڏسي سگهون. جڏهن ڪو مصور ان نيلي آسمان جو نقش ڪڍي اسان اڳيان آئي ٿو جنهن ۾ سونهري ستارا جڳمڳ جهلڪي رهيا هوندا آهن تڏهن اسان جو وات ڦاٽيو وڃي ته مارا! هي ته آسمان آهي!“

سبب ڇا آهي ته اسانجي مشاهدي جو دائرو محدود آهي انهيءَ ڪري اسان کي هيڏي ساري ڪائنات ۾ ڪجهه به نظر نٿو اچي پر مصور جڏهن ان مان ڪنهن حسين حصي جي تصوير ڪڍي ڪري اچي ٿو تڏهين اسان اهو حسن معلوم ۽ محسوس ڪري سگهون ٿا.

سچو شاعر ۽ اديب آهيئي اهو جنهنکي اهڙي مشاهدي مائڻ جي الاهي ذات مليل آهي، باقي جيڪڏهن فقط نقالي ڪبي رهبي ته ان مان ڪجهه به ورڻو ناهي. اهو ٿيو: ”وهي نه وهي، وٺ ريڪٽ ڪي“. سو ريڪٽ پيو هلندو پر اهڙي ڪنهن تصنيف يا تاليف کي ادب يا شاعري سڏي نٿو سگهجي. زنده جاويد تحرير يا تصنيف اها آهي جا قدرت جي ڪنهن نئين راز کي عيان ڪندي هجي. اهڙي فطري شاعري اسانجي احساسات کي جاڳائي، جذبات ابڀاري ڇڏيندي آهي. اهڙي شاعري سنڌ اندر فقط شاه لطيف پيش ڪئي جا لڪڻ بجاءِ اندر جي اٿل سان آيل آهي. اها شاعري ڪنهن به وقت مري نٿي سگهي ۽ هميشه لاءِ امر رهندي.

مون لطيف جو هڪ بيت پنهنجي تقرير ۾ بار بار ٻئي دهرايو آهي ته:

"الا اينئن ۾ هوءِ، جيئن آئون مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾ راتيون ڏينهان روءِ،
ڀهرين وجان لوءِ، ٻوءِ مر ٻڄنم ڏينهڙا".

ڏسو ته انهن ٽن سٽن ۾ ڪيڏو اٿاهه سبق سمايل آهي. - گي ٿانهه گوئٽي جي آهي ته:
"قدرت جي هيڏي ڪائنات ۾ آءٌ حيران آهيان ته ڪيڏانهن وڃان. ڇا ڪريان ـــ چوڌاري اونداهه آهي ۽ آءٌ سمجهي نٿو سگهان ته ڪٿي آهيان ـــ ڇو آيس؟ آخر مون ڪرڻو ڇا آهي؟"

زندگيءَ جي مقصد يا راز حيات هٿ ڪرڻ لاءِ اسانکي اهڙن شعرن مان وڏي هٿي ملي ٿي. جيڪڏهن اسان اهو هڪ مسئلو به نه سلجهائي سگهياسين ته ڏينهن پٺيان راتيون ۽ راتين پٺيان ڏينهن گذرندا ويندا ۽ اسين پاڻ اونداهيءَ ۾ جنهن بند بخاني ۾ بند آهيون انهيءَ ۾ پيا هونداسين! هر روز ٻڌون ٿا ته اڄ فلاڻو انتقال ڪري ويو پر اهو نٿا معلوم ڪريون ته اهو فلاڻو منتقل ڪٿي ٿيو ۽ آخر هڪ ڏينهن اسانکي به هلڻو آهي. بلڪل نه.

جيڪڏهن لطيف جي مٿين سبق مان ملڻ مام سلي، انهيءَ تي ٿورو سوچيون ته اسان ۾ اهو احساس ضرور جاڳندو ته: "الا! ائين م هوءِ، جيئن آئون مران بند ۾!"

ائين نه ٿئي جو آءٌ جنهن حالت ۾ قيد ٿي هتي آيس انهيءَ ۾ ئي لڏي لاڏاڻو ڪري وڃان. آخر ڇو آيس؟ منهنجي اچڻ جو ضرور ڪو مقصد هوندو. آيا اهو مون پورو به ڪيو يا نه؟

ممڪن آهي ته انهيءَ لوُن لنگهڻ بعد اسانکي ان "بند" بابت ڪجهه معلومات ملي پوي ۽ اسان قرآن شريف جي انهيءَ زمري ۾ نه اچي سگهون جن بابت چيل آهي ته: "ختم الله علىٰ قلوبهم و علىٰ سمعهم و علىٰ ابصارهم غشاوه ولهم عذاب اليم"

انهيءَ خوف ڪري شاهه لطيف هتي ٿي ٿو ڪوڪاري ته "جسو زنجيرن ۾ راتون ڏينهان روءِ". روح آهي جنهن شيءِ لاءِ سا ميسر نٿي ٿئي. موت هروقت اسانکي شڪار ڪرڻ لاءِ واجهه وجهي رهيو آهي، ليڪن اسان بلڪل بي خبر آهيون.

شاعر اهو جو اسانکي اهڙي پوجهه وجهي. فنڪار فقط انهيءَ کي چئي سگهجي ٿو جنهن جي شاهڪار ۾ ڪانه ڪا ندرت ۽ جدت طرازي هجي ۽ آرسيءَ وانگر هر شيءِ جو عڪس ان جي ڪلام مان صاف ۽ شفاف نظر اچي.

اها معلومات جا اسانکي عذاب الاهي کان نجات ڏيارڻ لاءِ معاون ثابت ٿي سگهي ۽ جو زنجيرن مان آزاد ڪرائي. اهڙي ادب، حسن، شاعري يا مصوري کي ئي فنڪاري سڏي سگهجي ٿو.

انهيءَ چاڻ لاءِ اسانکي "بيان" سيکاريو ويو. اسان تي واجب آهي ته جيڪي ڪجهه پڙهون يا ڄاڻون اهو ٻين کي ٻڌايون ۽ روشني ڦهلايون. هتي حالت اها آهي جو پنجن سالن اندر ڪوبه اهڙو نئون ڪتاب نه لکيو ويو آهي جنهن ۾ طبع زاد ۽ فطري احساسات سمايل هجن.

هوندي به اها انسان جي عادت آهي ته هو جڏهن ڪا نئين شيءِ ڏسندو آهي تڏهن ڊوڙي ٻئي کي ٻڌائيندو آهي ته "ادا! سج لهڻ جو منظر ته ڏس ڪهڙو نه سهڻو ٿو پاسي." اهو ئي اندروني احساس آهي جو رد عمل طور ٻين ۾ به پاڻ جهڙو جذبو پيدا ڪرڻ گهري ٿو نه ته سج لهڻ ۽ ابرڻ جا نظارا سڀڪو پيو ڏسي. اسانجي ذهني يا روحاني دنيا جي به اهڙئي حالت آهي جتي ڪجهه معلوم ٿيڻ بعد اهو ٻين تائين پهچائڻ ۽ پيو دفعو مشاهدي ماڻڻ جي ڪوشش

ڪئي ويندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪا شيءِ معلوم ئي نه ڪبي ته ڏيکاريو ڇا؟ جيسين "احساس" پيدا نه ٿيو آهي تيسين اسانجو ڏسڻ ۽ مطالع ڪرڻ سورو بيسود آهي.

شاه لطيف جو ڪو به بيت پڙهو. اندر اجاريندو ويندو:

"سڪي جان سياس، | تان سڪ سمهڻ نه ڏي،
جاڳي سيس جن لئه، | سي آيا تان نه اڄياس،
پيئندر آسون پلياس، | نه ته سڪ سمهڻ ڇا لڳي.

جيسين تائين سنڌ جي ادب ۽ شعر ۾ اهڙي لطافت ۽ ميٺاج موجود آهي تيسين انجو فنا ٿيڻ نا ممڪن آهي.

جنهن وقت اسان پنهنجي ٻوليءَ ۾ اهڙو تاثير ۽ زندگي پيدا ڪئي تنهن وقت دنيا جا اديب مجبور ٿيندا سنڌي سکڻ لاءِ. هينئر جو اسان کين سنڌي سکڻ لاءِ چئون ٿا، ٻوءِ کين اسانکي هزار منٿون ڪرڻيون ٿينديون ته سنڌي سيکاريو. مون پنهنجي هڪ غير سنڌي اديب دوست کي چيو هو ته توهان جيسين تائين سنڌي سکي شاه جو مطالع نه ڪيو آهي تيسين تائين توهان جي ادبي معلومات نامڪمل آهي ڇاڪاڻ ته جنهن وقت اسان ڪلام لطيف جو ترجمو ڪري توهانکي پڙهايون ٿا تنهن وقت ان مان اها لطافت، نزاڪت ۽ نهٺائي نڪري وڃي. مثال طور دنيا جي ڪا به ٻي زبان هن سٽ جي مفهوم جي ادائگي کان قاصر آهي ته:

"ڏري ۽ ڏاري، | سٽ سورن جي سٽئي،
پيائي پنهونءَ ڏي، | نرمل نهاري ———!
لالن جي لطيف چئي، | سونهن سٽي ساري،
پريتمثون پياري، | مارڳ ۾ منڌ مٽي!"

مون اهڙيون چار سٽون ڪنهن به علم ادب ۾ نه پڙهيون آهن. مون عربي سکي فقط قرآن سمجهڻ لاءِ. جرمني پڙهڻ جي ڪوشش ڪيم فقط گوئٽي سمجهڻ لاءِ. ڪنهن انگريز، امريڪن يا جرمن لاءِ اهو ڪافي نه آهي ڇا ته سنڌي سکي لطيف پڙهڻ لاءِ. ڪاش! اڄ به اسان ۾ سچي سونهن ۽ سچائي جي پروڙ پئي ۽ اسان اصل ۽ نقل ۾ تفاوت معلوم ڪري سگهون. جنهن وقت اسان ائين ڪيو تنهن وقت دنيا اسان جا قدم چمڻ لاءِ تيار ٿي ويندي. شرط فقط هي آهي ته اسان قدرت جي ڪائنات جو صحيح صورت ۾ مشاهدو ماڻي سگهون. ساري خدائي انهن "آيتن" سان ڀٽي پئي آهي.

"ان في خلق السماوات و الارض والختلاف اليل والنهار لايات الاولي الالباب"

جنهن وقت اسانکي انهن قدرتي نشانين پرجهڻ جي پروڙ پئي تنهن وقت اسان پاڻ کي "حيوان ناطق" سڏائي سگهون ٿا ۽ نه ان کان اڳ.

ڇو نه اڄ کان ئي ان ڏس ۾ ڪوشش ڪرڻ شروع ڪري ڏيون؟     خدا حافظ

---

# سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جو تعليمي سرشتو

( اداره )

سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ثقافت کي زنده رهڻ گهرجي: انهيءَ ڳالهه کان ڪنهن به سمجهدار شخص کي انڪار ٿي نٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ ته منجهن کي اهڙيون امتيازي خوبيون موجود آهن، جيڪي جيڪڏهن گم ٿي وڃن، ته انهن جي پورائي يا تلافي ڪنهن به ٻئي ملڪ، ڪنهن به ٻيءَ قوم، ۽ ڪنهن به ٻيءَ ثقافت هٿان ٿي نه سگهندي.

قوم ۽ قومي ثقافت جي وجود جو دارو مدار ٻوليءَ تي آهي. پر اها ٻولي جيڪا فقط گهرن جي چوديوارين ۾ يا رڳو زندگيءَ جي رواجي ۽ مختصر معاملن ۾ ئي ڪم ٿي اچي، ۽ قوم جي علمي ۽ ادبي ضرورتن ۽ قومي زندگيءَ جي ٻين اهم معاملن لاءِ ڪارگر نه آهي، سا موجوده زماني ۾، قوم ۽ قومي ثقافت جي وجود جو ڪو پرو سي جهڙو بنياد نٿي بڻجي سگهي. ظاهر آهي ته سنڌي قوم ۽ سنڌي ثقافت کي به جيڪڏهن زنده رهڻو آهي، ته ان لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي پڻ زنده رهڻ گهرجي، ــ نه فقط زنده رهڻ، بلڪ کيس لازمي طرح هڪ اعليٰ علمي ۽ ادبي ٻولي پڻ بڻجڻ گهرجي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ترقيءَ جا ممڪنات بي اندازا موجود آهن؛ پر سنڌس گذريل صدها سالن جي تاريخ جا المناڪ داستان شاهد آهن ته کيس پنهنجي فطري صلاحيتن کي فروغ ڏيڻ جا ڪڏهن به ڪي سازگار موقعا نصيب نه ٿيا آهن. ڌاريان حاڪم سدائين هن ڪوشش ۾ رڌل رهيا ته علمي ۽ ادبي مرتبو فقط سندن پنهنجين "حاڪمانه" ٻولين لاءِ ئي مخصوص رهي: تنهن هوندي به سنڌي ٻوليءَ نه فقط پاڻ کي زنده رکيو، پر ايڏيءَ مڪمل ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ رهي ڪري به پاڻ وٽ هڪ اهو عظيم ادبي سرمايو پيدا ڪيائين جنهن لاءِ دنيا جي هر ڪا سڌريل کان سڌريل ٻولي به مٿس اڄ رشڪ ڪري سگهي ٿي، تنهن ڪري، هاڻي جڏهن چيو ٿو وڃي ته سنڌي ۽ سنڌي قوم آزاد آهن، جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ کي انهن مڙني بندش کان آزاد نه ڪيو ويو جيڪي ڌارين مٿس عائد ڪيون هيون، ۽ وڌڻ ويجهڻ جا اهي سمورا موقعا جن کان کيس هيلتائين محروم رکيو ويو هو، کيس مهيا ڪري نه ڏنا ويا، ته پوءِ ان کان وڌيڪ بدنصيبي، سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ثقافت لاءِ ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي!

اسان جا پوئين کان پويان "نئين روشنيءَ وارا" حاڪم، انگريز، پڻ اسان جي ٻوليءَ کي هڪ "ورنيڪيولر" يعني هڪ "غلامن جي ٻولي" سڏيندا رهيا: جنهن جو مطلب هيءَ هو ته سندن سامهون اسان جي ٻولي هڪ اڻ سڌريل، ۽ عملي شان کان ڪريل ٻولي هئي. اهوئي سبب هو جو ملڪ جي تعليمي سرشتي ۾، هنن پنهنجي "شاهانه" ٻوليءَ جي ڀيٽ ۾ اسان جي ٻوليءَ کي اها غير اهم جڳهه ڏني جو هوءَ، خاص طرح علمي ۽ ادبي دائري ۾، اسان لاءِ ڪنهن به

ڪم جي نه رهي، ۽ نتيجو هيءَ نڪتو جو اسان جي ٻولي خود اسان جي نظرن ۾ ڪري پئي. پرائمري اسڪولن ۾ سو، پنهنجي مادري زبان معرفت، اسان جا ٻار اڌو ڪاڙهو انگريزي سکيا ٿي؛ باقي سيڪنڊري اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ "محڪوم" ٻولي کي شانائتو پد ڪيئن ملي، اها ڳالهه "حاڪماڻي" ٻوليءَ جي موجودگيءَ ۾ ڪيئن ٿي ممڪن ٿي سگهي؟ تنهن کان سواءِ، حاڪمن جو بنيادي مقصد ته فقط پنهنجي حڪومت کي قائم رکڻ جو هوندو آهي: تنهنڪري، انگريزن کي فقط هڪ محدود تعداد "تعليم يافته" غلامن جو گهرجن هو جن جي هٿان هو پنهنجي حڪومت جو چرخو ڪاميابيءَ سان هلائي سگهن. انهيءَ لاءِ پڻ لازمي هو ته تعليم جو سرشتو اهڙو تجويز ڪيو وڃي، جو هڪ ته اهي "تعليم يافته" غلام گهرج کان وڌيڪ نه پيدا ٿي وڃن، ۽ ٻيو ته ڪين تعليم فقط اهائي حاصل ٿئي جا ڪين "غلاميءَ" لاءِ تيار ڪري ۽ ان جو خوگر بنائي. سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه لطيف اهڙن "تعليم يافته" غلامن جي تعريف، جن کي ڌاريان حاڪم پيدا ڪرڻ گهرندا آهن، هن ريت ڪئي آهي:

جو "فارسي" سکيو، گولو توءِ غلام؛
جو ٻڌو ئي ڳالهين، سو ڪِنءَ ڇانئي ڇام؟
اڄو تان "آب" گهري، بکيو تان "طعام"!
ايءَ عامن سندو عام، "خاصن" منجهان نه ٿئي.

انگريزن جو رائج ڪيل تعليمي سرشتو جيڪو بدقسمتيءَ سان اڄ به، اسان وٽ موجود آهي، جنهن کي "تعليم جو ٻه واٽائون سرشتو" ٿو سڏجي، سندن هن حاڪماڻي ذهنيت جي عين مطابق، ۽ انهيءَ حاڪماڻي مقصد لاءِ لازمي ۽ عين مناسب هو.

"تعليم جو ٻه واٽائون سرشتو" ڇا آهي؟ - اسان جا ٻار جڏهن اسڪولي عمر جا ٿين ٿا، يعني جڏهن ڇهه سال پورا ڪري ستين سال ۾ پير ٿا پائين، تڏهن ڪين پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيڻو ٿو پوي: چئن سالن کان پوءِ، عمر جي يارهين سال ۾، پرائمري چئن درجن پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪين هڪ ٻه واٽي تي بيهي، پنهنجي آئنده تعليم لاءِ هڪ واٽ جو انتخاب ٿو ڪرڻو پوي: هڪ واٽ ڪين، ٽن سالن کان پوءِ، عمر جي تيرهين سال ۾، سنڌي فائنل جي امتحان تائين پهچائي ٿي؛ ۽ ٻي واٽ ڪين سيڪنڊري تعليم ۽ ان کان پوءِ، ڪاليج جي اعليٰ تعليم ڏانهن وٺي ٿي وڃي: جن ٻهرين واٽ ورتي، تن لاءِ سنڌي فائينل کان پوءِ، وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ جو، انهيءَ واٽ سان، ڪوبه اڳتي رستو موجود نه آهي. سنڌ جي پرائمري اسڪولن ۾ جيڪي به ٻار پڙهي وڃن ٿا، تن مان گهٽ ۾ گهٽ ٩٠ في صدي ٻار تعليم جي هن پهرئينءَ واٽ سان لڳي، وڌيڪ تعليم کان هميشه لاءِ محروم رهجي ٿا وڃن.

سنڌي فائينل امتحان، عمر جي تيرهين يا چوڏهين سال ۾ پاس ڪري، جڏهن ڪو ٻار اسڪول کان ٻاهر نڪري، عملي زندگيءَ ۾ پير ٿو رکي، تڏهن هو ڀاڻ کي ڪهڙيءَ ڳالهه لاءِ لائق ٿو پائي؟ غريب کان غريب ۽ اڻ پڙهيل مائٽن جا ٻار ئي هن سنڌي فائينل واريءَ واٽ سان لڳن ٿا؛ شاهوڪارن ۽ تعليم يافته مائٽن جا ٻار هميشه وڃي ثانوي ۽ اعليٰ تعليم واري ٻي واٽ وٺندا آهن. انهن غريب ۽ پورهيت مائٽن جي ٻارن کي، سنڌي فائينل انهيءَ لائق نه ڪيو ته ڪو ٻار مان ڪو فائدو پهچائي سگهن. هو ته الٽو ڀاڻ کي هڪ "پڙهيل" سمجهي، اباڻي ڌنڌي کان عار ڪرڻ شروع ڪري ٿا ڏين: ڪين واقعي ڪا "پڙهيلن" جي شان وٽان، تڏهن نوڪري گهرجي! نوڪريءَ جي "نعمت" وري، عمر جي سترهين سال کان اڳ، قانوناً نصيب

ڏٺي ڪانه اٿن: ٿي يا چار سال وڃارن کي وڃي گذارڻا آهن، يا ٻي ڪا ڪار ڪانه، ڪانه... ڏرهنر ڏٺو آهي! مائٽ ويچارا، پڙهيل پٽن جي اها درگت ڏسي چون، "سڪولن ۾ پاڙ ڪرن نه، پڙهن ته ڪونه ٿا!" عوام جي دل ۾ تعليم لاءِ هاڻي محبت ٿئي سو ڪيئن ٿئي؟ تعليم مان ماڻهن ڪي پنهنجو ڪو ڀري ٿي ڪين: پوءِ پنهنجي اولاد کي "تعليم" ڏيارڻ لاءِ مٿي زوري ڇو ڪرڻي پوندن؟ پوءِ ڇا ڪرڻو پوندو؟

ٽن چئن سالن جي نڪمي زندگي گذارڻ کان پوءِ، فائينل پاس ڪيل نوجوان لاءِ هڪ نوڪري پرائمري سڪول جي ماستري آهي. هيءُ نوجوان استاد، سنڌي فائينل ڪلاس: صحيح معنيٰ ۾ ڪهڙو ۽ ڪيترو علم حاصل ڪري چڪو هو، تنهنجي هر ڪنهن کي خبر آهي: معمولي انگن اکرن ۽ جاگرافي، تاريخ وغيره جي چند نهايت پراڻين ۽ اڪثر غلط ڳالهين ڪانسواءِ هن آخر ڪهڙي ڄاڻ پرائي هئي؟ تنهن ڪانسواءِ، جيڪي ٻه چار اکر هو پڙهيو هو، سي به ٽن چئن سالن جي "واند ڪائي" ۾ سندس دل تان گهٽي قدر ميسارجي ٿي ويا. پرائمري سڪولن جا ههڙيءَ لياقت وارا استاد، پنهنجون اهم ترين تعليمي ذميواريون ڪيتري قدر پوريون ڪري سگهندا هوندا، ۽ ترت ٿي پوءِ ٽريننگ ڪاليجن ۾ چونڊجي وڃڻ کان پوءِ، آتي جي اڌو گابرو تربيت مان، آخر ڪيترو فائدو حاصل ڪري سگهندا هوندا، ـ انهن ڳالهين کي جڏهن خيال ۾ آڻجي ٿو، تڏهن ملڪ جي پرائمري سڪولن جي تعليم جي جيئن پڙهي تيئن ڪرندڙ معيار جو منطق آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي ٿو وڃي.

تعليم جي ٻيءَ، ثانوي ۽ اعليٰ تعليم ڏانهن نيندڙ وات تي، اسانجا ٻار پرائمري چار درجا پاس ڪري، ٻارهين سال جي عمر ۾، جڏهن پنهنجا پهريان قدم ٿا رکن، تڏهن هنن لاءِ سندن مادري ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي حيثيت گويا ختم ٿيو ٿي وڃي: سندن آئنده تعليم لاءِ اها ڪين ڪنهن ڪم ڪانه ٿي اچي: ڇاڪاڻ ته پوءِ جيڪي ڪجهه علم يا ڄاڻ هو حاصل ڪن ٿا، سا انگريزي ٻوليءَ معرفت. اهڙيءَ طرح جڏهن اعليٰ تعليم حاصل ڪري، ٻاهر زندگيءَ ۾ پير ٿا پائين، تڏهن پنهنجن وٽ به پاڻ کي پرابو پيا محسوس ڪن: پنهنجي تاريخ، پنهنجي ثقافت، پنهنجي ٻولي ۽ ان جي ادبي ميراث کان هو بنهه بي خبر رهجي ٿا وڃن: عوام ۽ سندن وچ ڪابه مشترڪ علمي ۽ ادبي ٻولي موجود نه ٿي رهي. البت هڪ "سرڪاري" ٻوليءَ ۾ ڪجهه مهارت حاصل هئڻ سبب، هنن لاءِ حڪومت جون ننڍيون وڏيون "نوڪريون" کليل رهن ٿيون جن جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو صاحب ۽ ڪامورا يا "خواص" سو ضرور بنجي ٿا پون.

مٿين سموري بحث مان مراد فقط هن ڳالهه جي ثابت ڪرڻ جي هئي ته اسانجي موجوده تعليمي سرشتي جي پنهي واٽن مان ڪابه واٽ اسانجي پڙهيل طبقي جي دلين ۾، سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب لاءِ ڪابه محبت ۽ وابستگي ڪانه ٿي پيدا ڪري: سنڌي فائينل پاس ڪيل نوجوانن جي تعليم اهڙي ته مختصر ۽ اڌوري ٿي ٿئي جو اها ڪين سنڌي ٻوليءَ جي خوبين ۽ ان جي لافاني ادب جي عظمت سان ڪڏهن به روشناس نٿي ڪري: ثانوي ۽ اعليٰ تعليم يافته نوجوانن کي، سندن علمي ۽ ادبي ضرورتن کي پوري ڪرڻ جي سلسلي ۾، سندن پنهنجي سنڌي ٻولي ڪابه خاص مدد ڪانه ٿي ڪري.

اڄ دنيا ۾ ڪو به ملڪ موجود نه آهي، جتي گهٽ ۾ گهٽ اها تعليم جيڪا هڪ سڌريل ۽ مهذب شخص لاءِ موجوده دنيا ۾ لازمي سمجهي ٿي وڃي، سا اتان جي ماڻهن کي سندن پنهنجي مادري ٻوليءَ معرفت نه، پر ڪنهن ٻيءَ ڌاريان ٻولي معرفت ڏني ويندي هجي. سنڌ، پنهنجي ساليانه جملي آمدني جو تقريباً چوٿون يا پنجون حصو تعليم تي خرچ ڪري ٿي. دنيا جا ڪي ٿورا ملڪ آهن جيڪي پنهنجي آمدنيءَ جو ايڏو حصو تعليم تي خرچ ڪندا هوندا، تنهن هوندي

۽ سنڌ ۾ تعليم جو معيار يا ان جو ڦهلاءُ ڪنهن به صورت ۾ تسلي بخش نه آهي. جوڻدا آهن ته ونڊ ڪي سنڌس ميوي مان ڀرڪيو آهي. جيڪڏهن ايتري زيادهه خرچ ڪان پوءِ به، سنڌ ۾ تعليم جي حالت واقعي ايتري قدر افسوس ڪرڻ جهڙي آهي، ته ان لاءِ ظاهر آهي ته تعليم جو شعبي بيان ڪيل سرشتوني جوابدار ٿي ٿو سگهي: ان تي آئنده پڻ جيڪو به پيسي جوءِ وٺ وغيره جو خرچ ڪبو سو اڳي وانگر ضايع ٿي ٿيندو رهندو.

تعليم جي موجوده به واٽاٽين سرشتي سبب، سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي علمي ۽ ادبي ترقيءَ آڏو ڪهڙيون رڪاوٽون اچي حائل ٿين ٿيون، تن جي وڌيڪ اپٽار ڪرڻ ضروري نه آهي. سنڌي اخبارن، سنڌي رسالن ۽ سنڌي ڪتابن جي سست اشاعت، ۽ انهن جي محدود ڦهلاءَ مان ثابت آهي ته سنڌي قوم جو پڙهيل طبقو پنهنجي مادري زبان جي واڌاري ۾ اها دلچسپي ڪانه ٿو ڏيکاري جيڪا ڪيس ڏيکارڻ گهرجي. پڙهيل طبقي کي آخر ڏوهه به ڪيئن ڏيئي سگهجي: سنڌي فائينل پاس ڪيل شخص کي ايتري تعليم ڏني ٿي نٿي وڃي جو هو ڪي ڪتاب لکي سگهن: مختصر تعليم سبب سندن دلين ۾ علم لاءِ ايترو پائدار ذوق به پيدا نٿو ٿئي جو سنجهن اخبارن، رسالن يا ڪتابن پڙهڻ جي عادت پئجي وڃي: ثانوي ۽ اعليٰ تعليم يافته سنڌي پنهنجو علمي ۽ ادبي ذوق فقط انگريزيءَ جي تصنيفات معرفت پورو ڪرڻ سگهيا، ۽ جيڪا ٿوري گهڻي ڄاڻ هنن ڌارين ٻوليءَ مان حاصل ڪئي سا هو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ظاهر ڪرڻ کان معذور آهن. هن صورت حال ۾، سنڌي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب ڪير لکي، ڪير شايع ڪري، ۽ ڪير خريد ڪري؟ جڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي پرورش ۽ خدمت خود سندس پنهنجن پڙهيل فرزندن وٽ به ايتري مختصر انداز ۾ ٿيندي هجي، تڏهن ان ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي ترقيءَ جون ڪهڙيون اميدون رکي سگهجن ٿيون!

گذريل صدها سالن جي عرصي ۾، ڌارين حاڪمانه ٻولين جي ايتري دٻاءَ ۽ غلبي هوندي به، جو سنڌي ٻولي زنده رهي سگهي آهي، تنهن لاءِ سنڌ جي پڙهيل طبقي کي شاباس نٿي ڏيئي سگهجي: ان لاءِ سنڌ جا اڻ پڙهيل ڳوٺاڻي جس جا لائق آهن. سنڌ جي پڙهيل صاحبن ته پنهنجي پنهنجي زماني جي حاڪمن هٿان نافذ ڪيل تعليمي سرشتن جي اثر هيٺ، شعر ۽ شاعري به ڌارين ٻولين ۾ ڪئي، ۽ پنهنجي تمام علمي ۽ ادبي تخليق سان پڻ ڌارين ٻولين کي ٿي نوازيو. اڄ اُهي "سنڌي" اديبن ۽ عالمن جا فارسيءَ ۽ عربيءَ ۾ لکيل سوين ديوان ۽ ٻيا انيڪ علمي ۽ ادبي ڪتاب، قلمي نسخن جي صورت ۾، اسان وٽ موجود آهن: سندن اهي قلمي محنتون ۽ ذهني عرق ريزيون جڏهن اڄ اسان پنهنجن اکين سان ڏسون ٿا ته محض مٽيءَ ۽ اڏوهيءَ جو کاڄ ٿي رهيون آهن، تڏهن دل کي واقعي ڏک ۽ صدمو ٿو رسي، ته جن ڌارين قومن جي ٻولين جي ايتري خدمت اسان جي انهن بزرگن ڪئي، خود انهن قومن سندن انهيءَ بي بها پورهئي کي رکو منهن وراڻي به ڪڏهن ڪين ڏٺو: شاه لطيف رحه جي زبان ۾ اسان جي هنن مرحوم اديبن ۽ عالمن جو بلڪل هيءُ حال ٿيو جو: "آڇا تان 'آب' گهرن، ٻڪيا تان 'طعام'، اي عامن سندا عام، 'خاصن' منجهان نه ٿيا"! غور فرمايو ته جيڪڏهن اسان جا اهي سمورا بزرگ پنهنجي علمي ۽ ادبي تخليق سان خود پنهنجيءَ سنڌي ٻوليءَ کي سينگارڻ جي ڪوشش ڪن ها ته هوند اڄ اسان جي هيءَ غريب ٻولي ڪيڏي نه اوچ تي رسيل هجي ها! پر نه، ته به گهٽ ۾ گهٽ ان حالت ۾ اڄ سندن تصنيفن کي هٿ ۾ ڪٺي پڙهڻ وارا اسان ته موجود هئاسون! سنڌ ۾ ڌارين ٻولين جي تسلط وارن زمانن کي اڄ ياد ٿو ڪجي، ته پڌري پٽ معلوم ٿو ٿئي ته جيڪڏهن انهن زمانن مان ڪنهن به هڪ زماني ۾ ڪنهن ڌارئين ٻوليءَ ذريعي تعليم سوفي صدي سنڌ ۾ عام ٿي وڃي ها، يعني سنڌ جا سمورا ٻار، ڇوڪرا ۽ مرد سڀ عربيءَ، فارسيءَ يا انگريزيءَ ذريعي

لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ سگهي وڃن ها، ته ان زماني تائين وڃي سنڌ ۾ نه سنڌي ٻوليءَ جي لکڻ وارا، نه پڙهڻ وارا ۽ نه ڳالهائڻ وارا ئي ڪي رهن ها: سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سڀيتا ۽ ثقافت دنيا جي تاريخ تان غلط حرف وانگر ميسارجي وڃي ها؛ ۽ اهو سڀ ڪجهه فقط ان زماني جي مروج تعليمي سرشتي جي سبب ئي ٿئي ها. هنن ڳالهين پيش ڪرڻ مان مراد هيءَ آهي ته ثابت ٿئي ته قوم، قومي ٻوليءَ ۽ قومي ثقافت لاءِ تعليمي سرشتو ڪيترو نه خطرناڪ ۽ مهلڪ ثابت ٿي ٿو سگهي!

اسان جي ٻوين حاڪمن، وري به، اها اسان تي "مهرباني" ڪئي جو اسان لاءِ تعليم جو ٻه واٽائون سرشتو پسند ڪيائون، ۽ هڪ واٽ، پوءِ اها ڪئي ڪيتري به مختصر ۽ ننڍي واٽ هئي، اسان کي پنهنجي مادري زبان تائين پهچڻ ۽ ان کي جيئري رکڻ لاءِ پڻ موجود ڪري ڏنائون: نه فقط ايترو پر هنن پاڻ به سنڌي ٻوليءَ جون لافاني خدمتون ڪيون. عربي ۽ فارسي ٻولين جي حاڪميت وارن دورن ۾ ته تعليمي سرشتو ٻنهه هڪ ئي واٽائون هو جنهن تي سواءِ عربيءَ جي، يا سواءِ فارسيءَ جي، ٻيءَ ٻوليءَ جو نشان به نٿي مليو. اڄ پڻ ڪن دلين ۾ اهي خواهشون موجود آهن ته ڪنهن طرح اهو ساڳيو "هڪ واٽائون" تعليمي سرشتو رائج ٿئي جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو نشان به نه ملي. اڳ ئي، سمورن تسليم شده تعليمي ۽ نفسياتي اصولن کي ظاهر ظهور نظر انداز ڪري، سنڌ ۾ سنڌي ٻارن لاءِ ٽائين سال جي عمر ۾، ڇٺي پرائمري درجي پاس ڪرڻ کان پوءِ، ٻي هڪ ٻولي يعني اردو پڙهڻ به لازمي ڪئي ويئي آهي. ڪراچي ثانوي تعليم جي بورڊ جيڪو ثانوي تعليم جو ڪورس مرتب ڪيو آهي، جنهن تي ڪراچيءَ جي سڪولن ۾ عمل به ٿي رهيو آهي، تنهن ۾ اردو ٻولي، اردو ڳالهائيندڙ توڙي غير اردو ڳالهائيندڙ شاگرد لاءِ لازمي ڪئي ويئي آهي؛ ۽ سنڌي، خود سنڌي شاگرد لاءِ به لازمي نه آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن طرفان هيءَ ڏڪو موجود آهي ته ڪنهن خاص عرصي کان پوءِ هو سنڌي ٻوليءَ کي امتحانن ۾ جوابن لاءِ هڪ منظور ٿيل ٻولي تسليم نه ڪندا. اهي ۽ ٻيون اهڙيون ڳالهيون ثابت ٿيون ڪن ته موجوده حالتن ۾ جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي سامهون هڪ اها ٻولي اچي پيش ٿي آهي جنهن جو ڪن ڳالهين ۾ سنڌيءَ سان ظاهري طرح نهايت قريبي رشتو آهي، ۽ جنهن جي پيش ڪرڻ وارا خود اسان جائي هموطن ۽ وڏي ڳالهه ته هم مذهب پاتر آهن، ۽ جيڪا هڪ نهايت ئي منظم طريقي ۽ ظاهري طرح انتهائي دلڪش ۽ دلپذير دليلن سان اسان جي سامهون پيش ٿي رهي آهي، ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته اڄ جڏهن تعليم سوني صدي عام ڪرڻ قومن جي زندگيءَ جو هڪ لازمي ۽ بنيادي اصول بنجي چڪو آهي، - جيڪڏهن انهن حالتن ۾ اسان کي پنهنجي مادري ٻوليءَ کي نه فقط محفوظ رکڻو آهي بلڪ ان کي علمي ۽ ادبي حيثيت ۾ اڳتي وڌائڻو آهي، ته پوءِ اسان کي پنهنجي تعليمي سرشتي جي مدد سان ئي عظيم مقصد حاصل ڪرڻو پوندو.

سنڌي ٻار کي صحيح معنيٰ ۾ تعليم سان روشناس ٿيڻو آهي، ۽ ٿيڻ گهرجي: ۽ اها تعليم کيس سندس پنهنجي مادري زبان ذريعي ئي حاصل ٿيڻ گهرجي. اهو اسان جو پيدائشي حق به آهي، ۽ بنيادي فرض به. ان لاءِ هڪ ته اسان کي پنهنجي سموري تعليمي سرشتي کي ٻنهه ٽئين سر اڏڻو پوندو، ۽ ٻيو ته ان لاءِ اسان کي سوين مناسب ۽ مفيد ڪتاب يا اصل لکڻا پوندا، يا ترجمو ڪرڻا پوندا. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي گهڻگهرن جي سامهون اڄ انهن ٻن مقصدن کان سواءِ ٻيون مقصد ڪا اهميت ڪونه ٿو رکي.

سنڌي ادبي بورڊ، انهن ٻن عظيم مقصدن کي سامهون رکندي، هڪ طرف تصنيف، تاليف ۽ ترجمي جو هڪ پنج سالائون پروگرام مرتب ڪيو آهي جنهن دوران ڪين انهيءَ عرصي ۾ تقريباً

ٿن سڀني علمي ادبي ڪتابن جي شايع ڪرڻ جو ارادو آهي، ۽ ٻئي طرف هن هڪ مڪمل تجويز سنڌ سرڪار جي تعليمي کاتي اڳيان پيش ڪئي آهي ته سنڌ اندر موجود ٻه واڌايون تعليمي سرشتي کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي موجوده مئٽرڪ جي علمي معيار واريءَ مئٽرڪ تائين ڏيندڙ خالص هڪ واڌايون تعليمي سرشتو رائج ڪيو وڃي، جنهن ۾ سموريءَ تعليم جو ذريعو سنڌي ٻولي هجي. نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو هڪ طرف سنڌي ادبي بورڊ کي پنهنجي هن وسيع ۽ اهم اشاعتي پروگرام کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ سنڌ سرڪار وقتاً بوقت فياضانه مالي امداد حاصل ٿيندي ٿي رهي؛ ۽ ٻئي طرف، سنڌ سرڪار، بورڊ جي مٿين تجويز کي اصولي طرح قبول ڪري چڪي آهي. بورڊ جي هن تجويز کان متاثر ٿي، سنڌ جي اڳئين وڏي وزير صاحب، سنڌ اسيمبليءَ جي گذريل اجلاس ۾ پنهنجي ساليانى (۵۵-۱۹۵۴ع) بجيٽ واريءَ تقرير ۾ هن مسئلي متعلق، سنڌ سرڪار جي پاليسيءَ جو هيٺين لفظن ۾ اعلان ڪرڻ فرمايو:

”حڪومت سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقي تي خاص ڌيان ڏيندي اچي ٿي. سنڌيءَ کي صوبائي زبان جي حيثيت ۾ جوڳي اهميت ڏيڻ لاءِ مناسب اپاءَ ورتا ويندا. موجوده وقت سنڌي ابتدائي اسڪولن ۾ ورنيڪيولر فائنل جي درجي تائين سيکاري وڃي ٿي. ٻئي طرف، ثانوي ۽ مڊل اسڪولن ۾ انگريزي سان گڏ سنڌي به سيکاري وڃي ٿي ۽ وڏن درجن ۾ شاگردن کي گهٽ ۾ گهٽ انگريزي وسيلي پڙهايو وڃي ٿو. تنهن ڪري ابتدائي ۽ مڊل اسڪولن ۾ ساڳين درجن لاءِ نصاب جدا آهي. تعليم جي هن ٻٽي سرشتي عوام کي سخت نقصان پهچايو آهي. جيڪي شاگرد ابتدائي اسڪولن ۾ ورنيڪيولر فائنل درجي تائين تعليم حاصل ڪن ٿا تنکي وڌيڪ تعليم تي ڏيئي سگهجي جيستائين هو پهريائين ڪنهن مڊل يا هاءِ اسڪول ۾ پهرين درجي کان پڙهائي شروع ڪن. ابتدائي اسڪولن ۾ تعليم جو معيار تمام گهٽ آهي. ابتدائي اسڪول جا تمام ٿورا شاگرد مڊل اسڪول يا هاءِ اسڪول ۾ داخلا وٺن ٿا؛ نتيجو اهو آهي ته اڪثر ٿو ته بنيادي تعليم کان حقيقت ڪري ڪين محروم رکيو وڃي ٿو. منهنجي حڪومت تعليم جي هن ٻٽي سرشتي کي سڌارڻ جي سوال تي غور ڪري رهي آهي. ابتدائي ۽ ثانوي اسڪولن ۾ تعليم اهڙي ريت ڏيڻ گهرجي جيئن اجايو بوجو يا وقت جو زيان نه ٿئي. منهنجي حڪومت جو وڌيڪ ارادو آهي ته شاگردن کي مئٽرڪ تائين هدايتون مادري زبان ۾ ڏيڻ گهرجن.“

---

ڇڏ اهي منتر ۽ مالهائون، تسبيون ۽ وظيفا، ٽڪائي ۽ عبادت گاهه جا در دريون بند ڪري، هن اڪيلائيءَ اونداهيءَ ڪنڊ ۾ تون ڪنهن جي پوڄا ڪري رهيو آهين؟ اکيون ته کولي ڏس ”هو“ ته تو وٽ موجود آهي!

هو اتي آهي، جتي هاري سخت زمين کي هر ڏيئي رهيو آهي، ۽ جتي رستو ڏاهيندڙ پٿر ڪٽي رهيو آهي، تڏهن ڪوسيءَ هو انهن سان آهي، ۽ هن جا ڪپڙا ميرا آهن.

لاهه پنهنجو اهو نفيس ۽ نظيف، صاف ۽ شفاف جبو، ۽ هن وانگر ”مٽيءَ“ سان پربل ميدان ۾ اچ. نجات! اها نجات ۽ سگهي آهي ڪٿي؟

اسان جي مالڪ خوشيءَ سان ساري ڪائنات جا ڪم ڪاربون پنهنجي سر تي کنيا آهن؛ هو هميشه اسان سان ٻڌل آهي.

هي گل ڦل، ۽ چنڊ ڦوڪ ۽ واس ڌوپ ڦٽا ڪري، سماڌيءَ ۽ حجري کي سلام ڪري، اچ! جي ڪپڙا ڦاٽل ۽ ميرا ٿيني، ته پوءِ ڪهڙي پرواهه؟ پور هڻي ۾ اچي سندس پاڳي پاڳيوار ٿيءُ، ۽ پگهر ڳاڙي، ان سان سچو ميلاپ حاصل ڪر. (ٽيگور)

(قسط اول)

# سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

سنڌي شاعري ۽ هندي شاعري جي لاڳاپي بيان ڪرڻ کان اڳ، ذهني صفائي خاطر هيءَ حقيقت واضح ڪرڻ ضروري آهي ته "هندي شاعري" مان مراد "هندو شاعري" ناهي، بلڪ اها شاعري جا "هندي زبان" ۾ ڪئي وئي آهي، ۽ جنهن جي فڪر توڙي ارتقاءَ ۾ مسلمانن جو ايترو ئي هٿ آهي جيترو هندن جو. حقيقت ۾ هندي زبان جا بنيادي ۽ بهترين شاعر اڪثر مسلمان آهن: ڪبير، ملڪ محمد جائسي، قطبن ۽ منجهن انهن مشهور اوائلي شاعرن مان آهن. هندي شاعريءَ (١) جي اوائلي تاريخ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ته به هڪ سؤ مسلمان شاعرن جا نالا نظر ايندا (٢) جن ۾ عوام ته ڇڏيو پر ميرزا عبدالرحيم خان خانان، داراشڪوه ۽ شهزادي دانيال جهڙا مسلمان امراءِ به شامل آهن. ٻئي طرف وري هندي شاعريءَ جي اوائلي هندو شاعرن تي اسلامي تصوف جو رنگ چڙهيل آهي؛ ۽ پڻ هنديءَ جي ڪيترن ئي هندو شاعرن کي مسلمان بادشاهن ۽ اميرن نوازيو جنهنڪري سندن همت افزائي ٿي، حوصلو وڌيو، خيالات کليا ۽ سندن شاعري چمڪي. انهيءَ ڪري سنڌي شاعري ۽ هندي شاعري جو سنبنڌ ۽ لاڳاپو، جو هڪ تاريخي حقيقت رکي ٿو، سو اسان لاءِ قابل عزت ۽ فخر آهي. بنده جي خيال ۾ سنڌي ادب جي ابتدا ۽ گهراين کي سمجهڻ لاءِ ٻي معلومات سان گڏ هندي ادب ۽ شاعريءَ جي اوائلي دؤر جو مطالعو به نهايت ضروري آهي.

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته ڪنهن به ٻوليءَ جو، بنسبت ٻاهرين ٻولين جي، پنهنجي پاڙيسري ٻولين سان وڌيڪ گهرو لاڳاپو ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ هندي ٻوليءَ جو خاص دائرو دهلي، يوپي ۽ سي - پي علائقن جي ارد گرد رهيو مگر راجستاني ۽ سرائڪي ٻولين جي وچ واري ڪڙي سنڌي ۽ هندي ٻولين جي وچ ۾ ادبي ۽ تمدني رشتو پيدا ڪيو. سنڌي، سرائڪي، راجستاني، ۽ هندي ٻولين جي تفسيلات ۾ جا فطري يڪسانگي آهي سا انهيءَ ادبي ۽ تمدني رشتي جي ساک ڀري ٿي. انهيءَ فطري يڪسانگي سبب ئي انهن ٻولين جي اسلوب بيان توڙي شاعرانه تخيل ۾ ڪي ساڳيون خصوصيات اثر پذير ٿيون؛ مثلاً هيٺيون خصوصيات سنڌي خواه هندي شاعري ۾ يڪسان موجود آهن:-

---

(١) "هندي شاعري" مان اسانجي مراد اوائلي هندي زبان ۽ ان جي مُکي محاورن جي شاعري آهي. برج ڀاشا، کڙي ٻولي، پوربي، راجستاني وغيره ٻوليون اوائلي هندي زبان جي انهن اوائلي محاورن ۾ شامل آهن. (٢) ڏسو رسالو "نگار" (هندي شاعري نمبر)، ماه جنوري ١٩٣٦ع، ص ص ١٠٢-١٠٨.

پريان سنڌي پار جي موونئي مٽائي
ڪانهي ڪوائي، چڪين جي چيٽ ڪري (شاهه)

اهو محبوب ايڏو مهربان آهي جو پنهنجي عاشقن جي عيبن ۽ اوڻاين کي درگذر ڪري ٿو. ڀٽائي صاحب جي معياري تخيل موجب:

منهنجي مداين جي ڪل پريان پيئي
ڪڏهين ڪوسا نه ٿيا ڏوراپو ڏيئي
ساجن سپيئي، ڍڪيو ڍول ڍلائيون

محبوب جي هن بلند تخيل جي علاوه، هنن عاشقن جي مذهب موجب محبت ۽ حجت روائي ڪانهي: "حجت هوت پنهونءَ سان مون ڪميڻيءَ ڪيهي!" (شاهه) "منهنجي ڇا مجال، جو رڪان حرف حبيب تي" (راڄن شاهه)؛ " حمل حب جنهندي تهن ڪال حج ڪيهي جو پالڻ پرت ضرور پئي" (حمل). پر جي ڪٿي محبوب رنج ٿئي، ته به سچي عاشق کي اهو ماڻو خوشيءَ سان سهڻ گهرجي؛ بلڪ جيڪڏهين محبوب پنهنجي طرفان ناتو ٽوڙي ڇڏي ته به عاشق پاڻ ڳنڍيو اچي- "جي هو ڦاڙي پرت ڦٽي ڪن، ته به تون پيو سئي سڳي سان سيءَ" (حمل). هن معنيٰ ۾ هندي جي باڪمال شاعر ميرزا عبدالرحيم خان خانان جو بيت شاهه جي رسالي، سر بيراڳ هنديءَ ۾ (البته غلط پڙهڻي سان) پڻ موجود آهي ته:

**رحمن**! دهاگا پريم ڪا جن توڙو چٽڪائے
توڙے سے جڙے نهين، بيچ گانٺھ پڙ جائے

يعني ته: "اي رحمن! محبت جي ڌاڳي کي ٽوڙڻ نه جڳائي؛ ڇاڪاڻ جو هڪ ته ٽٽڻ بعد جڙندو ڪونه، ۽ جي جڙندو ته به وچ ۾ ڳنڍ پئجي ويندي." انهيءَ جي تائيد **حمل** هن طرح ڪري ٿو ته:

**حمل** چئي هن ڳالهه جو ويهي ڪيو ويچار:
ته دل لڳي دوستيءَ جو ڇا ملهه آهي مقدار؟
تان اندر سان عقل چيو، نقطو هيءُ نروار:
"وجي لڳي ته لک هزار، ٽٽي ته ٽڪوئي نه لهي".

ڀٽائي صاحب فرمائي ٿو ته محبوب طرفان "ڇنڻ" ته اصل آهي ئي ڪونه: جنهنکي ظاهريءَ طرح "ڇنڻ" سمجهيو وڃي ٿو سو به سڄڻ طرفان "ڳنڍڻ" آهي:

سو سر ڏيئي سهه جنڊا، جيڪي ڏنائون
م ڇڱو ڇنائون، ايءَ پڻ ڳنڍيو سڄڻين

سنڌي ۽ هندي احساسات جي انهن مشترڪ خصوصيات جي مختصر وضاحت بعد اسان سنڌي شاعري ۽ هندي شاعريءَ جي لاڳاپي کي ڪجهه وڌيڪ تفصيل سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسون.

معلوم هجي ته هندي شاعريءَ جي تاريخ جا چار ابتدائي دؤر اهم آهن: (۱) پهريون رزميه شاعريءَ وارو دؤر جنهن ۾ هندوستان جي حڪمرانن جا پاڻ ۾ جهيڙا جهڳڙا ۽ بعد ۾ مسلمانن جي فتوحات وارين جنگين هندي-راجستاني شاعريءَ جا خاص عنوان بنيا. انهيءَ وقت سنڌ ۽ هند جي وچ ۾ ايترا ڪي سياسي يا معاشرتي تعلقات ڪين هئا، ۽ انهيءَ ڪري رزميه شاعري جو سنڌي شاعري تي ڪو خاص اثر ڪونه پيو. (۲) ان بعد جڏهين مسلمانن ملڪ فتح ڪيو، ۽ جنگين ۽ مقابلا ختم ٿي ويا، ته ڪن هندو تارڪن ترڪ-دنيا، تپسيا ۽ "يوڳ" يعني زهد

جي تلقين ڏيڻ شروع ڪئي، ۽ اهڙيءَ طرح "جوڳ (يوڳ) جي شاعريءَ" وارو دؤر شروع ٿيو. (٢) ٻئي دؤر جي آخر ۾ راڌا ۽ ڪرشن جي محبت ۽ سنڌ ۾ ڀڳتيءَ جي تحريڪ اٿي ۽ "ڀڳتي شاعري" جو دؤر شروع ٿيو. (٣) ان بعد آخر ۾ عشقيه شاعري جو دؤر شروع ٿيو. هندي شاعري جي انهن پوين ٽن دؤرن، يعني "جوڳ جي شاعري"، "ڀڳتي شاعري"، ۽ "عشقيه شاعري" مان ٿيهي جو اثر سرزمين سنڌ تائين پهتو. هيٺ اسان انهن ٽن دؤرن تي مختصر طور روشني وجهي، هر هڪ دؤر جي هندي تخيل جو سنڌي شاعريءَ سان سٻنڌ ۽ لاڳاپي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا سون.

## (١) جوڳ (يوڳ) جي تخيل جو سنڌي شاعريءَ سان لاڳاپو

(الف) جوڳي پنٿ جا مشهور درويش:- جوڳي پنٿ جو باني مباني بابا مڇندر ناٿ چيو وڃي ٿو جو آسام جو رهاڪو هو. هن جهوني جوڳي، قديم فلسفي پتنجلي جي تعليمات ۽ اصولن ۾ نئين تبديلي آڻي "هٺ يوڳين" جي نئين جماعت جو بنياد وڌو. هن کان اڳ جوڳين جي فرقن جي زبان سنسڪرت يا پالي هئي، مگر هاڻي سندن عام زبان هندي بڻي. سنه ١٢٠٠ع ڌاري (١) بابا مڇندر ناٿ جي خاص چيلي گورک ناٿ پنهنجي گروءَ جي وقت ۾ ئي شهرت حاصل ڪئي. گورک ناٿ جي تصنيفن کي ڪن محققن 'اپ ڀرنش' جو نمونو قرار ڏنو آهي (٢)، ۽ ياد رهي ته سنڌي ٻوليءَ جي شروعات پڻ اپ ڀرنش مان آهي. ان وقت جي مشهور جوڳين مان جالندرناٿ ۽ ڪرنيپاءُ، گورک ناٿ جا همعصر هئا جن پڻ جوڳ تي ڪتاب لکيا. ڪرنيپاءُ بهار جو رهندڙ هو ۽ ناڱن وارن جوڳين جي طبقي جو چڻ 'گوگو پير' ۽ باني مباني هو. ٻيا جوڳي، چورنگي ناٿ ۽ گهوڙا چولي، ٻئي مڇندرناٿ جا چيلا ۽ گورک ناٿ جا گرو ڀائي هئا. خود گورک ناٿ جو مشهور چيلو چرپٽ ناٿ هو. ان بعد چوڙڪر ناٿ، بال ناٿ، ديول ناٿ، ڏونڊي مل، ۽ غريب ناٿ جوڳين جا نالا ملن ٿا. جوڳين جي هن سلسلي جي آخري ڪڙي جوڳي پرٿوي ناٿ هو جو گورک ناٿ ڪانپوءِ سڀ ۾ مشهور ٿيو ۽ جوڳ جي شاعري جو چڻ آخري چراغ هو. اهڙيءَ طرح هي سلسله تخمينا ١٢ صدي کان شروع ٿيو ۽ ١٦ صديءَ ڌاري ان جو زور ٽٽي ويو (٣).

(ب) جوڳي پنٿ جا اصول:- "هٺ يوڳي" پنٿ جي انهن مکيه هستين جي هن مختصر واقفيت بعد، هن طبقي جي ڪردار ۽ تعليمات جي اصولي نقطن کي سمجهڻ ضروري آهي:-

(١) "يوڳ" جي معنيٰ آهي دنيا ۾ رهي خدا جي تلاش ڪرڻ، ۽ "هٺ يوڳ" ان جي انتهائي منزل آهي. "هٺ يوڳ" جي معنيٰ آهي پنهنجو پاڻ وڃائي فنا في الله ٿيڻ ۽ ماسوا الله کان قطعي طور منهن موڙڻ. ظاهر آهي ته هيءَ يوڳ جي تحريڪ برهمڻ جي قديم بت پرستي جو رد عمل هئي. ٻڌ مت کان به هي تحريڪ نرالي هئي: ٻڌ وارن جو مت هو دنيا سان ڪلي طور قطع تعلق ڪري رهبانيت اختيار ڪرڻ، مگر "هٺ يوڳ" جو بنيادي اصول هو صرف عورت کان گوشو ڪرڻ.

---

(١) رسالو 'نگار'، ماه جنوري ١٩٣٦ع، صفحو ٦، (٢) سريواستو! "هندي شاعري مين روحانيت کا دؤر" رسالو 'اردو' ماه اپريل ١٩٤٢ع، ص ٢٢٣. (٣) پرٿوي ناٿ، ڪبير (١٣٩٨-١٥١٨ع) بعد ٿيو، ۽ پرٿوي ناٿ بعد جيتوڻيڪ جوڳ جي شاعري ختم نه ٿي ته به ان جي اهميت گهٽجي وئي (ڏسو سريواستو: "هندي شاعري مين روحانيت کا دؤر" رسالو "اردو" اپريل ١٩٤٢ع، ص ص ٢٢٦-٢٢٧)

(۲) پيو تہ "هٺ يوگي" عقيدتاً موحد هوا، مگر هنن خدا کي انساني صفات سان موصوف ڪيو. صوفين ۽ هٺ يوگين ۾ ترڪ ۽ تجريد جا اصول قدري مشترڪ هئا، مگر اصولي فرق هيءُ هو تہ تصوف زياده تر روح ۽ دماغ جو عمل هو ۽ ان جي برعڪس "جوڳ" زياده ترجسم جو عمل، ۽ انهيءَ ڪري ئي جڏهن ہوءِ تڏهن جوڳين جو سڄو علم ۽ عمل صرف جسمي ڪاوشن، جڙين ٻوٽين ۽ منترن تائين محدود رهجي ويو.

(۳) ٽيو تہ صوفين وانگر هٺ يوگين وٽ بہ "گروءَ چيلي" جي تعلق ۽ آداب جي اوتروڻي قدر ۽ قيمت هئي جيترو "مرشد ۽ مريد" جي. ساڳيءَ طرح گرو جي چيلي کي تلقين ۽ هدايت جي بہ وڏي اهميت هئي؛ انهيءَ حقيقت تي ڪتاب "گورڪ ٻڌ" شاهد آهي جنهن ۾ گرو چيلي جي گفتگو قلمبند ٿيل آهي: چيلو گورک ناٿ سوال ڪري ٿو جنهن جا جواب ڏيندي سندس گرو مڇندر ناٿ اپديش ڪري ٿو.

(۴) چوٿون تہ هٺ يوگين جو عقيدو هو تہ ماڻهو سيلاني ٿي دور دراز جا سفر اختيار ڪري، انهيءَ لاءِ تہ ڪنهن بہ خاص ماڳ مڪان جون دلفريبيون سندس لاءِ قيد و ڪمند نہ بنجن.

انهن عقيدن ۽ اصولن (۱) تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ "هٺ يوگين" جي تعليمات تي اسلامي تصوف جو ڪافي اثر هو: سندن موحدانہ عقيدو، ۽ سندن ترڪ الدنيا، تجريد، جسم کي جفا ۽ هجرت ۽ سفر واريون خوبيون مسلمان زاهدن ۽ درويشن وٽ بہ قابل قبول هيون. هنن جوڳين دور دراز جا سفر اختيار ڪيا: سنڌ ۾ هنن سيلاني فقيرن جي آمدورفت ۽ سنڌ جي سالڪن سان سندن ملاقاتن تي سنڌي ٻوليءَ جا ڪي قديم اصطلاح شاهد آهن جي سندن تحريڪ، عقيدي ۽ عمل جي نالن يا معنائن پويان رائج ٿيا: مثلاً جوڳ، جوڳ ڪمائڻ، جوڳ ڪيڻ، جوڳ جوڙڻ، جوڳ منڻ، جوڳ ڏيڻ وغيره اصطلاح انهيءَ سلسلہ سان وابستہ آهن. گورکناٿي پنٿ جي پيچيده ڪريا ڪرم کي "گورک ڌنڌو" سڏيندا هئا. اهو اصطلاح پڻ سنڌي ٻوليءَ ۾ عام رائج ٿي ويو، ۽ اڄ ڏينهن تائين ڪنهن وڏي محنت ۽ ڪشالي واري ڪم ۾ رڌل ماڻهوءَ کي چوندا تہ: "ميان ڪهڙي گورک ڌنڌي ۾ اچي پيو آهين؟"

سنڌ جي اڪثر صوفي شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ "جوڳين سنڌي ذات" کي ڳايو آهي؛ "جهولي جوڳي" "ناٿ"، "گرو" ۽ "چيلي" جا الفاظ پنهنجي ڪلامن ۾ آندا آهن؛ ۽ وينڌي "گورکناٿ" جو نالو پڻ ڪنيو آهي. مثلاً، فقير نانڪ يوسف ڏانهن منسوب ڪلام جو ٿلهہ ۽ مصرع ملاحظہ هجي:

> ٿلهہ: ناني، ناٿ، گنگا پيٺ، پلي "واهہ گرو" چئو
>
> مصرع: نا رام، نا رحمان، نا ڀڳوان، نا ٻريو
>
> گورک ناٿ گجگاهہ، پلي "واهہ گرو" چئو

جيتوڻيڪ جوڳين فقيرن جا نالا ۽ جوڳ جا اصطلاح اسانجي صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ عام مروج آهن، تہ بہ انهن جي ماهيت ۽ حقيقت کان اڪثر نا واقف آهن. پوئين صوفي شاعرن

---

(۱) "هٺ يوگين" ۽ سندن شاعري بابت بيانات مان سندن اهي اهم اصول ۽ عقيدا اخذ ڪري سگهجن ٿا. وڌيڪ اصولي تحقيق لاءِ، پرٿوي ناٿ جي تصنيف "سادهن پرڪاش جوڳ" ڏسڻ گهرجي، جنهن ۾، بقول سريواستو (ايضاً ص ۲۲۷)، جوڳ جي اصولن جي نهايت قابليت سان وضاحت ٿيل آهي.

تہ گھڻو ڪري اڳين بزرگن جي تقليد ۾ اهي ئي نالا ۽ اصطلاح استعمال ڪيا آهن. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي اهو بزرگ هو جنهن جوڳين فقيرن سان جوڙون ڏنيون ۽ جوڳ جي اصولن ۽ اهڃاڻن کي پنهنجي همہ گير فڪر ۾ حل ڪري، خالص توحيد جي سانچي ۾ سموهي سينگاري، سبق طور پيش ڪيو. اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ جوڳ جي شاعريءَ جو اوج جيتوڻيڪ ١٦- صديءَ ڌاري پورو ٿيو مگر اها شاعري ختم ڪان ٿي. جوڳي درويش پوءِ بہ پنهنجي پنٿ جو پرچار ڪندا رهيا. اهو زمانو ڀٽائي صاحب جي دور کي ويجهو هو انهيءَ ڪري جوڳ جا اصول ڀٽائي صاحب تائين نسبتاً اڃ نموني ۾ پهتا. ڀٽائي صاحب جهڙي موحد "جوڳ" جي تخيل کي "پڪتي" جي تخيل سان گڏو گڏ پنهنجي "رام ڪلي سر" جي بيتن ۾ عام جي فائدي لاءِ پيش ڪيو. هن سلسلہ ۾ سر رام ڪلي جي مطالعي مان جي نظريا نروار ٿين ٿا، سي هي آهن:-

(١) هندو جوڳي اڳ بہ هئا مگر "هٺ يوڳين" وارو موحد طبقو بعد ۾ بابا مڇندرناٿ ۽ گرو گورکناٿ جي تعليمات سان اسريو. هن نئين طبقي جي جوڳين فقيرن کي سندن خدا واحد جي اقرار، ۽ ترڪ ۽ تجريد جي اصولن اڳين هندو جوڳين کان ممتاز ڪيو. انهيءَ ڪري ڀٽائي صاحب جو بيت:

جوڳيئڙا جهان ۾ لوري ۽ نساري
ٻري جن ٻاري، آئون نہ جيئندي ان ري

پنهنجي وسيع معنيٰ ۽ مقصد سان گڏو گڏ قدري مٿين ظاهري حقيقت تي بہ غمازي ڪري ٿو.

(٢) ٻيو تہ هٺ يوگين فقيرن جو اعتقادي اصول هو سير سفر ڪرڻ ۽ ڪنهن بہ ماڳ مڪان جو پابند نہ ٿيڻ. ڀٽائي صاحب بہ هو بهو سندن اهوئي حال حقيقت پيش ڪري ٿو تہ:

سدائين سفر ۾، رمن مٿي راهہ
پرن پورب پنڌ ڏي منجهہ موالي ماهہ
جن جي الک سين آگاهہ، تڪيا پسو تن جا

هن بيت مان ظاهر آهي تہ اهي جوڳي فقير سنڌ جي سير سفر بعد پورب طرف يعني بهار ۽ يو-پي جي پورب ديس ڏي پوريندا هئا، ۽ الهن جي "الک سين آگاهہ" هئي يعني تہ هو پهتل درويش هئا.

(٣) ٽيو تہ هنن جوڳين فقيرن جي طريقي ۾ گرو ۽ چيلي جي رشتي جو نهايت ئي بلند مقام هو، ۽ گرو جي آڳيا مڃڻ هنن طريقي ۾ عين فرض هو. ڀٽائي صاحب انهيءَ اصول کي هيٺين بيت ۾ پوريءَ طرح واضح ڪيو آهي:

ڏهين ڏينهن ڏک ٿيا، ٻرين پاپوهيا پس
ورق جي وصال جا واري ڪيائون وس
لڏائون لطيف چئي گروءَ سندو گس
جوڳين ڪئيو جس، لکا پٽن لوڪ ۾

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

گرجا ڏلي گودڙي، سا ٿئي لاهيندي لڄ
سندا تنهن سهج، چيلو چوندو ڪيترا

(٤) بابا مڇندرناٿ ۽ گرو گورکناٿ، جوڳين جي هن نئين پنٿ جا وڏا رهبر هئا ۽ سندن تعليم ۽ تلقين ئي هنن نون موحدانہ اعتقادن جو سرچشمو هئي. انهيءَ ڪري سندن ظاهري نالن وارو

"ناٿ" جو لفظ سنڌن چيلن واسطي مشعل راهه، ۽ بلند عارفانه مقام جو نشان (Symbol) بنجي ويو. "ناٿ نمائڻ" يعني مرشد کي راضي ڪرڻ حقيقي معنيٰ ۾ "مولا کي مڃائڻ" جي برابر بنجي ويو. ڀٽائي صاحب به "ناٿ" جو اهوئي اصولي تخيل پيش ڪيو ته:

نائين ڏينهن ليٽان، اوجاڳي اجاريا
سباجهي ڀاڄهه ڪي، سجائي سيٽان
جني نظر ناٿ جو اتي اوتاران
اهي اهڃاڻان، لڪا ٻوٽن لوڪ ۾

وري ٻئي هنڌ چوي ٿو ته:

نانگن ڪين نمائيو، ناٿ نمايو نينهن
مڙهين انا مينهن، جوڳيان سندي ذات کي

ڪي جوڳي فقير ته ڀاڻ به وڏي مٿيا وارا هئا. ڀٽائي صاحب هڪ ڀلل جوڳي ۽ عارف جي ظاهري تصوير هن طرح پيش ڪري ٿو ته:

جوڳي ڪي جڳ ڏيا مٽي سين ميري
اکيون الک ساميون، پونءَ ڏي نه پيري
ڪکا وار ڪاهن تي جڙائيس چيري
لوڪ لعل لطيف چئي، ڪنبي ۽ ڪيري
نينهن نه نبيري، سور چڙهي تن سرو

اهڙا جوڳي،

نکي نمن ناٿ کي، ناٿ نه نمائين
جانا ڪن نه جوڳ کي، جوڳ نه جهارين
آديسي آٿين، اهڃاڻيون الماس جون

(٥) ڀٽائي صاحب نه فقط "ناٿ" جو حقيقي تخيل پيش ڪيو آهي مگر گرو گورکناٿ، جو جوڳ جي تعليمات جو روح روان هو، تنهن جو نالو به کنيو آهي، ۽ اسلامي تصوف ۽ تعليم جي حلقه کان ٻاهر هن مها جوڳي ۽ درويش توحيد جي تلقين جو جيڪو سرچشمه جاري ڪيو تنهنجي نهايت ئي موزون لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي ته:-

لنگ ڪيايائون لانگ، موني ڪن نه مسحو
جا اسلامان اڳي هئي، سا سڻائون ٻانگ
سامي ڇڏي سانگ، ڳڌيا گورکناٿ کي

مٿين مختصر وضاحت مان معلوم ٿيندو ته هن "هٺ يوگي پنٿ" جي اعتقادن ۽ اصولن، جي سنڌن تبليغ ۽ ڪلام ذريعي پکڙيا، سنڌي صوفيانه شاعري جي الفاظ، اصطلاحات ۽ فڪر تي ڪيتري قدر اثر وڌو. اسان صرف ڀٽائي صاحب جي رسالي مان مثال ڏنا جو ڀٽائي صاحب نج "جوڳي پنٿ" جي اصولن کي توحيد جي سانچي ۾ سموهي پيش ڪيو آهي. هن بحث جي روشني ۾ ساڳي طرح ٻئي جي شاعرن مثلاً سچل، روحل ۽ ٻين جي ڪلام ۾ هن تخيل جي عڪس جو مطالعو ڪري سگهجي ٿو. هاڻي اسان هندي شاعريءَ جي ٻئي دور تي اچون ٿا جا "ڀڳتي تحريڪ" ذريعي اسري.

## ۲- ڀڳتي شاعريءَ جو سنڌي شاعريءَ سان لاڳاپو

"ڀڳتي" جي معنيٰ آهي محبت، پوڄا ۽ بندگي. اسلام جي هند ۾ اثرات سبب "هت يوگي" فقيرن "توحيد" کي بنيادي عقيدو تسليم ڪري پنهنجي طريقي جي تحريڪ شروع ڪئي. هندو برهمڻ ۾ وري سوامي شنڪر آچاريہ "ادويت" (بغير + دوئي) جي نالي سان ڄڻ هڪ قسم جي فلسفہ توحيد جو پرچار شروع ڪيو، مگر اهو خواص تائين محدود رهيو. ان بعد رامانج هن فلسفہ جي اصولن تي "رام ڀڳتي" يعني "رام جي پوڄا" جو بنياد وڌو، ۽ ولڀ آچاريہ وري ڪرشن پرستيءَ جو بنياد وڌو. اهڙيءَ طرح سنہ ۱۴۰۰-۱۵۰۰ع جي وچ ڌاري "ڀڳتي تحريڪ" ٽن گروهن ۾ ورهائجي وئي: (۱) اهو گروهہ جنهن ڪرشن جي پوڄا کي پنهنجو مقصد بنايو؛ (۲) اهو گروهہ جنهن رام کي خدا جو اوتار سمجهي سندس پرستش ڪئي ۽ ان سان گڏ بت پرستي کي پڻ پنهنجو شعار بنايو؛ (۳) ۽ ٽيون اهو گروهہ جنهن رام جي نالي سان خدا واحد جي پرستش کي مقصد بنايو، مگر رام کي نڪي اوتار ڪري مڃيائون ۽ نڪا ان جي پرستش ڪيائون. هن مضمون جي لحاظ سان، اسان جو واسطو خصوصاً پوين ٻن گروهن جي شاعرن سان آهي.

(الف) رام بطور خدا جو اوتار:- انهيءَ عقيدي جو بنياد رامانند (۱۳۰۰-۱۴۷۰ع) وڌو. هن ۱۴۳۰ع ڌاري تبليغ شروع ڪئي تہ خدا جي پرستش رام جي وجود ۾ ڪرڻ کپي ڇاڪاڻ تہ رام ئي هڪ واحد ذريعو آهي جو تناسخ جي تڪليفن کي دور ڪري سگهي ٿو. هندو ڌرم جي اوائلي اعتقادن جي پيٽ ۾ هن تعليم جو رخ بہ ڪنهن حد تائين وحدانيت طرف مائل هو، ڇو تہ هزارها بتن جي پوڄا جي مقابلہ ۾ رامانند صرف رام جي هستي کي هڪ خدا تسليم ڪري ان جي پرستش جي تلقين ڪئي. البتہ هن بت پرستي جي مخالفت بہ ڪانہ ڪئي. سکن جي "آدي گرنٿ" ۾ رامانند جو هڪ نظم آهي جنهن جي مراد آهي تہ: "وشنو جي پوڄا واسطي ڪنهن مندر ۾ وڃڻ جي ضرورت ناهي ڇو تہ خدا هر جڳهہ آهي ۽ ان کي سون پنهنجي زوال ۾ حاصل ڪيو آهي." هيءَ نظم گويا توحيد جو اقرار آهي، حالانڪ خاص رامانندي گروهہ بعد ۾ رام کي خدا جو اوتار تسليم ڪري پوڄڻ لڳو ۽ ان سان گڏ بت پرستي جو بہ عادي رهيو.

تلسي داس: هن طبقہ جو مشهور شاعر تلسي داس (۱۵۳۲-۱۶۲۳ع) هو جنهن ۱۵۷۵ع ۾ پنهنجي شاعري جي مشهور شاهڪار "رامائڻ" ذريعي رام ڀڳتي کي نهايت دلڪش پيرايہ ۾ پيش ڪيو. جيئن تہ تلسي داس پنهنجي اشعار ۾ رام جي هستي کي خدا جو اوتار مڃي ان کي ڳايو، انهيءَ ڪري سندس خيالات، اسلامي اعتقاد جي منافي هجڻ سبب، مسلمانن ۾ مقبول ٿيڻ لاءِ موزون تہ هئا مگر سندس انهيءَ اعتقاد جي علاوه سندس اشعار ۾ ايتري تہ نزاڪت، لطافت ۽ پاڪيزگي هئي جو اهي دور دراز خطن تائين زبان زد عام ٿي ويا.

سنڌ ۾ بہ سندس اشعار نهايت مقبول پيا. هن سلسلہ ۾ ٻن خاص واسطن جو دخل قرين قياس نظر اچي ٿو- اول تہ تلسي داس کي مرزا عبدالرحيم خانخانان جي دربار ۾ وڏي مقبوليت حاصل هئي ۽ خانخانان کيس نهايت عزت و احترام جي نگاه سان ڏسندو هو. خانخانان جو سنڌ سان تاريخي تعلق آهي ڇاڪاڻ تہ هو مرزا جاني بيگ کي مطيع ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ پاڻ پنهنجي سر آيو ۽ لاڙ ڏانهن ويندي لاهري بندر تائين خاص سير لاءِ ويو. ان بعد مرزا جاني بيگ ۽ مرزا غازي بيگ مغليہ دربار ۾ رهيا ۽ خود شاعر هجڻ جي حيثيت ۾ هنن جو مرزا خانخانان جي دربار سان تعلق ۽ اتي جي شاعرن ۽ اديبن سان واقفيت قرين قياس معلوم ٿين ٿا. گمان غالب آهي تہ انهن واسطن سان ئي تلسي داس جا اشعار اول اول سنڌ ۾ مروج ٿيا.

ازانسواءِ تلسي داس پنهنجي مؤثر اشعار ذريعي رام ڀڳتي جو روح لئين سر ٿوڪيو ۽ اهي سيلاني سامي جي رام ڀڳتي جا علمبردار هئا، تن ۽ شايد سنڌ ۾ اچي تلسي داس جي شعر کي شهرت ڏني. هن سلسلي ۾ پٺاڻي صاحب متعلق هڪ حڪايت قدري هن خيال جي تائيد ڪري ٿي - چون ٿا ته پٺاڻي صاحب ڪنهن جاترا تي "گسائين" فرقي جو هڪ سامي فقير ڏٺو جو پنهنجي پاڻهن سنڌي مٽي جهليو سڪايو بيٺو هو. ڪيس سال ڪن هن حالت ۾ گذري چڪو هو ۽ هن جنا کي "تپسيا" ٿي چاتائين. انهيءَ تي پٺاڻي صاحب کيس مخاطب ٿي بيت ڏنو ته:

هنيون ته سڪائي هوت ليءِ، تو سڪائين پانهون
مٿا مٽي پاڻ کي، تو چوين: آهيان آديسي آءٌ
هو پنڌ آڳاهون - ڪي ڪي لهندا ڪاپڙي

هن حڪايت ۾ "گسائين" فرقي جي سامي جو ذڪر آهي. "گسائين" مخفف آهي "گئوسائين" يا "گئو سوامي" جو جنهن جي معنيٰ آهي سالڪ، سوامي، خداوند، سنياسي، سنت، پارسا فقير، زاهد، جوڳي، عابد، سائين يا مهنت (فرهنگ آصفيه). هندي شاعري جي تصنيفن ۾ تلسي داس کي اڪثر "گو سوامي تلسيداس" ڪري لکيو ويو آهي ۽ ممڪن آهي ته تلسي داس جي معتقدن "گو سوامي" يا "گو سائين" جو لقب اختيار ڪيو ۽ مٿين سنڌي حڪايت وارو "گسائين" فقير به شايد تلسي داس جي انهن معتقدن مان هو جي سنڌ ۾ پنهنجي زهد ۽ عبادت سان رام ڀڳتي جو پرچار ڪري رهيا هئا. جئن ته پٺاڻي صاحب ۽ تلسي داس جي وچ ۾ تقريباً ٥٠ سالن جو فرق آهي انهيءَ ڪري ممڪن آهي ته مٿين حڪايت صحيح هجي.

خير! ڪٿي کهڙي به طريقي سان، مگر تلسي داس جا بيت سنڌ ۾ عام مروج ٿي ويا ۽ انهن جو سنڌي دوهي ۽ بيت تي ڪافي اثر پيو. خود شاهه جي رسالي ۾ سر بيراڳ هندي (داستان پيو) ۾ تلسي جو هڪ بيت سندس نالي سان موجود آهي ته:

تلسي طلب نه ڇوڙئي، موت و رزق سبهه ساتهه
ڪيا جگت سي روٺنا، قلم اسي ڪي هاتهه

ازانسواءِ تلسي جا حڪمت آميز بيت اڄ ڏينهن تائين به سنڌ ۾ عام مروج آهن. سندس هيٺيون بيت خاص طرح مقبول ۽ مشهور آهي ته:

تلسي او دن ياد ڪرو، جب جڳ هسي تم رو

(ب) رام جي نالي ۾ خدا واحد جي پرستش:- هن ڀڳتي تحريڪ جو ٻيو گروه اهو هو جنهن خدا واحد جي پرستش رام نام سان شروع ڪئي: يعني رام نالو خدا واحد جو ڪري ڄاتائون، مگر رام (پٽ دسرت) نالي انسان کي نڪي اوتار ڪري مڃيائون ۽ نڪا ان جي پرستش ڪيائون. هن گروه جو علمبردار مشهور درويش ڪبير هو جو غالباً سنه ١٣٩٨ع ۾ ڄائو ۽ ١٥١٨ع ۾ وفات ڪيائين. ڪبير، بنارس جي نيرو نالي مسلمان ڪوري جو فرزند هو ۽ سندس والده جو نالو نيما (نعيمه) هو (١). ڪبير گنگا جي گهاٽ جي ڏاڪڻين تي ويهي وڃي راتيون جاڳندو ۽ جهد ڪنيندو هو. هڪ دفعي کيس نند اچي وئي- اتفاقاً ان وقت سامي رامانند، جو رام ڀڳتي جو باني

(١) پنڊت منوهر لال زتشي: "ڪبير صاحب"، مطبوعه هندوستاني اڪادمي، الله آباد، ١٩٣٠ع صفحه ٥٣.

مباني هو سو اتان اچي لنگهيو ۽ سندس اڏو ڪبير کي لڳو ۽ هو جاڳي پيو. سندس دل تي وڏو اثر پيو ته، سامي راماننڊ ئي کيس خواب غفلت مان بيدار ڪيو. ان بعد ڪبير هن درويش سامي جو معتقد ۽ مريد ٿي پيو. ان بعد ڪبير هڪ مسلمان درويش شيخ تقي کان به معرفت ۽ هدايت حاصل ڪئي (١). متعدد ته ڪبير جو مسلمان والدين جي گهر ۾ جنم سندس دل ۾ خدا جي وحدانيت جو اڏو هنيو ۽ هن جو ننڍي وهيءَ کان وٺي توحيد ڏانهن لاڙو ٿيو ۽ ان بعد پنهنجي ذاتي ڪر ۽ مسلمان بزرگن جي صحبت ذريعي هو پڪو موحد ٿي ويو (٢). مگر بنارس جي ماحول ۾ هندو ڌرم جي نظريه ۽ هندو بزرگن جي سکيا کي به هن درويش دل ڪولي سمجهيو. سامي راماننڊ جهڙي درويش جو کيس خواب غفلت مان بيدار ڪرڻ ۽ سامي صاحب جي رام ڀڳتي واري تحريڪ به ڪبير تي اثر ڪيو. ڪبير 'رام ڀڳتي' جي نظريه کي توحيد جي سانچي ۾ سوڌي هڪ نئين نظريه جو بنياد وڌو ته دسرت جو پٽ رام هڪ انسان هو انهيءَ ڪري ان جي پوڄا عبث آهي. جنهن "رام" جي پوڄا ڪرڻ جڳائي اهو هڪ مولائي آهي جو سڀني جو سائين آهي ۽ صحيح ڀڳتي انهيءَ هڪ "رام" جي بندگيءَ ۾ ئي سمايل آهي. اهڙيءَ طرح ڪبير، توحيد ۽ رام ڀڳتي جي تخيلن کي يڪجا سميٽي سرهو ڪيو ۽ پنهنجي تعليم جو بنياد انهن ٻن نظرين يعني توحيد ۽ ڀڳتي (هڪ ڌڻيءَ جي بندگي ۽ خلق سان پريم ۽ محبت) تي رکيو. انهن نظرين کي ڪبير پنهنجي دوهن ۾ بالڪل وضاحت سان بيان ڪيو آهي مثلاً:

صاحب ميرا ايڪ هے دوجا ڪها نه جائي
دوجا صاحب جو ڪهون صاحب کهرا رسائي

[منهنجو مالڪ هڪ آهي ۽ ٻيو جني ٿو سگهجي؛ جي ٻيو مالڪ چوان ته منهنجو سچو ڌڻي مولڪان رسي وڃي]

پاهن پوجے هري ملين، تو پوجون پهار
ايڪ جوتي هين سب ابجا، ڪون باهمن ڪون سودار

[جي پاهڻ پوڄڻ سان ڌڻي ملي ته ڪر آءٌ پهاڙن کي پوڄيان؛ سڀ هڪ نور مان پيدا ٿيا آهن، پوءِ برهمڻ ڪير ته سودر ڪير]

"رام" نام کي ڪبير هڪ مولائي حقيقي سان تعبير ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته:

"رام ڪا نام چڙ بيد ڪا مول هے"

[رام جو نالو چئني ويدن جو مول يا بنياد آهي]

---

"نرگن رام جپو ري ڀائي"

[اي دوستو! محض ذات "رام" کي پوڄيو]

---

(١) بقول وسڪات: "تقي نالي ٻه بزرگ هئا: هڪ جو مسڪن الله آباد ۽ فتحپور جي وچ ۾ مالڪ پور جو قصبه هو هي بزرگ ذات جو نداف هو ۽ چشتي مشرب جو درويش هو. ٻيو شيخ تقي الله آباد لڳ جهونسي جي ڳوٺ جو رهاڪو هو جتي سندس مزار موجود آهي. هي بزرگ سهروردي طريقي جو هو. [Viscott, Rev. G. H.: "Kabir And Kabir Panth" Christ Churce Missin, Cawnpore, 1907.]

(٢) "برخي برآن که کبير موحد آنجا آسوده است- الخ [آئين اکبري- نولکشور ١٨٦٩- ج ٢ ص ٨٢]؛ "کبير جولاهه نژاد که از موحدان مشهور است" [دبستان مذاهب]

"دسرتو سَت تهون لوک بکانا          رام نام کا مرم نہ جانا"

[دسرت جي پٽ (رام) جو ماڻهن ۾ بيان ٿئي ٿو، پر "رام" نالي جي راز کي ڪوئي نٿو ڄاڻي]

ڀڳتي يعني هڪ ڌڻي جي بندگي ۽ ماڻهن سان محبت جي سلسلي ۾ درويش ڪبير ڪربا ڪرم ۽ جوڳ وغيره (رسمي عبادت ۽ رياضت) کان الاهي عشق کي برتر سمجهي ٿو. سندس خيال ۾ انهيءَ ميدان ۾ امير غريب جو فرق نہ آهي جيڪو بہ ڌڻيءَ سان لنءُ لائيندو سوئي پار پوندو:

بهڳتي گيند چوگان ڪي، بهاوي ڪوئي لي جاءِ

کہ ڪبير ڪڇھ ڀيد نهين، ڪها رنڪ کہ راءِ

[بندگي جڻ لوءِ ميدان آهي جو چاهي سو کڻي؛

ڪبير! ڄاڻ تہ هن ۾ امير ۽ غريب جو فرق لازمي نہ آهي]

توحيد ۾ غرق ٿيل، الاهي عشق ۾ رتل ۽ انسان ذات جي ڀلائي جو قائل درويش ڪبير، انهن مقصدن کان سواءِ مذهب جي ظاهري نمايش کي رياڪاري سمجهي ٿو:

مالا ڦيرت جگ ڀيا، ڦرا نہ من کا ڦير

کر کا منکا ڊار دې، من کا منکا ڦير

[تسبيح ڦيرئيندي زمانو گذري ويو، مگر من جو ڦيرو نہ ڦريو؛

هٿ وارو سڙڪو ڊاري، ڪو من جو مڻڪو ڦيراءِ]

مطلب تہ درويش ڪبير پنهنجي دلپذير دوهن ذريعي، توحيد، عشق الاهي، حقيقت جي ڄاڻ، مخلوق سان ڀلائي، سچ ۽ ڪوڙ جو فرق، پاڻ وڃائڻ، غير کان نہ گهرڻ ۽ ٻين اهڙين چڱاين جي تعليم ڏني. انهيءَ انساني ۽ صحيح اسلامي تعليم جو سڄي اتر هندوستان تي وڏو اثر پيو؛ سنڌ جي سليم الطبع عوام، عارفن ۽ سالڪن خاص طرح، درويش ڪبير جي تعليمات جو ڏاڍو قدر ڪيو.

ڪبير جا دوها توحيد، تصوف ۽ معرفت جا موتي هئا ۽ انهيءَ ڪري پنهنجي دلپذيري ۽ جاذبيت سبب ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويا ۽ سنڌ ۾ بہ مقبول ۽ مروج ٿي ويا. ازانسواءِ ڪبير جي تعليمات گرو نانڪ (۱۴۶۹-۱۵۳۸ع) ۽ دادو ديال (۱۵۴۴-۱۶۰۳ع)، جهڙا ڀڳت ۽ درويش شاگرد پيدا ڪيا جي نسبتاً سنڌ کي ويجها هئا. گرو نانڪ، سنڌ جي پاڙيسري پرڳڻي پنجاب (موضع تلونڊي، ضلع لاهور) ۾ پيدا ٿيو ۽ دادو ديال سنڌ جي ٻئي پاڙيسري ملڪ گجرات (احمد آباد) ۾ پيدا ٿيو مگر سندس سير سفر جو دائرو سنڌ جي سرحدن لڳ بيڪانير ۽ راجپوتانا ۾ رهيو. شايد درويش ڪبير جي هن "رام ڀڳتي" يعني حقيقي مولا جي بندگي واري تحريڪ خود سنڌ ۾ بہ پنهنجا پوئلڳ پيدا ڪيا، چنانچہ سدنا نالي سنڌ جو قصائي پنهنجو ڌنڌو ترڪ ڪري ڀڳتيءَ جي رنگ ۾ رڱجي ويو†. سدنا، گرو نانڪ ۽ دادو ديال کان بہ اڳ هو ۽ درويش ڪبير جو ئي معاصر هو. ممڪن آهي تہ درويش ڪبير سان گڏو گڏ سدنا بہ هن حقيقي رام ڀڳتي واري تحريڪ جو باني مباني هجي ڇاڪاڻ تہ هن بہ پندرهين صدي عيسوي جي شروع ۾ شهرت حاصل ڪئي† جو خود درويش ڪبير (ولادت ۱۳۹۸ع) جو اوائلي زمانو آهي. سندس چند اشعار سکن جي "آدي گرنٿ" (جنهن کي گرو ارجن سنہ ۱۶۰۴ع ۾ مرتب ڪيو) ۾ محفوظ آهن†

درويش ڪبير ۽ سندس هن پيدا ڪيل گروہ جو زمانو ۱۵ ۽ ۱۶ صدي عيسوي وارو آهي؛ سنڌ ۾ قاضي قاضن ۽ شاہ ڪريم بہ ساڳئي انهيءَ دور جا آهن. اسانجي خيال ۾ هنن

---

† ڏسو رسالہ نگار، جنوري ۱۹۳۶ع، صفحہ ۷

هنن بزرگن جي پر - تکن دوهن جي سناء ۽ سلوک جو سرچشمو درويش کبير جا عارفاڻا هندي دوها هئا جي ان وقت سنڌ ۾ يقيني طور عام مروج هئا. ايتري قدر جو شاه ڪريم پنهنجي سالڪاڻي مجلسن ۾ هندي دوهن کي دهرائيندو هو: مثلاً هڪ موقعي تي سمن جو هيءُ هندي بيت پڙهيائين ته (۱):

سمنا! گانٺ پريم کي، ٻوڙي جو ڪيسي پير
ايه کهولي کهاي نهين، سپ جڳ رهيا آدير

[اي سمن! پريم جي ڳنڍ اهڙي طرح ڏنل آهي جو کولڻ سان
ڇڙي نٿي کلي ۽ سارو عالم ان جي کولڻ ۾ عاجز آهي.]

ٻئي موقعي تي احمدآباد ۾ هڪ درويش (۲) کان ٻڌل هيٺيون هندي بيت سنڌي ڳاڻون ڪري پڙهيائون (۳) ته:

هيڪ جو اکر ونگڙو، جو گر تسي ڏي
انڌاري گهر ديوڙلا، ڦر ڦر جوت ڪري

[هڪڙو ڏکيو اکر جو گرو راضي ٿي توکي سيکاري، سو
ائين آهي جيئن اونداهي گهر ۾ هر هر ڏيئو روشني ڪري.]

درويش کبير جي عارفاڻا دوهن کان شاه ڪريم غالباً پوري طرح واقف هو. شاه ڪريم (ولادت ۱۵۳۸)، درويش کبير جي وفات (۱۵۱۸) کان صرف ۱۸ سال پوءِ ڄائو ۽ شاه ڪريم واري دؤر ۾ درويش کبير ۽ سندس سالڪاڻا دوهن جو غالباً سنڌ ۾ ڪافي چرچو هو. کبير جي درويشي جي ابتدا وارو واقعو، يعني ته سندس گنگا جي گهاٽ تي وڃي جهد ڪڻ، ننڊ جي غلبي سبب سمهي پوڻ، ساهي رامانند جو ڪرس ٿڏو لڳڻ ۽ خواب غفلت مان بيدار ٿيڻ - اهو هڪ اهم ۽ مشهور واقعو هو، ۽ ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو شاه ڪريم جي هيٺين بيت جو محرڪ بعينه اهو ئي مشهور واقعو آهي:

جوڳي جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾
تنهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پچري

درويش کبير ۽ شاه ڪريم جي ڪن دوهن ۾ جا خيالن جي مماثلت آهي سا پڻ قابل غور آهي - مثلاً

کبير:- جا ڪارن جڳ ڍونڍيا، سو تو گهٽ هي مانهہ
پرده دے آ ڀرم ڪا، تاتي سوجهت ناتهہ

[جنهن کي تون دنيا ۾ ڳولين ٿو، سو ته تو ۾ ئي آهي؛
رڳو وسوسي جو پرده اچي وچان پيو آهي انهيءَ ڪري سمجهي نٿو سگهين.]

شاه ڪريم:- سڄڻ منجهه هئام، مون ويٺي واءُ ٿئا
هيڏان هوڏان هٿوا، هنهين جساڻ وڃام

---

(۱) ڏسو: شاه ڪريم ٻاڙي واري جو ڪلام، ناشر ڊاڪٽر دائود پوٽو، بمبئي ۱۹۳۷ع، صفحو ۹۹.
(۲) ممڪن آهي ته اهو بيت دادو ديال جو هجي ۽ خود دادو يا سندس ڪنهن طالب شاه ڪريم کي پڙهايو هجي. دادو ديال (۱۵۴۴-۱۶۰۳ع) شاه ڪريم (۱۵۳۸-۱۶۲۵) جو همعصر هو ۽ احمدآباد ۾ ئي ڄائو. (۳) شاه ڪريم جو ڪلام، صفحو ۱۱۳.

کبير:- بيد، پران، قران، ڪتيبا، نانا ڀانت بکهاني
هندو ترڪ جين اور جوگي، ايڪل ڪاهو نہ جاني
[ويد، پراڻ، قرآن - اهي سڀ ڪتاب مختلف طور پڙهيا وڃن ٿا،
۽ هڪڙا هندو، ٻيا مسلمان ۽ ٽيان جوگي - پر هڪ (مولا) کو ڪو نٿو ڄاڻي]
شاه ڪريم: ڪنز، قدوري، ڪافيا جي پڙهي پروڙين سڀ
تہ ڪرمنڍي ماڪوڙي کوہ پر، پيئي ڪڇي اپ
ڪبير: جب لگ نانا جگت ڪا، تب لگ ڀڳت نہ هوءِ
نانا توڙے هري ڀجي، ڀڳت ڪهاوے سوءِ
[جيستائين جڳ سان ناتو آهي تيستائين ڀڳت نہ ٿي سگهبو
جو ناتا توڙي ڏٿي ياد ڪندو، سوئي ڀڳت ٿي سگهندو]
شاه ڪريم: چرين جنّ چت ڪري، سگ سيئي چڻ
جي پائين پرين مڙان، تہ مت منهنجي گڻ
شاه ڪريم بعد ڀٽائي صاحب وارو دور، درويش ڪبير ۽ سندس گروه يعني گرو نانڪ، دادو ديال وغيره واري دور کان هڪ سؤ سال پوءِ جو آهي. معلوم ٿئي ٿو تہ درويش ڪبير جي عارفانہ دوهن جي مقبوليت، جنهن جي ابتدا سنڌ ۾ خود درويش ڪبير جي ڏينهن کان ٿي ۽ جا قاضي قاضن ۽ شاه ڪريم جي ڏينهن ۾ سنڌ جي سالڪن جي ڪلام جو جز بڻجڻ لڳي، سا شاه ڪريم کانپوءِ سؤ سالن واري عرصي ۾ سنڌ جي سلوڪ ۽ صوفيانہ تخيل جو هڪ اهم باب بڻجي وئي. ڀٽائي صاحب جي ڏينهن ۾ ڪبير، گرو نانڪ، دادو ديال، سمن، تلسي، رحمن، ڪالو وغيره درويشن جا حڪمت آميز هندي دوهرا سنڌ ۾ عام مروج ۽ مقبول هئا. ڀٽائي صاحب جهڙي اهل دل ۽ عارف وٽ انهن دوهن جو وڏو قدر هو. ڀٽائي صاحب خود انهن دوهن کي وقت بہ وقت دهرايو ۽ انهيءَ ڪري ئي اهي دوها ڀٽائي صاحب جي رسالي ۾ "سر بيراڳ هندي" هيٺ هڪ اهم باب جي صورت ۾ قلمبند ٿيا. ڀٽائي صاحب جي وقت ۾ سنڌ اندر هن حڪمت آميز هندي شاعريءَ جي مقبوليت جو اندازو هن حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو تہ رسالي ۾ تقريباً نوي (٩٠) کن هندي دوهن ۽ نو (٩) هندي وائن جو وڏو ذخيره قلمبند ٿيل آهي. "سر بيراڳ هندي" ۾ ٧- دوها ڪبير جي نالي سان، ٣- دوها نانڪ جي نالي سان ۽ ٢ دوها دادو جي نالي سان موجود آهن ۽ شايد ٻيا بہ ڪيترائي بنا نالي دوها انهن درويشن جا هن ذخيره ۾ شامل هجن. مطلب تہ هي ذخيرو هندي شاعري ۽ خصوصاً درويش ڪبير ۽ سندس گروه جي هندي ڪلام جي سنڌ ۾ عام مقبول ۽ مروج هجڻ تي پڌرو شاهد آهي.

هنن دوهن جي رواج سان درويش ڪبير جي فڪر ۽ صوفيانہ فلسفہ کي خاص مقبوليت حاصل ٿي. ڪبير، پهريون دفعو هندو سادن جي هلايل "رام ڀڳتي" واري تحريڪ (جنهن موجب رام بن دسرت کي اوتار ڪري پوڄيو ٿي) کي توحيد جي سانچي ۾ سموهيو ۽ "رام" نام کي هڪ ڏٿي جي نالي سان تعبير ڪري هڪ موحدانہ نظريہ پيش ڪيو جنهن ۾ هندو مسلم اتحاد ۽ محبت توڙي غير مسلمانن ۾ توحيد جي نظريہ کي مقبول بڻائڻ جو راز سمايل هو.

"ڪهي ڪبير، ايڪ رام جپو رے، هندو ترڪ نہ ڪوئي"

[ڪبير جو چوڻ آهي، تہ هڪ واحد مولا جي پرستش ڪريو جو (ان جي نظر ۾ سڀ بندا هڪجهڙا آهن ۽) هندو ۽ مسلمان (ترڪ) جو فرق نہ آهي]

ڀٽائي صاحب جهڙي اهل دل ۽ عارف، درويش ڪبير جي هن موحدانہ نظريہ جي حقيقت، وسعت ۽ جاذبيت محسوس ڪري، ان کي پنهنجو ڪيو ۽ "سر رامڪلي" ذريعي "جوڳين درويشن"

جي جوڳ جي ذڪر سان گڏوگڏ، رام ڀڳت سامين ۽ سالڪن جي حال ۽ قال جا وبهي اهڃاڻ ڏنا ته:

نڪي هيٺ نه هيٺ، نه ڪي ڳرڀن ۾
رام ڪيائون ڏيٺ، وڃن ڪينر ڪلهي ڪيو

تڪيا تاڪيائون، وتا رمندا رام ڏي
ڪجان خبر نه لهان تن آدڀسن آئون
ڪنهن ڪوڻ ڪنيائون، ڪاڏي وتا ڪاهڙي!

رام رهين ۾ روح، ڀهر ڀولين ڪي ڀيو
سدائين سفر ۾ سنا نسين سوءِ
سامين جا صبوح، ساريان گهٽو سيد چئين

هر هر ڪن هر نام، ڏون ڏيهاڙي ڏوتيا
جن نه ربجهايو رام، ناٿ نه نمي ان ڪي

ڀٽائي صاحب هن آخري بيت ۾ "جوڳي پنٿ" وارن جي مرشد يا گروءَ جي تخيل "ناٿ" ۽ "رام ڀڳتن" جي هڪ مولاڻ واري تخيل "رام" کي يڪجا جمع ڪيو آهي. ۽ واضح ڪيو آهي ته مولاڻ (رام) جي رضامندي کان سواءِ مرشد (ناٿ) جي مهر ناممڪن آهي. ڀٽائي صاحب "سر رامڪلي" ۾ هڪ طرف "جوڳي پنٿ" جي درويشن جي نظريه کي توحيد جي قالب ۾ سمو هيو آهي، ٻئي طرف ڪبير واري "رام ڀڳتي" جي موحدانه نظريه کي ورجايو آهي، ته ٽئين طرف انهن ٻنهي نظرين ۾ تطبيق پيدا ڪئي آهي جو ڀٽائي صاحب جي فڪر جو اعجاز آهي.

مٿين وضاحت جو مقصد هن نقطه کي واضح ڪرڻ هو ته ڪهڙي طرح ۽ ڪيتري قدر درويش ڪبير جي "رام ڀڳتي" واري موحدانه نظريه کي سنڌ ۾ مقبوليت حاصل ٿي. ڀٽائي صاحب ڀهريون دفعو "سر رامڪلي" ۾ هن نظريه کي ورجايو ۽ ڪانئس پوءِ هي نظريه سنڌ جي هر صوفي شاعر جي ڪلام جو ورد وظيفو بنجي ويو. سچل، روحل، يوسف ۽ ٻين متعدد ڪافي گو شاعرن، "رام" بمعني هڪ ڏڻيءَ واري تخيل کي پنهنجي ڪلام ۾ بار بار پيش ڪيو آهي.

ادبي نقطه نظر کان به درويش ڪبير جي عارفانه دوهن ۾ بيان ٿيل حڪمت آميز نقطن، سنڌ جي صوفي شاعرن جي ڪلام تي ڪافي اثر وڌو آهي. هن سلسله ۾ خود ڀٽائي صاحب ۽ درويش ڪبير جي بيتن ۾ جا مماثلت آهي سا قابل غور آهي حالانڪ درويش ڪبير، ڀٽائي صاحب جي ولادت کان تقريباً ڏيڍ سؤ ورهيه اڳ وفات ڪئي:

ڪبير: يه تو گهر هے پريم کا خاله کا گهر نانه
سيس اتار ڀهوئين دهرے، تب بيٺهے گهر مانه
[هي خانهءِ عشق آهي ۽ نه "خاله جي" جو گهر: سسي لاهي هيٺ رکي تڏهن هن (عشق جي) گهر ۾ وڃي سگهبو]

شاه: عشق نه هيٺي راند، جان ڪي ڪيلن ڳيرو
جسيءَ، جسي ۽ جان جي ڀڃي جو هيڪاند
سسي نيسڙي ڀاند - اڇل ته ادهه ٿئي

ڪبير: جب "مين" تها تب گرو نهين، جب گرو هے "هم" نانه
پريم گلي ات سانڪري، تا مين دو نه سمانه

مهراڻ

[جڏهن ”آءٌ“ هوس تڏهن گرو نه هو، جڏهن گرو آهي تڏهن ”آءٌ“ ناهيان؛
عشق جي گهٽي سوڙهي آهي، تنهن ۾ ٻه نه سمائجي سگهندا]

شاه: خودي ۽ خداء، ڪين ماپندا من ۾
ٻن تراربن جاءِ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾

ڪبير: سمرن سرت لگائي ڪي، مکهه سي ڪڇهه نه بول
باهر ڪي پٽ ديني ڪي، انتر ڪي پٽ ڪي کهول

[سندس (مولا) سرت رک، مگر واتان ڪجهه به نه ڪڇ
ٻاهر جا دروازا بند ڪري، اندر جا دروازا کول]

شاه: نهائينءَ جان نينهن، ڏيو ڪوه نه ڏڪئين
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاق نه نڪري

ڪبير: نام ڀجو، من ڪرو، يهي بات هي تنت
ڪاهي ڪو پڙهه پچ مرو ڪوٽن گيان گرنٿ

[اسم کي اوريو ۽ من کي قبضي ۾ ڪريو جو اهائي اصلي ڳالهه آهي؛
ڪروڙين ڪتابن جون پڙهي ڇو پيا مرو پچو]

شاه: اڪر پڙهه الف جو ورق سڀ وسار
اندر ڪٿي اجار، پنا پڙهندين ڪيترا

ڪبير: ڪبرا بيد بلائيا، پڪر ڪي ديکهي بانهه
بيد نه بيدن جانئي، ڪرڪ ڪريجي مانهه

[ڪبير ويڄ کي سڏيو ته هو پيو ٻانهن جهلي ڏسي؛
اي ويڄ! تون وڃا نٿو ڄاڻي: درد دل ۾ آهي]

شاه: اڄ ٻڌ ڪهڙي ڏانهه، واڍوڙڪي منهين
ويڄ ورائي ٻانهه، چوري چاڪ چڪائيا

---

ڪليس ڪويڄن، تن طبيب نه ڳڌنا
ڏينئي ڏنب ڏڌن، ٻاڻان ڏيل ڏکوئيو

درويش ڪبير جي دوهن ڪان سواءِ هندي شاعريءَ جي وسيع ۽ دلچسپ ذخيري مان پيا حڪمت آميز دوها به سنڌي شاعرن واسطي اظهار خيالات جو هڪ نمونو بنيا بلڪ ڪن کي ته هوبهو ترجمو ڪري سنڌي ادب ۾ اضافو ڪيو ويو. مثلا رسالي ۾ هڪ بيت موجود آهي ته:

وڃين ۾ اَسي ويهه، ته آءٌ واري ڏڪيان
توکي نه ڏسي ڏيهه، آءٌ نه ٻيان کي پيو

هن بيت جو سر چشمو يقيني طور هيٺيون مشهور هندي دوهو آهي ته:

آؤ پيتم نين مين، پلڪ ڍانپ تو لون
نا مين ديکهون اور کو، نا توهي ديکهن دون (۱)

---

(۱) ڏسو: ڊاڪٽر جعفر حسن: ”منتخبات هندي ڪلام“، حيدرآباد بوڪ ڊيپو، حيدرآباد دکن؛ ۽ رسالو ”نگار“ ماه جنوري ۱۹۳۶ع، صفحو ۱۵۸.

# شاهه جي شعر جي بناوت تي هڪ نظر

جهمٽمل کوبچند ڀاوناڻي، (بمبئي ۲)

سنڌ جي ناميارن اوائلي شاعرن قاضي قاضن، سيد عبدالڪريم شاهه ۽ شاهه عبداللطيف جو شعر، ڏوهيڙن جي صورت ۾ آهي. پهريون سنڌي شاعر جنهن علم عروض مطابق شعر چيو، سو هو مخدوم عبدالرؤف ڀٽي جنهن پارسي بحرن تي مولود جوڙيا: مخدوم صاحب شاه لطيف جو همعصر هو. بعد ۾، جيڪي ناميارا شاعر ٿيا تن مان ڪن پنهن جو ڪلام فقط ڏوهيڙن جي صورت ۾ چيو، جهڙوڪ سامي: ڪن ڏوهيڙن توڙي، پارسي بحرن تي چيو، جهڙوڪ سچل، بيدل، بيڪس وغيره: ۽ ڪن فقط فارسي بحرن تي چيو، جهڙوڪ آخوند گل محمد سانوڻي.

شاهه لطيف، سنڌي شاعرن جو سرتاج آهي، سا ڳالهه، هر ڪنهن سنڌي ادبي عالم، هميشه مڃي ڪئي آهي. شاهه جي شاعراني خوبين جو ذڪر، هر ڪنهن ناميارِي سنڌي ٽيڪاڪار ڪيو آهي. ليڪن، سنڌس شعر جي فني حيثيت جي باري ۾، ساڳين ئي ساهتڪارن، شاهه سان فقط بي انصافي ئي ڪئي آهي ۽، اِئين چوڻ ۾ روا ٿيندو ته، منجهانئن ڪن شاهه سان، انهيءَ مسلي ۾، نسورو ناحق ئي ڪيو آهي.

چاليهه ورهيه اڳ، سنه ۱۹۱۴ع ۾، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ صاحب، پنهنجي ڪتاب "سنڌي شعر" ۾، شاهه جي نظم بنسبت، جيڪي لکيو، انجو تت سنڌس لفظن ۾ هيٺ ڏجي ٿو:

**"سڀڪنهن هنڌ پهرين جهنگلي شعر آيو."** (صفحو ۱۰)

"جئن هندستاني يا ڀاشا ۾ اوائل جو شعر، دهرن ۾ هو ۽ مضمون جنگي يا ڌرمي هو، تئن سنڌيءَ ۾ ٻه دوهرا يا ڏوهيڙا هئا، يعني ٻه سٽون يا مصراعون ساڳيءَ طرز تي، قافين سان." (صفح ۱۷)

"اِهو آهي عام نج سنڌي شعر جو اوائل وارو نمونو جو عيسوي سورهين ۽ سترهين صديءَ تائين هليو. ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾، شاه عبداللطيف ڀٽائي جو ڪلام ظاهر ٿيو، سو ٻه دوهرن ۾ يا بيتن ۾، پر هو انهن ۾ لئين قير گهير ڪرڻ لڳو... اِهي بيت، ماڻهو دل وندرائڻ لاءِ وڏي آواز سان سر ۾ چوندا هئا يا ڳائيندا هئا، جنهن ڪري سر نبهارڻ لاءِ پوئين مصرع جو پويون اڌ قافئي وارو يا ڪڏهن پهرينءَ جو ٻه، اڳي ڪري چوندا هئا يا وري پهرو پورو ٻه چوندا هئا، مثلا

سڪ منهنجا سپرين، نهائينءَ ڪان **ٺمهن**؛
ٻاهر ٻاڦ نه نڪري، سڙي سارو **ڏيلهن**.

اِنهيءَ دهري يا بيت کي چوڻ يا ڳائڻ ۾، قافئي وارا اڌ، پهرين چوڻ ۾ آيا، هن طرح:

نهائينءَ ڪان نيڻهن، سڪ منهنجا سهرين؛
سڙي سارو ڏيڻهن، پاهر پاڻ نه نڪري. (صفحو ٢١)

"ٻي ڦير گهير شاه صاحب هيءَ ورتي جو ٻن مصراعن جي بدران ورتائين مصراعون وجهڻ لڳو. (صفحو ٢٢)

"۽، ڪنهن مصراع ۾ ڪا وڌي آيت يا ڪنهن ٻئي شاعر جي مصراع وجهي، وزن کان وڌائي تمام ڊگهي ڪري ٿو آندائين." (صفح ٢٣)

**"اهي آهن اوائل جي جهنگلي يا اڻ سڌريل نظم جون نشانيون"** (صفحو ٢٣)

اڳتي هلي، ثابت ڪيو ويندو ته، شاه جي شعر جو نظم، ڪنهن به صورت ۾، جهنگلي يا اڻ سڌريل ڪين آهي، پر وزن ۽ قافيه جي هڪ خاص علم پٽاندر جڙيل آهي- جنهن علم کان اڻ ڄاڻائيءَ سبب ئي، ادبي ماهرن، شاه جي نظم جي پوري پرک نه ڪئي آهي. اول اچو ته ٻين ادبي عالمن جا، شاه جي نظم جي باري ۾، لکيل ٻيڪ ساڳيائي ويچار، نظر مان ڪڍون.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي شاهڪار، شاه جي رسالي جو پهريون جلد، سنه ١٩٢٣ع ۾ شايع ٿيو. انهيءَ ڪتاب جي فصل ستين ۾، شاه جي نظم جو ذڪر ڪيو اٿس. صفحي ١٢٦ تي، دوهي يا دوهري جي ساخت بنسبت جيڪي لکيو اٿس سو درست آهي، مگر "ماترا" جنهن تي دوهي جو دارو مدار آهي، اُنجي سمجهاڻي نه ڏني اٿس، جنهنڪري دوهي جي ساخت جي، سنڌس ليک مان، پوري خبر بنه ڪانه ٿي پئجي سگهي. پر اِها هڪ معمولي ڳالهه آهي. مکيه ڳالهه، ڊاڪٽر گربخشاڻي جي هن فصل بابت هيءَ آهي جو، شاه جو نظم سمجهائيندي، پاڻ بلڪل گهڻيون غلطيون ڪيون اٿس. مثلاً، چوي ٿو:

"برج ڀاشا ۾ لکيل شعر، اڪثر ڪري، دوهرن جي صورت ۾ هوندو هو. تلسي ڪرت راماڻ پڻ انهيءَ وزن ۾ نظم ٿيل آهي. (صفحو ١٢٦)

"ڪبير ڀڳت ۽ گورو نانڪ صاحب جون ٻاڻيون به دوهرن ۾ لکيل آهن. (صفحو ١٢٦)

"ماترائن جي جدا جدا تقسيم موجب، دوهري جا ڪيترائي قسم ٿي سگهن ٿا. (صفحو ١٢٦)

"شاه لطيف، انهن دوهرن ۾ ٽئين قسم جي ڦير گهير ڪئي. (صفحو ١٢٧)

اڳتي هلي، ڦير گهير جي نسبت ۾، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ هو بهو آهوئي چيو آهي، جو ڪانئس اڳ، مرزا قليچ بيگ صاحب چئي چڪو هو.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جا مٿي ڏنل گفتا، ذري پرزي غلط آهن. انهن غلطين جي ثابتي اڳتي هلي ڏيڻ ۾ ايندي.

سنه ١٩٣٧ع ۾، ميان محمد صديق ميمڻ صاحب جي "سنڌ جي ادبي تاريخ ظاهر ٿي. هن صاحب، قاضي قادن، سيد عبدالڪريم ۽ شاه لطيف جي نظم جو ذڪر ڪندي، اهي ئي غلط ڳالهيون دهرايون، جيڪي ڪانئس اڳ، مرزا قليچ بيگ صاحب ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب چئي ويا هئا. پر هڪ وڌي، خاص غلط ڳالهه جا هن صاحب ڪئي، سا هيءَ آهي:

"هن (دوهرا) جو وزن، علم موسيقي (سنگيت وديا) جي "ماترائن" تي منحصر آهي ۽ ماترائن جي مقدار جو مدار وري لوڪ جي آواز کي ڇوٽي يا ڊگهي ڪرڻ تي آهي ۽ ورن وڪون ڏيڻ تي آهي. آواز جي اِنهيءَ ڇوٽائيءَ ۽ ڊگهائيءَ ۽ ورن

وڪڙن کي، اهڙي اکري صورت ۾ آڻڻ ناممکن آهي، جهڙي اکري صورت علم عروض جي ٺهرايل آوازن کي ڏنل آهي" (صفحو ٦٩-٧٠)

مٿيان ۾ پيا ويچار جيڪي ميمڻ صاحب، هن ڪتاب ۾ ظاهر ڪيا آهن، سي وقت ۾ اڻڄاڻائيءَ جو ثبوت آهن، جنهن جي صفائي ۾ اڳتي هلي ڪئي ويندي.

سن ١٩٥٨ع ۾، ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل" صاحب جي "شعر و شاعري" جو ٻيو ڀاڱو ڇپرو ٿيو. هن صاحب، ٻي ڪا نئين ڳالهه ڪانه ڪئي؛ رڳو مرزا قليچ بيگ صاحب وارن خيالن کي دهرائي، سنڌي شعر کي ڪٿي سنئون سڌو، ٻن طبقن ۾ ورهاياڻين هڪ موزون شعر ۽ ٻيو نا موزون شعر. اِها وراهست ڪري، شاهه جي شعر کي ڪٿي نا موزون طبقي ۾ هنيائين!

مٿين صاحبن ڪيئن نه شاهه سان ظلم ڪيو آهي، اهو هن ليک ذريعي، ثابت ڪجي ٿو. جن وري به آهي اسانجن ٻن ناميارن اديبن، جهڙوڪ چيتمل پرسرام، لا لچند امرڏنمل ۽ شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽه صاحب کي، جي اِنهيءَ موضوع ۾ اصل وٺائي ڪين!

## ڇند وديا

مٿي، اِشاري طور، چيو ويو آهي ته شاهه جو نظم، هڪ خاص وزن ۽ قافيه جي علم پٽاندر جڙيل آهي. انهيءَ علم جو مڪمل اڀياس ٿي ڪيو ته معلوم ٿيندو ته اِهو هڪ مڪمل علم آهي. انهيءَ علم جو نالو آهي **"ڇند وديا"** يا **"ڇند شاستر"**. جئن انگريزي نظم جو فن "Prosody" آهي، جئن پارسي نظم جو فن، **"علم عروض"** آهي، تئن هندي نظم جو فن، **"ڇند وديا"** آهي. **"ڇند"** لفظ جي معنيٰ آهي، هڪ شعري ويس، هڪ شاعريءَ جو نمونو، هڪ شاعرانه "صنف" (Verse composition). دوها هڪ ڇند آهي. دوها جو دارومدار "ڇند وديا" تي آهي ۽ نه "سنگيت وديا" تي. ڇند وديا جو اڀياس ڪري، شاهه جي نظم کي ڇند وديا جي اصولن سان پرکبو، تڏهن ئي شاهه جي نظم جي پوري پروڙ پوندي؛ ۽ پوءِ اسان کان، ادبي عالمن جهڙيون مٿي ڄاڻايل غلطيون نه ٿينديون؛ ۽ پوءِ پڻ، اسانکي شاهه جي نظم کي جهنگلي يا آڻ سڌريل وغيره چوڻ جو اڌڪار يا حق نه رهندو. نه فقط ايترو، پر ڇند وديا جي اڀياس بعد، اسين شاهه جو شعر وڌيڪ چاهه سان پڙهي، منجهانئس اهو لطف پرائي سگهنداسين، جنهن کان، هيل تائين، اسين محروم پئي رهيا آهيون. هن ليک ۾، مٿين مرادن جي مد نظر، ڇند وديا جي ڪن مکيه نيمن تي روشني وڌي وڃي ٿي.

اِها اسان کي ڄاڻ آهي ته **حرف**، ٻوليءَ جي پيڙهه آهن. حرفن منجهان پد يا **جزا** (Syllables) ٿا جڙن ۽ جزن منجهان **لفظ** ٿا جڙن. "شاهه" لفظ ٻن جزن مان جڙيو آهي، جي آهن "شا" ۽ "هه". "شا" جزي ۾ به حرف آهن، "ش" ۽ "ا". "هه" جزي ۾ هڪڙو حرف آهي.

اِتي ئي ڏسون ته جزا ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا آهي جي ڪنهن هڪ حرف کي ڪنهن اعراب (Diacritical sign) ڏيڻ سان ٺهن. اعراب آهن زبر، زير يا پيش. "هه" کي زبر، زير، پيش ڏيو ته جڙندا "هَ، هِ ۽ هُ". اِهي **ڇوٽا جزا** آهن.

پيا جزا جڙن ٿا، حرف صحيح (Consonant) کي حرف علت (Vowel) يعني "ا"، "و"، "ي" گڏي، ضرورت پٽاندر، اعراب يا همزه ڏيڻ سان يا ڏيڻ کانسواءِ. مثلاً، "ها"، "هو"، "هي"، "هي"، "هوَ"، "هؤ"، هئي". اِهي آهن **ڊگها جزا**.

ننڍن جزن آچارڻ ۾ ورم ڪجھ گهٽ ٿي لڳي ۽ ڊگهن جزن آچارڻ ۾ ورم ڪجھ وڌيڪ ٿي لڳي. ننڍي جزي آچارڻ ۾ جيڪا ورم ٿي لڳي، آنکي چند وديا ۾ چون "ماترا".
ڊگهي جزي آچارڻ جون گهٽين ٻه ماترائون. "شاه" لفظ ۾ هڪ ڊگهو جزو "شا" آهي جنهنجو وزن آهي ٻه ماترائون ۽ هڪ ننڍو جزو "ه" آهي، جنهنجو وزن آهي هڪ ماترا سو، "شاه" لفظ جو وزن آهي "ٽي ماترائون".

ماترائن ڪڻڻ ۾ سهوليت ٿئي، وزن ماپڻ سهنجو ٿئي، انلاءِ چند وديا وارن، ڊگهن ۽ ڇوٽن جزن جا خاص چِنهہ (نشان) ٺهرايا آهن. ڊگهي جزي جو چنهہ آهي "S" ۽ ننڍي جزي جو چنهہ آهي "I"؛ ۽ ماترائن ۾، "S" برابر آهي ٻن ماترائن جي ۽ "I" برابر آهي هڪ ماترا جي.
هاڻ اچو ته هڪ بيت مثال، اهي چنهہ ڏيئي، ماترائن ۾ سندس وزن ماپيون:

1 S 1 1 S S S  S 1 S 1 1 S S S
سائي صورت عين ڪي، سائي صورت غين،
1 S S 1 S 1 S S 1 1 S S11 111
سمن! نقطا دوُر ڪرو، اوڏءِ عين ڪي عين.

پهرينءَ مصرع ۾، ڊگها جزا، "S" نشان وارا، جملي ۹ آهن، جنجون ٿيون ١٨ (۹×٢) ماترائون؛ ۽ ڇوٽا جزا، "I" نشان وارا، جملي ٦ آهن، جنجون ماترائون ٦ (٦×١) ٿيون. مصرع ۾، ماترائن جو جوڙ ٿيو ٢٤، يا هئن چئجي ته، هن مصرع جو وزن آهي ٢٤ ماترائون.
ٻيءَ مصرع ۾، ڊگها جزا آهن ٧، جنجون ماترائون ٿيون ١٤ (٧×٢) ۽ ننڍا جزا آهن ١٠، جنجون ماترائون ٿيون ١٠ (١٠×١)؛ سو، ٻيءَ مصرع جو وزن به آهي ٢٤ ماترائون.
ته پوءِ، مٿين بيت ۾ ٻه مصرعون آهن، جنمان هر هڪ جو وزن آهي ٢٤ ماترائون. ٻئي مصرعون هم وزن آهن، موزون آهن.
مٿين بيت جون ٻيون ٻه شاعرانه خاصيتون آهن. اول اول ته، هر هڪ مصرع چوندي يا ڳائيندي، وچ ۾، ڪنهن مقرر هنڌ، ڪجھ وقت ترسجي ٿو: نه هروڀروُ، ويچار جي لحاظ کان پر ميناج جي لحاظ کان. انگريزيءَ واري، ٿوريءَ ٻيهڪ جي نشاني "ڪاما"، ويچار جي لحاظ کان ٿي ڏجي، جتي جملي مان مطلب پورو نڪري. ويچار يا جملي جي پورائيءَ جي لحاظ کان، سياويڪ ريت ترسڻ، انکي چئجي "Sentential Pause" (سياويڪ دم). "ڪاما" هڪ "سياويڪ دم" جي نشاني آهي. پر ميناج جو ترسڻ، ميناج جو دم، هرو ڀرو ساڳئي هنڌ ڪونه ٿو ٿئي جنهن هنڌ جملي جي مطلب جو دم ٿئي ٿو. مٿين بيت ۾ برابر، ميناج جو دم ساڳئي هنڌ آهي جتي، مطلب جي درستيءَ جي خيال کان، "ڪاما" ڏنل آهي؛ پر ڪيترا شعر آهن جن ۾، ميناج جي خيال کان ٻيهڪ هڪ هنڌ ڪانئي ٿي ٿئي پر معنيٰ جي لحاظ کان، ٻيهڪ جو هنڌ ٻيو ٿو ٿئي. ميناج وارو ٻيهڪ جو هنڌ، آنکي انگريزيءَ ۾ چون "Harmonical Pause" (ميناج وارو دم). هنديءَ ۾ آنکي چون "يت". مٿين بيت جي پهرينءَ مصرع جي وچ ۾، يت جي جاءِ آهي "ڪي" لفظ پٺيان؛ ۽ مصرع جي آخر ۾، سياويڪ دم جو هنڌ آهي "غين" لفظ پٺيان. وري، ٻيءَ مصرع جي وچ ۾، يت جي جاءِ آهي "ڪرو" لفظ پٺيان، ۽ سياويڪ دم جي جاءِ آهي "عين" لفظ پٺيان.
يت جي جاءِ، هر هڪ مصرع کي ٽڪرن منجھ ورهائي ٿي. پهرين مصرع ۾ ٻه ٽڪر آهن:

١- سائي صورت عين ڪي
٢- سائي صورت غين

ٻيءَ مصرع جا به ساڳيءَ طرح ٻه ٽڪر آهن:

٣- سمن! نقطا ڏور ڪرو
٤- اڙ ۽ عين ڪي عين
بيت سان تقسيم ڪيل حصن کي، چندودپا ۾ چون "چرڻ" يا "پد". هن ليکڪ لاءِ "پد" لفظ ڪتب آڻيندا سين.
هر هڪ پد جي ماپ ڪبي ته ڏسبو ته هيٺين ريت آهي:
پهريون پد = ١٣ ماترائون،
ٻيو پد = ١١ ماترائون،
ٽيون پد = ١٣ ماترائون،
چوٿون پد = ١١ ماترائون.
ته پوءِ، مٿين بيت جا جيڪي گڻ هيل تائين نظر مان ڪڍيا اٿئون، سي هي آهن:
١- بيت ۾ ٻه مصرعون آهن؛
٢- هر هڪ مصرع جو وزن آهي ٢٤ ماترائون؛
٣- هر هڪ مصرع جي وچ ۾ بيت جو هند آهي ١٣ ماترائن بعد، يعني ته هر هڪ مصرع ۾ ٻه پد آهن، پهريون ١٣ ماترائن جو ۽ ٻيو ١١ ماترائن جو.
٤- بيت ۾ جملي چار پد آهن.
اهي آهن، هن بيت جون وزني خاصيتون. باقي رهي بيت جي قافئي جي پرک جاچ: قافيو ٻنهي مصرعن جي آخر ۾ آهي، يا، جئن چندودپا ۾ چئبو آهي: **ٻيو ۽ چوٿون پد هم قافيه يا تڪبند آهن.**

## دوها چند:

هاڻ اسانکي چڱي خبر پئي ته دوها چند ڪهڙي چيز آهي. دوها چند جي وياکيا يا سمجهاڻي يا وصف هيٺين ريت آهي:
"دوها، هڪ نظمي ويس، هڪ لفظي صنف، هڪ چند آهي، جنهنجون خاص خاصيتون هيٺيون آهن:
١- دوها چند ۾ ٻه مصرعون ٿين؛
٢- دوها چند جي هرهڪ مصرع جو وزن ٢٤ ماترائون ٿئي، نه گهٽ، نه وڌ؛ جي گهٽ يا وڌ وزن هجي ته، يا چند ئي ڪو ٻيو هوندو، يا ته چند جو وزن غلط هوندو ۽ شعر ۾ ڪا گهٽتا وڌتي ضرور هوندي؛
٣- دوها چند جي هرهڪ مصرع جا ٻه پد آهن، پهريون ١٣ ماترائن جو ۽ ٻيو ١١ ماترائن جو. دوها چند ۾ جملي چار پد آهن: پهريون ۽ ٽيون ١٣، ١٣ ماترائن جا ۽ ٻيو ۽ چوٿون ١١، ١١ ماترائن جا؛
٤- دوها چند جو ٻيو ۽ چوٿون چرن يا پد تڪبند ٿين."
اهي آهن دوها چند جا مُکيه گڻ جي دوها چند لاءِ ٻنهي لازمي آهن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو اهو چوڻ سراسر غلط آهي ته "ماترائن جي جدا جدا تقسيم موجب، دوهري جا ڪيترائي قسم ٿي سگهن ٿا." دوها ۾، ماترائن جي تقسيم هڪ ئي آهي جا مٿي سمجهائي وئي آهي؛ دوها جو قسم هڪڙوئي آهي، جنهنجون خاصيتون مٿي ڄاڻايون ويئون آهن. دوها هڪ خاص چند آهي، اهڙو خاص، جئن مندس تالو جن اسم خاص هجي. شاه لطيف هڪڙو، سنڌ ملڪ هڪڙو، دوها چند هڪڙو، سڀئي خاص. هيٺيان بيت، دوها چند آهن:

۱- ڪڏهن پنجي ڪنّ ٿي، ڪڏهن ٿيجي وات: (۱۳+۱۱)
ڪڏهن ٿيجي ٻڪّرو، ڪڏهن ٿيجي ڪاتّ. (۱۳+۱۱)

[وزن جي پورائيءَ لاءِ، "ڪن" مٿان ۽ "ٻڪرو" مٿان تشديد جي نشاني ڏيئي، مناسب حرف، ٻٽو ڪري، ماترا وڌايل آهي.]

۲- سائي صورت عين ڪي، سائي صورت غين: (۱۳+۱۱)
سمن! نقطا دور ڪرو، (ته) اوءِ عين ڪي عين. (۱۳+۱۱)

[وزن جي پورائيءَ لاءِ، ٻيءَ مصرع وارو "ته" لفظ حذف ڪيو ويو آهي.]

## سورٺا ڇند:

مرزا قليچ بيگ صاحب، شاه جي نظم ڪي جهنگلي يا آڻ سڌريل ڪوٺڻ جو هڪ سبب اهو ڏنو ته، جهنگلي شاعر، شعر جوڙيندي، يا ڳائيندي، شعر سان اِها هٿ چراند ڪرڻ لڳا جو قافيي وارا پويان اڌ ڪٽي، مصرعن جي شروع ۾ وجهڻ لڳا. اهڙي "آڻ سڌريل" شعر جو مثال، هن صاحب هيٺيون ڏنو:

نهائينءَ ڪان نيههُن، سکَ منجهان سپرين؛

سڙي ساڙو ڏيههُن، باهر ٻاڦ نه نڪري.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ٻڻ اِها ڳالهه دهرائي، پر آن سان گڏ، ڊاڪٽر صاحب جيڪي چيو آنجو مطلب وري اِهو هو ته تلسي ڪرت رامايڻ ۾ اِئين، "دوهن" منجهه نظم ٿيل آهي.

تلسي ڪرت رامايڻ هنديءَ ۾ آهي. سندس شروعات ۾ ٿورا سلوڪ سنسڪرت ۾ آهن، جن بعد رامايڻ شروع ٿو ٿئي. رامايڻ جو پهرئين ٿي هندي بيت جي اڳيان، "سورٺا" لفظ لکيل آهي. تلسي ڪرت رامايڻ هنديءَ ۾ اِجهو هئن ٿو شروع ٿئي:

"سورٺا: جو سمرت سڌ هوءِ، ڳن نايڪ ڪر ور ودن،

ڪرءِ آنوَ ڳره سوءِ، ٻڌ راس سڀ ڳن سدن."

اهو "سورٺا" لفظ جو هن ڪوتا اڳيان لکيل آهي، سو ٻڌائي ٿو سندس ڇند جو نالو. تلسي ڪرت رامايڻ پنجن "سورٺا ڇندن" سان شروع ٿئي ٿو. ائين نه آهي ته تلسي ڪرت رامايڻ فقط دوها ڇندن ۾ لکيل آهي. در حقيقت، تلسي ڪرت رامايڻ ۾ دوها بلڪل ٿورا آهن. تلسي ڪرت رامايڻ ۾ ڇهن قسمن جا ڇند استعمال ڪيل آهن، جن مان نوي سيڪڙو ڪان به گهڻا آهن "چوپائي ڇند" جن جو ذڪر اڳتي هلي ڪيو ويندو، ڇاڪاڻ ته شاه جي رسالي ۾ درج ٿيل سر ڪاپائتيءَ واري "ست" ٻڻ "چوپائي ڇند" تي ٻڌل آهي؛ ٻيا ڇند جيڪي ڪوي تلسيداس استعمال ڪيا آهن، تنهان هڪ نمونو آهي سورٺا ڇندن جو، جن سان سندس رامايڻ شروع ٿو ٿئي ۽ جي وچ وچ ۾، ٻين هنڌ ٻڻ آهن؛ پر، جتي جتي سورٺا وڌل آهن، آتي سندن اڳيان "سورٺا" لفظ تلسيداس پاڻ لکيو آهي. جيڪي سنڌي پاڻ هندي ٻڙهي نه ڄاڻن سي تلسي ڪرت رامايڻ جو انگريزي ترجمو نظر مان ڪڍن ته ان ۾ به "سورٺا" (Soratha) لفظ، رامايڻ جي شروعات ۾ ۽ ڪٿي ڪٿي وچ ۾، ڏسڻ ۾ ايندن.

شاه جو بيت جيڪو مرزا قليچ بيگ، شاه جي نظم جي جهنگاڻپ جي مثال طور ڏنو آهي، سو هڪ لاثاني، پنهه قابل، سورٺا ڇند جو مثال آهي. اچو تہ اهو بيت هيٺ ڏيئي، سندس خاصيتون جاچيون:

نهائينءَ کان نيهن، سڱ منهنجا سيرين، (۱۱+۱۳)

سڙي سارو ڏينهن، پاهر پاڻ نہ نڪري. (۱۱+۱۳)

هن ڇند جون خاصيتون هيٺيون آهن:

۱- منجهس ٻہ مصرعون آهن؛

۲- هر هڪ مصرع جو وزن ۲۴ ماترائون آهي؛

۳- هر هڪ مصرع جي وچ ۾ يت، پهرين ۱۱ ماترائن بعد آهي (۽ نہ ۱۳ ماترائن بعد، جئن دوها ڇند ۾ آهي)، يعني تہ پهريون پد ۱۱ ماترائن جو اٿس ۽ ٻيو پد ۱۳ ماترائن جو اٿس؛ ۽

۴- **پهريون ۽ ٽيون پد هم قافيہ يا تڪبند اٿس (نہ ٻيو ۽ چوٿون، دوها ڇند وانگر.)**

هاڻ، انهن خاصيتن واري ڇند کي، ڇند شاستر ۾ سڏين "سورٺا ڇند"، ۽ انهن خاصيتن واروئي، تلسي ڪرت رامايڻ جو پهريون ڇند آهي جو مٿي ڏنو ويو آهي.

(سنت تلسيداس سنہ ۱۵۳۲ع ۾ ڄائو ۽ سنہ ۱۶۲۳ع ۾ گذاري ويو. شاه عبداللطيف سنہ ۱۶۸۹ع ۾ ڄائو، ۽ سنہ ۱۷۵۲ع ۾ گذاري ويو. سنت تلسيداس کان اڳ، گهڻا هندي شاعر ٿي گذريا، جن سورٺا جوڙيا هئا. سورٺا ڇند، مهارشي پنگل جي ڇند شاستر ۾ ڄاڻايل آهي، جو شاستر تمام آڳاٽو آهي.)

البت، رامايڻ جي مٿين سورٺا ڇند ۾، نہ فقط پهريون ۽ ٽيون پد تڪبند آهن پر ٻئي ۽ چوٿين پد جو قافيو بہ ملندڙ آهي؛ ليڪن اهو ٻيون قافيو، سورٺا ڇند لاءِ هڪ لازمي نہ آهي؛ ضروري قافيو هڪ گهرجي پهرئين ۽ ٽئين پد جو، پر جي شاعر وڏيڪ هنڌن تي قافيو ڏئي تہ وس وارو آهي. (گهڻيئي قابل شاعر، مصرعن جي وچهہ بہ، ڪيترا هم قافيہ لفظ وجهي، صنعت مرصع استعمال ڪندا آهن.) پر رامايڻ ۾ گهڻا سورٺا ڇند اهڙا آهن جنہ فقط پهريون ۽ ٽيون پد هم قافيہ آهن، مثلا:

رام سروپ تمهار، بچن آگوچر بڌ پر،

اَبگت آکٿ اپار، نيت نيت نت نگم ڪهہ.

## شاهہ جا سورٺا:

شاهہ جي شعر منجهہ، تہ دوها ڇند بالڪل ٿورا آهن. منجهس تہ سورٺا ڇند کي ڪجهہ زياده آهن. هيٺيان سورٺا مثال طور ڏجن ٿا:-

ويچارا واڏوڙ، سدا شاڪر سوڙسين، (۱۱+۱۳)

تلڻين مٿي ٿوڙ، اوري ڪنہ نہ آسرو. (۱۱+۱۳)

* * *

وَرَسا ڪاري **راتِ**، جنهن ۾ راهه ڪَرَ نئي،
نڪا مَنِ جي **تاتِ**، هيءَ ٻڻ وڃي وسري.

* * *

جيڪي ڪَرُ **سندامِ**، جونا ڏنا جيڏئين،
ڪِـلـنِ سَـبِ **مَتامِ**، ساهيڙيون ۽ سرتيون.

* * *

سَرَ ڪَـڄِ **سَنارَ**! آءٌ آگهاڙي آهيـان،
ڏِڪيين **ڏِڪَّهارَ**! ڏيئي پاند پناهه جو.

* * *

اڪيون سيئي **ڏارِ**، جن سان پسين پرينءَ کي،
ٻي ڏنه ڪيم **نهارِ**، گهڻو ريسارا سپرين.

مٿين سورٺن ۾، ڪٿي ڪٿي تشديد ڏني ويئي آهي ڇاڪاڻ ته هڙنءَ هڪ ماترا ڪٿي ٿي پوي ۽ وزن گهٽ ٿو رهي. تشديدن ڏيڻ بعد، هي بيت مڪمل سورٺا آهن؛ بلڪل ڪاريگريءَ جا سورٺا آهن. تلسيداس جي سورٺن کان، رَس ۾ ڪو گهٽ نه آهن. تلسيداس جو هندي شاعرن ۾ اول نمبر ليکيو ويندو آهي، سو نه فقط انهيءَ ڪري جو سندس شاعراني قابليت اعليٰ درجي جي آهي، پر الهيءَ سبب ڪري به، جو سندس شعر بنديءَ جو اصول بلڪل ماهرانه آهي. اسان جو شاهه، شعر بنديءَ ۾، تلسيداس کان ڪنهن به حالت ۾، گهٽ نه آهي؛ رڳو جي اسين مائينءَ جا سنواريل، سندس قابليت کي محسوس ڪريون!

## خاص سنڌي قابليت:

تَز دوها ڇند، هندي شعر ۾ شروعات کان آهن. تز سورٺا ڇند به، هندي شعر ۾ شروعات کان آهن. اِهي ڇند، گهوڙهن خيالن ڇڻڻ لاءِ، وڏي تاثير وارا آهن: ڇالو زماني ۾ به، هندي شاعر انهن ڇندن جو استعمال ڪندا ٿا اچن. پر اسانجن آڳاٽن، اعليٰ درجي جي سنڌي شاعرن، انهن ڇندن ۾ ڪجهه ڦيرگهير ڪري، سنڌي شعر کي وڌيڪ شيرين ۽ اثرائتو بڻايو ۽ پنهنجي نظمي لياقت جو خاطر خواهه ثبوت ڏنو.

پهريون ٿي پهريون سنڌي شاعر، جنهنجو سنڌي شعر تحرير هيٺ آيل آهي، سو آهي قاضي قاضن. قاضي قاضن، دوها ۽ سورٺا ڇند ته ڇيا، پر هن ٻلاري اسانکي هڪ نئين شاعرانه صنف جوڙي ڏني، جنهنجا مثال ڏسو:

سائر ڏيئي **لَتَّ**، اڙچي نيچي پوڙئي، (١١+١٣)
هيڪاني هڪ ٿيو، ويئي سڀ **جهَتَّ**. (١٣+١١)

* * *

سڄڻ منجهه هڏام، مون آئي ويا اوليا، (١٠+١٣)

هيڏانهن هوڏانهن هتوا، هيٺوي جاءِ وڏام. (١٣+١١)

چا کيو ائس؟ پهرين مصرع "سورٺا" جي ۽ ٻي مصرع "دوها" جي، پاڻ ۾ پوئي، اهانکي ٽئون شاعراڻو ويس جوڙي ڏنو ائس. ۽ اسين، انهيءَ نئين ويس تي ناز ڪريون ٿي ڪين، جوڙيندڙ کي داد ڏيون ٿي ڪين؛ آلٽو چئون ته "اهي آهن اوائل جي جهنگلي يا اڻ سڌريل شعر جون نشانيون!"

قاضي قاضن کانپوءِ ناميارو سنڌي شاعر ٿيو سيد عبدالڪريم صاحب بلڙي وارو. هن صاحب کي تز دوها، کي تز سورٺا، کي قاضي قاضن جا ايجاد ڪيل، ٽئين نموني گڏيل بيت جوڙيا، جن ٻوين جو هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو:

پهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هوءِ لهه، (١١+١٣)

تهان ڏار نه سپرين، منهن منجهان ٿي پاءِ. (١٣+١١)

پر هيءُ اسانجو سنڌي شاعر، قاضي قاضن کان هڪ قدم اڳتي وڌيو. هن وري پهرين مصرع دوها جي چٽي، ٻئي مصرع سورٺا جي گنڍي، ٽيو ٽئون شاعراڻو ويس جوڙي ڏنوسون. هي آهن آنجا مثال:

پاڻياري سر پهڙو، جڙ تي ڀکي جيڻ، (١٣+١١)

تون پڻ آهين ٿيڻ، دنيا ۾ کو ڏينهڙو. (١١+١٣)

*   *   *

آسين سکون جن کي، سي هن اسين پاڻ، (١٣+١١)

هائي وجي گماڻ، سهي سڃاتو سپرين. (١١+١٣)

*   *   *

اسين تتان آئيون، جتي کنهنبو ناهه، (١٣+١١)

جي وجون منجهه وياڻهن، ته پڻ مٿون لوئيون. (١١+١٣)

پوءِ ان جو آيو اسانجو شاهه لطيف، سو وري پنهي کان گوءِ کٽي ويو. پنائي بادشاهه، دوها ۽ سورٺا جون تکون پاڻ ۾ پوئي، طرح طرح جون ڪئنڪ مالائون جوڙي ڏليونسين. اڪيچار گهٽا کهوڙيائين. شعر جا جيترا گهٽا، نوان، علحدا علحدا روپ، اوترو منجهائنس وڌيڪ رس، سنڌس نون گهٽن جا نمونا هيءُ آهن:

ڏئي! ڪريندين ڪڏهين، حياتي هيڪاند؟ (١٣+١١)

من ۾ مشتاقن جي، کي رنجائي راند. (١٣+١١)

پرين ڏيساندر پاند، ڪجهه گرهيان ڪنسين؟ (١١+١٣)

(هڪ دوهي ٻيان مصرع سورٺا جي.)

*   *   *

جا هڙ اندر جيءَ، ساهڙ ڏني ساهه کي، (١١+١٣)
ساهڙ جوڙي نه ساهه جي، ساهڙ ساهڙ ويءَ، (١٣+١١)
ساهڙ مڙ سميع! ته ساهڙ جوڙي ساهه جي. (١١+١٣)
(هڪ سورٺا جي وچ ۾ دوها جي هڪ مصرع.)

* * *

آءُ چوندن ڪير چؤن، چوندن چيو وسار، (١٣+١١)
اٺ ئي پهر ادب سين، هر اهائي ٻار، (١٣+١١)
ٻاٻو منهن مونسن ۾، غربت ساڻ گذار، (١٣+١١)
مفتي منجهه وهار، ته قاضيءَ ڪاليارو نه ٿيين. (١١+١٣)
(ڏيڍ دوهي پٺيان، هڪ مصرع سورٺا جي.)

اهڙيءَ طرح، هن ڀڙ ڪاريگر، هن آعليٰ آستاد، دوها ۽ سورٺا چندن جون مصرعون ٻاٽيءِ جوڙي، اسانکي چؤتڪا، پنج تڪا، ڇهه تڪا ......... ويندي پنجويهه تڪا، طرح طرح جا، نؤراني شعر جوڙي ڏنا، جنجي پڙهڻ سان نت نئون لطف اچيٿون، بيحد رس پيئون؛ پر ته به، اسانجي ادبي عالمن، هن آستاد فن جو قدر اِجهو اهو ڪيو، جو سندس شاعرانه صنف کي جهنگلي، اڻ سڌريل، ۽ ناموزون سڏيائون!

## ڊڪپال چند:

دوها چند جي هرڪنهن مصرع ۾ ٢٤ ماترائون، سورٺا چند جي هرڪنهن مصرع ۾ به ٢٤ ماترائون، ته به "بيت" يا ميناج واري دم جي فرق سبب، طرزني فريو وجي ۽ پڙهڻ توڙي ڳائڻ ۾، اثرني پيو پيدا ٿئي. اِهو، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي غلط ٿو ثابت ڪري، جڏهن هو صاحب چويٿو ته "ماترائن جي جدا جدا تقسيم موجب، دوهري جا ڪيترائي قسم ٿي سگهن ٿا." ماترائن جي جدا جدا نموني تقسيم ٿي، ته چندني پيو پيو ٿهندو، ۽ نه ته ڪو چند وري به دوهو ني سڏبو ايندو! چند شاستر ۾، ٢٤ ماترائن وارين مصرعن جا ٻيا به چند آهن. منجهائن هڪڙو آهي "دڪپال چند". هن چند جون وصفون هيٺيون آهن:

١- بيت جي جاءِ ١٢، ١٢ ماترائن پٺيان آهي، يعني ته هرهڪ مصرع ۾ ٻڙرن اڌن ۾ ورهايل آهي؛ ۽

٢- دوهي جيان، پهون ۽ چوٿون پد هم قافيه آهن.

شاه لطيف به ڪيترائي دڪپال چند جوڙيا آهن، سندن مصرعون ۾ ڪان وڏيڪ آهن. مثال طور، هيٺيان سندس شعر ڏجن ٿا:

پير پنهنجو پالسين، هرجا آهي هادي، (١٢+١٢)
سمر آهي سچ ۾، وفادار ٻرادي، (١٢+١٢)
ميئون مريدن جي، دانهن سڻيندو دادي، (١٢+١٢)

کولینڊو قربُ سین، مهند ٿيندو مسنادي (۱۲+۱۲)
آهي عبداللطيف کي، سوڃ آسڪي شادي. (۱۲+۱۲)

*　*　*

ڪي آنهين منجهه آهي، هُو جي (جهونا) پسجن جهونڙا، (۱۲+۱۲)
اِنَ در سيئي اڳهيا، جنکي کونـ چتائي، (۱۲+۱۲)
ڏاريان پائڻ ڏاريون، پاڻ پريان سين ڪائي. (۱۲+۱۲)

......... وغيره.

[ ٻئي شعر ۾، "جهونا" لفظ وزن کان زياده آهي، انکري کيس حذف ڪيو ويو آهي.]

مٿيان بيت جيڪڏهن پوري ڏيان سان پڙهبا ته ڏسبو ته جيتوڻيڪ ڏوهي ڪان، فقط هڪ ماترا جو ڦيرو اٿن، ته به تاثير ڪيڏو نه ڦريل آهين! آستاد لطيف، پنهنجي فن ۾ قابل هو، تڏهن ئي پنهنجو شعر، ائين طرح طرح جي وزن پٽاندر جوڙيائين. ورورڏ ٻئي چوندس، پڙهندي، پڙهندڙ ڪڪ لبن، پر اهو چوڻ ۾ آءٌ نه ٿڪبس ته، ايڏيءَ قابليت هوندي به، سندس صنف کي جهنگلي يا آڻ سڌريل يا ناموزون سڏيو ويو، سو سائس اسورو ناحق نه ڪيو ويو ته مٿس آفرين جي ٺُلن وَرڪا ڪئي وٺي ڪئن؟

## چوُپائي چند ۽ مت:

تلسيداس جي نظم جو ذڪر ڪندي، "چوُپائي چند" جو نالو ورتو ويو آهي ۽ انهيءَ نسبت ۾، شاهه جي رسالي جي سر ڪاپائتي پٺيان ڏنل "مت" جو پڻ ذڪر ڪيو ويو آهي. انهيءَ "مت" کي، مرزا قليچ بيگ صاحب، شڪي نگاهه سان ڏٺو ۽ خاطري نه ڏلي ته اهو مت شاهه لطيف جوڙي يا ٻئي ڪنهن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ته پنهنجي شاهڪار رسالي جي جلد اول ۾، صفحي ۱۶۶ تي، صاف فتوا ڏيئي ڇڏي ته اها مت "شاهه جو ڪلام نه آهي". ائين هجي به، ته ڊاڪٽر صاحب انهيءَ فتوا جا ڪي به دليل ڪونه ڏنا آهن. هن رسالي تيار ڪرڻ ۾ ڪيڏي نه جفاڪشي ڪيائين! ڊاڪٽر صاحب پاڻ به وڏو عالم هو، پر کيس، ٻئي هڪ برک اديب، شمس العلماءَ ڊاڪٽر دائود پوٽه صاحب، جي مدد نصيب ٿي، تنهن هوندي به، هيءَ مت جا صدين کان، ننڍو وڏو ياد ڪندو اچي، ۽ ياد ڪندي، چوندي، ڳائيندي، ڪرس شاهه لطيف جي آڇ ٿي سمجهندو اچي، تنهن "مت" کي، شاهه لطيف جي پيدايش نه ٺهرائڻ ۽ آن لاءِ ڪوبه خاص دليل نه ڏيڻ، سو اسان بلڪل عام رواجي پڙهندڙن جي دلين کي ته واقعي صدمي رسائڻ جو باعث بڻجي ٿو. هيڏين اهم فتوائن جا، هيڏن وڏن اديبن جي شاهڪارن ۾، دليل به اهم هئڻ گهرجن، جئن اسان عام رواجي پڙهندڙن کي ڪجهه تسلي ته ٿئي!

پر انهيءَ "مت" کي، شاهه لطيف جي پيدايش نه ٺهرائيندي، ڊاڪٽر صاحب هڪ ڳالهه ڪري ٿو: چوي ٿو ته اها "فارسي نظم مسمط جي طرز تي چيل آهي." جي فقط انهيءَ پل ڪرڻ سبب، "مت" کي شاهه جو جوڙيل شعر نه چاتو ويو آهي، ته اها پل جيترو جلد درست ٿئي، اوترو بهتر.

تلسيداس جي راماين جي شروع ۾ پنج سورٺا چند آهن، جن بعد ٻيءَ صنف جا چند ڏنل آهن، ۽ اهي ٻيءَ صنف وارا چند ئي راماين ۾ گهڻي ڀاڱي آهن. انهن چندن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ڪَنڪَنَ ڪَنڪَنِ، نئُو پَر ڏَنَ سَنَ،
ڪَهتَ لکَنَ سَنَ، رامُ هردَيہ گُنَ،
مانهُن مَدَنَ دُنَدَ پي ديني،
مَنسا بِسو وجئي ڪَهہ ڪيني.

* * *

ڏيرَج - ڌرمُ، مترُ اوُرَ ناري،
پَتَ ڪالَ پَرکئي چاري،
سيوڪ سَتَ - نرپُ ڪرپَنَ - ڪناري،
ڪَپٽي مترُ - شوُلَ سَمَ چاري.

تلسيداس جي مٿين لمولي جي چندن جهڙا چند، گهڻئي آردو ۽ هندي شاعرن جوڙيا آهن، جنجا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

رامُ سَمَجهہ، رحمانُ سَمَجهہ لي،
ڌرمُ سَمَجهہ، ايمانُ سَمَجهہ لي،
مَسجد ڪنسي، مَندرُ ڪنسا،
ايشوُرَ ڪا آستانُ سمجهہ لي. (واست بسواني)

* * *

آلو لالُ آنکون ڪو ڪولو،
پاني لائي هوُن مُکَ ڌولو،
بيتي رات، ڪَمَلَ سَبَ ڦولي،
آنکي اوُپَر، پوري جهوُلي. (ايوڌيا سنگ)

لنڊا هنامين ته پارائن ڪتابن ۾ پڻ هندا هناسين:

واهہ ڙي تارا، گول تارا؛
روشن تارا، چمڪي وارا؛
سانجهيءَ تائي نڪرو ٿا؛
آپُ سجي ۾، پکوو ٿا.

مٿيان، تلسيداس جا ڇند، يا اردو هندي ڇند ۽ ٻيون سنڌي ڇند، چوپائي ڇند جا مثال آهن. شاهه جي رسالي واري مت ۾ گهڻي ڀاڱي، چوپائي ڇندن ۾ جڙيل آهي. منجهانئس، هيٺين چئن مصرعن جو وزن، طرز ۽ ڇند - ومفون، مٿين ڇندن سان ڀيٽبو ته خاطري ٿيندي ته هن ۽ هنن وچ ۾ ڪو تفاوت ڪونه آهي:

ڪنٺ ڪاپاٽي، ٽلهو ۽ ٽورو،

لينجهه ڦڙيءَ سين ڀرڻي پورو،

صبح صراف ڦولهيندءِ ڦورو،

تور تسي جئين تسرندءِ تورو.

[پڙهڻ ۾، "ڪاپاٽي" لفظ بدران پڙهبو: "ڪپٽي".]

مٿيان مڙيئي ڇند، هڪ نموني جا آهن. هر هڪ ۾ چار مصرعون آهن. هر هڪ مصرع جو وزن ١٦ ماترائون آهي. بيت جي جاءِ، اٺن اٺن ماترائن پٺيان آهي، يعني ته هر هڪ مصرع ۾ ٻه پد هڪ جدا آهن، باقي ڪن چوپاين ۾ قافيو ڪٿي آهي ته ڪن ۾ ڪٿي آهي. گهڻو ڪري، چوپاين ۾ ٻي به هڪ خاصيت آهي: رس پريون چوپايون آهي آهن جن ۾ هر هڪ مصرع، چئن چئن ماترائن جي چئن پدن ۾ وراهيل آهي، جئن تلسيداس جي مٿي ڏنل پهرينءَ چوپائيءَ ۾ آهي، ۾ اِهو لازمي نه آهي.

شاهه جي مت ۾، هر هڪ بند ڇهن مصرعن جو آهي، جنهن جون پويون ٻه مصرعون هن نموني جون آهن:

ماڻ ڪندئن تون ڪهڙي ڪار؟

چرخو چوري ڪت ڪا تار.

هي ٻه مصرعون، وزن ۾، ١٥، ١٥ ماترائن جون آهن ۽ نه ١٦، ١٦ ماترائن جون. ڇند شاستر ۾ اهڙيءَ وزن وارين چئن تڪن کي چون "چوپئي" ۽ نه "چوپائي". هڪ ماترا گهٽجي وڃي ته ڇند جو نالو ئي بدلجي ويو آهي! هيٺين هڪ چوپئي آهي ۽ نه چوپائي، ڇاڪاڻ ته مصرعن جو وزن ١٥ ماترائون آهي ۽ نه ١٦:-

آيون مين هيءَ پري آمنگ،

ڪليان ڪلتي هين‌ءِ پهوَ رنگ،

پر بلتا هيءَ اسڪو مان،

جو هيءَ مليپ سڪند نِدان. (رام نريش ترپاٺي.)

امير خسرو، اسانجو نامور شاعر، تنهنجو به گهڻو سارو شعر ڇندن تي جڙيل آهي. سنڌي هيٺين پهلي (معمّا) چوپئي ڇند تي ٻڌل آهي:-

ايڪ ٿال موتين سين ڀرا،
سڀڪي سر تي اونڌا ڌرا،
چار اور وُهُ ٿالي ڦري،
موتي اُس سين ايڪ نه ڳري. (جواب: آسمان.)

مٿين ڇند جي هر هڪ مصرع ۾ ١٥ ماترائون آهن. امير خسرو نه فقط پارسي ٻوليءَ جو شاعر هو پر هندي ڀاشا ۾ به گهڻوئي شعر جوڙيائين جو گهڻو ڪري ڇندن تي ٻڌل آهي. هو سن ١٢٥٦ ۾، پٽيالا ضلع ۾ ڄائو ۽ سن ١٣٢٥ع ۾ وفات ڪري ويو. اسانجو شاهه لطيف، خسرو جي وفات کان سجا سارا ٣٦٤ ورهيه پوءِ ڄائو. خسرو جو هندي شعر، شاعراڻي لياقت جي لحاظ کان به، اعليٰ درجي جو سڏبو آهي. ڇند وديا جي جنسن جو استعمال، شاهه لطيف، خسرو کان وڌيڪ ڪيو. پر، خسرو جي انهيءَ شعر کي ڪڏهن به ڇهنگلي يا اڻ سڌريل نه سڏيو ويو ۽ نه ئي، ناموزون نظم ۾ شمار ڪيو ويو!

ڇند وديا ۾، چوپائيءَ جون ٻه مصرعون، تنکي گڏي چون **"ارڌاي چوپائي"** ۽ چوپئيءَ جون ٻه مصرعون، تنکي گڏي چون **"ارڌالي چوپئي."** ته پوءِ، شاهه جي رسالي واريءَ مت جي بناوت هيٺين آهي:

اول هڪ چوپائي آهي،
پٺيان ارڌالي چوپئي اٿس.

انهيءَ نموني، ڏيڍ ڇند جا بند، گهڻن ئي هندي شاعرن جوڙيا آهن. اِها مت، شاهه لطيف جي جوڙيل هجي يا نه، پر، اِها ڇهنگلي يا اڻ سڌريل يا ناموزون نظم جو نمونو نه آهي ۽، نه وري پارسي مسمط جي طرز تي جوڙيل آهي؛ ليڪن، ساڳيءَ انهيءَ ڇند وديا تي ئي ٻڌل آهي جنهن جي هتي ڳالهه پيا ڪريون.

## متفرق ڇند:

شاهه لطيف، پنهنجي شعر جوڙڻ ۾، ڇند وديا جا پيا به شاعراڻا نمونا ڪتب آندا آهن، جن مان ڪن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:-

ڪَوا ڪان ڪندا، وِهاڻي وڻن ۾، (١١+١٠)
سون ڏنا، سون وِسهو، اڳي پڇي اندا، (١١+١٠)
آچي عدالت ۾، ويهي وِٺ وجهندا، (١١+١٠)
حلال ڇڏيو هتهين، مٺي ڍونئڊ ڍرلدا، (١١+١٠)
......... وغيره.

ٽيون مثال، **"ڇندرايڻ ڇند"** جو آهي، جنهن ۾ هر هڪ مصرع ٢١ ماترائن جي ٿئي ۽ يت ١١-١٠ ماترائن پٺيان ٿئي.

اندر رلا رليون، ٻاهر ٻنولا، (١٢+٩)
انهيءَ ۾ ڪاٻڙي، ڪڏهه جا ڳولا. (١٢+٩)

* * *

سُپيريان جي سونهن جي، ڳالهه ڪي نه وڃي، (١٢+٩)
وڃي دَر دوسن جي، سُوري سِر هڃي، (١٢+٩)
عاشق آنگهن چڙهيا، پنهنجو سِڪو پڃي. (١٢+٩)

.........وغيره.

مٿيون مثال "اُتَ ٻوا" ڇند جو آهي، جنهن جي هرهڪ مصرع ۾ ٻه ٢١، ٢١ ماترائون آهن، ۽ هرهڪ مصرع ۾، پهريون پد ١٢ ماترائن جو آهي ۽ ٻيون پد ٩ ماترائن جو آهي.

اِنهيءَ طرح ٻيا به ڪي علحدا ڇند، شاه لطيف استعمال ڪيا آهن، جن مڙني جي مثالن ۽ نالن ڏيڻ جو، هن وقت، خاص ضرور نه آهي؛ پر انهيءَ سلسلي ۾، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ٻي هڪ غلطي، جا مٿي ذڪر ڪيل آهي، انکي به صاف ڪرڻ ضروري آهي. ڊاڪٽر صاحب، (۽ بعد ۾، ميان محمد صديق ميمڻ صاحب) ظاهر ڪيو آهي ته "ڪبير ڀڳت ۽ گرو نانڪ صاحب جون پائيون به دوهرن ۾ لکيل آهن." انين جي ظاهر ڪن ها ته، هنن جون ڪي پائيون دوهرن ۾ لکيل آهن ته درست هجي ها، ڇاڪاڻ ته ڪبير ڀڳت توڙي گرو نانڪ صاحب، ڪيترا ٻجن ۽ شبد به ڇبا آهن. انهن ٻجنن ۽ شبدن جي شاعرانه بناوت، ڇند شاستر جي ڪيترن ٻجن ڇندن جيان آهي. ڪبير جون ڪئين نمونن جون ساکيون ۽ ڏومر بون آهن. شاه لطيف جون ڪي وايون (نه سيئي) ٻڻ ٻجن ڇندن تي ٻڌل آهن. اهو موضوع پنهنجي سر ڪافي وڏو ۽ ڳهو آهي ۽ آن ۾ اونهي وڃڻ لاءِ، الڳ ليک جي ضرورت آهي.

جنهن مراد سان هيءَ ليک لکيو ويو آهي، سا مراد، منهنجي ناقص سمجهه موجب، پوري ڪئي ويئي آهي. اِهو بلڪل صاف آهي ته شاه جو شاعرانه نوع اعلى درجي جو آهي. شاه برابر علم عروض استعمال نه ڪيو آهي پر هنديءَ توڙي اُردوءَ ۾، گهڻن ئي مسلمان شاعرن، طرح طرح جا ڇند استعمال ڪري، ساهت کي مالا مال ڪيو آهي. امير خسرو، رحيم يا رحمن، برڪت الله، رس لين، رس خان، — انهن جا نالا ڪنهن کان ڳجها آهن؟ اُردوءَ جي هڪ شاعر جو هيٺيون شعر، هڪ لاثاني ڇند تي ٻڌل آهي:—

ٻيڙ ميں ٻيڙ اميرؔ وهي جو اميرؔ هوئي ٻه غرور ڪري نا،
ٻيڙ ميں ٻيڙ فقيرؔ وهي جو فقيرؔ هوئي ٻه سوال ڪري نا،
تعريف اسي تلوار ڪي هي جو ڌار ۾ آهني جهوي لا مَري نا،
مرد مين مرد وهي هي پلو جو ڪهي سو ڪري جو ڪري سو ڪهي نا.

(مالتي ڇند.)

سواءِ اسانجن مٿين سنڌي اديبن جي، ٻئي ڪنهن ٻه نه چيو آهي ۽ نه ٻيو ڪو ڪلام ٻه چوندو ته، هن ليک ۾ جيڪي ڇند سمجهايا ويا آهن سي، جهنگلي، يا اڻ سڌريل يا ناموزون نظم جا مثال آهن. سنڌ کان ٻاهر جا مڙيئي مٿي ڄاڻايل شاعر شاعري جي فن ۾، قابل شمار ڪيا ويا آهن.

## سڌاري جي ضرورت:

البت، جن رسالن ۾، شاهه جو شعر ڇپيل آهي، تن ڪيترو سارو شعر، وزن تي پورو نه آهي. مٿي ڏيکاريو ويو آهي ته ڇند وديا اهڙي ته مڪمل سائنس آهي جو هڪ ماترائي هيڏانهن يا هوڏانهن ٿيڻ تي ته طرز ئي ڦري وڃي ۽ ڇنديءَ وڃي کڏ پيو ٿئي.

شاهه جي رسالي منجهه، اهڙا بيت ٿورا آهن، جن ۾ لفظ، وزن جي خيال کان تمام گهٽا آهن ۽ جنکي، موزون ڪرڻ لاءِ، جي زياده لفظ ڪڍبا ته بيت جي مطلب کي ڇيهو رسندو. البت اهڙن ٿورن بيتن کي به موزون بنائڻ، هڪ بلڪل جوابداريءَ جو ڪم ٿيندو. شعر کي موزون بنائڻ لاءِ، ڪهڙيءَ حد تائين، شاعر جي ٻولي يا شاعر جا لفظ بدلائي سگهجي ٿو، اُن لاءِ ڪي به عام اصول ٺهرائڻ مشڪل ڳالهه آهي. هرهڪ بيت تي، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي غور ڪرڻو پوندو. هيٺيون بيت، مثال طور ڪٿو: مصرعن مٿان، جزن جا چنهه ڏنل آهن، جڻن سندن وزن ماپي سگهجي:

۲۳= ۱۳ + ۹

S 111 S S 1 1 1 S S S1 11 S

تون چنڊ! آهوئي، جو هٿ پسين ٿو پري کي،

۲۱= ۱۰ + ۱۱

S S S 1S 1 S 11 1 1 1 1S

آڏت چـڄ آن کـي، ڏيساڻ جـو روئـي،

۲۱= ۱۱ + ۱۰

S 11 S 1 1 1 S S S 11S S

هيڪاندي هوئـي، سانگـ ۾ ٿـوي سڄڻين!

هاڻ ڏسجي ٿو ته ٻيءَ مصرع جو پهريون پد آهي ۱۱ ماترائن جو ۽ ٻيو پد اٿس ۱۰ ماترائن جو. ٽيءَ مصرع جو پهريون پد وري آهي ۱۰ ماترائن جو ۽ ٻيو پد اٿس ۱۱ ماترائن جو. ٻن، انهن پنهي مصرعن ۾ ڇند جو ڪو ڦير ڪونه آهي. جئن سورٺا جي مصرع، دوها جي مصرع جو اُلٽو روپ آهي، تئن شاهه لطيف ٽيءَ مصرع جو روپ، ٻيءَ مصرع کان بدلائي رکيو آهي، جا سندس ڪاريگري آهي. مٿي ڏيکاريل آهي ته جنهن ڇند جي مصرعن جو وزن ۲۱ ماترائون آهي ۽ جنهنجي هرهڪ مصرع، ۱۱ ۽ ۱۰ ماترائن جي پدن ۾ ورهايل آهي، انجو نالو آهي "چنڊ رايڻ چنڊ". مٿيون بيت، هونءَ ته چنڊ رايڻ ڇند تي ٻڌل آهي، پر پهرين مصرع جو وزن هئڻ گهرجي ۱۰+۱۱، جنهنجي بدران وزن آهي ۹+۱۳ مصرع کي موزون ڪرڻ لاءِ، پهرئين پد ۾ هڪ ماترا وڌائڻي آهي ۽ ٻئي پد منجهان ٽي ماترائون گهٽائڻيون آهن.

اهو بلڪل چڱيءَ طرح ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته مٿيون بيت، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي ۾ اندر آهي. هوڏانهن وري، بمبئي سرڪار، جيڪو رسالو سن ۱۹۰۹ع ۾ ڇاپيو هو، اُنبر ساڳيو بيت اِجهو هئن ڏنل آهي:

هيءَ چنڊ آهوني، جو هُت پسي تُو پرينءَ کي،
آڏت چنچ اَنَ کي، ڏيسان جو روني،
هيکانديءَ هوني، سانگ ۾ پري سڄڻين.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو چونڊ آهي ته هيءَ، بمبئي سرڪار جي رسالي موجب ڏنل بيت، بلوچيءَ واري نسخي، پٽ شاهه واري نسخي ۽ ٽرمپ صاحب جي رسالي پٺاندر آهي. تنهن هوندي به جو، ڊاڪٽر صاحب جي رسالي ۾، هن بيت جي پهرين مصرع ٻيءَ طرح آهي، اُن مان اهو اَنومان ٿو نڪري ته شايد، اها مصرع چاڻي واڻي بدلائي وئي آهي. جو ته جئن بمبئي سرڪار واري رسالي ۾ اهو بيت آهي، تئن پهرين مصرع، ٻين مصرعن سان ٺهڪي ڪانه ٿي. پهرينءَ مصرع ۾ چنڊ بابت، ضمير غائب ۾، ذڪر ڪيل آهي ته، ٻيءَ مصرع ۾ چنڊ کي، ضمير حاضر ۾، عرض ڪيل آهي.

وزن جي لحاظ کان، آءٌ جيڪر اهو بيت، هن نموني لکان:

11 + 10

S 1 1 S S 1 S S S1 1 1 1 S

هيءَ چنڊ! آهوني، جو ڏسي تُو پرينءَ کي،

10 + 11

S S S 1 S 1 S 1 1 S 1 1 1S

آڏت چوان آنکي، ڏيس جو روني،

10 + 11

S 1 1 S 1 1 1 S S S 1 1 S S

هيکانديءَ هوني، سانگ ۾ پري سڄڻين!

هتي فقط هڪ ڳالهه نوٽ ڪرڻ گهرجي ته پهرينءَ مصرع ۾ "پرينءَ" لفظ جون فقط ٻه ماترائون ڳڻيون ويون آهن. ڪيترائي اهڙا حرف اهڙا آهن، جنجو وزن هڪ ماترائي آهي، جئن ته رِهَ، ڪِرَ، ڪِيَءِ ...... وغيره. اهڙن ٻٽن حرفن (dipthongs) جي پوئين حرف تي جزم ڏني وئي آهي جاڪاڻ ته منجهن هڪ پويون حرف ساڪن آهي.

اُئين برابر آهي ته، هن نموني ۾، سڌاري ڪرڻ لاءِ محنت گهرجي، پر منهنجي راءِ موجب، اِنهيءَ نموني جا بيت گهٽا نه ٿيندا، جن ۾ لفظ ٿي لفظ ڦيرائڻا پوندا. گهڻا بيت ته اهڙا آهن، جن ۾ تشديدن ڏيڻ سان وزن وڌائي پورو ڪرڻو پوندو يا ڪنهن ڊگهي جزي کي ننڍو ڪري، وزن گهٽائي، پورو ڪرڻو پوندو. آڏين کي محنت برابر ڪرڻي پوندي پر اِنهيءَ محنت جو ڦل ڪو جهڙو تهڙو ڪوله نڪرندو. پوءِ، شاهه جي شعر مان آهو ڪو رس ايندو! آها ڪا ماڪ، سندس ڪلام جي ڦلبي!

وجهج وانا رڙن تي، ميخاني جي ماڪ،
ٿندي سڌ سڀڪنهن، هنڌ هنڌ پندي هاڪ،
پره جا پياڪ، جنهن سي آگڙ آئيا.

اي اديب! هن ڪامل جو ڪلام، مقدس ميخاني مثال آهي؛ بهشت جي انگور برابر آهي. تون هن لذيذ مئي جا چندا چڪار، ته هنڌين ماڳين سندس هبڪار پکڙبي ۽ هوءَ، پر ٿئيءَ کان ئي، پياڪن جي آها ڪا پيه لڳندي! هن خدائي خمار جي خرابات اندر، هن مقفل موکيءَ جي هٽ تي، طرح طرح جون چشڪيدار چڪيون آهن. هن وٽ،

وَٽ وَٽ وئيءَ پر، مَٽ مَٽ مَند پئو،

پر

قَدَرَ ڪيف ڪلاڙ جو، پياڪن پئو

اي اديب! پياڪن کي هير، ته پوءِ

جنهن سي اگڙ آئيا، ته سِرو ڪندا سَچ،
ساڻي ٿندبن آج، "هي پيتوا هو آڻ کين!"

پر، هن سخيءَ جو سرو ناحق ٿو سچ ٿئي. هن خرابات جي اوڙنهن ته خانن پر، "مٽ، ڪنڪا، ڪٽ گهٽان،" بيحد گهڻا آهن. اي اديب! هيءَ خرابات، حقيقت جي منزل آهي. تون فقط اوڏو وڃينس ته سرو پرپور ڏسندين.

"سرو تن سَبي، جن حاصل ڪئو حال کي."

اي اديب! تون آسان آسائيلن جو ساقي ٿج؛

"برخيز! بده ساقي! پيار کي پرين."



## قوم

آزاد قوم هميشه قوميت جي فڪر کان آجي رهندي آهي، جئن تندرست انسان ڪڏهن به پنهنجي "جسم" جو اولو نه ٿو رکي، پر هڪواريءَ کانئس تندرستي واري نعمت کسي وڃي، ته پوءِ تيسين ڪيس ڪجهه به ڪين اڃهندو، جيسين وري آن کي هٿ نه ڪيو اٿس، جيسين سندس طلب پوري نه ٿي آهي، تيسين ڪنهن جي وعظ نصيحت، يا فيلسوف جي فلاسافي کي ٻڌندوئي ڪونه! هو سواءِ اتحاد ۽ قومي وقار حاصل ڪرڻ جي ٻئي ڪنهن به ڪم کي ضروري نه سمجهندو. (برنارڊشا)

# سنڌي ٻوليءَ جو بگاڙو ۽ سڌارو

پروفيسر منگھارام ملڪاڻي

١٩٢٥ع واريءَ سنڌ ڪاليج مخزن ۾ مرحوم ميرزا قليچ بيگ صاحب فرمايو هو ته چاڪاڻ جو سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل آهي تنهنڪري سنڌي لغت ۾ شمار ٢٠ هزار لفظن مان، ١٢ هزار سنسڪرت اصل جا آهن، ٣½ هزار ٺيٺ سنڌي آهن ۽ باقي ٤½ هزار عربي، فارسي، ترڪي، پشتو وغيره آهن. (هتي اسان جو هن ڳالهه سان واسطو ڪونهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ جملي لفظن جو پنڌار انهي تخميني ڪان ڪيئن پيرا وڌيڪ آهي) يعني سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽن ڪان وڌيڪ لفظ سنسڪرت بنياد جا آهن ۽ پاءُ حصو مسلمانن جي راڄ ۾ عربي ۽ فارسي لفظن جو منجهس ملي ويو - جا نهايت سياويڪ ڳالهه هئي. پر ١٩ صديءَ جي آخر ۾، ڪن هندو صاحبن ان عربي-فارسي ملاوت جي برخلاف تحرڪ شروع ڪيو هو، جن جو اڳوان هو ليکراج تلوڪچند جو "پريات" اخبار ۾ شڌ سنسڪرت اکر ڪتب آڻيندو هو. ٢٠ صديءَ جي شروعات ۾ ٻڻ تيجوڙار شرما "سناتن ڌرم پرچارڪ پتر" دواران عربي-فارسي اکرن استعمال ڪرڻ ڪان بنهه انڪار ڪيو. اهڙيءَ طرح ٻوليءَ جي "شڌيءَ" جو پرچار هلڪو سلڪو هلندو آيو، پر ان جا بانيڪار جهڙوڪ "هندو" اخبار وارا وغيره قدرت جي لهرڪي پٺتي ڌڪي نه سگهيا. سنڌ جي مسلم اڪثريت واري صوبي ۾، جئن جئن مسلمان خلق تعليم حاصل ڪندي ويئي ۽ سرڪاري ڪاروبار جون واڳون مسلمان ڪارپردازن جي هٿن ۾ ايندڀون ويون، تئن تئن عربيءَ ۽ فارسيءَ جو اثر قطرتا سنڌي ٻوليءَ تي غالب ٿيندو ويو؛ ايتري قدر جو پرمانند ميوارام، ڪاڪي ڀيرو مل، جيٺمل پرسرام ۽ لعلچند امر ڏني مل جهڙا هندو مصنف ٻڻ ان ملاوت جو فائدو وٺي سنڌي ٻوليءَ کي مالا مال ڪرڻ لڳا. پر ٻئي پاسي وري "الحق" ۽ "الوحيد" اخبارن جي ايڊيٽرن سنڌيءَ کي ڏاڍو واڌو عربي-فارسي جامو پهرائڻ شروع ڪري ڇڏيو هو، جنهن تحرڪ کي وري ٻين ڪن صاحبن تعليم کاتي جي درسي ڪتابن معرفت ۽ ٻين رستن سان چوٽيءَ تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. اهوئي ڪارڻ هو جنهنتان جيٺمل پرسرام ڪراچيءَ ۾ ١٩٤١ واري سنڌي ساهت سميلن، شاعر ڪشنچند "بيوس" جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو، جنهن اعلان ڪيو ويو هو ته سنڌي ٻوليءَ کي عربي توڙي سنسڪرت جي ناجائز دست اندازيءَ کان بچائڻ کپي.

پر هاڻي جو سنڌي هندو ديس ڇڏي ويا آهن تنهن ڪان پوءِ ته پاڻ ڏسجي پيو ته عربي ۽ فارسي اثر سنڌ جي لکندڙن تي ڪجهه زيادهه غالب ٿيندو وڃي. قبول ٿو ڪجي ته عربيءَ ۽ فارسيءَ مان اسانجي ٻوليءَ گهڻوئي ڪي ورايو آهي، ۽ اهو فائدو سنڌيءَ ۾ جذب ٿي ويو آهي جو پٺتي ڦٺو ڪرڻ بلڪل نه جڳائي. مگر اهو لاڀ سولن ۽ مٺن لفظن ۽ محاورن تائين محدود رکڻ کپي، ۽ نه ته جنسي عربي ۽ فارسي صورتون گاهه بيگاهه سنڌي ۾ پيون ڏسجن. سنڌ

مان نڪرندڙ تازن ڪتابن ۽ مخزنن مطالع ڪرڻ مان ظاهر آهي ته اهو عربي - فارسيءَ جو جهونو جادو سنڌي لکندڙن تي اجا تائين ڇانيل آهي: بلڪ اردوءَ سان وڌيڪ ويجهي اچڻ ڪري انهي جادوءَ جو اثر وڌيڪ پوندو ٿو وڃي، تان جو نوبت اهڙي اچي ٿي آهي جو اهين وطن ڪان وڇڙيل سنڌي هاڻوڪي سنڌي زبان ڪيتريءَ دقت بعد به مشڪل ٿا سمجهي سگهن.

هائي مان ڪي مثال ڏيئي ڏيکاريندس ته ڪئن اسانجا هاڻوڪا سنڌي لکندڙ اردو ۽ فارسيءَ جي اثر هيٺ مادري زبان کي بگاڙي رهيا آهن. هنن صاحبن کي مکيه مرض لڳل آهي **زير اضافت** جو، خاص ڪري شعر گوئيءَ ۾، مثلاً قابلِ دادِ، خونِ جگر، داغِ دلِ، دوستِ وطن وغيره وغيره. مونکي عجب آهي ته ڇو سنڌي مصنف هن فارسي اضافت کي علميت جي نشاني سمجهي مٿس مفتون آهن، جڏهن اسان وٽ سنڌي اضافتون "جو" يا "سندو" موجود آهن جن موجب لکڻ کپي: داد جو قابل يا دل سندو داغ وغيره. سنڌيءَ ۾ فارسي زير بدران زبر اضافت به ٿيندي آهي جنهن موجب دادَ قابل يا وطنَ دوست به چئي سگهجي ٿو. ڪجهه ڏينهن گذريا ته الوحيد اخبار ۾ پڙهيم ته ڪراچيءَ جي سنڌي ادبي سنگت جي سهاري هيٺ ڪوئي هڪ مشاعري ۾ صدارتي تقرير ڪندي خود ڊاڪٽر دائود پوٽي جهڙي عربيءَ ۽ فارسيءَ جي عالم ٻڻ هن فارسيءَ جي زير اضافت کي سنڌيءَ ۾ استعمال ڪرڻ واريءَ عادت کي ننديو هو. ٻي ڌاري صورت جنهنکي اجوڪا لکندڙ وڏائي سمجهي ڏنبيندا وتندا آهن سا آهي **"و" جملو**، مثلاً آب و هوا، دل و دماغ، غم و الم وغيره. هائي اسانوٽ "۽" حرف جملو موجود آهي: تنهن هوندي به جيڪڏهن اهي محاورا "۽" سان اچايا وڃڻ ته رواج آهي ته سنڌيءَ ۾ ماڻهين اهو "و" به ڪڍي ڇڏجي ۽ فقط "آب هوا"، "دل دماغ" ۽ "غم الم" ڪري چئجي. فارسي **حرف جر** به سنڌ ۾ اچايا گهڻا ٿا ڪم آندا وڃن، مثلاً از قلم، بهرحال، ازانسواءِ وغيره جنلاءِ به سنڌي صورتون ظاهر پيون آهن. اگر، مگر، محض، صرف وغيره حرف به جيڪڏهن ڪجهه گهٽ ڪم آڻجن ته هوند بهتر ٿئي.

ڪيترن فارسي **اسمن** جون صورتون جهڙوڪ "آئينده"، "موقع"، "جذبه" وغيره ڦيرائي سيون سڌيون سنڌي ڪرڻ کپن جئن ته آئيندو، جذبو، موقعو: ڇو جو ڪن جملن ۾ اهي ساڳيا لفظ معنيٰ پٽاندڙ آئيندي، جذبي، موقعي جي صورت ۾ لکڻا ٿا پون: مثلاً "منهنجو آئيندو روشن آهي" ۽ "منهنجي آئيندي مونکي منجهايو آهي" وغيره وغيره. تنهن کان سواءِ ڌاريون **صفتون** به گهٽيون ٿا استعمال ڪن، مثلاً روزانه، شاعرانه، شڪسته، زنده وغيره، جي اردوءَ ۽ فارسيءَ ۾ ٻنهي جنسن سان لڳائيون آهن، پر سنڌيءَ ۾ مذڪر ۽ مونث اسمن سان صفت جي صورت به ڦريو وڃي، جئن ته "روزانو ڏنڊو" پر "روزاني اخبار"، "شاعرانو مزاج" پر "شاعراني ٻولي" وغيره چوڻ کپي. عربي ۽ فارسيءَ جا **عدد** جمع به گهڻا ڪم آندا ٿا وڃن مثلاً "جذبات"، "خيالات"، "الفاظ" وغيره، جنجا سنڌي عدد آهن جذبا، خيال، لفظ. مونکي ته خوف آهي ته اردو اثر هيٺ اچي مرگو سنڌي **جنسون** به نه بدلائي ڇڏين ۽ منهنجو دل (ميرا دل)، چڱي ڪتاب (اچي ڪتاب) ۽ وڏي دڪان (بڙي دڪان) چوڻ لڳي وڃن!

ڪي ته صورتخطيءَ سان به هاءِ ڪري رهيا آهن ۽ "سرڪار" بدران "سرڪار"، "حڪومت" بدران "حڪومت" بلڪ "پاڪستان" بدران "پاڪستان" لکي رهيا آهن، جڻ ته سنڌيءَ ۾ ڪ ۽ ک ۾ ڪو تفاوت ئي ڪونهي! ڪن جوشيلن جوانن ته مبادا سنڌي **اچارڳي** ڦيرائي اردو بنائي

ڇڏيا هجن ۽ "سَوال" کي "سُوال"، "خيال" کي "خَيال"، "قيامت" کي "قِيامت"، "عصمت" کي "عِصمت" چوڻ شروع ڪري ڇڏيو هجين!

هيڏانهن هندستان ۾ به اسين عربي - فارسيءَ جي ملاوت وارو ڪافي ادبي ورثو سنڌ مان کڻي آيا آهيون. هتي وري اسانکي هڪ نئون موقعو مليو آهي ته سنڌي ٻوليءَ کي ٻين سنسڪرت بنياد وارين ٻولين جهڙوڪ هندي، مرهٽي، گجراتي، بنگالي وغيره سان لهه وچڙ ۾ آڻيون ۽ انهن مان به سليس ۽ سٺا اکر کڻي پنهنجي ٻوليءَ ۾ شامل ڪريون، جنهن وجهه کان دور دراز سنڌ ۾ محروم هئاسون. پر انهي موقعي سان گڏو گڏ هڪ خطرو به پيدا ٿي پيو آهي، جو آهي ته اسانجا جهونا لکندڙ هڪ هڪ ٿي راهه رهاني وڃندا وڃن؛ باقي "نونهال" لکندڙ سنڌي ٻولي ڳالهائيندا برابر اچن، پر تنکي سنڌس اصل نسل جي ڪابه خبر ڪانهي، نڪا آنس ڄاڻڻ اٿڻ جي چاهه اٿن. هو ته ساماٽاڻي هندوستان ۾ اچي آهن ۽ مٿن فقط هنديءَ جوئي اثر پيو آهي، ۽ هنديءَ مان ترجما ڪري هاڻي سنڌيءَ ۾ قلم آزمائي ڪرڻ لڳا آهن. تنهنڪري هنن نئين پارن به اهو جهونو "شڌيءَ" وارو پرچار، جو سنڌ ۾ ليکراج تلوڪچند ۽ مهاراج تيجو رام شروع ڪيو هو، سو اجائيءَ وچان هت هندوستان ۾ به عمل ۾ آڻي ڇڏيو آهي ۽ ڪيترن سنڌي لفظن جون صورتون ڦيرائي هندي يا سنسڪرت ڪري ڇڏيون اٿن.

مثال طور "نئين دنيا" بدران "نئي دنيا" لکڻ شروع ڪري ڇڏيو اٿن؛ "چنڊ" بدران "چاند"؛ "آجالو" بدران "آجالا"؛ "سهڻو" بدران "سوهاونو"؛ "پکي" بدران "پنڇي"؛ "ڦاسائڻ" بدران "ڦسائڻ"؛ "پاڻي" بدران "پاني"؛ "لوهه" بدران "لوهو"؛ "مڃائڻ" بدران "منائڻ" وغيره وغيره. البت، جيڪڏهن ڪي نوان، سولا ۽ سهڻا هندي لفظ، جي سنڌيءَ ۾ آيا نه آهن، سي اصلوڪين صورتن ۾ سنڌيءَ ۾ آڻين، ته اها مادري زبان جي خدمت ڪري آنجو ڀنڊار ڀرتو ڪندو، جنهنجي آنکي سخت ضرورت آهي. پر جيڪي سنسڪرت يا هندي لفظ اسانجن عالمن ۽ وڏڙن ڦيرائي گهيرائي، سنڌيءَ جي طبيعت سان ٺهڪائي، اڳوات ئي رواج ۾ آڻي ڇڏيا آهن، تنکي وري اصلوڪيون صورتون ڏيون، ته پوءِ پرمانند واري ڊڪشنري اڄ کان وڏيڪ ٽين سر لکڻي پوندي! انهي مان ثابت آهي ته اسانجا نوجوان ليکڪ يا ته ٺيٺ سنڌي صورتن ۾ نج سنڌي حرفن کان نفرت ٿا ڪن، يا ته مادريءَ ٻوليءَ کان بنهه اڻڄاڻ آهن، جو سانس ههڙو غضب ڪري رهيا آهن.

هندستان توڙي پاڪستان مان نوان نڪرندڙ ڪتاب نظر مان ڪڍندي مونکي ڪي ٻيون به عام چوڪون ڏيان ۾ آيون آهن جي ٻنهي سرحد جي ٻنهي پاسي وارن سنڌي پاڻرن اڳيان رکان ٿو. ٻهرين مکيه چوڪ جا ڪيترا تعليم يافتا به ڪن ٿا تنهنجو مثال هن سٽ مان ملندو: "هنکي چيم ته فلانو ڪم ڪيو"، جو ٺيڪ کپي "ڪم ڪريو". "ڪيو" لفظ ته "ڪرڻ" جو ماضي آهي جنهن مان معنيٰ ٿي نڪري ته فلاڻي اڳي ڪم ڪيو؛ پر "ڪريو" امر آهي ته توهين ڪم ڪريو. ڪيترا ماڻهو چوندا آهن "مان تلهنجي خيالن سان شامل راءِ نه آهيان"، جو ٺيڪ کپي "تنهنجن خيالن سان"؛ چو ته جي اسم جمع آهي ته اُن سان لاڳو ضمير به سنڌيءَ ۾ جمع ٺيڪ کپي. ضميرن جي ٻي به عام چوڪ ٿا ڪريون "هن" ۽ "اُن" جي استعمال ۾. جيتوڻيڪ لغت ۾ انهن ٻن ضميرن ۾ تفاوت ڏيکاريل ڪونهي، ۽ شاهه ۽ ٻين قديمي شاعرن به منجهن تفاوت ڪونه رکيو آهي، تڏهن به منهنجي ويچار ۾، نئين زماني لاءِ باقاعدي نثر ۾، "هن" جاندار شين سان لڳائڻ کپي ۽ "اُن" بي جان شين سان؛ جئن ته "هن کي ڏک هئيو"، يعني ڪنهن ماڻهوءَ کي، ۽ نه

ڪنهن شيءِ کي جنهن لاءِ "اُن" ڪم آڻي ٿو. ٻين عام چوڪ آهي "ڪونڌ" ۽ "ڪانڌ" جي، جئن ته بعضي لکيل ڏٺو اٿم "هو ڪانڌ ويو"، جو ٺيڪ ٿيو "هو ڪونڌ ويو"، پر "هوءَ ڪانڌ ويئي". پختي نثر ۾ "ڪونڌ" مذڪر سان ۽ "ڪانڌ" مونث سان لڳائڻ کپي، ۽ "ڪين" ٻي جان جنس سان. ضميرن جو مٿي ڏيکاريل استعمال، منهن جو هڪ شخصي رايو آهي، ۽ سمجهان ٿو ته جن کي اها ڳالهه نه وڻندي، سي به هي ته هڪدم قبول ڪندا ته اهڙي قسم جي ڦير گهير تي ويچار ضرور ڪرڻ گهرجي.

چوٿين چوڪ ڪيترا لکندڙ ڪندا آهن جملن جي بناوت ۾، جنهن ڪري جملن جي فقرن کي اڳي پوءِ ڪرڻ سان علحدا علحدا مطلب پيدا ٿيندا آهن. مثلاً "هن جي عادت هئي ته صبح جو مقرر وقت تي جاڳندو هو"، تنهن کي هيٺ مٿي ڪبو ته ٿيندو: "مقرر وقت تي هن جي عادت هئي ته صبح جو جاڳندو هو". جن سٽن جي مطلب ۾ وڏو تفاوت ٿيو پوي. آخر ۾ بيهڪ جون نشانيون، تن جي ته ڪابه تميز ڪانه ٿي پوي، ٿون ته ڪٿي سڄو دم ڏجي، ڪٿي اڌ دم ۽ ڪٿي منو دم. ڪيترا مصنف ته اجائي جنجال کان ڇٽڻ لاءِ جتي ڪٿي اِها جهوني زماني وارن ڪاتبن جي لنبي ليڪ (ـــ) ڏيندا اچن، جنهنجو سڌريل صور تخطيءَ ۾ مطلب ئي ڪونه آهي.

تنهنڪري سنڌيءَ جي پيار وارن کي منهنجو عرض آهي ته ٻوليءَ ۾ لفظ، محاورا ۽ اصطلاح ڪٿان به آئي وجهن ـــ سنسڪرت ۽ هنديءَ مان، عربيءَ، فارسيءَ ۽ اردوءَ مان، بلڪ انگريزيءَ مان (جئن ته سڪول، اسپتال، ٽيشن، مارڪيٽ، بسڪوٽ، ڪيٽ، پانلي وغيره بدليل صورتن ۾ چالو ٿي ويا آهن)؛ بشرطيڪ آهي نئيءَ ڦوڙ نه هجن ۽ سهڪ ۽ مٺا هجن، سڀاجهيءَ سنڌي زبان سان ٺهڪي اچن، ۽ وڏي ڳالهه ته سنڌي وياڪرڻ جي پوئواري ڪن. جيڪڏهن فارسيءَ وارا "سٽيشن" کي "استاسيون"، عربيءَ وارا "ڊاڪٽر" کي "الدڪتور"، اردوءَ وارا "پارليامنٽ" کي "پارليمان" چئي سگهن ٿا، ته پوءِ ساڳيءَ ريت سنڌي ٻولي آخر ڇو پنهنجي ٻولين جي لفظن کي پنهنجي طبيعت سارو ڍالڻ وٽ هضر نه ڪري! وڏيڪ ٿي سگهي ته ڪوشش ڪري هندي ۽ اردو لفظ ساڳئي محاوري ۾ هڪ ٻئي جي ويجهو نه وجهن نه ته ڪن تي ٺڪاءَ ڪندا: مثلاً "عورت جي آستي" بدران چوڻ کپي "استريءَ جي آستي" يا "عورت جي ثنا يا ساراهه".

ناٽڪ يا ناول جي گفتگو لکڻ ۾ جدا جدا قسم جي ڪردارن جي واتان ڪجهه قدر جدا جدا ٻولي چوائڻ گهرجي: مثلاً عورت ۽ مرد، پڙهيل ڪردار ۽ اڻ پڙهيل ڪردار، شهري ۽ ڳوٺاڻو، ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ مزدور ۽ کيتي ڪندڙ هاري وغيره وغيره. جدا جدا ڪردارن کان اهائي گفتگو ڪرائجي جيڪا هو زندگيءَ ۾ ڪندا آهن، جو جو اهو به حقيقت نگاري جو اصول آهي. مطلب ته لفظن قبول ڪرڻ ۽ جملن ٺاهڻ ۾ "ضرورت" ۽ سنڌي ٻوليءَ جي "نجي طبيعت" کي ٿيءَ جڏهن خيال ۾ رکبو ته پوءِ ئي سنڌي ٻوليءَ جو واڌارو ٿيندو. لکو هئن لکڻ کپي: "بسيار يوم ماضي ٿي ويا آهن، ليڪن توهانجو خط نا رسيده آهي"؛ ۽ نکو هئن: "سرڪار اسانکي اشستر ڪري پرتنتر دشا ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جنهنڪري لوڪن ۾ اسنتشٽتا وڌندي ٿي وڃي".

---

## ڪتاب

جيڪڏهن مون کي جهنم ۾ ڪتاب ڏنا وڃن، ته مان اهو به پسند ڪريان ڇو ته انهن ۾ اها طاقت آهي، جو دوزخ به بهشت ٿي پوي. (لوڪمانيه تلڪ)

# تعليم جا نظريا

ڊاڪٽر غلام حسين جعفري

زندگي ۽ سکڻ، ٻه لازم ملزوم حقيقتون آهن. جڏهن کان انسان پنهنجي زندگي هن ڌرتيءَ تي شروع ڪئي تڏهن کان وٺي هن **سکڻ** شروع ڪيو. انسان پنهنجي مختصر ڪٽنب سان گڏ پنهنجي گهر جي دائري اندر رهندو هو. ٻار پنهنجي ماءُ پيءُ کان سڌيءَ اڻ سڌيءَ طرح پنهنجي زندگيءَ جي ضرورتن جي پوري ڪرڻ جا مروج فن سکندو هو. هاڻوڪي تعليمي اصولن جي لفظن ۾ جڻڪ **گهر** ان وقت **سڪول** هو، ماءُ ۽ پيءُ **استاد**، ۽ سکڻ جو **نصاب** زندگيءَ جون اهم ضرورتون هيون - گرچ اهي يا اهڙا نالا اڃا وجود ۾ نه آيا هئا. بهرحال اها حقيقت بلڪل ظاهر آهي ته **زندگي** ۽ **سکڻ** ٻئي همزاد شيون آهن. زندگيءَ جي تقاضا هئي **سکڻ** ۽ سکڻ جو اولين مقصد هو **زندگي**.

جيستائين انسان جي زندگي سادي ۽ رهائش جي چند ضرورتن تائين محدود هئي، تيستائين سکڻ جو نمونو پڻ بلڪل سڌو، سادو ۽ سولو هو. مگر جيئن زندگيءَ جون ضرورتون وڌنديون ويون، حياتيءَ جو ڪاروبار وسيع ٿيڻ لڳو، ۽ گهر جي وڏن تي پڻ گهڻا بار ۽ جوابداريون پوڻ لڳيون، تيئن ڪم جي وراهست جي آسان اصول مطابق جدا جدا ضرورتن جي پوري ڪرڻ خاطر سکڻ جا طريقا ٻه مخصوص ۽ علحده ٿيندا ويا. مثلا اول ته گهر جي اندر، مائرن ڇوڪرين کي سيکارڻ جو ڪم پاڻ تي هموار ڪيو ۽ ٻاهر، پيئن ڇوڪرن کي سيکارڻ جو. آخرڪار انسان جي زندگيءَ جي سست رفتار ۾ اهو به زمانو آيو جڏهن پنهنجي سلامتيءَ ۽ سهوليت خاطر، ماڻهن گڏجي گروهن ۾ رهڻ پسند ڪيو. موزون هنڌن تي قبيلن پنهنجا ڳوٺ ٻڌا. آهستي آهستي ڳوٺائي زندگي مڪمل ٿيڻ لڳي ۽ ڪم جي وراهست جو اصول وڏي پيماني تي عمل ۾ اچڻ شروع ٿيو. هر ڪو ڪٽنب يا پاڙو هائي ڳوٺ جي ڪا لڪا مخصوص ضرورت پوري ڪرڻ جي جوابداري پاڻ تي کڻڻ لڳو. اهڙيءَ طرح ٻين پيشن ۽ ڪسبن سان گڏ **سکيا** پڻ هڪ جدا ۽ عملي صورت اختيار ڪئي. جهڙيءَ طرح ٻيا پيشہ پشت به پشت ڪنهن مقرر گروه جي حوالي رهيا تيئن تعليم يا سکيا پڻ هڪ خاص گروه جي ورثي ۾ اچي وئي.

اول اول جنهن پيشہ ور گروه سکيا کي پيشہ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي سو هو مذهبي گروه. مذهب دنيا ۾ ڪيئن شروع ٿيو، تنهن سان اسان جو هتي بحث ڪونهي؛ ليڪن اها مڃيل حقيقت آهي ته مذهب انسان جي زندگيءَ جو اولين واقعن مان هڪڙو آهي. مذهب انسان جي زندگيءَ جا ٻيا پهلو ڇڏي سندس روحانيت تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ماڻهن کي اخلاق ۽ "مذهب" ڏانهن مائل ڪرڻ لاءِ ڪوشش جاري رکندي، مذهب جي بانيڪارن اهو محسوس ڪيو ته ٻارن

۾ نندي هوندي کان ئي اهڙو ٻج وجهڻ گهرجي جو ڪين وڏي هوندي مذهب جو پابند بڻائي. پنهنجو ڏندو ڏاڙهي ته هرڪو اڻين ئي سگهندو، مگر ان سان گڏ مذهب بابت ڪهڙيل معلومات پڻ حاصل ڪندا ته سندن حياتي سڦلي ٿيندي.

جاڪاڻ ته مذهب جو مرڪز مندر، ڪليسا، مسجد يا ٻي ڪا اهڙي پاڪ جاءِ هئي، تنهن ڪري اڳوڻا سڪول به اتئي شروع ٿيا. ڳوٺ جي ٻارڙن کي ڪٺو ڪري اتي گڏ پڙهايو ويندو هو. مذهب جو دنيا جي هر قوم تي ڪافي اثر رهندو آيو، ان ڪري ڪئين هزار سال تعليم يا سکيا جي معنيٰ توڙي مقصد، "مذهب جي ڄاڻ" هو. جيستائين لکڻ جو هنر وجود ۾ نه آيو هو، تيستائين اها ڄاڻ زباني طرح حفظ ڪيل مذهبي حقيقتن تائين محدود رهي. مگر جڏهين "ڪتاب" وجود ۾ آيو، تڏهين تعليم ڏيڻ جي وسيلن ۾ ڪتاب پڻ شامل ٿيو. رفته رفته ڪتاب جي اهميت ايترو ته وڌي ويئي جو ڪتاب پوري نصاب جو ڪم ڏيڻ لڳو.

مذهب جي رقابت ۾ فلسفو وجود ۾ آيو- مذهب جو تعلق روحانيت سان هو. فلسفي جو تعلق، دماغي لياقت يعني **حڪمت** سان. ان ڪري روح کي هڪ پاسي رکي فلسفي دماغ کي سندس لائق جاءِ ڏيڻ لاءِ ڪوشش شروع ڪئي. آهستي آهستي حڪمت ۽ عقل جي اهميت وڌڻ لڳي. جڏهين مذهب جو تسلط دنيا تان ڍرو ٿيڻ لڳو ۽ بادشاهت ۽ سياست جو دؤر شروع ٿيو، تڏهن **حڪمت** سکيا جو بنياد بنجڻ لڳي. سکيا هاڻي مذهبي ادارن کان الڳ ٿي پنهنجا نوان مرڪز وسائڻ شروع ڪيا. لکڻ پڙهڻ ۽ حڪمت جي مطالعي ۽ معلومات لاءِ جدا درسگاهه وجود ۾ آيا. اهڙيءَ طرح موجوده اسڪولن جو بنياد پيو. ان وقت دنيا جي ڄاتل ۽ ڪهڙيل معلومات جا جيڪي جدا جدا علم هئا، سي سڀ يا انهن مان چند وقت جي تعليمي نصاب ۾ شامل ڪيا ويندا هئا. هر حال ۾ سکيا جو يگانو رهبر **استاد** ئي هو. اهو مٿس ڇڏيل هو ته هو ڇا پاڙهي، ڪئي پاڙهي، ڪيئن پاڙهي، ڪيترو ۽ ڪيتري وقت ۾ پاڙهي وغيره. شاگرد جي اهائي ڪوشش هوندي هئي ته استاد جي نقش عمل تي هلي. استاد هن لاءِ ڄڻڪ زنده مثال هو، جنهن جهڙو ٿيڻ يا ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ، سندس تعليم جو وڏو مقصد هو. انهيءَ زماني ۾ گويا استاد ئي تعليم يا سکيا جو مرڪز هو.

جڏهن تعليم جي ضرورت عام طور محسوس ٿيڻ لڳي ۽ علم ڪتابن ۾ محفوظ ٿيڻ لڳو تڏهن استاد ڪجهه وڌيڪ ڪتابن تي ڀاڙڻ لڳا. انهيءَ وقت ڪتاب ۽ علم هڪ ئي شي تصور ٿيڻ لڳا، ايتري قدر جو ڪتاب مجسم نصاب ٿي ڪم اچڻ لڳو. ڪتاب هاڻي اها اهميت حاصل ڪئي جو تعليم جو مکيه مرڪز ٿي پيو. جي استاد هو ته به ڄڻڪ مقرر ڪتاب پڙهائڻ لاءِ، ۽ جي شاگرد هو ته به انهيءَ لاءِ ته نصب ٿيل ڪتاب پڙهي. ساڳيءَ طرح علمي ادارا پڻ انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان رهيا ته مقرر يا مروج ڪتاب پڙهائين. هن تعليم جي اثر هيٺ ڪتابن جو حفظ ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو. ساڳي وقت مظلوم ٻارن تي ان باري ۾ جي ويل وهيا يا وهندا رهن ٿا تن جي بيان ڪرڻ لاءِ علحده باب گهرجي- خير.

اڳتي هلي فلسفي جي رقابت ۾ سائنس پيدا ٿي. سائنس جو خاص زور هو تجربي ۽ عمل تي. عمل کي خيال جي انڌي پوئلڳ بڻائڻ کان سائنس مانع هئي. انهيءَ ڪري سائنس انهي سکيا کي جنهن جو زور دماغي ورزش تي زياده هو، غلط ٺهرايو، بلڪ انهيءَ جي برخلاف بغاوت ڪري ڪئي. سائنس انهيءَ راز کي به واضح ڪيو ته "سکندو" مان مطلب صرف سکندڙ جو دماغ نه آهي بلڪ سندس ساري "شخصيت" آهي، جنهن ۾ سکندڙ جو جسم، جذبات ۽ دماغ وغيره اچي وڃن ٿا. جسم جو لاڳاپو جذبات سان ۽ جذبات جو اثر دماغ تي ايترو ته آهي جو انهن مان ڪنهن به هڪ کي ٻئي کان جدا ڪري نٿو سگهجي. ان ڪري اهو طئي ٿيو ته اها تعليم جا

فقط هڪ جزي جو اونو رکي ۽ ٻين کي نظر انداز ڪري سا ٺيڪ نہ آهي. تعليم جو مطلب "ساري ٻار" يعني سڪنڊ جي پوري شخصيت سان آهي. ساڳيءَ طرح تعليم جو مفهوم بہ صرف لکڻ پڙهڻ نہ بلڪ سکڻ، محسوس ڪرڻ ۽ عمل پذير ٿيڻ آهي، سو بہ اهڙي نموني ۾ جئن "شخصيت" جي سڀني جي ڪامل طرح پرورش ٿئي. هن خيال کي وڌيڪ زور سائنس جي جدا جدا شاخن ڏنو، جن ۾ خاص ڪري علم النفس ۽ من وديا قابل ذڪر آهي. ازانسواءِ علم حيات ۽ علم طب کي ٻڻ انهيءَ نئين روبہ کي مقبوليت ڏيارڻ ۾ چڱو حصو حاصل آهي. سائنس ٻار جي تندرستي، انفراديت، قدرتي بناوت، گهرجن، لاڙن، لياقتن ۽ احساس ڏانهن توجهہ ڇڪائيندي، اهو محسوس ڪرايو تہ تعليم کي ٻار جي اڳيان نہ ڀر پوبان هلڻ گهرجي. تعليم جو اڳيان ۽ ٻار جو پويان هلڻ اهڙي ئي حماقت آهي، جهڙي گهوڙي اڳيان گاڏي ٻڌڻ.

علم النفس هاڻي ٻار جي آزاديءَ جو اثرائتو حيلو ٿيو. ٻار تي علم پرائڻ خاطر جي طرحين طرحين جون عقوبتون ۽ ظلم ٿيندا هئا تن جي ٻڻ تلافي ٿيڻ لڳي. اهڙي طرح ٻار جي صحيح اهميت بہ ماڻهن کي معلوم ٿي ۽ رفتہ رفتہ ٻار تعليم جو مرڪز بنجڻ لڳو. استاد ٻار جو لحاظ ڪرڻ لڳا. نصاب ٻار جي لاڙن، گهرجن ۽ ذوق مطابق مرتب ٿيڻ لڳو. تعليم جا طريقا ٻار جي خوشي کيل ۽ رضامنديءَ جي پابندي ڪرڻ لڳا. خود اسڪول ۽ اسڪول جو سامان ٻار جي ضرورتن مطابق مهيا ڪيا ويا، ايستائين جو کليل فضا، باغ ۽ ڪئمپون خود سڪول بڻجي پيا. انهن خيالن جي بانيڪارن ۾ تعليم جا مشهور فيلسوف ۽ ماهر اچي وڃن ٿا جن مان روسو، پيسٽالازي، فروبيل، اسپينسر، مانٽيسوري، ۽ جان ڊيوئي قابل ذڪر آهن. جڏهن خيال جو هيءُ رجحان بہ ٻنهن جي مقرر حد کان اڳتي هليو ۽ تعليم جي صحيح مقصد کي ٻار جي "آزاديءَ" تان قربان ڪيو ويو، تڏهن تعليم جي ماهرن تي هڪ نئين حقيقت واضح ٿيڻ لڳي. هنن محسوس ڪيو تہ ٻار برابر تعليم جو نهايت اهميت وارو جزو آهي، ليڪن ٻار سڀ ڪجهہ نہ آهي. ٻار بہ هڪ وڏيءَ مشن جو پرزو آهي، جنهن ۾ ڪيس اڳتي هلي ڪا نڪا جاءِ والٽي آهي- اها مشين آهي **سماج**.

انهيءَ ڪري تعليم جي ماهرن هاڻي هن ڳالهہ تي زور ڏنو تہ ٻار کي اها سکيا يا تعليم ڏيڻ کپي جا ٻار کي سماج جو ڪارگر فرد ۽ لائق شهري بنائي. تعليم جو نصاب ۽ استادن جي ڪوشش هاڻي انهيءَ طرف رجوع ٿيا ۽ آهستي آهستي **سماج** تعليمي عمل جو بنياد بنجي پيو. هن تحريڪ جي زير اثر تعليم جو نصاب سماج جي گهرجن مطابق مرتب ڪيو ويو. شهريت تي گهڻو زور ڏنو ويو. قوم جي تهذيب ۽ تمدن، ماڻهن جا باهمي تعلقات، جنس جا تعلقات، گهرو زندگي ۽ ٻيا اهڙا سماجي يا اجتماعي مقصد تعليم جو نصب العين بنيا. خود تعليم جو جوڙجڪ ۽ تنظيم ٻڻ انهيءَ مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ تبديل ٿيڻ لڳا.

هلندڙ زماني ۾ تعليم جا سرڪردا انهي خيال تي پهتا آهن تہ تعليم جي هزارها ورهين جي جدا جدا نظرين جي چنڊ ڇاڻ ڪري تعليم جي ڇڙوڇڙ ٿيل شيرازي کي ملائي هڪ متفق، مجمل ۽ مڪمل نظريو قائم ڪجي. هاڻي بلڪل چڱيءَ طرح واضح ٿي چڪو آهي تہ وقت ۽ ماحول جي لحاظ کان جيڪي ٿي چڪو سو بہ گهڻي قدر ٺيڪ هو: تعليم ۾ استاد، نصاب، ٻار يا سڪنڊ ۽ سماج سڀني کي برابر ڪافي اهميت حاصل آهي- مگر بذات خود نہ استاد، نہ نصاب، نہ ٻار، نہ سماج تعليم جو اڪيلو محور يا بنياد ٿيڻ گهرجي: حقيقت ۾ اهي سڀئي اهي ضروري جزا آهن جي پاڻ ۾ ملي تعليم جو مڪمل نظام ٺاهين ٿا. تعليم جي نظام جا جڏهين سڀئي اهي جزا پنهنجي ڪمال پختگيءَ تي پهچندا، تڏهن ئي تعليم جو صحيح مقصد حاصل ٿي سگهندو. موجوده زماني ۾ جدا جدا علمن، سائنس جي تحقيقات جي زيرِ سايہ ڪيتريون ئي نيون حقيقتون ظاهر ڪيون آهن،

جي تعليم جي نظام کي صحيح رستي تي هلائڻ لاءِ نهايت ڪارآمد ثابت ٿيون آهن. تعليم جا ماهر هاڻي پراڻي زماني جي هڪ طرفيءَ ۽ يڪسوئيءَ جي خيال کي ڇڏي انهيءَ ڳالهه جا قائل ٿيا آهن ته ڪنهن به مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ هر معلوم علم ۽ سائنس جي مدد وٺڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري تعليم جي مسئلي کي سمجهائڻ لاءِ هر علم خاص ڪري فلسفي، علم النفس، علم معاشرت، علم اخلاق، علم صحت وغيره جي طرفان جا به موزون ۽ موافق امداد ملي سگهي ٿي، تنهنجو فائدو وٺڻ کپي؛ تان ته اهي انساني غلطيون جي جهل جي زماني ۾ تعليم جي سر پرستن کان سرزد ٿيون تن جو هميشه جي لاءِ خاتمو ٿئي.

آخر ۾ تعليم جو صحيح نظريو جا هڻڻ گهرجي تنهن لاءِ فيصلو فلسفي کي ڏيڻو آهي. تعليمي فيلسوفن جو تازو رايو آهي ته تعليم جو ڪم آهي انسان کي صحيح طريقي سان زندگي بسر ڪرڻ جو فن سيکارڻ. **زندگي** اهو وسيع نظريو آهي، جنهن ۾ سڪندڙ جون شخصي، سماجي، قومي، تهذيبي، اخلاقي، معاشرتي ۽ ٻيا انساني زندگيءَ جا اهم امر مڙيئي اچي وڃن ٿا. انگريزي مغربي ملڪن ۾ **زندگي** کي سکيا جو مرڪز مقرر ڪيو ويو آهي. انهيءَ حقيقت کي آڏو رکي، هن وقت، تعليم جي تنظيم ۾ ڪافي تبديليون ٿينديون رهن ٿيون.

مٿين حقيقتن کي سامهون رکي تعليم جي گذشته تواريخ تي اوائلي دور کان هن وقت تائين جي نظرثاني ڪبي ته معلوم ٿيندو ته ويچارو "سڪندڙ" هزارها سالن جي ڀٽڪڻ کان پوءِ وري ان اوائلي حقيقت کي رسيو آهي جنهن سان هن پنهنجي زندگي هن ڌرتيءَ تي شروع ڪئي هئي. جيئن اڳي هوندو هو تيئن هاڻي به اها ڳالهه محسوس ٿيڻ لڳي آهي ته **زندگي ۽ سکڻ** ۾ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل حقيقتون آهن. زندگيءَ جو اولين امر آهي **سکڻ** ۽ سکڻ جو اول توڙي آخري مقصد هي **زندگي** ۽ انجا معاملات. تعليمي تاريخ جو هي طويل داستان هيئر انهيءَ آخرين مرحلہ کي پهچي چڪو آهي جنهن جي حاصلات لاءِ ڪيترن ئي ابهم ۽ معصوم زندگين کي طرحين طرحين جون قربانيون ڪرڻيون پيون ۽ عذاب سهڻا پيا. ڪاش انسان اها حقيقت اڳ محسوس ڪري ها!

خير، زندگي درحقيقت اهو اعليٰ، اهو وسيع ۽ اهو اهم معاملو آهي جنهن جي مسئلن کي سهڻي طرح حل ڪرڻ لاءِ هر علم، هر فن ۽ هر ڪوشش جي ضرورت آهي. جڏهن اسان جي قوم ان راز کي چڱيءَ طرح پروڙيندي تڏهن اسان جي تعليم جي ترقيءَ ۽ سڌاري جي اميد افزا فضا پيدا ٿي سگهندي. في الحال اسين اڃا صدين جي پراڻي ۽ پاروٽي مقصد، ۽ ٻين قومن جي فرسوده تخيل ۽ نظريي کي پنهنجو رهبر سمجهي پنهنجي تعليم کي "ڪتاب" جي تنگ دائره اندر محدود رکندا رهون ٿا. اهڙيءَ طرح قوم جو جيڪو نقصان ٿي رهيو آهي تنهن جي تلافي الائي ڪڏهن ۽ ڪيئن ٿيندي!



## نوجوان

قوم جا نوجوان، آئينده نسل جا امانتدار آهن. (ڊزرائلي)

# ايڪس ڪرڻا

فضل الرحيم سومرو

”ايڪس ڪرڻا يا ايڪس ريز (X-Rays)“ لفظ ته ننڍي توڙي وڏي ضرور ٻڌو هوندو، پر شايد ان جي حقيقت کي تمام ٿورن ئي سمجهيو هوندو. **وليم ڪونارڊو رونجن، پرشيا جي ليني** ڳوٺ ۾، ١٨٤٥ع ۾ ڄائو، ۽ ١٩٢٣ع ۾ وفات ڪيائين. هن سائنسدان کي گلاس (شيشي) جي صنعت ۾ خاص مهارت حاصل هئي. هن ١٨٩٥ع ۾ هڪڙن خاص ڪرڻن کي ڳولي لڌو، جي ٻوءِ سندس ئي نالي سان سڏجڻ لڳا. اهي ئي رونجن ڪرڻا آهن، جي هاڻي ”ايڪس ريز“ جي نالي سان زياده مشهور آهن.

هڪڙي ڏينهن، هيءُ سائنسدان، شيشي جي هڪڙي نلي ٺاهي رهيو هو. اوچتو ئي اوچتو هڪ عجيب ڪرشمو هن جي نظر جي سامهون گذريو. ان نليءَ جي هيٺان ڪتاب رکيل هو جنهن ۾ اندر چاٻي پيل هئي. ڪتاب جي هيٺان وري هڪ فوٽوگراف پليٽ پئي هئي. سائنسدان جي حيرت جي حد نه رهي، جڏهن هن، ڪتاب ۾ اندر پيل چاٻيءَ جو عڪس پليٽ تي ڏٺو. هن ان جو سبب سمجهڻ شروع ڪيو، ۽ هن نتيجي تي پهتو ته شيشي جي نليءَ ۾ شايد ڪي اهڙا ڪرڻا پيدا ٿيا آهن، جن اهو عڪس پليٽ تي پيدا ڪيو آهي. ان ڪانپوءِ، هن انهيءَ معاملي ۾ وڌيڪ کوجنا ڪئي، ۽ آخر انهن عجيب ڪرڻن بابت پنهنجو نظريو دنيا جي اڳيان پيش ڪيائين. جيئن ته انهن ڪرڻن جي اڳ ڪنهن کي خبر ڪانه هئي ۽ نه وري انهن جو ڪو خاص نالو ئي هو تنهنڪري هن پاڻ انهن جو نالو ”ايڪس ڪرڻا“ (X-Rays) رکيو يعني ”بنا نالي هڪڙا ڪرڻا“. جيتوڻيڪ هاڻي رونجن کي ئي ايڪس ڪرڻن جو ڳولي لهندڙ سڏيو وڃي ٿو، پر ساڳئي وقت ياد رکڻ گهرجي ته رونجن جي انهيءَ کوجنا کان اڳ، هڪ ٻئي قسم جي ڪرڻن جي به دنيا کي خبر هئي، جن کي وري ڪن ٻين سائنسدانن ڳولي لڌو هو، ۽ رونجن جا ايڪس ڪرڻا انهن ٻين ڪرڻن مان ئي حاصل ڪيا ويا هئا. البت اهو آخرين ڪم رونجن صاحب پاڻ سر انجام ڏنو. اهي ٻئي قسم جا ڪرڻا جي ايڪس ڪرڻن جي پيدا ڪرڻ جو ذريعو آهن، تن کي ”ڪئٿوڊ ريز“ يا ”ناڦي“ ڪرڻا چئبو آهي. انهن ڪرڻن جي به هڪ پنهنجي خاصيت آهي ۽ پڻ هڪ خاص طريقي ۽ خاص پابنديءَ کانپوءِ حاصل ٿين ٿا. جيتوڻيڪ هن ذريعي ڪانسواءِ هينئر ٻيا به ذريعا ڳولي لڌا ويا آهن جي مان ايڪس ڪرڻا ملن ٿا، پر هيءُ ذريعو چاڪاڻ ته ابتدائي آهي، تنهنڪري ان جو بيان پهرين ڪجي ٿو.

جنهن سائنسي تجربي دوران هي ڪئٿوڊ ڪرڻا ڳولي لڌا ويا، تنهن جو بنياد هن نظريه تي هو ته عام هوا مان جيڪڏهن بجلي لنگهائبي ته تمام گهڻيءَ برقي شڪتيءَ جي ضرورت پوندي، ڇو ته عام هوا، پاڻيءَ ۽ ڪاٺ وغيره وانگر، بجليءَ جي ناپرواهڪ آهي. تنهنڪري جيڪڏهن

مهراڻ

هوا جو داٻ گھٽائي ٿوء منجهانئس بجلي لنگهائبي ته ممڪن آهي ته ڪي نهايت عجيب ۽ غريب نتيجا ڏسڻ ۾ اچن. چنانچه تحقيق ۽ تجربي ڪانپوء سچ پچ اهي عجيب غريب نتيجا حاصل ڪيا ويا.

ڪئٿوڊ (نافي) ڪرڻن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ چاليهه سينٽيميٽر ڊگهي ۽ اٺ مليميٽر ويڪري نلي (Tube) ڪتبي وئي. هن نليءَ کي خاص نموني سان پمپ هوا کان خالي ڪري، پوءِ منجهس گهربل هوا درجي بدرجي اندر ڇڏي، هوا جا خاص داٻ مختلف اندازن وارا، پنهنجي مرضيءَ موجب پيدا ڪيا ويا. هن نليءَ ۾ اندر ٻن ڇيڙن وٽ، ٻه پليٽون به هنيون ويون، جن مان هڪ کي ڪئٿوڊ پليٽ ۽ ٻيءَ کي انوڊ پليٽ سڏبو آهي. پوءِ جڏهن انهن پليٽن جي ڇيڙن کي "برقي طاقت پيدا ڪندڙ خاص مشين" (اليڪٽرو مئگنيٽڪ انڊڪشن ڪوائل = Electro Magnetic Induction Coil) سان ڳنڍيو ويو ۽ بجليءَ جي ڌارا تار مان لنگهي، پليٽن ۾ وئي، تڏهن وچ واري خال ۾ هڪ عجيب روشنيءَ جا ڪرڻا ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا.

جڏهن نايءَ جي اندر جي هوا جو داٻ پاري جي داٻ جي چاليهه مليميٽر جي برابر ڪيو ويو، تڏهن هڪ مسلسل ورن وڪڙن واري، روشنيءَ جي ڌاري (Streak)نظر آئي، جنهن ڌاريءَ جو رنگ گلابي هو. آهستي آهستي مختلف هوا جا داٻ حاصل ڪري، نليءَ ۾ مختلف قسمن جي رنگن جي روشني ڏٺي وئي. ڏهه مليميٽر جي داٻ پيدا ڪرڻ سان، گهاٽي گلابي روشني ڏسڻ ۾ آئي؛ ڇهه مليميٽر داٻ پيدا ڪرڻ سان پيلي روشني نظر آئي.

اهڙيءَ طرح، جڏهن ان شيشي جي نليءَ جو داٻ هڪ ڀاڱي سو مليميٽر جي برابر ڪيو ويو، تڏهن ڏسڻ ۾ نه ايندڙ شعاع ريزي نافي پليٽ يا ڪئٿوڊ پليٽ مان نڪرندي معلوم ڪئي وئي. وڌيڪ تجربي معرفت معلوم ٿيو ته شعاع جي هن لهر جون ڪي عجيب خاصيتون هيون. ڪئٿوڊ پليٽ مان هن شعاع جي نڪرندڙ ڪرڻن کي ڪئٿوڊ ريز سڏيو ويو جن جون ڪي خاصيتون هي هيون:

(١) هي ڪرڻا سڌيءَ ليڪ ۾ هليا ٿي؛ ۽ صاف پاڇو پيدا ٿي ڪيائون، يعني جيڪڏهن انهن جي رستي ۾ ڪا شي آڏي بيهاري ٿي وئي ته ٻئي پاسي روشنيءَ جي بجاءِ ان شي جو پاڇو پيدا ٿي ٿي پيو؛

(٢) هن شعاع ۾ گرمي پيدا ڪرڻ جي شڪتي هئي، ۽ جڏهن به ڪا شي هن جي وچڇو آڏي ٿي وئي ته اها گرم ٿي ٿي وئي؛

(٣) انهن ڪرڻن ۾ هڪ طبعياتي شڪتي سمايل هئي، جنهن ڪري منجهن ٻين شين کي تحرڪ ۾ آڻڻ جي صلاحيت هئي: جيڪڏهن ڪابه ڦرڻي پليٽ، انهن ڪرڻن جي سامهون رکي ٿي وئي ته اها پليٽ ڦرڻ لڳي ٿي وئي؛

(٤) اهي ڪرڻا مقناطيس ۽ بجليءَ جي اثر کان مڙي ٿي ويا؛

(٥) انهن ڪرڻن بجليءَ جي نافي پرٿي (Negative charges) ٿي ڪئي؛ ۽

(٦) ڪنهن به ڌاتوءَ منجهان جيڪڏهن هنن ڪرڻن کي لنگهايو ٿي ويو ته سندن هيئت يا اصليت ۾ ڪابه ڦيرگهير ڪانه ٿي پيدا ٿي.

هنن ڪئٿوڊ ڪرڻن حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، انهن جي ذريعي، هڪ خاص تجويز سان ايڪس ڪرڻا حاصل ڪيا ويا، جي مٿي بيان ڪيل، رونٽجن صاحب جي تجربن جو نتيجو آهن. هن صاحب، هڪ خاص بلب جي ذريعي ايڪس ڪرڻا پيدا ڪيا. هن جي تجربي جو متو تمام سادو

هو. هاڻي اهو وڏيڪ مقدار ۾ سمجهايو ويو آهي، ۽ هن وقت ايڪس ڪرڻا هڪ خاص بهترين تجويز سان، ساڳئي نموني تي ٺاهيا وڃن ٿا.

ايڪس ڪرڻن کي هڪ خاص نموني جي بلب ۾ پيدا ڪيو وڃي ٿو. هي بلب پڻ شاهي ۽ ٺاهي پليٽن سان ڳنڍيل هوندو آهي. ان ۾ پهريائين مٿي بيان ڪيل مٿي تي ڪنٿوڊ ڪرڻا حاصل ڪيا آهن. پوءِ اهي ڪنٿوڊ ڪرڻا بلب ۾ هڪ خاص پيءَ پليٽ سان ٽڪرايا ويندا آهن، جنهن پليٽ کي ٽارگيٽ يا نشان چئبو آهي. هن نشان کي جڏهن ناڻي ڪرڻا لڳن ٿا تڏهن ان مان هڪ خاص قسم جا ڪرڻا ايا نڪرندا نظر اچن ٿا، جن کي ايڪس ڪرڻا چئجي ٿو. اهي ڪرڻا ٿلهي شيءِ يا پليٽ مان آرپار لنگهيو وڃن. اهي ڪرڻا ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا نرم ۽ ٻيا سخت. انهن ٻنهي قسمن جي ڪرڻن کي خاص حالتن ۾ حاصل ڪيو وڃي ٿو.

هت ايڪس ڪرڻن جون کي خاصيتون بيان ڪجن ٿيون:

(١) هي ڪرڻا سڌيءَ ليڪ ۾ هلن ٿا، ۽ اکين سان ڏسي ڪونه سگهبا. جيڪڏهن ڪا به شيءِ هنن جي رستي ۾ آڻبي ته ان شيءِ جو پاڇو ٻئي طرف نظر ايندو.

(٢) هي ڪرڻا انهن جسمن مان آرپار لنگهي ويندا آهن جي عام روشنيءَ لاءِ غير شفاف آهن. پني، ڪپڙي، ڪاٺ، گوشت ۽ چمڙيءَ وغيره مان ايڪس ڪرڻا لنگهي سگهن ٿا؛ پر اهي، سخت جسمن جهڙوڪ لوهه، شيهو، هڏا وغيره مان ڪونه لنگهن. هڏي کي گوشت ۾ ڏسڻ لاءِ وري هڪ خاص قسم جا ايڪس ڪرڻا حاصل ڪبا آهن جن کي سخت ايڪس ڪرڻا چئبو آهي. انهن ڪرڻن کي حاصل ڪرڻ لاءِ بلب ۾ وڌيڪ هوا جو داٻ گهٽايو ويندو آهي. اهوئي سبب آهي جو اهڙن ڪرڻن ۾ وڌيڪ آرپار لنگهي وڃڻ جي شڪتي هوندي آهي. ٻيا نرم ايڪس ڪرڻا ٿيندا آهن جن ۾ آرپار لنگهي وڃڻ جي ايڏي شڪتي ڪانه هوندي آهي.

(٣) مناسب حالتن ۾ ڪرڻن کي موٽائي ۽ موڙي سگهجي ٿو: جهڙيءَ طرح عام روشني موٽي ۽ مڙي سگهي ٿي. جيڪڏهن ڪنهن به چمڪندڙ سطح تي عام روشني وجهبي ته اها روشني موٽ (Reflection) کائيندي. جيڪڏهن ساڳي روشني منشور (Prism) تي وجهبي ته موڙ کائيندي، ۽ اها پنهنجن رنگن ۾ ڇڙي پوندي. اهڙيءَ طرح ايڪس ڪرڻن کي به آخرڪار ١٩٢٣ع ۾، **ڪامپٽن** صاحب، موافق حالتون پيدا ڪري، چلڪڻي سطح تان موٽ کارائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ٻئي پاسي **سيگبان** صاحب وري ويڪري منشور مان هنن ڪرڻن کي موڙ کارائڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ انهن ڪرڻن جو ٽڪل رنگين پٽو حاصل ڪيائين.

(٤) هي ڪرڻا جسمن تي پئي انهن مان روشني ڪڍن ٿا. اهڙي عمل کي "خود روشني" (Fluorescence) چئجي ٿو. هي ڪرڻا فوٽوگراف پليٽ ۾ به اثر پيدا ڪن ٿا.

جيڪڏهن مثال طور بڙيم پلٽنيو سائنائيڊ کي ايڪس ڪرڻن جي رستي ۾ آڻبو، ته ڪجهه وقت کانپوءِ ان مان سائي روشني نڪرندي نظر ايندي، جيڪا انجي حالت ۾ فلاريسينس يا خود روشني آهي.

(٥) ايڪس ڪرڻا جنهن گئس مان لنگهن ٿا تنهن کي برقي پرتي ڏين ٿا ۽ اهڙيءَ طرح اها گئس بجليءَ جي پرواهڪ ٿيو پوي.

(٦) ايڪس ڪرڻا ڪنٿوڊ ڪرڻن جي برعڪس مقناطيس يا بجليءَ جي اثر کان موڙ ڪونه ٿا کائين.

ايڪس ڪرڻن مان فائدا:

جراحت ۾، عام ايڪس ڪرڻن جو استعمال، انسان جي جسم جي اندرين عضون جي ساخت ۽ بناوت ڏسڻ لاءِ ٿيندو آهي. جنهن انسان جي عضوي کي ڏسڻ مقصود هوندو آهي، سو فوٽوگراف پليٽ ۽ ايڪس ڪرڻن جي بلب جي وچ ۾ رکيو ويندو آهي. بلب کي عمل ۾ آڻڻ سان ڪرڻن جو قلم آسانيءَ سان گوشت واري حصي مان لنگهي، فوٽوگراف پليٽ تي اثر پيدا ڪري ٿو، ۽ ان تي هڏي يا سخت جسم جو عڪس يا پاڇو ڏسي سگهبو آهي. اهڙي قسم جي ٺهيل فوٽوگراف کي ريڊيوگراف چوندا آهن. بندوق جون گوليون جسم اندر لڪل هجڻ جي نموني ۾ معلوم ڪري سگهجن ٿيون.

ايڪس ڪرڻا، علم علاج (Therapeutics) ۾ به وڏي مدد ڪن ٿا. هاڻي ڳولي لڌو ويو آهي ته جيڪڏهن زهري ڦرڙين ۽ ڪي قدر سرطان جي مريضن کي ايڪس ڪرڻن جي اثر هيٺ رکجي ٿو ته اڪثر ڇوٽڪارو حاصل ٿئي ٿو. پر جيڪڏهن بدن کي گهڻو وقت هنن ڪرڻن جي اثر هيٺ رکبو ته تندرست بدن جي جزن کي نقصان پهچندو. تنهنڪري، ايڪس ڪرڻن جي ڪم ڪندڙن کي نقصان واري اثر کان بچڻ لاءِ شيهي جا چوغا ۽ شيهي مان ٺهيل چشما استعمال ڪرڻا پوندا آهن.

انجنيئرنگ ۾ به ايڪس ڪرڻا وڏي مدد ڪن ٿا. هن ۾ سخت قسم جا ڪرڻا استعمال ٿيندا آهن. سپ ۾ موتي جي هجڻ جي تصديق به انهن ڪرڻن جي ذريعي ڪبي آهي. مصنوعي هيرن جو حقيقي هيرن کان فرق معلوم ڪرڻو هوندو آهي ته اهي ڪرڻا ڪم آڻبا آهن.

جاسوس کاتي وارا، چورن ۽ ٻين ڏوهين جي چال بازين کي معلوم ڪرڻ لاءِ به ايڪس ڪرڻا ڪم آڻي سگهن ٿا. بند ٿيل پيٽين جي اندر ايڪس ڪرڻا لنگهائي، فوٽوگراف حاصل ڪري، معلوم ڪري سگهن ٿا ته انهن پيٽين ۾ اندر ڪهڙا اسرار آهن!

انهن سڀني فائدن کانسواءِ، اڃان به ايڪس ڪرڻن تي تحقيق هلي رهي آهي، ۽ ٻيا انهن جا مفيد استعمال ڳوليا پيا وڃن.

مٿي بيان ڪيل ايڪس ڪرڻا، ٻئي طريقي سان پڻ حاصل ڪري سگهجن ٿا. مئڊم ڪيوري (Madam Curie) ۽ سندس مڙس، باهمي ڪوشش سان، هڪڙو خاص مادو ڳولي لڌو، جنهن مان جيڪي ڪرڻا نڪرن، تن جي خاصيت ايڪس ڪرڻن جهڙي هئي. انهيءَ کان اڳ ۱۸۹۶ع ۾ ايچ. بيڪئرل ساڳيو تجربو ڪيو ۽ ڪوشش ڪئي ته آيا هن زمين جي سطح تي اهڙا مادا يا ڌاتو آهن جي ايڪس ڪرڻا پيدا ڪري سگهن! هو انهيءَ ڏس ۾ ڪجهه قدر ڪامياب ٿيو ۽ آخر ٻڌائي سگهيو ته اهڙا مادا زمين جي سطح تي موجود آهن.

آخرڪار ۱۸۹۹ع ۾ اي. ڊٿررفورڊ اهو ڏيکاريو ته مادا، جيڪي "ايڪس" ڪرڻا ڪڍن ٿا سي ٽن قسمن جي ڪرڻن ۾ ورهايل آهن ۽ انهن ڪرڻن جون مختلف خاصيتون آهن. اهي مجموعي طرح سان سڀ ايڪس ڪرڻا ڪونه آهن بلڪ اهڙا هر قسم جا نڪرندڙ ڪرڻا جدا جدا نموني ۾ استعمال ٿي سگهن ٿا. هنن انهن ڪرڻن کي الف، ب ۽ گ ڪرڻن سان سڏيو.

اهڙا جسم يا ڌاتون جن مان روشنيءَ جا شعاع نڪرن، تنکي ريڊيو ائڪٽو (Radio Active) مادا چئبو آهي. اهڙو هڪ مادو، ميڊم ڪيوريءَ به ڳولي لڌو، جنهن کي ريڊيم چئجي ٿو. انهن ريڊيو ائڪٽو جسمن کي باقاعدي جاچي ڏٺو ويو آهي ۽ انهن جي ٽن قسمن جي نڪرندڙ ڪرڻن مان فقط الف ڪرڻا سخت ايڪس ڪرڻن جهڙي خاصيت رکن ٿا، ۽ انهن جي بجاءِ ڪم آڻڻ جي پوري صلاحيت رکن ٿا. اهڙيءَ طرح هاڻي ايڪس ڪرڻا زمين جي سطح تان ڳولي لڌا ٿا وڃن! اڃا به تحقيق هلي رهي آهي!!

# ٽيين مهاڀاري جنگ

حبيب الله قادري

ڪراچيءَ جي هڪ زير زمين هوٽل ۾، عزيز ۽ سندس دوست مقبول چانھ پي رهيا هئا. عزيز ڪپڙي جو واپاري هو، ۽ مقبول شهر جي هڪ ڪاليج ۾ سائنس جو پروفيسر هو. ديوار ۾ لڳل برقي گهڙيال ۾ ڪانٽا ٨ بجي ڏيکاري رهيا هئا. هوٽل جي ظاهري ماحول مان ائين پئي معلوم ٿيو ته اهو رات جو وقت هو. چوطرف بجليءَ جون لٽيون ٻري رهيون هيون، مگر هوٽل اندر ويٺل ماڻهن کي بخوبي معلوم هو ته ٻاهر آسمان ۾ سج اڀري مٿي چڙهي آيو هو؛ جيتوڻيڪ انجي روشنائيءَ جو زمين جي سطح کان چاليھ فوٽ هيٺ هوٽل ۾ ڪو به پتو ڪونه ٿي پيو.

ماڻهن جي چهرن تي ٿڪاوٽ ۽ مايوسي، جسماني صورت ۾، نظر اچي رهي هئي. هوٽل جي ريڊئي مان ڳاني جو آواز اچي رهيو هو، مگر ائين پئي نظر آيو ته ويٺل ماڻهو ان مان ڪو به لطف وٺي ڪونه رهيا هئا. ڳانو بند ٿيو ۽ آواز آيو: ”هي ريڊيو اسٽيشن ڪراچي آهي. صبح جون خبرون ٻڌو!“ سڀني جو توجه ريڊئي طرف ڇڪجي ويو. هوٽل اندر مڪمل خاموشي ڇانئجي وئي.

ريڊئي مان آواز آيو: ”ريڊيو اميريڪا جي تازه اعلان موجب گذريل رات، اميريڪا جي خودبخود اڏامندڙ لڙاڪو ائٽم بمن جي ذريعي، روس جي ڏهن وڏيڪ خودبخود اڏامندڙ هئڊروجن بم کڻي ويندڙ هوائي جهازن کي، منزل مقصود تي پهچڻ کان اڳ، ناس ڪيو ويو آهي. چيو وڃيٿو ته اهي تيز رفتار هئڊروجن بم کڻندڙ هوائي جهاز دستور موجب اميريڪا ڏانهن ڏوڪي رهيا هئا، مگر وات تي اتر قطب جي قريب انهن کي، ريڊيو ۽ ٽيليويزن (غائب بين آلا) ضابطه هيٺ خود بخود اڏامندڙ لڙاڪو ائٽم بمن سان ٽڪرائي، ناس ڪيو ويو. اميريڪن ريڊيو تان هي به ظاهر ڪيو ويو آهي ته اميريڪا جا هوائي جهاز، روس جي ڪن فوجي اهميت رکندڙ جاين تي، هئڊروجن بم ڪيرائڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن جن روس جو ڪافي نقصان ڪيو آهي. ماسڪو ريڊيو جي دعويٰ آهي ته ڪي روسي هوائي جهاز، اميريڪن بچاءَ جي ديوار ٽوڙي، اميريڪا جي ڪن فوجي اڏن تي هئڊروجن بم ڪيرائڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن. ماسڪو ريڊيو جي هيءَ به دعويٰ آهي ته گذريل رات اميريڪا جي ١٨ هئڊروجن بم کڻي ايندڙ هوائي جهازن کي، اتر قطب جي پسگردائيءَ ۾، روسي لڙاڪو ائٽم بمن سان، ريڊيو ۽ ٽيليويزن جي مدد سان، ٽڪرائي ناس ڪيو ويو. ريڊيو پئرس جي هڪ خبر آهي ته اميريڪا روس جي ريڊيو ٽيليويزن ائٽم ڪنٽرول سسٽم ۾ ريڊيو جي لهرن ذريعي، رخنو وجهڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ جي قريب پهچي چڪي آهي. ٿوري عرصي اندر روس جو ريڊيو ٽيليويزن ائٽم ڪنٽرول سسٽم بيڪار ٿي ويندو، پوءِ اميريڪا جي بمن کي منزل مقصود تي پهچڻ ۾ ڪا به رڪاوٽ درپيش نه ايندي. ريڊيو پئرس هي به ظاهر ڪيو آهي

ته معلوم ٿو ٿئي ته روس جي طرفان به اهڙي قسم جا تجربا ڪيا پيا وڃن ته امريڪا جي ريڊيو ٽيليويزن انٽم ڪنٽرول سسٽم ۾ رخنو وڌو وڃي.“

موسم جو حال ٻڌائيندي ريڊيو تان آواز آيو: ”پاڪستان اندر فضا ۾ ريڊيو ائڪٽوٽيءَ جي ڊگريءَ ۾ گذريل رات تائين ڪو خاص تفاوت معلوم ڪونه ٿيو آهي. البت سرحدي صوبي ۾ هڪ ڊگري اضافو معلوم ٿيو آهي، مگر ان مان انساني صحت کي نقصان رسڻ جو خطرو ڪونهي. بهر حال پاڪستان جي باشندن کي هدايت ٿي ڪجي ته هو، دستور موجب احتياطي طور، روزانو هڪ اينٽي ريڊيئيشن گولي استعمال ڪندا رهن، ۽ هر وقت پاڻ وٽ خلاف تجلي عينڪ ۽ اينٽي ريڊيئيشن سوٽ موجود رکن.“

هي سال ۱۹۶۱ع ۾ ڊسمبر جو مهينو هو. ٽين جنگ عظيم کي شروع ٿئي ٻه مهينا مس ٿيا هئا: مگر ان جا آثار گهڻو وقت اڳي نمودار ٿيندا ڏسي، ڪيترين حڪومتن، انٽم ۽ هئڊروجن بمن جي نقصان کان بچڻ لاءِ، زير زمين بچاءَ گهر لهرائي ڇڏيا هئا. پاڪستان ۾ به هر شهر ۾ اهڙو بندوبست ڪيو ويو هو. هزارين خانگي گهر ۽ هوٽلون پڻ زير زمين تيار ٿي ويون هيون. لڙائي شروع ٿيندي ئي ان جي شدت امريڪا ۽ روس جي ملڪي محاذن تي زور پوندي وئي. اهي ٻئي ملڪ هڪ ٻئي کي جلد کان جلد تباهه ڪرڻ ۽ هئڊروجن بمن جي برباديءَ کان پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ۾ ايتري قدر محو ٿي ويا هئا جو ٻين قومن کي لڙائي ۾ گهلي آڻڻ طرف هنن جو توجه اجا ڪونه ٿي ڏنو. انهن ٻنهي معلوم ٿيو ته اهي ٻئي ملڪ هن نتيجي تي پهچي چڪا هئا ته لڙائيءَ جي نتيجي جو مدار انهن ٻنهي ملڪن مان هڪ جي مڪمل تباهيءَ تي منحصر هو ۽ ٻين ملڪن جي شموليت يا غير شموليت جو آن تي ڪو خاص اثر ڪونه پوندو. چين، فرانس ۽ انگلنڊ وٽ انٽم بمن جا ڪجهه ذخيرا موجود هئا، مگر انهن ملڪن کي پنهنجي بچاءَ جو فڪر دامنگير هو، ۽ هنن لڙائيءَ ۾ عملي بهرو وٺڻ کان اجان پئي ڪيبايو. لڙائي شروع ٿيڻ وقت سڀ ملڪ نهايت هراسان هئا، ۽ عام طرح انهن پئي سمجهيو ويو ته ٿوري عرصي اندر ڪيترا ملڪ صفحه هستيءَ تان مٽجي ويندا: مگر ٻن مهنن گذرڻ بعد سون جي تعداد ۾ هئڊروجن ۽ انٽم ۾ ڦاٽڻ جي باوجود نه. امريڪا خواه روس جا وڏا وڏا شهر خواه لڙائيءَ جا اڏا اجا سلامت هئا.

ريڊيو تي خبرون ختم ٿيون ۽ وري به گانا شروع ٿيا. عزيز ۽ مقبول چانهه پي ختم ڪئي هئي ۽ سگريٽ ڇڪي رهيا هئا. عزيز ريڊيو جي خبرن تي تبصره ڪندي مقبول ڏانهن مخاطب ٿي چيو، ”آخر هيءَ ڊيگهه ڪيستائين هلندي؟“

مقبول — ڊيگهه ڪيئن؟

عزيز — ڊيگهه نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ لڙائيءَ جو نتيجو نه هيڏانهن ٿو ٿئي نه هوڏانهن. لڙائيءَ کان اڳ ٻڌو ويندو هو ته هڪڙو هئڊروجن بم گذريل لڙائيءَ ۾ هيروشيما شهر تي ڪيرايل انٽم بم جهڙن ۳ کان ۵ هزار بمن جي تباهيءَ جي طاقت رکيٿو. مگر هن وقت تائين ريڊيو جي خبرن موجب ٻنهي طرفن جا سوين هئڊروجن بم ڦاٽا آهن تنهن هوندي به لڙائيءَ جي نقشي ۾ ڪا به خاص تبديلي نظر نه آئي آهي!

مقبول — اهڙي صورت حال لاءِ ته دنيا کي پاڻ شڪر بجا آڻڻ گهرجي ۽ نه نا اميد ٿيڻ گهرجي. تباهيءَ جي قياس آرائين ڪرڻ وارن، انهن خطرناڪ تباهيءَ جي اوزارن جي مقابلي ۾ جيڪي اثرائتا بچاءَ جا طريقا ايجاد ڪيا ويا هئا، انهن کي نظر انداز ڪري ڇڏيو هو.

عزيز — ڇا اهي بچاءَ جا طريقا ايتري قدر اثرائتا ثابت ٿيا آهن، جو جن قومن هئڊروجن ۽ انٽم بمن جا انبار گڏ ڪري رکيا هئا، تن ڄڻ ته انهن تي ڪيل خرچ ئي اجايا وڃايا؟

مقبول ـ انهن جا خرچ اجايا ويا يا نه، ان ڳالهه جو فيصلو لڙائيءَ جي نتيجي کان اڳ ڪري ڪونه سگهبو. مگر ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته هئڊروجن ۽ ائٽم بمن جي تباهيءَ جي مقابلي ۾ اهڙا طريقا ايجاد ڪيا ويا آهن جو ٻئي طرف گهر ويٺي هڪ ٻئي جا حملا اڳواٽ روڪي انهن جو اثر زائل ڪري رهيا آهن.

عزيز ـ اهو ڀلا هو ڪيئن ڪري رهيا آهن؟

مقبول ـ هيڊروجن خواه ائٽم بم، تيز رفتار خود بخود اڏامندڙ جيٽ طيارن ۾، دشمن جي ملڪ تي ڪيرائڻ لاءِ روانا ڪيا وڃن ٿا، ۽ انهن طيارن کي ريڊيو جي لهرن جي ذريعي منزل مقصود تائين پهچڻ لاءِ مڪمل ضابطي هيٺ رکي سگهجي ٿو؛ ٽيليوين (غائب بين آلـ) جي مدد سان ساري وات ان طيارهه کي نگاهه هيٺ رکي جيڏانهن ڪهي تيڏانهن هلائي سگهجي ٿو. مگر ٻئي طرف مخالف ملڪ کي ريڊر ۽ ٻين برقي آلن جي ذريعي اهڙي هوائي جهاز جي روانگي ٿيڻ ۽ ڏانهس ڏوڪي اچڻ جي خبر پهچي وڃيٿي. نه فقط ايترو پر ائين به پتو پئجيو وڃي ته هو ڪهڙي رستي کان ۽ ڪيتريءَ رفتار سان اچي رهيو آهي. اهڙيءَ خبر پوڻ تي اهو ملڪ پنهنجا تيز رفتار ٽيليوين لڙاڪو راڪيٽ، جن جي منهن ۾ ننڍا ائٽم بم لڳل هوندا آهن، ان طرف روانا ڪري ٿو. انهن ۾ ٽيليوين ڪئميرا ۽ ٻيا برقي اوزار به هوندا آهن، جن جي مدد سان هو ان جهاز کي وات تي ڳولي ان سان پاڻ کي ٽڪرائي ٿو، ۽ ٽڪرڻ سان ان ۾ لڳل ائٽم بم ڦاٽي پوي ٿو ۽ اهڙي طرح ٻئي وات تي ئي ناس ٿيو وڃن.

عزيز ـ پر ان لڙاڪو راڪيٽ کي، سڌو هئڊروجن بم واري جيٽ طيارهه سان، ڪيئن ٿو ٽڪرايو وڃي؟

مقبول ـ لڙاڪو راڪيٽ ۾ جيڪا ٽيليوين ڪئميرا لڳل هوندي اها چوطرف ڦرندي رهندي آهي ۽ چئني طرفن، ٦٠-٧٠ ميلن اندر، هر شيءِ کي ڏسي سگهندي آهي، ۽ جيڪي به ان کي نظر ايندو آهي اهو ريڊيو لهرن جي ذريعي سندس ملڪ جي ٽيليوين ائٽم ڪنٽرول سنٽر جي سنڀاليندڙن کي ٽيليوين پردي تي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جڏهين ان ڪئميرا جي ذريعي انهن کي هئڊروجن بم وارو جيٽ طيارهه نظر ايندو آهي، تڏهين هو ريڊيو ڪنٽرول ذريعي راڪيٽ جو رخ ڦيرائي ان طيارهه ڏانهن ڪندا آهن، پوءِ ته سيڪنڊن ۾ هو وڃي ان سان ٽڪرندو آهي. پنج سال اڳ ائين ڪرڻ جيڪر ناممڪن ٿئي ها ڇو ته ان وقت ٽيليوين جي نظر جو دائرو فقط اٺن تاءِ محدود هوندو هو، مگر هاڻي اها حد هزارن ميلن تاءِ وڌي وئي آهي.

عزيز ـ ريڊيو تي جيڪا خبر ٻڌيسون ته لوندڙ ملڪ هڪ ٻئي جي ٽيليوين ائٽم ڪنٽرول سنٽر ۾، ريڊيو لهرن ذريعي، رخنو وجهي ان کي بيڪار ڪري ڇڏڻ جي تجويز سوچي رهيا آهن، اُن ۾ هو ڪامياب ٿيا ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

مقبول ـ ان ۾ جيڪو ملڪ اڳ ۾ ڪامياب ٿيندو، منهنجي خيال موجب لڙائي اهو ئي کٽندو، ڇو ته ائين ڪرڻ ڪري ٻئي ملڪ جو ضابطو پنهنجي لڙائي جي اسبابن تان هليو ويندو. مان سمجهان ٿو ته انهيءَ ترڪيب ۾ ٿوري وقت ڪانهوءِ، هي به اضافو ٿيندو ته مخالف ملڪ هڪ ٻئي جي لڙاڪو راڪيٽ بم يا بم ڪئندڙ جيٽ طيارن جو رخ ڦيرائي خود سندس ملڪ ڏانهن ڪري خود ان جي ئي حدن ۾ ڪيرائي سگهندا.

عزيز ـ ته ان جي معنيٰ اها ٿيندي ته ڪو وقت ايندو جڏهين ڪو به ملڪ آسمان ۾ راڪيٽ بم وغيرهه جيڪڏهين اڏائيندو ته ڪين اها پڪ ڪانه رهندي ته اهو دشمن جي ملڪ تائين پهچندو يا وري ڦري موٽي اچي سندس ملڪ جي حدن اندر نقصان ڪندو!

ـهراڻ

مقبول – ائين برابر آهي.

سال ١٩٦٢ جي اپريل مهيني جي وچ ڌاري لڙائيءَ جي رفتار ڪجهه تدريجي تيز لڳي هئي. ريڊيو تان خبرون اچڻ لڳيون ته "امريڪا ۽ روس هڪ ٻئي جي ريڊيو ڪنٽرول سسٽم ۾ رخنو وجهڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن، جنهن ڪري مجبور ٿي هنن کي انساني هوابازن جي مدد سان هلندڙ طيارهه ميدان ۾ آڻڻا پيا آهن، ۽ لڙائي هاڻي گهڻي ڀاڱي پراڻي طريقي موجب اهڙن جيٽ طيارن جي ذريعي هلي رهي آهي". مگر پاڪستان کي هيءَ تشويش هئي ته هڪ طرف فضا ۾ ريڊيو ائڪٽوٽي خطرناڪ درجي جي قريب پهچي چڪي هئي ۽ ٻئي طرف ڪنهن نا معلوم سبب ڪري سمنڊ جي پاڻيءَ جي سطح تيز رفتار سان مٿي چڙهي رهي هئي. انهيءَ مصيبت ۾ ساري دنيا ورتل هئي. ريڊيو تان خبرون اچي رهيون هيون ته دنيا ۾ جتي ڪٿي ٻوڏون ٿي رهيون هيون. بندرن تي پاڻي دستوري سطح کان گهڻو مٿي چڙهيل هو. ڪياماڙي بندر تي پاڻي زمين جي سطح کان ٿورو ئي ڪو هيٺ بيٺل هو. ڪراچيءَ ۾ ڪيترن هنڌن تي پاڻي زمين مان نسري رهيو هو. ماهرن جو اندازو هو ته گذريل چند هفتن اندر سمنڊ ۾ پاڻي سراسري طرح هر روز ڇهه انچ جي رفتار سان مٿي چڙهي رهيو هو، ۽ هي اندازو لڳايو ٿي ويو ته ان رفتار ۾ اڃان به اضافو ٿيندو رهندو. بي منداٽيون برساتون به دنيا ۾ جتي ڪٿي نارا ڪري وسي رهيون هيون. پاڪستان ۾ به برساتن وڏا وڏا نقصان ڪيا هئا. اهڙو ڏينهن مشڪل ٿي آيو جڏهين برسات نه ٿي وسي.

مئي مهيني جي آخر ڌاري هڪ ڏينهن، عزيز ۽ مقبول ٻئي عزيز جي گهر ۾ چانهه پي رهيا هئا ته ريڊيو تي خبر آئي ته "سمنڊ ۾ پاڻي چڙهڻ جو ڪارڻ معلوم ٿي چڪو آهي. اتر قطب جي پسگردائيءَ ۾ جتي دائمي طرح هزارين فوٽ اونهي برف رهندي آهي، اتي وڏين ايراضين مان برف تيز رفتار سان ڳري رهي آهي. سمنڊن ۾ پاڻيءَ جي سطح مٿي چڙهڻ جو به اهوئي ڪارڻ آهي". ريڊيو تان هي به ظاهر ڪيو ويو ته "ماهرن جو چوڻ آهي ته اتر قطب جي پسگردائيءَ ۾، سوَن جي تعداد ۾ هئڊروجن ۽ ائٽم بم ڪرڻ سبب، اتي ايتري گرمي پيدا ٿي آهي جو هزارن ميلن ۾ برف ڳري پاڻي ٿي وئي آهي. ازانسواءِ فضا ۾ چوطرف گرميءَ جي ڊگري هميشه کان گهڻو مٿي چڙهيل هئڻ سبب، دنيا ۾ ٻين جاين تي جتي ڪٿي برف دستور کان وڌيڪ انداز ۾ ڳري رهي آهي؛ ۽ فضا جي پاڻيءَ جو مقدار جو اڳي برف جي صورت ۾ ڪرندو هو ۽ جبلن جي چوٽين تي انهيءَ صورت ۾ جمع ٿيندو هو، ان جو گهڻو ڀاڱو هاڻي برسات جي صورت ۾ وسي رهيو آهي ۽ وهي سمنڊن کي ڀرتي ڏيئي رهيو آهي".

ريڊيو تي اهي خبرون ٻڌي، عزيز پنهنجي دوست مقبول کان پڇيو: "جا دنيا ۾، قطبن جي پسگردائي وارين ايراضين ۾، برف ايتري انداز ۾ موجود رهي ٿي جو انجي گهڻي انداز ۾ ڳرڻ سان هيڏن وڏن سمنڊن جي پاڻيءَ جي سطح کي چاڙهو اچيو وڃي؟"

مقبول جواب ڏنو ته "جيڪڏهن قطبن جي ايراضيءَ واري سموري برف ڳري پاڻي ٿي وڃي ته جيڪر سمنڊ جي سطح اڳي کان ڏيڍ سو فوٽ مٿي چڙهي وڃي ۽ زمين جو وڏو حصو جيڪر ٻڏي وڃي! ڪيترن وڏن شهرن ۾ جيڪر فقط پاڻيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نظر نه اچي ۽ دنيا ۾ ڪو به بندر جيڪر سلامت ڪونه رهي!"

عزيز پڇيو ته "ائٽم يا هئڊروجن بم جي ڦاٽڻ ڪري ايتري گرمي پيدا ٿي سگهي ٿي جا جو ان برف کي ايتري قدر ڳاريو ڇڏي جو ان جو پاڻي سمنڊ جي سطح کي مٿي چاڙهي ڇڏي؟"

مقبول کيس ٻڌايو ته "ڪوئلن جو هڪ ٽن جيڪڏهين هوا ۾ جلائبو ته انجي گرمي ڏهن ملڪن جي برف جي ننڍڙي ڍير کي ڳارڻ لاءِ به مس ڪافي ٿيندي. پر ان ساڳئي ڪوئلن جي

تن ۾ ايٽمڪ قوت ايتري انداز ۾ موجود رهي ٿي جو ان جي گرمي ساري دنيا جي برف کي ڳاري پاڻي ڪري سگهي ٿي. هن لڙائيءَ ۾ ايٽم توڙي هائڊروجن بم ننڍا توڙي وڏا سون بلڪ هزارن جي تعداد ۾ سڏو سنئون اتر قطب جي پسگردائيءَ ۾ برف جي مٿان ڪيرايا ويا آهن ۽ انهن مان پيدا ٿيل گرمي ڪافي انداز ۾ برف ڳاري ڇڏي هوندي. ازانسواءِ اها گرمي هوا جي ذريعي دنيا ۾ به چوڌاري ڦهلجي ويئي آهي، جنهن ڪري دنيا جي ٻين ايراضين ۾ جمع ٿيل برف به دستور کان زياده انداز ۾ ڳرندي رهي آهي.“

عزيز پڇيو: ”اها گرمي هوا ۾ ايترو وقت رهي ڪيئن ٿي سگهي؟“

مقبول چيو ته ”هوا ۾ نه رهندي ته ڪيڏانهن ويندي؟ هوا کان ٻاهر ته خلا (Vacuum) آهي جو گرميءَ کي هوا جي حد کان ٻاهر پکڙجڻ کان روڪي ٿو. زمين ۾ گرمي جذب ڪرڻ جي طاقت به محدود آهي، تنهنڪري سج دستوري گرميءَ کانسواءِ ٻئي ڪنهن ذريعي پيدا ڪيل گرمي فضا ۾ رهي انجي گرميءَ جي ڊگريءَ کي وڌائي ٿي.“

عزيز پڇيو: ”هيءَ بي منداٽي برسات جي مصيبت ڪٿان نازل ٿي جنهن ڪراچيءَ کي به ڇيراپنجي بنائي ڇڏيو آهي؟“

مقبول چيو ته ”هائڊروجن ۽ ايٽم بم ڪرڻ سبب اتر قطب جي پسگردائيءَ ۾ هزارن ميلن اندر هزارين فوٽ اونهي برف ٻڦ ٿي هوا ۾ گڏجي ويئي آهي. تنهن کان سواءِ فضا ۾ گرميءَ جي ڊگري وڌڻ سبب، سمنڊن مان به دستور کان زياده انداز ۾ پاڻي ٻڦ ٿيندو رهيو آهي. هوا کي ايتري مقدار ۾ پاڻيءَ کي جهلڻ جي طاقت ڪانهي؛ تنهنڪري اهو پاڻي برسات جي صورت ۾ ڇڻي ڪٿي پيو وسي“.

عزيز پڇيو: ”انهي نئين مصيبت کان دنيا کي ڪڏهن ڇوٽڪارو ملي سگهندو؟“

مقبول چيو ته ”جيڪڏهين لڙائي فوراً بند ڪئي ويندي ته به فضا ۾ وڌيل گرمي گهڻن سالن تائين جٽاءُ ڪندي. ممڪن آهي ته صدين تائين ان جو اثر دنيا ۾ رهندو ۽ ملڪن جي آب هوا ۾ تبديليون آڻيندو. سمنڊن جو پاڻي صدين کانپوءِ اڳوڻي سطح تي واپس موٽي ايندو جڏهن وري به قطبن تي يا ٻين ايراضين ۾ اڳوڻي انداز ۾ برف جمع ٿيندي.“

عزيز ٿڌو ساهه کڻي چيو ته ”ڪهڙي نه بدبختي جو اسين هن زماني ۾ پيدا ٿياسون!“

جون ۱۹۶۲ع جي آخر ۾، دنيا ۾ واويلا مچي ويئي. هڪ طرف ٻوڏن، طوفانن ۽ برساتن چوطرف تباهي آندي هئي، ٻئي طرف هر ملڪ ۾ اسپتالن ۾ ريڊيو ايڪٽوٽيءَ جي مريضن جو تعداد روز بروز وڌي رهيو هو. ڇهه موت جي انگن اکرن جي پڙتال به ملڪ ۾ هراس پيدا ڪيو هو. هر ملڪ ۾ موت غير معمولي طرح وڌي رهيو هو ۽ ڄم گهٽجي رهيو هو. هر ملڪ مان هي آواز بلند ڪيو ويو ته ايٽم بم جي لڙائي هڪدم بند ڪئي وڃي. لڙندڙ ملڪن ۾ به لڙائي بند ڪرڻ جون تحريڪون زور شور سان هلڻ لڳيون. آخر امريڪا ۽ روس جون حڪومتون پنهنجن ملڪن جي بربادي کان مجبور ٿي ۽ ٻين ملڪن جي احتجاج ۽ اپيلن کان متاثر ٿي، پاڻ ۾ صلح جي ڳالهين ڪرڻ تي آماده ٿيون. سڀني قومن جي عيوضين جي هڪ ڪانفرنس گڏ ٿي جنهن انسانيت جي ڀلائي ۾ اوندڙ قومن کي اپيل ڪئي ويئي ته فوراً لڙائي بند ڪن. نيٺ ۳۰ سيپٽمبر ۱۹۶۲ تي، امريڪا ۽ روس جنگ بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو. دنيا کي جنگ جي مصيبت کان نجات ملي، مگر ٻين قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ جدوجهد جاري رکڻي پيئي!

# ائٽم بم ۽ امن

امام بخش دوست محمد مرزا

## انساني تاريخ جو نئون دؤر

تاريخ ٦ ۽ ٩ آگسٽ سنه ١٩٤٥ تي، جپان جي ٻن شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي، محورين هٿان، ائٽم بم جي اڇلائڻ ڪري، جا تباهي ٿي تنهن مان، سائنس جي ڄاڻن ڪانسواءِ باقي عام ماڻهن جي دلين تي اڄتائين اهوئي اثر ويٺل آهي، ته ائٽم جو گولو بنائي دنيا کي تباهه ڪري ٿو سگهجي؛ باقي ائٽم مان ڪو خير جو ڪم وٺڻ سو ٿيو خيرا ليڪن دنيا اڄ جنهن دور مان گذري رهي آهي، سوسائنٽيفڪ يعني مشاهدي ماتحت معلومات حاصل ڪرڻ جو عجيب غريب دور آهي. هر آها شي جا ڪالهه تباهيءَ لاءِ بنائي وئي هئي، سا اڄ سڌاري يا بچاءَ لاءِ استعمال ڪئي ٿي وڃي. جا بندوق پنهنجي لاءِ خطرناڪ هٿيار آهي، سا بچاءَ جو به وڏو ڪم ڏئي سگهي ٿي. جو زهر انسان لاءِ قاتل وهه آهي، سو ڪيميائي طريقي ڪتب آڻڻ ڪري انسان جي جان به بچائي ٿو. جا ٽئنڪ گذريل جنگ عظيم ۾ انسان ذات کي ڪچلڻ لاءِ ڪم آندي وئي، اڄ ان جي ذريعي لک ايڪڙ زمين جا سڌاري سنواري کيڙيا وڃن ٿا. اهو بمباز هوائي جهاز جنهن اڄ کان ڪي سال اڳ شهرن جا شهر برباد ڪيا، سو اڄ سون مسافرن کي هڪڙي ملڪ کان ٻئي ملڪ تائين وڏي شان ۽ آرام سان آڻي ٿي ٿو. جارج برنارڊشا سان جڏهين ملاقي ٿيو هوس تڏهين سون کي ٻڌايائين ته "هي انسان سوز حرڪتون جيڪي ڪي دنيا ۾ ٿي رهيون آهن، سي معلوماتي انڪشاف جو لازمي جزو آهن". يعني هوائي جهاز انهيءَ لاءِ ٺهيو هو ته مسافري جلد طيءِ ٿئي ليڪن اڄ ان کان بمبازي جو ڪم ٿو ورتو وڃي؛ ريل گاڏي انهيءَ لاءِ وجود ۾ آئي ته ملڪن جي اندروني مسافري ۾ سهوليت ٿئي، پر اڄ ان کان تباهي جا اسلحه جات اوزار ڍوئرايا ٿا وڃن. راڻي ميري، راڻي ايليزيبيٿ، مارٽينيا نالي ٻاڦيءَ جا وڏا جهاز شوقين سياحن لاءِ جوڙيل هئا، ليڪن اڄ انهن ۾ فوجي سپاهي هيڏانهن هوڏانهن پيا اچن وڃن. غرض ته هر آها چيز جا انسان پنهنجي وسيع معلومات جي ذريعي دنيا جي اڳيان ان جي آرام ۽ عيش مهيا ڪرڻ لاءِ پيش ٿو ڪري، سا ٻئي وقت ان جي تباهيءَ جو باعث به بنجي سگهي ٿي. سڀڪنهيءَ ريت جن نئين ڳالهين جو انڪشاف گذريل جنگ عظيم ۾ ٿيو آهي، تن کي امن جي دور ۾ به استعمال ۾ آڻڻ لاءِ ماهر ڪوشان آهن. ائٽمي قوت به انهن منجهان هڪ نئين تحريڪ آهي. حالانڪ ائٽم جو انڪشاف اڄ کان ڪيترا سال اڳ ٿيل هو، ليڪن ان جي مشاهدي جو دائرو صرف چند ڪيميائي ۽ طبعي صورتن تائين محدود هو. مگر گذريل جنگ عظيم ۾ جرمنيءَ يا محورين دنيا کي ان جي قوت جو، تباهيءَ جي صورت ۾، مظاهرو ڪري ڏيکاريو.

# ائٽم جي حقيقت

ڪنهن به قسم جو داڻو ڪڻي ان کي ڀڃي ٽڪرا ڪري، وري به ڀڃبو ته ذرا ذرا ٿي ويندو، اجا به انهن ذرن کي ڪٽبو يا ڀڃبو ته انهن مان ننڍا ننڍا ريزا ٿي ڪرندا، ايتري قدر جو ڪي ريزا ته ڏسڻ ۾ به نه ايندا. هاڻي جي ڏسڻ ۾ ئي نه ايندا تن کي ڀڃي ۽ اجا به ڪن ڀاڱن ۾ ورهائڻ هڪ حد تائين اڳتي هلي هڪ ناممڪن عمل ٿيو پوي. اهي آخرين ريزا آهن ائٽم. انهن ريزن کي ڪائي هستي ڪانهي. ڏسو ته جنهن ۾ خود هستي ڪانهي سا پنهنجي قوت سان ٻين شين کي نيستي ۾ ٿي آڻين! سو ڪيئن؟ تازيءَ تحقيقات مان معلوم ٿيو آهي ته انهيءَ آخرين ريزي کي اجا به ڀڃي پوري ڪن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: جو ته ڪنهن به جسم يا ماده جي ريزي جا ٻه حصا ٿين ٿا- هڪڙو ثبوتي پرتيءَ وارو مرڪزي مقدار ۽ ٻيو انڪاري پرتي وارو ننڍڙو ريزو. پهرين کي فني اصطلاح موجب چوندا آهن، "Nucleus" ۽ پوئين کي "Electrons". هاڻي اهي ريزا ملي ٿيا ائٽم "Atom". وري ائٽم پاڻ ۾ ملي هڪ جزو "Molecule" ناهين ٿا. جزن جي ڪيميائي ميلاپ مان ڪو ماده يا جسم ٺهي ٿو.

# امن لاءِ ائٽمي قوت

اڄ دنيا امن و امان واري عرصي ۾ ائٽمي قوت جي انڪشاف ڪرڻ جي ابتدائي مرحلن مان گذري رهي آهي. خيال آهي ته انسان ذات جي زندگي جي هر مسئلي ۽ شعبي کي هن مادي دور ۾ ائٽمي قوت جي ذريعي وڌيڪ سهل ۽ ترقي پذير بنايو ويندو. تازو سائنسدانن اهو مسئلو به حل ڪيو آهي ته مختلف ڌاتن جي جمع ڪيل برقي ڌارا جي انبار يا ٿنڀي مان ائٽمي جوهر جي ذريعي ڪيئن بجلي جهجهي تعداد ۾ ۽ سستي پيدا ڪئي وڃي. ان جي وڌيڪ تحقيقات ۽ تجربن لاءِ امريڪا جي اولهه رياست آئيڊاهو جي آرڪو شهر ۾ امريڪي ائٽمي قوت ڪميشن نالي ماهرن جي جماعت موجود آهي. وري برطانيه جي هاروِيل شهر ۾ هڪ عاليشان تجربيگاهه بنايو ويو آهي. ازانسواءِ سوئٽزرلينڊ ۾ جينيوا جي ويجهو ڪائنن ۾ هڪ عاليشان تجربيگاهه آهي، جا يورپ جي ٻارهن ملڪن، يعني فرانس، بيلجم، ڊينمارڪ، اولهه جرمني، اٽلي، يونان، ناروي، سويڊن، سئٽزرلينڊ، يوگوسلاويا ۽ برطانيه عظميٰ جي ماهرن جي هڪ گڏيل جماعت تي مشتمل آهي ۽ جتي رات ڏينهن ائٽمي قوت کي امن جي دور ۾ صحيح معنيٰ ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ اهي ماهر ڪوشان آهن- اها تجويز ١٩٥٠ ۾ فلورينس (اٽلي) ۾ اقوام متحده جي هڪ شاخ، اقوام متحده جي تعليمي، علمي ۽ تهذيبي انجمن جي جلسي ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي جي ماهر طبيعيات ۽ امريڪي ائٽمي قوت جماعت جي صلاحڪار ۽ صدر پيش ڪئي هئي جا سڀني ملڪن وڏي خوشيءَ سان قبول ڪئي. انهيءَ گڏيل جماعت کي قائم ڪرڻ جو مکيه سبب اهو هو ته ائٽمي قوت جي مختلف جوهرن جو تجربو ڪو سولو يا سستو ڪم ناهي، تنهن لاءِ جيڪي ملڪ ايڏو خرچ برداشت ڪري نٿا سگهن، سي ٻين وڏن ملڪن سان انهيءَ مهم ۾ شامل ٿي تجربا حاصل ڪندا. انهيءَ اسڪيم کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڪل خرچ ٣ ڪروڙ ڊالر ٿيندو، جو سڀ خرچ مٿيان ميمبر ملڪ ڀريندا- امريڪا پنهنجن ماهر طبيعيات جون خدمتون پيش ڪندو، جيئن امريڪن ۽ يورپي ماهر گڏجي امن لاءِ ائٽمڪ قوت کي استعمال ڪرڻ بابت پنهنجون ڪوششون ڪن. مٿي عرض ڪري آيو آهيان، ته ائٽم جي ننڍي باريڪ ذرن کي وڌيڪ ريزه ريزه ڪرڻ نهايت مشڪل ڪم آهي. تنهنلاءِ مذڪور تجربيگاهه ۾ به زبردست مشينون لڳايون وينديون، جي انهن باريڪ ذرن کي اجا به پرزا پرزا ڪري ماهرن اڳيان انهن ائٽمي قوتن جو اظهار ڪنديون، جن حقيقتن جو راز اڄ تائين نه پروڙيو ويو آهي. انهيءَ تجربيگاهه لاءِ جدا پاڻيءَ تي هلندڙ بجلي گهر ر ن

نديءَ تي ٻڌا ڪيو ويندو، جو ٥٤ ڪروڙ ”وولٽن“ کان ٦٠ ڪروڙ ”وولٽن“ جي طاقت ننڍي مشين ڪي، ۽ ٢٥ ارب ”وولٽن“ جي قوت وڏيءَ پرزا ڪندڙ مشين کي پهچائيندو. هن تجربيگاهه ۾ ائٽمي قوتن جي زبردست رازن جو انڪشاف ڪيو ويندو جو دنيا وارن جي لاءِ يقيني طور باعث عبرت ٿيندو.

هيلتائين سائنسدانن ايترو معلوم ڪيو آهي ته ائٽم ۾ جيڪي لڪل قوتون موجود آهن تن جي اپٽار، خيالي يا ذهني طور، ڊنو ڊپ ڪري ڪئي ويئي آهي. ورنه، پيءَ حالت ۾ ڏٺو ويو آهي ته هڪ پائونڊ (٤٥٠ گرام) يورينيم ۾ جا قوت آهي، ساڳي قوت ٢٦ لک پائونڊن (١١٨٠٠٠٠ ڪلوگرام) ڪوئلن مان ملي ٿي؛ جنهن مان ثابت آهي ته قريبا اڌ سير يورينيم ٢٦ لکن پائونڊن ڪوئلن جيترو ڪم ڏئي سگهي ٿو. خيال آهي، ته جي ماهر ائٽم جي اصلي جوهري قوت مان سستي بجلي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ته پوءِ جن ملڪن ۾ پاڻي، تيل ۽ ڪوئلي جي اٿاٿ ڪري بجلي پيدا ڪرڻ جا ذرائع گهٽ آهن، انهن ملڪن ۾ ائٽمي جوهر جي قوت مان سستي ۽ ججهي بجلي پيدا ڪري سگهبي. ازانسواءِ جي قدرت جا خزانا زمين ۾ دفن آهن جهڙوڪ معدني تيل وغيره سي به انهيءَ جوهرن جي ذريعي معلوم ڪري سگهبا، ۽ سمنڊ جو کارو پاڻي جنهن مان اڄ تائين خير ڪو ڪم ورتو ويو آهي، سو کاراڻ ۽ زهرات کان پاڪ ۽ صاف ڪري وڏن نلن جي ذريعي شهرن تائين پهچايو ويندو، ۽ سمنڊ جي ڪنارن جون وڏيون ايراضيون جن تي اڄ تائين معمولي گاهه به نه اُپريو آهي، سر سبز ۽ شاداب نظر اينديون.

سائنسدانن، هيلتائين ائٽمي قوت مان ڪم وٺڻ ۾ ڪي ڪجهه هٿي وچي هنڌ ڪيو آهي. ڪيتريون طبي دوائون ۽ اوزار، فني اوزار جي ڪارخانن ۾ ڪتب اچن ٿا، ۽ بجلي مشينيون ايجاد ڪيون ويون آهن. ماهر مڃين ٿا ته امن لاءِ ائٽمي قوت کان لڪين انسان ذات جي بهتري ۽ بهبوديءَ جا ڪم وٺي سگهجن ٿا: جهڙوڪ اهي ملڪ جي آباد ڪاريءَ ۽ ڪارخانيداريءَ ۾ پوئتي پيل آهن، تن کي صنعت ۽ حرفت سان مالا مال ۽ کيتيءَ سان سرسبز شاداب ڪري ٿو سگهجي؛ جتي اڄ رڃ آهي اتي طرح طرح جا باغ ۽ سر سبز کيت نظر ايندا، ۽ اهڙن هنڌن تي پيداوار ٿيندي جنهن جو ڪنهنکي اڃ خواب خيال به نه هو. جيتوڻيڪ انهن ڳالهين بابت هنوقت ڪجهه چوڻ هوائي محل اڏڻ آهن ليڪن هنوقت تائين ماهرن جيڪي ائٽمي قوت کان عجيب غريب ڪم ورتا آهن، تن کي ڏسي چئجي ٿو ته اهو ڏينهن پري ڪونهي جڏهين آهي خواب سچا ثابت ٿيندا.

## ائٽمي قوت جا ڪرتب

ان کان اڳ جو ائٽمي قوت جي ڪرتب جو هن دور ۾ جائزو ورتو وڃي، اهو ضروري آهي، ته هن مادي دور جي آغاز جو ڪجهه احوال پڙهندڙن جي دلچسپي لاءِ عرض رکجي ته جيئن ابتدا کان اڄ تائين جي ترقي کان هو روشناس ٿي سگهن.

روز مره ڏسون پيا ته گهوڙا، اٺ، ڏڳا، گڏهه وغيره بارڊوئين ٿا، گاڏيون ڇڪين پيا، ۽ هر هلائين ٿا، يعني قدرت آهي جانور انسان جي سهوليت لاءِ پيدا ڪيا جنهن کان انسان پنهنجي پنڌيءَ آهر اهو ڪم وٺي ٿو، جنهن مان ڪيس ۽ پيءَ خلق خدا کي فائدو رسي ٿو. اڄ به اسان جي سنڌ ديس ۾ ۽ ٻين گهڻن ئي ملڪن ۾ ڪافي مشنري هوندي به اٺن ۽ گهوڙن کان ڪم ورتو وڃي ٿو، ايتريقدر جو مون خود لورپول ۽ مانچسٽر ۾ ڏٺو ته ريل تي ننڍڙا بار ڍوئڻ جا گاڏا به گهوڙن ٻڌي ڇڪيا. اڌ کان اڳتائين انهن جانورن جي قوت کان ڪم ورتو پيو وڃي. تنهن کانپوءِ انڌيءَ جي هڪڙي موجد هوا جي زور تي هلندڙ چرخي ايجاد ڪري ان

ڪان پمپ يعني نل جي ذريعي پاڻي چڪايو. اڄ به هالنڊ ۾ تقريباً تقريباً هر هڪ ملڪ ۾ هوا جون چرخيون عام آهن، جن جي ذريعي انيڪ ڪم سر انجام ڪيا پيا وڃن. وري پاڻيءَ جي وهڪ زور تي مختلف قسمن جي ڪمن کي فروغ ڏنو ويو. گهڻن ئي ملڪن ۾ پاڻيءَ جي وهڪ جي زور تي ننڍا ننڍا ڪارخانا هلايا ٿا وڃن. جديد دور ۾ پاڻيءَ جي زور تي هلڻ جي زبردست مشين **ٻن چڪي** يعني بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ ٽربائين (Turbine) آهي، ۽ هنڌين ماڳين جتي پاڻي مهيا ڪرڻ جا ذريعا آهن، اتي ٽربائين ذريعي بجلي پيدا ڪرڻ جو سولو ۽ سستو طريقو موجود آهي. پاڪستان ۾ صوبي سرحد ۾ جتي مکيه هنڌن تي وڏن پهاڙن جي دامن ۾ پاڻيءَ جي وهڪ تي هلندڙ ٽربائين قائم ڪيون ويون آهن. سنڌ ۾ براج جي واهن جي منهن تي جتان پاڻي ڇڏيو ويو ٿو (؟) ڪري ٿو: اهڙي قسم جي ٻن بجلي (Hydro-Electric) قائم ڪرڻ جي اسڪيم زير غور آهي. پاڻيءَ جي وهڪ کان ڪم وٺڻ واري دور کان پوءِ هڪڙي انگريز جيمس واٽ نالي چانهه جي ڪيتلي مان نڪرندڙ ٻاڦ کي تاڙيو ۽ ڀربائين ٻاڦ جي زور تي پاڻي چڪڻ جي ڪل ٺاهيائين جنهن تان ٻاڦ جي ڪلن جو رواج پيو. ٻاڦ جي زور تي وڏا وڏا ڪارخانا اڄتائين به هلن ٿا؛ خصوصاً ٻاڦ چرخي (Steam-Turbine) جنهن جي زور تي هزارها ڪلوواٽ بجلي پيدا ٿئي ٿي. سنڌ ۾ ڀربائين ٻاڦ چرخي ڊالميا سيمنٽ ڪمپنيءَ ۾، پوءِ روهڙي سيمنٽ ورڪس ۽ حيدرآباد سنڌ بجلي گهر ۾ آندي وئي. هاڻي ته ڪراچيءَ ۾ هر وڏي ڪارخاني ۾ ٻاڦ چرخي آهي. غرض ته وڏا وڏا ڪارخانا، جهاز، ريلوايون وغيره ٻاڦ جي ڪرشمن جو نتيجو آهن. تنهن کان پوءِ سال ١٨٩٦ع ۾ جرمنيءَ جي موجد ڊاڪٽر ڊيزل، تيل جي گئس جي زور تي **انجڻ** ايجاد ڪئي، جنهن ٻاڦ جي ڪان کي ذرا ڏڪ هنيو. انهيءَ ڪري نه ته تيل تي **هلندڙ انجڻ ٻاڦ** ڪان طاقتوري آهي، بلڪ انهيءَ ڪري ته ٻاڦ جي ڪان بنسبت تيل مشين جو خرچ گهٽ آهي: ورنه ٻاڦ جي طاقت گئس کان چئوڻي پنجوڻي آهي. اهڙيءَ طرح ڪارخانن، جهازن ۽ ريلواين ۾ گئس ۽ پيٽرول انجڻ جي ڪري هلچل مچي وئي. هر ڪنهن ٻاڦ کي تياڳ ڏني، گئس ۽ تيل جي مشينن کي واپرائڻ شروع ڪيو. اڄ ته ريلوي انجڻيون به ڊيزل تي پيون هلن ليڪن اتي اها ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي، ته وڏا وڏا ڪارخانا ۽ زبردست طاقت واريون ڪلون اڄ به ٻاڦ تي هلن ٿيون. ڊيزل ٻاڦ سان مقابلو ڪري مٽ پئي نه سگهيو آهي. ازانسواءِ ڊيزل انجڻ لاءِ گهڻي سنڀال ۽ چاڪريءَ جي ضرورت آهي ڇو ته بي اعتبار مشين آهي؛ مگر ٻاڦ جي ڪل لاءِ ايڏيءَ سنڀال ۽ چاڪريءَ جي ضرورت ناهي ۽ وڏي اعتبار واري ڪل آهي. منهنجي پنهنجي آزمودگاريءَ ۾ ٻاڦ جي ڪلن ۾ لوهه يا فولاد (Steel) جي پرزن بدران ڪاٺ جا هٿ ٺوڪيا پرزا وجهي به في الحال ڪم پورو ڪيو ويو هوندو، ليڪن ڊيزل ڪل جي هڪڙي ڪلي (Pin) به نه ٺل بگڙي، پوءِ مٿو ويچارو مستري! ايتري بيان ڪرڻ جو مقصد صرف اهوئي هو ته عوام کي موجوده ڪلن جي طاقت جي ڪل پوي ته هن جديد دور ۾ ڪهڙيون ڪلون ۽ ڪيتري طاقت رکندڙ آهن. مگر هاڻي ماهرن هن جديد دور ۾ هڪ ٻي طاقت يعني قوت ذراتي (Atomic Energy) به ڳولي لڌي آهي، ۽ سندن مقصد آهي ته ٻاڦ يا گئس تي هلڻ بدران ڪلون انهيءَ طاقت تي هلن. اڄ دنيا جا ماهر سائنسدان ڏينهن رات انهيءَ مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ رڌل آهن.

## بجلي (Electricity)

مٿي جن طاقتور ڪلن جو ذڪر ڪيو ويو آهي تن ۾ بجلي به هڪ طاقت آهي. مگر ان جي ڀربائين پيدا ڪرڻ لاءِ ڪو ذريعو ضروري آهي. پاڻيءَ جي چرخي پاڻيءَ جي زور تي هلي ٿي.

مهراڻ

وري ٻاڦ يا گئس تي هلندڙ ڪلن جي زور تي بجلي پيدا ڪندڙ ڪل (Dynamo) هلي ٿي. هن جديد دور ۾ ٻاڦ جي چرخي هر هنڌ وڏن بجلي گهرن ۾ عام آهي. سڀ کان پهريائين بجلي بتي (Bulb) اڄ کان ٧٦ سال اڳ يعني سال ١٨٧٨ع ۾ ٿامس ايڊيسن امريڪا ۾ ايجاد ڪئي. اڄ وڏا وڏا طاقت وارا بلب يعني وڏيون وڏيون بجلي بتيون بنايون ويون آهن. هاڻي ساڳيءَ طرح آئٽمي قوت تي جو سڀ کان پهرين بجلي بتي ٻاري ڏني ويئي هئي سا سال ١٩٥٣ع ۾ امريڪا جي آئيڊاهو رياست جي آئٽمي قوت تي هلندڙ بجلي گهر ۾، جو آئٽمي قوت انجڻ جي ماتحت وجود ۾ آيل آهي. اهو صرف پهريون معلوماتي مظاهرو هو. انهيءَ مان صاف ثابت ٿيو ته ضرورانهن آئٽمي ذرڙن ۾ ڪا زبردست طاقت لڪل آهي جنهن کي امن جي ڪمن لاءِ پڻ ڪتب آڻي سگهجي ٿو. مٿي چٽي آيا آهيون ته جيتري طاقت اڌ سير يورينيم مان حاصل ٿي سگهي ٿي، ايتري طاقت ٢٦ لکن پائونڊن ڪوئلي مان مس ملي سگهندي. هيءَ زمانو اقتصاديت (Economy) جو آهي، ۽ جيئن گهٽ خرچ هيٺ ڪري ٻاڦ جي ڪلن تي ڊيزل ڪلن کي ترجيح ڏني وئي هئي، تيئن جيڪڏهن ماهر انجنير آئٽمي ماده جي اصلي قوت جي ذريعي بجلي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ته ٻوءِ جتي پاڻي، ٻاڦ ۽ گئس يا تيل جي اڻاٺ ڪري آبادي يا ڪارخانيداري بلڪل پوئتي پيل آهي، اتي مذڪور قوت جي وسيلي سستي بجلي پيدا ڪري سوين ڪارخانا، ٻنيون ۽ باغ هٿي سگهبا جنهن ڪري اتي جي پيداوار ۾ اضافو هڪڙي پاسي ٿيندو، ته ٻئي پاسي ڪمين ڪاسبين جو ڀلاءُ ٿيندو. جيئن جيئن آئٽمي قوت جي ترقي ٿيندي ويندي تيئن آهي ڪم جي عام طور ٻين قوتن جي ذريعي سرانجام ڪيا ٿا وڃن يا پيا اهي ڪم جي وڏي خرچ هيٺ ڪري ساڳين ٿا ڪيا وڃن سي سولائي ۽ سستائي سان آن جي ذريعي سرانجام ڪيا ويندا. ڪائنات ۾ جتي طرح طرح جا ڌاتو ملن ٿا ۽ جن جي تلاش لاءِ طاقت جي وڏي گهرج آهي، اتي انهيءَ آئٽمي قوت جي وسيلي فاسفورس، ٽامو، چاندي، لوهه يا شيهو نهايت سهوليت سان ڪوٺي ڪڍي سگهبو. ساڳي سستي قوت جي ذريعي سمنڊ مان قسم قسم جا ڌاتو؛ جهڙوڪ، سفيد ڪنجهو، (Bromine) غير ڌاتو عنصر جو آئيوڊين ۽ ڪلورين جهڙو ٿئي ٿو، (Magnesium) آڇي معدني مٽي ۽ (Sodium) سوڊا جي ڌات، وغيره لهي سگهبيون، ۽ خود سمنڊ جي پاڻيءَ مان کاري زهرات ڪڍي صاف ڪري، آئٽمي قوت تي هلندڙ نلن جي وسيلي وڏن شهرن تائين اهو پاڻي پهچايو ويندو. ٻيو جيڪو وڏو فائدو انهيءَ قوت مان حاصل ڪبو سو اهو آهي ته طبي، فني ۽ ٻين اهڙن علمن جي جرين جا عجيب ۽ غريب اوزار سٺا، سهٺا ۽ سستا ججهي تعداد ۾ پيدا ڪري سگهبا، جنهن ڪري آنهن تجربن ۾ گهڻي سهوليت ٿيندي. آمريڪا ۽ انگلنڊ ۾ اهڙي قسم جا اوزاز ابتدائي طور ايجاد ڪيا ويا آهن جن جو اڳتي هلي بيان عرض ڪندس.

قدرتي ذرات جا انڪل روءِ ٩٢ شعاعي عناصر آهن جن ۾ سفيد لعابي ڌاتو (Uranium) شعاعي ڌات (Thorium) ۽ سفيد شعاعي ڌاتو (Radium) نهايت ڪارآمد ۽ مهانگا آهن. آخرين اڄي ٻهڪندڙ ڌاتوءَ جي رتي هڪ گرام جي قيمت ويهه هزار ڊالر آهي. ليڪن سال ١٩٣٢ع ۾، مشاهدي مان، معلوم ٿيو هو ته عام رواجي جسمن کي، بجليءَ جي زور تي شعاعي بنائي سگهجي ٿو. برقي قوت کان اهڙي قسم جو ڪم ولي، ڪن جسمن جي توازن کي ساڳين ختم ڪري آئٽمي جوهر ۾ بدلايو ويو آهي، جنهنڪري منجهن شعاعي تاب ايتري قدر پيدا ٿو ٿئي جو انهن مان مختلف قسمن جا ڪرڻا (Rays) نمودار ٿين ٿا. بجليءَ جي زور تي سائنسدان هڪڙي اوزار (Geiger Counter) جي ذريعي شعاعي ذرات جي، جسمن ۾ موجودگي، جهٽ معلوم ڪري ٿا سگهن. ائٽمي قوت جي اصلي جوهر جي اثر يا آئٽمي ذرات جي انبار جي ذريعي انيڪ شين کي شعاعي بنايو ويو آهي. هيلتائين ڏيڍ سؤ کن اهڙيون مختلف شعاعي شيون يا اوزار جدا جدا علمن جي تحقيقاتي

ادارن ۾ موجود آهن. انهن مان شعاعي ذرات جي مکيه ڪارنامن مان هڪڙو هيءَ به آهي ته ڪنهن به جسم يا ماده بابت ڪجهه معلوم ڪرڻو هجي، ته شعاعي طاقت جي ذريعي ان جو سمورو اندريون راز جهٽ ظاهر ٿيو پوي: انسان جي جسم کان وٺي ڪارخانن جي پيداوار تائين هر شيءَ جو ڳجهو راز حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ حقيقت جو اندازو مذڪور اوزار (Gieger Counter) جي انهيءَ ڪرتب مان بخوبي لڳائي ٿو سگهجي ته انجي ذريعي ڪنهن به جسم جي اڌ آئونس جي ڏهن ڪروڙين حصي جو به پتو پئجيو وڃي. اهڙن رازن لهندڙن اوزارن جي باري ۾ امريڪي ائٽمي قوت انجمن جي ماهرن اطلاع ڏنو آهي ته اڌ آني ڪنڊ ڪي، جنهن تي شعاعي اثر ڪيل هجي، سوا مڻ ڪنڊ جي ڳوڻ ۾ ملائي ڇڏڻ تي به آن مان داڻو داڻو ڪري آهو اڌ آنو شعاعي ڪنڊ جو ڌار ڪري سگهجي ٿو. ٿوري ئي وقت کان پوءِ ان کان به وڌيڪ اهڙا اوزار ايجاد ڪيا ويندا جنهن ڪي دنيا ڏمي اچرج ۾ پئجي ويندي.

## ائٽمي قوت ۽ برطانيه

ائٽمي قوت مان امن جي دور لاءِ فائدن حاصل ڪرڻ بابت برطانيه به امريڪي ماهرن کان پوئتي ڪانه وئي آهي، بلڪ برطانوي ماهر امريڪي ماهرن سان مذڪور مشاهدن ۾ ڪلهو ڪلهي سان لڳايو بيٺا آهن. مثي عرض ڪيو اٿم ته اهڙي قسم جو تجربيگاه هارويل ۾ قائم ڪيو ويو آهي، جتي ذراتي ٿنبا (Atomic Piles) هڪ "ڍير" يا "انبار" جي صورت ۾ مشاهدن ۽ تجربن لاءِ موجود ڪيا ويا آهن، جنهن مان بجلي پيدا ڪئي وئي آهي: ليڪن انهن مان جيترو گهڻو فائدو ڪارخانن کي حاصل ٿيو آهي، اوترو اجا پين شعبن کي نه رسيو آهي.

مثلاً، هڪڙو معمولي سون جو ڳنڍو ڪٿي مذڪور تجربيگاه جي شعاعي ٿنبي ۾ وجهي پوءِ ٿوري دير بعد ٻاهر ڪڍبو ته بظاهر انجي رنگت يا وزن ۾ ڪو ڦيرو نظر ڪونه ايندو، ليڪن آن مان شعاع نڪرندا نظر ايندا، يعني ان جا ڪي ريزه شعاعي بنجي پولدا، جن جي ذريعي ڪنهن به شيءَ جي اڌ آني جي هڪ آرب حصي جو به پورو پتو پئجي سگهندو: ان جي وجود کي فوٽي جي فلم تي ڏسي به سگهبو ۽ ڏاڍي ڳالهائيندڙ (Loud Speaker) اوزار جي وسيلي انهن ذرڙن جي ٽڪ ٽڪ جو آواز به چڱيءَ طرح سان ٻڌي سگهبو ۽ ان جا ڪرڻا ڪنهن نهري جسم جي اندروني حصي ۾ داخل ڪري سگهبا. ڪارخانيداريءَ جي ته انيڪ ڪمن ۾ اهي ڪرڻا ڪتب اچي ٿا سگهن.

پاڪستان ۾ تازو بلوچستان ۾ سئيءَ وٽ گئس لڌو آهي جنهن جي نالي (Pipe) ۳۰۰ ميلن تان کڻي کڻي اچي ڪراچيءَ ۾ چورڙ ڪندي. اهڙيون گئس جون يا تيل جون ناليون دنيا ۾ گهڻن ئي هنڌن تي آهن. هاڻي ايتري مفاصلي تي ممڪن آهي ته نالي‌ءَ جي ڪنهن به جوڙ مان گئس ٻاهر خارج ٿئي جو خطرناڪ آهي، ۽ ازانسواءِ عملي لاءِ اهو نهايت مشڪل آهي، ته جتان گئس ٻاهر نڪرندي هجي اتي يڪدم معلوم ڪري، انجي بند ڪرڻ جو بندوبست ڪن. ليڪن شعاعي ذرات وسيلي، نزديڪ چونڪي وٽ ازخود (Automatic) اوزار ڏسيندو ته فلاڻي جوڙ وٽ فلاڻي جڳهه تان هيتري انداز جي گئس ٻاهر خارج ٿي رهي آهي، جتي فورا عملي جا مستري پهچي انجو تدارڪ ڪندا. پيو مثال هي آهي ته ٻاڦ، گئس يا پيٽرول تيل جي ڪلن ۾ گول نالي (Cylinder) ۾، گول ڏنڊي جي سري (Piston) جي لڳا تار حرڪت ۽ گسائي جي ڪري، ڏاتوءَ جي سطح تي ناقابل ديد نشان نمايان ٿين ٿا، جنهنڪري گئس يا پيٽرول تيل جي ڪلن جي حالت خراب ٿيو پوي ۽ ڪم ڪرڻ کان ماڳهين جواب ڏيو بيهن. تنهنلاءِ شعاعي ذراة نهايت ڪارآمد ثابت ٿيا آهن. بجلي جي زور تي آهي جهٽ ڏيکاريندا ته گسائي جي ڪري

مهراڻ

ڌاتوءَ جي سطح تي ڦلاڻي هنڌ تي هيترا ۽ هيڏا نشان آهن جنهنڪري مستريءَ کي وڌيڪ ڪاهه تڪليف انهن نشانن ڳولڻ ۽ ٻاهر ڪڍڻ ۾ ڪانه ٿيندي. وري زرعي مسئلن لاءِ ائٽمي توت جي ذريعي ڳوليو ويو آهي، ته زمين کي زرخيز بنائڻ لاءِ پاڻ ڪيئن، ڪيترو ۽ ڪهڙو ڪتب آڻجي. ان ٻاري ۾ اڄ ڪلهه اهو مسئلو دنيا اڳيان آهي ته ڪنهن به کيتيءَ يا وڻ جو پوک ڪيترو فاسفورس (هڪ ٻرندڙ ٻيلي شئي) زمين مان کڻي ٿو، ڪيترو پاڻ ۾ موجود آهي جو ان پوکي لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندو. هاڻي انهيءَ پاڻ ۾ جو فاسفورس موجود آهي، ان کي شعاعي ريزن ۾ حل ڪري جهٽ پڌائي سگهبو ته ڦلاڻي پوکي يا کيتيءَ هيترو فاسفورس پاڻ مان حاصل ڪيو، جنهن موجب هرهڪ هاري اڄ ڪلهه پنهنجي مختلف پوکن لاءِ انهن جي گهرج آهر پاڻ نهايت صرفي سان ڪتب آڻي سگهندو. **هارويل** جي تحقيقاتي تجربيگاه ۾ صنعت ۽ حرفت جي مختلف شعبن ۾ جديد اوزارن جو اضافو ڪيو پيو وڃي. مثلاً، ڪنهن به ڌاتوءَ جي ٿولهه لاءِ هن وقت ماپ جون مختلف پنيون ۽ چمٽا ڪتب آندا وڃن ٿا؛ ليڪن شعاعي ريزن جي [ذريعي نهايت سچي ۽ پڪي ماپ ڪري سگهجي ٿي. بلڪ انهن کان به وڌيڪ نازڪ شين جي ماپ هلندڙ مشين جي دوران ۾ ني ڪري ٿي سگهجي، انهيءَ لاءِ ماهرن انڪشافي اوزار ايجاد ڪيو آهي جو شعاعي ريزن سان ڳڻ ماپ ٿيندڙ شيءِ وٽ رکيو وڃي ٿو. جيتري شيءِ وڌيڪ ٿلهي هوندي اوترا شعاعي ڪرڻا گهٽ لڳر ايندا، ۽ اهڙيءَ طرح سان ڪنهن به شيءِ جي ماپ نهايت صحيح طريقي سان ڪري گهربل ٿولهه جيتري قلعي يا پارو ڌاتن تي پوريءَ طرح سان چاڙهيو وڃي ٿو، ۽ اڳيئين طريقي موجب قيمتي ڌاتو ضايع نٿو ٿئي.

## ڳنڍڙي يا ٻنڊل پڌڻ

هنري ڪارخانن ۾ اڪثر ڪري شيون ڳنڍڙين ۽ پيتين يا ٻنڊلن ۾ ڀريون وينديون آهن. هاڻي ڪيئن خبر پوي ته ڳنڍڙيءَ يا ٻنڊل ۾ واقعي سچي شيءِ ڀريل آهي يا نه، ۽ ڪيتري مقدار يا تعداد ۾ آهي. سال ١٩٥٠ع ۾، ڪيترين ناڻن جي ڪارخانن جي ڪن مالڪن، ٻاهرين ملڪن ڏي ويندڙ ڳنڍڙين ۾ سرون ۽ پٿر وجهي پاڪستان جو نالو ڪڍيو هو، يا زميندارن جا ڪمدار ڪيترين جي پورن ۾ پٿر ۽ سرون وجهي وري ڪارخانيدارن ۾ پنهنجي ملڪ جو ناماچار وڌائيندا آهن، ۽ انهيءَ ڪري مرڪزي ڪيهه ڪميٽي وجود ۾ آئي آهي جا حڪومت پاران اهڙين حرڪتن تي ڪڙي نظر رکيٽي؛ ليڪن ائٽمي دور ۾ انڪشافي اوزار جي شعاعن ذريعي جهٽ خبر پئجي ويندي ته مال ڪيترو آهي، ڪهڙو آهي ۽ ملاوت ٿيل ته ناهي؛ بلڪ اهو اوزار ايترو به ڏسيندو ته ماچيس ۾ ڪيتريون تيليون آهن ۽ شيشيءَ ۾ ڪيترا دوا جا حب (Pills) ڀريل آهن. ڪاغذ ۽ آن جهڙين ٻين ڪارخانن ۾ جتي پنا ۽ آن جهڙيون پيون شيون ٽڪو ۾ ويڙهي ڪري هڪ ٻئي ۾ ڳنڍجي پونديون آهن، جنهنڪري پتو پئجي نه سگهندو آهي ته ڪهڙي شئي ڪٿي ڳنڍجي وئي - اني، ائٽمي شعاعن جي ذريعي، انهن شين جي پاڻي ۾ ملاوت جو امڪان ئي ڪونه ٿيندو؛ ذراتي ڪرڻا مشين جي زور کي بلڪل بي اثر بنائي ڇڏيندا جنهنڪري کير جو کير ۽ پاڻيءَ جو پاڻي رهندو. ڪرناڦلي ڪاغذ جي ڪارخاني ۾ به ساڳيو ئي مرض آهي؛ مگر يورپ جي ڪارخانن ائٽمي شعاعن جي انهيءَ اثر جي ڪري ڪلن جي رفتار وڌائي پنهنجي پيدائش وڌائي آهي. جو ته اڳي ملاوت جي خوف کان ڪلن جي رفتار گهٽ رکي ويندي هئي. ولايتي ڏهن ۾ گوشت ۽ مڇي بند ڪري ڏورانهن ڏيهن ڏي رواني ڪئي وڃي ٿي. انهن ۾ حياتيات (Vitamins) به ملايا ويندا آهن. مگر مسئلو اهو آهي ته ٻنهي شين جي ملاوت مڪمل آهي يا نه؛ تنهنلاءِ عام لوڻ ۾ ائٽمي شعاع داخل ڪري حياتيات سان گڏي متن ڀرڪبو ته جهٽ خبر پئجي ويندي ته حياتيات جو گهربل مقدار گوشت يا مڇي ۾ آهي يا نه. حياتيات جي ڪڏهن گهٽ مقدار ۾ هوندا ته گوشت يا مڇي

۾ آهي جڙا ڀڪندڙ نظر نہ ايندا. ولايت ۾ شراب ڇڪائڻ ۾ ائٽمي شعاعن کان ڪم ورتو وڃي ٿو: سو هيئن جو ڇڪائڻ جي دوران ۾ ۽ صاف ڪرڻ ۾ چانهي آڪثر ڪري ڦاٽي پوندي آهي، هاڻي، چانهيءَ جي مٿان رکيل شراب ۾ شعاعي ذرات هڪدم هيٺ لهي خبردار ڪن ٿا تہ چانهيءَ ۾ هيترو سوراخ ٿي پيو آهي جنهنڪري آن چانهيءَ جي جاءِ تي هڪدم ٻي نئين چانهي رکي ٿي وڃي.

## ائٽمي شعاعن جا ڪرڻا

رونجن جي ايڪس ڪرڻن (X-Rays) وانگر ائٽمي شعاع جا ڪرڻا بہ ڪنهن نهري يا پنڊي جسم ۾ داخل ڪري آنجي اندر جو بخوبي معائنو ڪري سگهجي ٿو. مختلف قسمن جا ائٽمي شعاعي ڪرڻا مختلف ٿولهہ جي جسمن لاءِ ڪتب آندا وڃن ٿا. تنهن ڪري رونجن جي ڪرڻن کان هي ڪرڻا سولا ۽ سستا آهن. انهن ڪرڻن سان گڏ فوٽي جي فلم بہ آهي، جنهن جي اڳيان اهو جسم رکيو پيو ٿو. مثلاً، ڪنهن ڌاتوءَ کي گنڍ ڪرڻو هجي ۽ گنڍ ۾ ڪو عيب رهجي ويو هجي تہ ان کي تپائڻ لاءِ مذڪور عمل ڪيو وڃي ٿو، جنهن ڪري شعاعي ڪرڻا گنڍجي عيب مان آرپار لنگهي ڏيکاريندا تہ گنڍ جو جوڙ هن هنڌ خراب آهي. وڏي تعجب جي ڳالهہ تہ اها تہ مذڪور عمل لاءِ عام طرح بجليءَ جي ضرورت نہ ٿي پوي، اهو عمل انلاءِ نهايت سولو آهي جو گهربل ڪرڻن جو سر چشمو مٽر جي داڻي کان بہ ننڍو آهي. اڄ کان پنج سال اڳ **هارويل** تجربيگاه جي ماهرن جي هڪ صلاحڪار جماعت برطانيہ جي صنعت ۽ حرفت جي اوزارن ۾ وڏي تبديلي آڻي ڪارخانيداريءَ جي لاءِ ڪافي سهوليتون مهيا ڪيون آهن. ائٽمي قوت جي شعاعن نہ رڳو صنعت ۽ حرفت جي ڪمن ۾، بلڪ علم جي ٻين شعبن، جهڙوڪ علم الحيات، علم ڪيميا ۽ ادويات وغيره ۾ بہ نمايان ترقي آندي آهي. مختلف دوائن کي مختلف بيمارين جي علاج لاءِ ڪارگر ثابت ڪرڻ لاءِ ائٽمي شعاع زبردست ڪارآمد ثابت ٿيا آهن. مثلا ڪوئنين صرف اڄ ڪلهہ تپ لاءِ علاج آهي، مگر ائٽمي شعاع آن جي ٻين خوبين کان بہ اسان کي واقف ڪري سگهن ٿا. آنجو بہ اهڙو آسان طريقو آهي جو هر ڪو ڊاڪٽر گهر ويٺي ڪنهن اهڙي قسم جي دوا جي مختلف اثرن کان واقف ٿي سگهي ٿو. تنهن کانسواءِ انهن شعاعن جي ذريعي مريض جي اندروني ڪيفيت، دوا وٺڻ کانپوءِ، هڪدم معلوم ٿي سگهي ٿي. تنهن ڪري انهن شعاعن جي ذريعي دوا سازيءَ ۽ مختلف مرضن جي علاج جو پڻ ڪم ورتو وڃي ٿو. اڄ ڪالهہ زهر ڏيڻ يا وٺڻ تہ عام ٿي پيو آهي. اڄ ڪلهہ گهرو جهڳڙن عام هئڻ ڪري مرد زال کي يا زال مرد کي ٿوري گهڻي ٿي زهر ڏيو ويٺا آهن. اهڙا انيڪ مثال لبندا جو پوليس کي ان باري ۾ ناڪامي حاصل ٿي هوندي: خصوصاً، انهيءَ حالت ۾ جڏهين زهر واري لاش سپرد خاڪ ڪئي وئي هجي، ڇو تہ دفن ٿيڻ بعد زمين جا آنيڪ آجزا لاش ۾ پيوست ٿي ٿا وڃن جنهن ڪري خصوصاً سنکئي جهڙي زهر کي ثابت ڪرڻ نهايت مشڪل ڪم آهي. ممڪن آهي تہ اهڙا ماهر ڪٿي دنيا ۾ هجن جي ڪجهہ سالن بعد بہ ٻڌائي سگهن تہ فوتي جو موت ڪهڙي زهر ۽ ڪيتري وزن وٺڻ ڪري ٿيو، مگر عام طور اهو ممڪن ناهي. ماهرن جو چوڻ آهي تہ سنکئي يا ان جهڙي ٻئي زهر جي وٺڻ ڪري مرده جي وارن ۾ انجو اثر قائم رهي ٿو، اڄ ڪالهہ اهڙي ڪنهن لاش کي کيڙائي ان جو وار ڪٽي ائٽمي شعاعن ۾ ٿو وڌو وڃي جنهن مان هڪدم ثابت ٿي ٿو پوي تہ ڪڏهين ۽ ڪيتري مقدار ۾ زهر ڏنل يا ورتل آهي. پوليس کي يورپ ۾ اهڙن ڪيسن هٿ ڪرڻ ۾ وڏي همٿ ملي آهي.

## نوان فن

آمريڪا جي تقريباً ٻن سون ڪلن جوڙيندڙ ڪارخانن ۾ ماپ تور جو ڪم ائٽمي اوزارن جي ذريعي ٿئي ٿو. خاص طرح قيمتي ڌاتن ۽ معدنيات جي ٺاهہ جوڙ جو ڪم نهايت صحيح طريقي

مهراڻ

تي ٿي ٿو. ڪاربان ڪاغذ کان وٺي شين وڏ هيڏ ٿلهي ٿي تائين جي ماپ به انهن اوزارن جي وسيلي ڪئي وڃي ٿي. ازانسواءِ مختلف ڌاتن جي چادرن، رٻڙ، پلاسٽڪ، لاک، موم، شيشي، قلمن ۽ اهڙن ٻين شين جي ماپ وغيره لاءِ به شعاعي ذرات جا اوزار ڪتب آندا وڃن ٿا. ايندڙ چند سالن ۾ تحقيقاتي ادارن ۾ ماهر اهڙا نوان اوزار ايجاد ڪندا جي عام خاص جي ڪتب اچي سگهندا. ڪيميا ۽ دوائن جي تجربن ۾ وڏو انقلاب آڻي سگهندا. **هارويل** تجربيگاه ۾ هڪ وڏو اسڪول به قائم ڪيو آهي جنهن ۾ انگل اڍائي سؤ شاگرد، جي تقريبا ٽيهن مختلف ملڪن مان تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ آيل آهن، تجرباتي تحقيقات ۾ مشغول رهن ٿا. برطانيه، دنيا ۾ انهن شعاعي ذرات جي روانگيءَ جو وڏو مرڪز آهي جتان سون جي تعداد ۾ "اعجاز شعاعي" (Radio-Isopes) ٻين ملڪن ڏي روانا ڪيا وڃن ٿا. گذريل سال **هارويل** ۽ شعاعي ڪيميا جي مرڪز **ايمرشام** مان تقريبا ڏهه هزارن جي تعداد ۾ اهي اعجاز شعاعي جهازن جي وسيلي ٻاهر روانا ڪيا ويا هئا ۽ هن سال ته ان کان به وڌيڪ مال ٻاهر روانو ڪيو ويندو جو انگل ٣٠ ملڪن ڏي موڪليو ويندو.

## امريڪا ۾ ائٽم

امريڪا سڀ کان وڌيڪ ائٽمي قوت جي ترقي جي شاهراه تي گامزن آهي. جيتوڻيڪ برطانيه انهيءَ ڏس ۾ بهبوديءَ ڏي قدم وڌايو آهي ان کان گهڻو وڌيڪ، پنهنجي دولت ۽ مال جي زور تي آرب رپيا خرچي، امريڪا تحقيقاتي تجربا ڪيا آهن ۽ ان ۾ ڪامياب به ٿي آهي. مٿي ڪن ڪن هنڌ امريڪا بابت ذڪر ڪيو ويو آهي ليڪن ٻين شعبن کانسواءِ خاص طرح طبي فن ۾ امريڪا دنيا جي سڀني ملڪن کان شعاعي ذرات جي استعمال ۾ اڳرائي حاصل ڪئي آهي. مذڪور "شعاعي اعجاز" جي ذريعي مرضن جي تشخيص ڪئي وڃي ٿي ۽ وڏن وڏن مرضن، جهڙوڪ: نقرس، جلندر، فالج، ناسور، دل جي مرضن ۽ ذيابيطس وغيره لاءِ ڪامياب علاج ڪيا وڃن ٿا، ۽ جي مرض اڳي لا علاج هئا سي اڄ ٿورن ڏينهن اندر مختلف طريقن جي ذريعي قابوءَ ۾ اچي سگهن ٿا. شعاعي اعجاز جي وسيلي، فوٽو ترڪيب (Photosynthesis) جو مسئلو جنهن جي قوت جي ذريعي وڻ ۽ ٻوٽا سج جي تابش مان انسان ذات لاءِ ڪاربو هئڊريٽ پيدا ڪن ٿا، جلد از جلد حل ٿي ويندو. اڳيئي آعجازي شعاعن ماهرن کي سنڌن انهيءَ مهم جي تحقيق ۽ تلاش ۾ ڪافي مدد ڪئي آهي ته ڌاتو ۽ غير ڌاتو جسمن کي مضبوط ڪيئن بنايو وڃي، ۽ ٻاڻ کي ڪهڙي ريت ڪينءَ لاءِ ڪتب آڻجي، ۽ انسان جو جسم ڪيئن ٿو ڪم ڪري ۽ ان کي صحيح طور ڪيئن هلائڻ کپي. تنهنلاءِ سڀ نوان اوزار ۽ طريقا امريڪا ۾ استعمال ڪيا پيا وڃن ۽ اچا به وڌيڪ اميد اٿن ته ٿورڙي عرصي اندر عجيب غريب ايجادون گولي عمل ۾ آڻيندا. شعاعي ذرات کي جدا جدا حصن يا ٻاڱن ۾ وراهڻ ڪري اڃا به ڪيترا ممڪن فائدا اعجازي شعاعن جهڙا حاصل ڪري سگهبا. ائٽمي قوت جي شعاعي ذرات جي زبردست ۽ پوشيده راز جي وسيلي **ڪئليفورنيا** جي **اسٽينفورڊ** تحقيقاتي اداره جي ماهرن ٽڏين شين خصوصا ڪاڄ ۽ دوائن کي جيوڙن کان پاڪ ۽ صاف رکڻ، برقي قوت سان ڪيميائي طور گئسن کي تحليل ڪرڻ ۽ رونجن جي ڪرڻن يا ٻين شعاعي ڪرڻن جي معائني ڪرڻ ۾ جا ڪاميابي حاصل ڪئي آهي سا اڄ تائين ڪنهن به سائنسدان جي خواب خيال ۾ ڪانه هئي. تنهن کانسواءِ مذڪور شعاعي ذرات جي حصن يا ٻاڱن مان گرمي حاصل ڪرڻ جو وڏو امڪان آهي. اڃا تائين ته رڳو مٿين دل سان تجربا ڪري مذڪور حقيقتون حاصل ڪيون ويون آهن، جنهن مان ظاهر آهي ته اڳتي هلي انسان جي ترقيءَ لاءِ ڪيترا نه وڏا وڏا راز معلوم ٿيندا! ٿورن سالن ۾ صنعت ۽ حرفت جي ڪمن لاءِ اڄ کان ڏهوڻا اوزار ايجاد

ٿي ويندا، جي هر ڪوئي مستري يا فني ماهر ڪتب آڻي سگهندو؛ ساڳي طرح طبي، زرعي ۽ ٻين علمي شعبن ۾ به اهڙي قسم جي ترقي جي وڏي اميد آهي.

## ائٽمي قوت ۽ ٻيا ملڪ

روس جي سائنسدانن جي اِها دعويٰ آهي ته سائبيريا، جتي جي ڪافي زمين سدائين برف سان ڍڪيل رهندي، ۽ عرب رڻ پٽ ۽ افريڪا جو صحرا يعني جيڪو دنيا جو وڏو رڻ پٽ آهي ۽ جتي ڪڏهين به ڪا ساوڪ ڪانه ڏٺي وئي آهي، اتي هاڻ زمينن کي زرخيز ۽ سرسبز بنائي سگهجي ٿو. روسي ماهر انهيءَ ڏس ۾ سائبيريا جي ڪن هنڌ ڪامياب به ٿيا آهن. هڪ لئين تازي رپورٽ ٽوڪيو (جپان) مان آيل آهي ته نگاسڪي، جتي ۹ آگسٽ ۱۹۴۵ع آمريڪا وارن ائٽم بم اڇليو هو آتي اڄ سرعت سان انساني پيدائش وڌندي پئي وڃي. هونءَ ته ساري جپان ۾ ڄم جو انگ، اڪر بنگال کان به وڌيڪ آهي، ليڪن چوڻ ۾ ٿو اچي ته نگاسڪيءَ ۾ ڄم جو تعداد انهيءَ کان به وڌي ويو آهي؛ ايتري قدر جو آئينده ڏهن سالن ۾ نگاسڪي جهڙو ننڍڙو پٽ شايد وڃي جپان سان آدمشماريءَ ۾ ڪلهو هڻي. ماهرن جو خيال آهي ته اها وڌڻ ويجهڻ جي برڪت سڀ انهيءَ ائٽم بم جي آهي جنهنجو اثر اڄ وري انهيءَ صورت ۾ ظاهر ٿي رهيو آهي! اڃا ته ائٽم جا مٿي ذڪر ڪيل ڪرشما سڀ ابتدائي قسمن جا آهن. ڏسون ته آئينده انسان ذات لاءِ امن جي دور ۾ ڪهڙيون سک ۽ آرام جون ايجادون ۽ آپاءَ ٿا پيدا ٿين!!

---

# مهراڻ

رحيمداد خان مولائي شيدائي

ڪاري رات، ڪچو گهڙو، نڪا سينا ساڻ،
وڃهي ويرم نه ڪري پرين ڪارڻ پاڻ،
محبت کي **مهراڻ**، سڪي سڀ پٽ ٿيو. (شاهه رح)

سنڌڙي سونهاري جا دنيا ۾ تهذيب ۽ تمدن جو گهواره شمار ٿئي ٿي، تنهنجو سبب "مهراڻ" آهي. هن خوش نصيب وادي جي رهاڪن جو جياپو به مهراڻ جي ڪري آهي. هيءَ ندي سينڌ وانگي هن صوبي جي وچان وهي ٿي، جنهن جي شاخن تي صوبي جي آباديءَ جو مدار آهي؛ مهراڻ سنڌ سونهاريءَ کي ڏات ۾ مليل آهي. مهراڻ جي وجود ڪري سنڌ ايشيا کنڊ جو باغ آهي؛ نه ته جيڪر هي صوبو راجپوتانا جي صحرا جو حصو هجي ها، ۽ سندس حدون اراولي جبلن کان وٺي کيرٿر تائين هجن ها. سنڌ جي تمام طبعي حالتن جو دارو مدار هن ندي جي وهڪري تي منحصر آهي.

**تعريف ۽ نالا:-** مسلمانن جي روايتن توڙي هندن جي ويدن ۾ هن درياه جي تعريف ڪيل آهي. هڪ حديث آهي ته جنت مان چار درياهه نڪرن ٿا: (١) نيل (٢) فرات (٣) جيحون (٤) سيحون (سنڌو). اصلي حديث جنهن کي علامه سيوطي نقل ڪيو آهي سا هت ڏيون ٿا:-

"ان النيل و الفرات و جيحان ڪل من انهار الجنة" (١). اهڙيءَ طرح هندن جي سڀ ڪان جهوني رگويد ۾ هن نديءَ جي تعريف پنجهتر سلوڪن ۾ بيان ڪيل آهي، جن مان بعض منڪس ملر ترجمي سميت نقل ڪيون آهن، جن کي هيٺ نقل ڪيون ٿا:-

"او سنڌو! تون ان ڪري برک آهين جو تنهنجو ماڳ وواسوت آهي! ست درياه ٽن رستن کان وهن ٿا، مگر سنڌو، پنهنجي قوت سان، سڀني کي لتاڙي ٿي (٢). (ست نديون پنجاب ۾ آهن جنجي ڪري سنڌو جي ميدان تي "سپت سنڌو" نالو پيو هو.) ورونا ديوتا تولاءِ رستو تعمير ڪيو: جڏهن تون گهوڙيءَ وانگي ڊوڙين ٿي، تڏهن تون هڪڙي سيناپتي (ڪمانڊر) وانگي پين ندين جي جڻ اڳواڻي ڪري رهي آهين.

تنهنجي دهشت، ڏوم ۽ ڪنن جي ڪڙڪاٽ جو آواز زمين کان آڪاس تائين پهچي ٿو، جڻ بادل گرجن ٿا، تون ڍڳي وانگر رنڀندي وهندي ٿي رهين. (رگويد ۾ سنڌن گجندڙ آواز "سوشمام" ڏنل آهي.)

تنهنجي پٺيان، او سنڌو! پيون نديون ڍڳيءَ جي وهڙين وانگي کير لاءِ ڊوڙن ٿيون: جڻ ڪو جرنيل ميدان جنگ ۾ ساڄي ۽ کاٻي جنگ جي نگراني ڪندو آهي، تيئن تون وهندڙ ندين جي اڳواڻي ڪري رهي آهين.

او گنگا، جمنا، سرسوتي، ستودري (ستلج)، پروشني (راوي)، او مردوريڌا، وتستا (بياس)، او آرڳيڪيا! منهنجي تعريف جيڪا مان "سوشوما" (مهراڻ) لاءِ ڪري رهيو آهيان اوهان کي مٺي پوندي.

او سنڌو! تون ستن سهيلين سان گڏجي وهين ٿي: ساڄي پاسي کان ڪبا (ڪابل)، گومتي (گومل) ۽ ڪرمو (ڪرم) توسان گڏجي هلن ٿيون.

او سنڌو! شفاف چمڪندڙ امرت جهڙو پاڻي ڪٺي ميدان لتاڙين ٿي. او سنڌو! مها سيناپتي! تنهنجي رفتار جو منظر تيز رفتار گهوڙيءَ وانگي آهي.

تنهنجو ميدان اڪيچار گهوڙن سان آهي جيڪي تنهنجي رٿ کي هڪلين ٿا. تنهنجي ڳلي ۾ سونيون مالهائون پيل آهن، جي توکي مال غنيمت ۾ هٿ لڳيون آهن. تو وٽ پشم (ڪپه) آهي، تنهنجي ڪپن تي سرها گاهه اپرن ٿا.

او سنڌو! سوڀياوان! "عروس نوبهار" وانگر تنهنجي پوشاڪ گلن مان جڙيل آهي: تنهنجو شباب لافاني آهي".

**سنڌو نالو ڪيئن پيو:-** سنڌو نالو مهراڻ تي ڪيئن پيو اُنلاءِ جدا جدا بيان آهن. تحفتہ الڪرام جي ليک موجب سنڌ ۽ هند سام بن نوح عليه السلام جا پٽ هئا جنجي نالن ڪري اقليم سنڌ تي ۽ مهراڻ تي مٿيون نالو پيو (٣); ڪن مورخن جي راءِ موجب سنڌو معنيٰ چنڊ-

---

(١) مٿين حديث جلال‌الدين سيوطي "درمنثور" ۾ ڏني آهي جنهن کي رحلته (سفر نامہ) ابن بطوطا ۾ نقل ڪيو آهي. ڏسو امام جلال‌الدين سيوطي تفسير در منثور، ج ١ مصر. عجائب الاسفار، ج ١، ص ٢٥ مترجم مولانا عطاء الرحمان، رحماني پريس دهلي.

(٢) وواسوت معنيٰ سج جو گهر يعني زمين يا قربان گاه جت آريا گهوڙن جي قرباني سوريہ (سج) ديوتا لاءِ ڪندا هئا.

(٣) مير علي شير ٺٽوي: تحفتہ الڪرام، ج ٣ مهاڳ مطبع ناصري بمبئي.

هڪڙي سلوڪ ۾ "سوشوما" نالو ڏنل آهي. ڪرنل جمز ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ هن نديءَ کي نيلاب نالو ڏنو آهي (١). منتخب تاريخ جو صاحب مهراڻ جو نالو "پنجاب" ٿو ڪاري، جئن بدايوني لکيٿو "ناصرالدين قباچه در پنجاب غريق بحر فنا گشت" يعني ناصرالدين مهراڻ ۾ ٻڏي ويو.

اهڙيءَ طرح مهراڻ کي ڏن پرينڊو پين ندين جا نالا به سنسڪرت رگويد ۾ ڏنل آهن جهڙوڪ (١) ڪيا (ڪابل) (٢) ڪرومو (ڪرم) (٣) گومتي (گومل) (٤) وتستا (جهلم) (٥) اسڪيني يا چندر ڀاگا (چناب) (٦) پروشني يا اراوتي (راوي) (٧) ستودري (ستلج) (٨) وپسا (بياس).

يونانين وري پنهنجي ٻولي ۾ مٿن جدا جدا نالا رکيا. مثلاً اندس (مهراڻ)، هيد اسپيس (جهلم)، اسينيز (چناب)، هيدروبيٽس (راوي)، هيفاسيز (ستلج) (٢). مهراڻ جي قدامت، عربي، سنسڪرت ۽ يوناني زبانن ۾ بيان ڪيل آهي. مهراڻ جي قديم شاخن مان **هاڪڙو، سرسوتي ۽ دروشادتي** نالي ٽي نديون هيون، جنجو وجود گهڻو اڳ مٽجي ويو. اهي نديون سوالڪ جبل مان نڪري راجپوتانا جي آترين حصي کي آباد ڪنديون هيون. سرسوتي ۽ دروشادتي مهاڀارت ڪان اڳ، راجپوتانا جي صحرا ۾، گم ٿي ويون. هاڪڙو لکپت وٽ ڪڇ جي رڻ ۾

نقشو نمبر I. مهراڻ جو ميدان




---

J. Tod: Anqals & Antiquitics of Rajisthan vol. 1 Calutta 1894. (١)

جيمز ٽاڊ جو بيان غلط آهي. نيلاب هڪڙو پتڻ آهي جو پشاور کان ٣٠ ڪوه هيٺ پرو کاٻي ڪپ تي هي هتي مهراڻ جو پاڻي نيرو آهي.

H. Gupta Dr. Studies in latter Moghal History of Punjab (1707-1793), P. 8 Lahore, 1944.

The Cambridge History of India, Vol: 1, Map No: 4, P. 374. Cambridge 1922. (٢)

ڪم ٿي ويو. تن ڏينهن ۾ ڪڇ جو رڻ سمنڊ هيٺ هو: يونانين جي ڏينهن ۾ منجهس ڊيلٽائن جي صورت ۾ پاڻي هو. سلطان محمود غزنوي جي ڏينهن ۾، سمنڊ ۾ وير چڙهڻ وقت، رڻپٽ پاڻيءَ سان ڀرجي ويندو هو (١). انهن سڀني ندين جي وهڪري جا نشان ساڻهون نقشي ۾ ڏيکارجن ٿا:

اسڪندر مقدوني، پنهنجي اميرالبحر نير ڪوس کي ٻئالا ڪن جهاز ڏيئي، مهراڻ جي ڊيلٽا کي جاچڻ لاءِ روانو ڪيو هو، ۽ پڻ ارستوبولس نالي هڪڙي سائنسدان کي، مهراڻ جي ڊيلٽا جي اوڀرندي ڪپ واري حصي کي جاچڻ لاءِ موڪليو هو، جنهن ٻن هزار شهرن ۽ ڳوٺن جا ويران نشان ڏٺا. ارستو بولس جو بيان آهي ته اهي سمورا شهر هاڪڙي جي ختم ٿي وڃڻ ڪري ئي ويران ٿي ويا هئا (٢). تنهن کانپوءِ، ابن حوقل بغداديءَ جو سنڌ جو نقشو آهي، جنهن ۾ هاڪڙي جو نالو نشان ڏنل ڪونهي (٣).

**هاڪڙو وهڪرو:-** مهراڻ، هماليه جبل جي ڪيلاس پربت واري مانسرور ڍنڍ مان نڪري، ٻارهن هزار فوٽن جي بلندي واري گلگت جي جابلو حصي کي لتاڙي ٿو، جت انسان جو گذر مشڪل آهي. **ٻنجي**ءَ تائين، ڀرپان آتر اولهندي ڏانهن رخ اختيار ڪري ٿو: تنهن کانپوءِ ڏکڻ اولهندي ڏانهن وهڻ لڳي ٿو. **اٽڪ** وٽ، سندس پيٽ ڀرپائين ٻنجاه گز ويڪرو ٿئي ٿو، پوءِ اڳتي هڪ ميل ويڪرائي ۾ آهي. آخر پنجاب ۽ سنڌ جي ميدان کي لتاڙي، ١٨٠٠ ميل وهي، وڃي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو. دنيا ۾ سترهون نمبر وڏي ندي آهي. **اٽڪ ۽ ڪالا باغ** مٿس مکيه پتڻ آهن (٤). اٽڪ، ٻکر ۽ سيوهڻ وٽ مکيه تاريخي قلعا، هن نديءَ تي ٻڌل آهن (٥). اٽڪ، روهڙي، ڪوٽڙي ۽ سکر وٽ مهراڻ تي پليون ٻڌل آهن، جن مان سکر براج پل دنيا جي موجوده عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿي.

ساڄي ڪپ تي، بعض نديون افغانستان جي ڦاهين ٻٽ کان نڪري، هندستان جي سرحد

---

M. R. Haig: The Indus delta Country. Ran of Kuch, London, 1894. (١)

(٢) مغربين مان اسڪائيلاڪس پهريون يوناني جهازران هو جنهن دارا اعظم جي حڪم سان (٤٨٦-٥٢٢ ق-م) سنڌوندي جي وهڪري کي معلوم ڪيو هو. ڪانئس پوءِ ارستو بولس مهراڻ جي اوڀرندي ڪپ جو معائنو ڪيو هو. ڏسو:-

The Cambridge History of India, Vol: I. P.P. 393-403 Ch.XVI.

(٣) هاڪڙي جي ويراني ڪري سنڌ جو اڀرندو حصو جتي هينئر واريءَ جا دڙا آهن، جنهن کي **ٿرپارڪر** سڏجيتو، سو ويران ٿي ويو. البته ڪن ڍنڍن جا نشان اڄ به موجود آهن. اڪبراعظم جي زماني تائين، سمنڊ بدين وٽ هو. مسٽر پيٿاوالا سنڌوندي جي ڦيرن گهيرن جا جدا جدا نقشا ڏيکاريا آهن، جن مان مهراڻ جي وهڪري ۽ سندس ڦرڻ جو پتو پئجي سگهيٿو. اڄ کان اڳ اٽڪل پنج دفعا مهراڻ پنهنجو وهڪرو بدلايو آهي. پويون دفعو ١٧٥٨ع ڌاري نصرپور کان منهن موڙي، موجوده وهڪرو قائم ڪيائين وڌيڪ مفصل بيان لاءِ ڏسو:

Majer Raverty: the Mihran of Sind, Calcutta, 1892.

(٤) ڪالا باغ جو پتڻ، صوبه سرحد کي ملتان سان ڳنڍي ٿو- ڪالا باغ کانپوءِ، ديره اسماعيل خان مکيه پتڻ آهي جو دره گومل جي سامهون آهي. هن رستي کان محمود غزنوي (١٠٠١ع کان ١٠٢٧ع تائين) ٻارهن دفعا هندستان تي ڪاهون ڪيون هيون. ديره غازي خان به مکيه تاريخي پتڻ آهي. امير تيمور پشين ۽ ٿل چوٽيالي کان ايندي ديره غازي خان وٽان هندستان تي ڪاهه ڪئي هئي. وڌيڪ ڏسو: Sir T. H. Holdich: The Gates of India, London, 1910.

(٥) اڳ هندستان جون حدون اٽڪ تائين هيون، تنهن ڪري اڪبراعظم ١٥٨٣ع ۾ هت قلعو تعمير ڪرايو هو. اڳ اٽڪ جي پتڻ کي "شاهه گذر" سڏيندا هئا.

وارن جبان کي لتاڙي، منجهس ڇوڙ ڪن ٿيون. ڪابل ندي اٽڪ وٽ منجهس پوي ٿي، جنهن جون ڪونڙ ۽ سوات شاخون آهن. ڪابل نديءَ کانپوءِ ٻيو نمبر ڪرم ندي آهي جا ڪرم واديءَ کي لتاڙي، منجهس ڇوڙ ڪري ٿي: ٽوچي ان جي شاخ آهي. اڳتي هلي ڏيره اسماعيل خان جي ڏکڻ ۾ گومل برساتي ندي منجهس پوي ٿي. اٽڪ تائين، جابلو پيچرن مان لنگهڻ ڪري، مهراڻ جهاز رانيءَ جي قابل نہ آهي. اٽڪ کانپوءِ منجهس جهاز اچي سگهن ٿا (١). هيءَ ندي پاڻيءَ سان گڏ لکها مڻ واري پاڻ سان گڏ آڻي ٿي. "انڊس رور ڪميشن" جنهن ١٩٠١ع کان ١٩٣٠ع تائين سنڌوندي تي رپورٽ پيش ڪئي، تنهن ۾ ڏيکاريل هو تہ هيءَ ندي هڪڙي ڏينهن ۾ ڏهہ لک ٽن واري سمنڊ ۾ اڇلائي ٿي. مهراڻ وانگي پنجاب جي ندين بہ وقت بوقت پنهنجا

نمبر ٢. ابن حوقل بغدادي جو نقشو ٣٤٣هہ = ٩٣٢ع (٢)




وهڪرا بدلايا آهن. اڳ پنجاب جون نديون، آچ وٽ، مهراڻ ۾ پونديون هيون: هينئر چاليهہ ميل هيٺ پرو، مٺن ڪوٽ وٽ، مهراڻ ۾ پون ٿيون. اڳ ستلج ندي پاڪپٽن وٽان وهندي هئي، هينئر شهر کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اهڙيءَ طرح امير تيمور جي ڪاهہ وقت، راوي نديءَ جي هڪڙي شاخ، ملتان ۽ قلعہ جي وچان وهندي هئي (٣).

H. R. Gupta: Latter Moghal History of Punjab, P. 8. (١)
D. H. Cola: Imperial Military Geography, Ch. XV. The Gates of India P.P. 265-270, London, 1924.

(٢) ابن حوقل بغدادي جو نقشو جو ائوڌ جي نوابن جي ڪتبخانہ مان ايلٽ کي هٿ لڳو- ميجر ريورٽي جي مهراڻ ۾ ڏنل آهي.

(٣) عجائب الاسفار، ج ٢ ص ٢٤- ذڪر ملتان.

سنڌ جا گهڻائي قديم شهر جيڪي اڳ سنڌو نديءَ ۽ سندس شاخن تي آباد هئا، سي وهڪرن جي ڦرڻ ڪري يا آبڪلاني جي ڪري ويران ٿي ويا: جهڙوڪ موئن جو دڙو، الور، ديبل، پاري نگر، برهمڻ آباد، ڀنڀور، وڳهه ڪوٽ، لاهري بندر، اورنگا بندر وغيره. ۽ اجا تائين آبڪلاني جي موسم ۾ مهراڻ جي مستاني چال ڪري سنڌ جي ڪيترن شهرن کي خطرو رهي ٿو، جنهن ڪري سال بسال سنڌ سرڪار کي بندن تي خرچ ڪرڻو پوي ٿو (١).

**لائڊ براج سسٽم** - اڳ سنڌ ۾ واهه ٿورا هئا - آبڪلاني ڪري ٻه زمينون ڪجهيون آباد ڪونه ٿينديون هيون. مگر براج سسٽم ڪري هينئر سنڌ جون زمينون اڳي کان گهڻو آباد آهن ۽ اسانجو صوبو مملڪت پاڪستان ۾ اناج جي لحاظ کان بچت وارو صوبو آهي. انگريزي راج جي زماني ۾ سکر وٽ ١٩٢٣ع ۾ مهراڻ جي پاڻيءَ جي روڪ لاءِ، لائڊ براج پل جو ڪم شروع ٿيو ۽ ١٩٣٢ع ڌاري پورو ٿيو. هيءَ پل ٻڌرن جي ٽنين سان، ٤٧٢٥ فوٽ يعني هڪ ميل ڊيگهه ۾ آهي. بمبئي جي گورنر لارڊ لائڊ جي نالي تي مٿس لائڊ براج نالو پيو. پل کي ٦٦ فولادي در ڏنل آهن، جي بجليءَ سان کڄن ٿا. پل جي ساڄي ڪپ تي ٣ وڏا واهه نڪرن ٿا: (١) ڪيرٿر ڪئنال (٢) رائيس ڪئنال (٣) دادو ڪئنال. کابي ڪپ تي چار وڏا واهه نڪرن ٿا: (١) اپرندي ناري کي ٻيچ ڏيندڙ واهه (٢) آتر اوپر خيرپور واهه (٣) روهڙي ڪئنال (٤) اولهه خيرپور کي ٻيچ ڏيندڙ واهه. انهن سڀني واهن کي در ڏنل آهن جي بجليءَ ذريعي کڄن، ۽ بند ٿين ٿا، ۽ پنهنجن شاخن سميت ٦٣٠٠ ميلن تائين وهن ٿا. انڪل ٥٥ لک ايڪڙ زمين وچولي، لاڙ ۽ ڪچهه سري ۾ آباد ٿئي ٿي. سکر جي عظيم‌الشان لائڊ براج تي ٢٥ ڪروڙ روپيا خرچ لڳو. اهو قرض هند سرڪار کي ٥٧ ورهين اندر وصول ڪرڻو هو. مگر ٻيءَ عالمگير جنگ تائين، هن صوبه جي زرعي آمدني ۾ ايترو اضافو ٿيو جو سمورو قرض لهي ويو.

**ڪوٽڙي براج** - سنڌ جي لاڙ واري حصي کي پاڻي پهچائڻ لاءِ، سنڌ سرڪار ڪوٽڙيءَ وٽ براج تعمير ڪرائي رهي آهي، جنهنجو ڪم آڪٽوبر ١٩٤٨ع کان شروع آهي. تخميني طور ٢٧ لک ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي، ۽ هي صوبو ايشيا کنڊ جو باغ بنجي ويندو (٢).

---

(١) ١٩ ۽ ٢٠ صدي ۾ آبڪلاني ڪري سنڌ جا گهڻائي ڳوٺ ويران ٿي ويا. ١٨٦٣ع ۾ مهرو ماڙيءَ وٽان، درياه جي ليٽ ڪري گهڻائي ڳوٺ ويران ٿي ويا. ١٨٧٤ع ڌاري، ليٽ جو پاڻي جيڪب آباد ڇانوڻي تائين پهتو هو. ١٨٧٩ع ۾ ڪشمور بند پيهر تعمير ڪرايو ويو. ڪشمور بند کان اڳ، ليٽ جو پاڻي، جيڪب آباد کي لتاڙي، لاڙڪاڻو ضلع تائين پهچندو هو. ١٨٩٥ع ۾ ڪوٽڙي وٽ درياه ١٧ فوٽ چڙهيو هو، جنهن ڪري ڪلري ۽ ٻگهاڙ ڦاٽن جا بند ڀڄي پيا، ۽ خريف جي فصل کي نقصان پهتو هو. ١٩١٤ع ۾ آبڪلاني ڪري، ڪوٽڙي ۽ گهوڙا ٻاري کي نقصان پهتو. لائڊ براج پوڻ کانپوءِ به آبڪلاني جو سلسلو هلندو اچي ٿو. سترهن سالن اندر چار ڀيرا يعني ١٩٢٩ع، ١٩٣٠ع، ١٩٤٢ع، ١٩٤٨ع ۾، صوبه جي چانورن جي پوک نقصان پهتو، ۽ سرڪار کي بندن تي خرچ ڪرڻو پيو - ڏسو:-

Dawn, March, 28, 1949 Karachi 'The Sukkur Barrage' P. 3.

١٨٤٨ع ۾، انگريز سرڪار مهراڻ جي ماپ وٺڻ لاءِ بکر ۾، ١٨٩٨ع ۾ ڏين پهلي ۾ ۽ ڪوٽڙي ۾ انتظام رکيو. اهڙي انتظام کان پوءِ اٽڪ، ديره غازي خان، بکر ۽ ڪوٽڙي تائين پاڻيءَ جي چڙهه جو پتو پوي ٿو.

J. W. Smyth: Gazetteer of the Province of Sind "B" Vol, III Sukkur district, Bombay, 1919.

Economic Survey of the Middle East, Pakistan, P. 69, Karachi. (٢)

**گڊو بئراج** - مٿين ٻن بئراجن کانپوءِ ٻه سو لک ۽ ٥٠ هزار ايڪڙ زمين هن صوبي ۾ غير آباد رهندي، جنهن کي آباد ڪرڻ لاءِ سري ۾ گڊو بئراج جو ڪم شروع ڪيو آهي، جنهن تي ١٣ ڪروڙ روپيا خرچ لڳندو. گڊو بئراج پورو ٿيڻ کانپوءِ يقين آهي ته هي صوبو غير معمولي طرح سرسبز ۽ شاداب ٿي ويندو. تخمينو آهي ته هن بئراج ڪري ويهه لک ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي (١).

سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

---

# سنڌ جي تاريخ جا ماخذ (٢)

سيد حسام الدين راشدي

سنڌ هڪ قديم تمدن، تهذيب ۽ تاريخ وارو ملڪ آهي؛ ليڪن ارمان آهي، جو سنڌس تاريخ ۽ ان جي آثارن تي صدين جي گردو غبار ايترا ته پردا چاڙهي ڇڏيا آهن، جو هوند ڪو هي ڄاڻڻ گهري ته سنڌ ڇا آهي، ۽ دنيا جي تهذيب، تمدن، تاريخ ۽ آثارن ۾ سندس ڪهڙو درجو ۽ مرتبو آهي، ته هن کي يقينا مايوس ٿيڻو پوندو؛ ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ڪا به اهڙي جامع، مڪمل ۽ مسلسل تاريخ ڪانه آهي جيڪا انهيءَ ڏس ۾ اسان جي رهنمائي ڪري سگهي.

هي ملڪ هميشه کان انقلابن جو گهوارو رهيو آهي: تاخت ۽ تاراج، اندروني خواه بيروني ڀيرين ڏينهن کان وٺي سندس ڪرمن ۾ لکيل آهي. انساني هٿ چراند، پنهنجن جي بي توجهي ۽ ذوق جي گهٽتائيءَ سبب هتان جا آثار منجهي چڪا آهن؛ علمي ذخيرا منتشر ٿي ويا آهن، ۽ تاريخ جا ورق اهڙيءَ ريت ٽڙي پکڙي ويا آهن جو انهن کي دستياب ڪرڻ ۽ انهن جو ڪرڻ ڏکيو بلڪ ڪنهن حد تائين ناممڪن آهي. سنڌ تي هونءَ ته تمام گهٽ لکيو ويو آهي ليڪن جو ڪجهه سرمايو موجود هو سو به اسان جي پهچ کان ٻاهر هليو ويو: هن وقت جيڪي ڪجهه هٿ ۾ آهي، سو انهيءَ قابل ڪين آهي جو اسان جي علمي اڃ ۽ تحقيقي آسائش کي دور ڪري سگهي.

---

(١) Sind in Picture, August, 1952, Karachi, P. Agriculture.

(٢) هي مضمون اردو زبان جي رسالي "رياض،" ڪراچيءَ ۾ ڇپجي چڪو هو، جنهنجو ترجمو سنڌي زبان ۾ جناب "اياز" قادريءَ ڪيو. هتي، مصنف جي نظر ثانيءَ ۽ اضافي بعد، انهيءَ ترجمي کي شايع ڪيو ويو آهي.

عربيءَ ۾ ڪجهه منتشر مواد ملي ٿو؛ ڪي قدر نشان پتا ايراني تاريخن ۾ ملن ٿا؛ چند ورق هندوستاني تاريخ ۾ محفوظ آهن. سنڌ ۾، جيڪي ڪجهه لکيو سو گهڻو ضايع ٿي ويو، باقي جو ڪجهه آهي، اهو به قديم رنگ ۾ رڱيل آهي، جنهن ۾ تحقيق گهٽ ۽ روايات زياده آهن، جنهن ڪري مطالعي ۽ تحقيق جي جديد اقدارن جي ضرورت پوري نٿو ڪري سگهي.

سنڌ پنهنجي جغرافيائي صورت حال سبب هڪ جدا گانه خطي جي حيثيت رکي ٿي: ايراني مؤرخ انهيءَ ڪري لاڙو ڪري ويا جو هي انهن جي حدود اربع کان ٻاهر هو؛ هندوستاني تاريخ نويسن، چند صفحن يا ضمني مباحثن کان وڌيڪ لکڻ جي ضرورت هن ڪري محسوس نه ڪئي جو هي ملڪ هندوستان کان، سواءِ چند وقفن جي، هميشه الڳ رهيو ۽ ازان سواءِ جغرافيائي نقطه نگاهه کان ايترو دور ۽ انهيءَ آخري ڪنڊ ۾ واقع هو، جو ضروري توجهه ۽ مناسب التفات جو مرڪز بڻجي نه سگهيو. عربي مؤرخن جي نگاهه کان ته هي چوٿين صدي هجريءَ ۾ ئي هٽي ويو، ليڪن جڏهن هو عربي سلطنت جو حصو هو، انوقت به، دور افتادگيءَ سبب، خاص دلچسپيءَ جو باعث بڻجي ڪونه سگهيو. مدائني جي تاريخ اڄ ناپيد آهي، فتوح البلدان، تاريخ يعقوبي، ڪامل ابن اثير ۽ چند عربي جغرافيا، ۽ سفرناما نه هجن ها ته سنڌ جو عربي دور به اڄ اسان جي نگاهن کان اهڙيءَ طرح لڪل رهي ها، جهڙيءَ ريت عربن کان اڳ جو دور اڄ اسان لاءِ سربسته راز آهي.

منهنجي هن مضمون جو مقصد هي آهي ته، سنڌ جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙ بزرگن اڳيان، آءٌ سنڌ جو تاريخي مواد پيش ڪريان، جنهن کي مون سهوليت خاطر پنجن حصن ۾ ورهايو آهي:

(١) تاريخ جو اهو مواد جيڪو سنڌ اندر مرتب ڪيو ويو؛

(٢) سنڌ تي اهو تاريخي مواد جيڪو هندي ۽ ايراني تاريخن ۾ ملي ٿو؛ ۽

(٣) سنڌ تي اهو تاريخي مواد جيڪو عربي ڪتاب ۾ آهي. پهريان ٻه حصه فارسيءَ ۾ لکيل تاريخن تي ٻڌل هوندا، ٽيون عربي زبان ۾ لکيل ماخذن متعلق هوندو، ۽ باقي ٻن ڀاڱن جي ترتيب هن ريت ٿيندي:

(٤) انگريزن، تاريخ سنڌ تي ڪهڙا ڪتاب لکيا؛ ۽

(٥) سنڌي زبان ۾ تاريخ سنڌ تي ڇا آهي.

پهريون حصو هيٺ پيش ڪري رهيو آهيان. مدتن جي مطالعي ۽ سالن جي ڦولا ڦولا بعد، ڪتان ڪڪ ڪتان ٻن هٿ ڪيا اٿم، تڏهن وڃي هي خاڪو تيار ٿيو آهي. آءٌ اميد ٿو ڪريان ته پنهنجي وطن جي تاريخ سان دلچسپي رکندڙ دوستن لاءِ منهنجي عيءَ محنت ڪنهن حد تائين ڪار آمد ثابت ٿيندي.

(١) **چچ نامو:-** مترجم، علي بن حامد بن ابوبڪر ڪوفي- تاليف تخميناً ٦١٣ هه. هي سنڌ جي تاريخ تي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ غير مسلم ۽ عربي دور جي تاريخ ملي ٿي. اصلي ڪتاب عربيءَ ۾ لکيو ويو هو. جنهن جو فارسي ترجمو علي بن حامد ڪوفيءَ، تقريباً ٦١٣ هه ڌاري ڪيو. ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب جي خيال ۾، ڪتاب جي اصلي مصنف جو نالو خواجه امام ابراهيم آهي، جنهنجو حوالو ڪتاب جي صفحي ١٥١ تي ملي ٿو.

علي بن حامد، جڏهن ڪوفي کا هجرت ڪري اُچ ۾ آيو، ان وقت ڪيس سنڌ جي تاريخ تي هڪ ڪتاب لکڻ جو اچي خيال ٿيو. مواد جي تلاش ۽ تحقيق لاءِ هو سنڌ جي قديم دارالسلطنت

اروڙ ۾ ﻫﺌﻮ. قاضي اسماعيل بن علي ثقفيءَ کيس "منهاج الدين والملڪ" نالي هڪ عربي ڪتاب آئي ڏنو، جيڪو سنڌس قول مطابق سندس بزرگن مان ڪنهن جو تصنيف ڪيل هو. علي بن حامد انهيءَ ڪتاب جو فارسي ترجمو ڪري، سنڌ جي واليءَ، ناصرالدين قباچ جي وزير عين الملڪ فخرالدين حسن بن ابي بڪر الاشعريءَ جي نالي سان معنون ڪيو.

ڪتاب جا نالا، مختلف آهن، مثلا "چچ نامه"، "تاريخ نامه"، "فتح نامه"، "تاريخ هند و سنڌ"، ۽ "تاريخ قاسمي" وغيره. خواجه نظام الدين بخشيءَ، طبقات اڪبريءَ ۾ ان جو نالو "منهاج المسالڪ" لکيو آهي. ڊاڪٽر دائود پوٽه صاحب جو خيال آهي ته چچ نامي جون روايتون مدائني تان ورتل نظر اچن ٿيون. مدائني سنه ٢١٥ – سنه ٢٢٥ جي وچ ڌاري فوت ٿيو، تنهن ڪري پاڻنجي ئو ته چچ نامو، سنه ٢٢٥ هه – سنه ٢٥٥ هه جي مابين، تصنيف ٿيو هوندو، جو ته سنه ٢٥٥ هه ۾ بلاذريءَ (المتوفي سنه ٢٧٩ هه) فتوح البلدان پورو ڪيو.

هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن مان اسانکي برهمڻ، پڻ ۽ راءِ گهراڻي جو احوال معلوم ٿئي ٿو، ساڳي وقت عربن جي فتوحات ۽ بنو اميه ۽ بنو عباس جي سنڌي حڪومت جي ڪاروبار جو پتو پوي ٿو. اگرچه ڪتاب قديم رنگ ۾ آهي، ۽ واقعات، تحقيق سان ڪونه لکيا ويا آهن تاهم ڪتاب جي اهميت تي ڪو اثر ڪونه ٿو پوي.

فارسيءَ ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب انڪي انجمن مخطوطات حيدرآباد دکن طرفان، مقدمي، تعليقات ۽ مفيد حاشين سميت ١٩٣٩ع ۾، شايع ڪيو. ديباچي، فهرست، مقدمي، متن ۽ انڊيڪس سميت جملہ ٢٩١ صفحن تي ڇپيل آهي. انگريزي ترجمو سنه ١٩٠٠ع ۾ مرحوم مرزا قليچ بيگ شايع ڪيو، ۽ ان جو سنڌي ترجمو تازو سنه ١٩٥٤ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپيو آهي.

(٢) **تاريخ معصومي**:- مصنف، مير محمد معصوم "نامي"، بن سيد صفائي، ترمذي البکري (متوفي ١٠١٤ه) – تصنيف سنه ١٠٠٩ هه. مير معصوم جي تاريخ دانيءَ جا سڀ تذڪره نگار ۽ مؤرخ معترف آهن. خواجه نظام الدين بخشيءَ (متوفي ١٠٠٤ هه)، طبقات لکڻ وقت مير معصوم کي ٿي بطور مددگار ۽ مشير جي پاڻ سان گڏ رهايو هو.

"تاريخ سنڌ"، ۽ "تاريخ معصومي" ڪتاب جا نالا آهن. ڊاڪٽر دائود پوٽي جو خيال آهي ته مير معصوم، ١٠٠٨ هه ١٠٠٩ هه ڌاري، اهو ڪتاب تصنيف ڪيو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ قسم جي شهادت ڪتاب مان ملي ٿي. ڪتاب جو پهريون حصو، قديم تاريخ، اسلامي عهد، ۽ ارغون ۽ ترخان دؤر تي منحصر آهي، ۽ پوپون اڌ مغل دور جي تاريخ تي آهي. ڪتاب چئن جزن ۾ وراهيل آهي.

تاريخ معصوميءَ جو قديم ترين خطي نسخو، پنجاب يونيورسٽيءَ جي ڪتاب خاني ۾ موجود آهي، جنهن جي ڪتابت جو سال ١٠١٧ هه آهي، يعني مصنف جي وفات کان ٣ سال پوءِ لکيو ويو ۽ تصنيف ٿيڻ کان تقريباً ٨ سال بعد ۾ ان جي ڪتابت ٿي. ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب، تاريخ معصوميءَ کي بمبئي جي ڀنڊارڪر اورينٽل ريسرچ انسٽيٽيوٽ طرفان، سال ١٩٣٨ع ۾، ايڊٽ ڪري شايع ڪيو. انگريزي ترجمو، هڪ صدي اڳ ١٨٥٥ع ۾، مسٽر ميلٽ (G. G. Mellet) شايع ڪيو، ۽ پهريون سنڌي ترجمو منشي نندرام، ١٨٦١ع ۾، ڪراچيءَ مان شايع ڪيو. وچهر ان جو پيو صاف ۽ سلس سنڌي ترجمو ڊاڪٽر دائود پوٽي واري نسخي تان، مولوي امير احمد صاحب ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان، سنه ١٩٥٣ع ۾، ڇپيو آهي.

چچ نامي ۽ تاريخ معصوميءَ جي مابين ساڍن چئن سون ورهن جو خال موجود آهي. انهيءَ وچ ۾ سومرن ۽ سمن جي سنڌ تي حڪومت ٿي، انهيءَ کان سواءِ ايراني ۽ هندي ٻه سنڌ تي باد

بار ڪاهي آيا. انهن ساڍن ڇهن صدين لاءِ اسانوٽ ڪابہ تاريخ موجود ڪانہ آهي؛ انهيءَ دور ۾ غالباً ڪابہ تاريخ ڪانہ لکي ويئي، يا وري ڪا هئي تہ اها گم ٿي ويئي، جنهن ڪري انهيءَ سوري دؤر جي تاريخ تاريڪيءَ ۾ آهي.

تاريخ معصومي، ارغون ترخان ۽ اڪبري دؤر تي از حد مفيد ۽ معتبر آهي.

(٣) **بيگلر نامو**:- مصنف، اوراڪي بيگ، بيگلاري؛ ٺٽوي - تصنيف ١٠١٧ هه. مصنف جي حالات جو پتو ڪو نہ ٿو پوي: صرف اها سڌ آهي تہ سندس تعلق سنڌ جي ارغون قبيلي سان هو. هن پنهنجي ولي نعمت، خان زمان امير شاه قاسم خان بن امير شاه قاسم بيگلار جي احوال ۽ جنگي ڪارنامن ۾ هي ڪتاب سنہ ١٠١٧ هه ۾ لکيو، ۽ ١٠٣٤ هه تائين ان ۾ اضافا ڪندو رهيو. ساڳي مصنف، ١٠١٠ هه ۾ چنيسر نامي نالي هڪ عشقيہ مثنوي بہ لکي.

ارغوني ۽ ترخاني دؤر جي سلسلي ۾ هيءَ تاريخ بيحد مفيد ۽ قيمتي آهي. ڪتاب اڃان خطي حالت ۾ آهي؛ يورپ خواه هندستان جي ڪتب خانن ۾ انجا نسخا موجود آهن؛ مون وٽ بہ هڪ نسخو آهي.

(٤) **تاريخ طاهري**:- مصنف، مير طاهر محمد "نسياني" بن سيد محمد حسن ٺٽوي - تصنيف سنہ ١٠٣٠ هه.

مصنف، مرزا غازي بيگ بن مرزا جاني بيگ ترخان (متوفي ١٠٢١ هه) جو ملازم هو. مرزا غازيءَ جي انتقال بعد، هن موٽي اچي ٺٽي ۾ سڪولت اختيار ڪئي. هي ڪتاب، مرزا شاه محمد عادل بيگ خان بن شاه بيگ ارغون (ثاني) گورنر قنڌهار (١٠٠٢-١٠٢٨ هه) ۽ گورنر سنڌ (١٠٢٨ هه) جي فرمائش تي، مير طاهر تصنيف ڪيو. مصنف ١٠٢١ هه ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ١٠٣٠ هه ۾ لکي پورو ڪيو. ارغون ۽ ترخان دؤر تي هي تاريخ نهايت مستند آهي؛ منجهس ١٠٢١ هه تائين يعني مرزا غازيءَ جي انتقال تائين احوال آهي.

اڃا تائين هي ڪتاب شايع ڪو نہ ٿيو آهي؛ خطي نسخا ڪيترن ڪتب خانن ۾ دستياب ٿين ٿا: مون وٽ بہ هڪ نسخو موجود آهي، جنهن ۾ ٢٦٣ صفحا آهن ۽ هر صفحي ۾ ١٢ سٽون آهن؛ سنڌي ادبي بورڊ ۾ بہ هڪ نسخہ موجود آهي.

(٥) **مظهر شاهجهاني**:- مصنف، ميرڪ يوسف بن مير ابو القاسم "نمڪين" البکهري (١) سال تصنيف ١٠٤٤ هه.

سنڌ جي تاريخ تي جيڪي ڪتاب اڄ تائين دستياب ٿيا آهن، انهن ۾ صرف بادشاهن جو احوال، اميرن جو بيان، لڙاين جا قصا ۽ ملڪ گيريءَ جا داستان ڏنل آهن، لڪن هيءَ نئي نمونن جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ انهن ڳالهين ڪان پهلوتهي ڪندي، سنڌ جي جاگرافيءَ، سنڌ جي تمدن، تهذيب، قومن، زراعت، محصول، آب رسانيءَ، ۽ ملڪ جي عوامي ۽ عام حالتن جو تفصيل سان جائزو ورتو ويو آهي. سنڌ جي هر هڪ صوبي تي جدا جدا باب لکيو ويو آهي، جنهن ۾ مفصل حالات اهڙا قيمتي ۽ انهيءَ حد تائين نادر آهن جو اسانکي سواءِ انهيءَ ڪتاب جي ٻئي ڪنهن بہ ذريعي سان معلوم ڪين ٿي سگهن ٿا.

مون جيڪو نسخو ڏٺو، اهو دراصل پروفيسر آذر مرحوم جي ملڪيت هو، ۽ غالباً هن وقت پنجاب يونيورسٽيءَ جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي، ۽ يقينن اهوئي اڪيلو نسخو دنيا ۾

---

(١) مير ابو القاسم نمڪين ۽ سندس خاندان تي، منهنجو مفصل مضمون پڙهڻ گهرجي؛ مير ابو القاسم جو انتقال ١٠١٨ هه ۾ ٿيو؛ سندس خاص ۽ خوشنما قبرستان، روهڙي ۾ درياه جي ڪناري تي آهي، جنهن کي "ستن جو ٿانءُ" سڏيو وڃي.

موجود آهي، ڇاڪاڻ تہ نہ ڪنهن تاريخ ۾ ان جو حوالو آيل آهي، ۽ نہ ڪنهن ڪتب خاني ۾ ان جي ڪا ڪاپي موجود آهي. - يورپ خواه هندوستان جي سڀني ڪتب خانن جون فهرستون مون اٿلائي ڏٺيون آهن.

هي نسخو، ۱۰۴۳ ھ جو لکيل آهي، ۽ مصنف جو خود اهو پنهنجو نسخو آهي. ڪتاب جي پاهرئين صفحي تي مصنف جي پنهنجي هٿ اکرين هي نوٽ لکيل آهي: "مان هي نسخو پنهنجي وڏي پاءُ ابوالبقا امير خان جي فرزند ضياء الدين يوسف جي حوالي ڪريان ٿو. ڇاڪاڻ تہ هن وقت هو ئي ان جو مستحق آهي." پاڻنجي اهو ٿو تہ اهوئي پهريون ۽ پويون نسخو آهي، جنهنجو پيو نقل ڪونہ ٿي سگهيو.

ڪتاب خوش خط ۽ بيحد سٺيءَ حالت ۾ آهي، سائيز $5\frac{1}{2}\times 8\frac{1}{2}$ انس. ٦ صفحن تي فهرست، ۽ ۸۱۴ صفحن ۾ متن آهي. هر صفحہ تي ۱۳ سٽون آهن. ڪتاب جيئن تہ نادر ۽ قيمتي آهي، تنهن ڪري ڪتاب جي مضامين جي فهرست ڏيڻ مناسب سمجهان ٿو:

ڪتاب، شاهہ جهان بادشاه لاءِ لکيو ويو آهي ۽ سندس ئي نالي تي معنون ڪيل آهي. ڪتاب کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي: پهرين حصي ۾، جيڪو ۱ ورق کان شروع ٿي ۲۲۸ ورق تي ختم ٿئي ٿو، بادشاه کي ملڪ راني، سياست ۽ دستور حڪومت جي رمزن ۽ نڪتن کان آگاهہ ڪيو ويو آهي؛ فهرست هن طرح آهي:

**قسم اول:** در آن چہ بادشاهان را مجملاً درکار است، واين قسم بر چهار باب است:

**باب اول:** در ترغيب و ترهيب کہ متعلق اند بہ سلطنت واين باب منجر بہ دو فصل است:

فصل اول: در ترغيب بہ امارت و سلطنت،

فصل دوم: در ترهيبي کہ متعلق بہ سلطنت است؛

**باب دوم:** در آنچہ بادشاهان مردم را، امرا بدقت نظر فهميد بکنند؛

**باب سوم:** در رعايت ملک و تربيت خدم و حشم، واين باب منجر بہ چهار فصل است:

فصل اول: در رعايت ملک،

فصل دوم: در تربيت خدم و حشم و آداب ايشان،

فصل سوم: در تربيت صاحب صوبہ،

فصل چهارم: در تربيت خدم و حشم،

**باب چهارم:** در خلقت بائيست کہ بادشاهان اولي الامر را حق جل و علاء عنايت کردہ، واين باب منجر بہ بيست فصل است:

فصل اول: در توکل، فصل يازدهم: در مشاورت،

فصل دوم: در علو همت، فصل دوازدهم: در حزم،

فصل سوم: در عزم، فصل سيزدهم: در غيرت،

فصل چهارم: در جد و جهد، فصل چهاردهم: در سياست،

فصل پنجم: در ثبات، فصل پانزدهم: در تيقظ و خبرت،

فصل ششم: در عدالت، فصل شانزدهم: در خواست،

فصل هفتم: در خيرات و مبرات، فصل هفتدهم: در کتمان اسرار،

فصل هشتم: در شفقت و مرحمت، فصل هژدهم: در اغتنام فرحت و طلب نيکنامي

فصل نهم: در سخاوت و احسان، فصل نوزدهم: در صحبت اخيار،

فصل دهم: در انجاح حاجات، فصل بستم: در دفع اشرار.

هن "قسم" ۾، مصنف مثل طور ڪيئي سنڌ جا واقعا پيش ڪيا آهن، جي ڪنهن ٻئي تاريخ ۾ موجود نه آهن. ازانسواءِ ڪي اهڙا به واقعا لکيا اٿس، جيڪي سندس چشمديد آهن، يا سندس پيءُ امير ابوالبقا امير خان (۱) صوبه دار سنڌ (متوفي ۱۰۵۷ هه) جي صوبه داريءَ سان تعلق رکن ٿا. سنڌ ۾ مغلن جي گورنرن جي زماني جا ڪيترا عجيب و غريب واقعات پڻ هن حصي مان معلوم ٿين ٿا: مالگذاريءَ، ڍل، زراعت، جمع بنديءَ ۽ وصوليءَ وغيره جا جيڪي سنڌ ۾ طريقا ۽ رواج هئا، انهن جو به احوال ڪيترن جاين تي مثال طور ڏنو ويو آهي، ۽ اهڙي قيمتي ۽ ڪار آمد معلومات فراهم ڪئي وئي آهي، جو سواءِ هن ڪتاب جي ٻئي هنڌان ناممڪن آهي ته ملي.

هن ڪتاب جو "قسم ٻيو"، ورق ۲۲۸ کان شروع ٿي ۳۰۷ ورق تي ختم ٿئي ٿو، جنهن جي فهرست هن طرح آهي:

**قسم دوم:** دربيان احوال ولايت سنده، واين قسم منجر به چهار باب شد:
باب اول: دربيان احوال ملک بکهر؛
باب دوم: دربيان احوال ملک سيوي؛
باب سوم: دربيان احوال ملک ٺټه؛ ۽
باب چهارم: دربيان ملک سيوهان، واين باب مشتمل بر پنج فصل است:
فصل اول: دربيان احوال پرگنجات اين ملک از روئي اجمال،
فصل دوم: دربيان متمردان و مفسدان اين ملک،
فصل سوم: در سبب خرابي رعيت ملک سهوان و قوت گرفتن متمردان،
فصل چهارم: در تربيت ملک سيهوان از روئي اجمال، ۽
فصل پنجم: در تربيت فرونشاندن آتش تمرد و مفسدان ملک سيهوان.

هي حصو سنڌ جي تاريخ تي صرف ڪيل آهي. قومن جي احوال، پيدا ٿيل فسادن جي اسباب، قبيلن جي نسبن، قبائلي سردارن ڪي راضي رکڻ جي ترڪيبن، صوبن جي ۽ انهن جي پرڳڻن جي مالگذاريءَ زراعت، جمع بنديءَ، وصوليءَ، آب رسانيءَ، فصلي موسمن، وغيره، خواه عوام جي حالتن، رهڻي ڪهڻيءَ، ۽ عادتن اطوارن تي مفصل روشني وڌي وئي آهي. هن ڪتاب مان ملڪ جي اندروني وڳوڙن، سياسي حالتن، تمدني ۽ معاشرتي ڪوتاهين ۽ ڪمزورين جو نقشو اکين اڳيان اچي وڃي ٿو. سنڌ جي مغل دور تي، ان کان اڳ يا ان کان پوءِ ڪو به ڪتاب ايڏو جامع، قيمتي ۽ نادر معلومات سان ڀرپور ڪونه لکيو ويو آهي. افسوس آهي جو ايڏو بيش بها مخطوطو ٽي سو سال دنيا جي اکين کان لڪو رهيو.

(٦) **ترخان نامو:** مصنف، سيد جمال الدين بن مير جلال الدين حسيني شيرازي ٺٽوي تصنيف ۱۰۶۵ هه.

مصنف، هيءُ ڪتاب، مرزا محمد صالح ترخان بن مرزا عيسيٰ (ثانيءَ) جي فرمائش تي ۱۰۶۵ هه ۾ لکيو. ميرزا صالح وٽ "ترخان نامه" جي نالي سان پنهنجي خاندان جي تاريخ موجود هئي، ليڪن اها وٺانس گم ٿي وئي هئي، جنهن ڪري هن ساڳي نالي سان ٻي تاريخ تيار ڪرائي.

سيد جمال الدين، خانداني روايات ۽ تاريخي ڪتابن جي مدد سان، هيءُ ٿئون ترخان نامو لکي تيار ڪيو، ۽ ان ۾ ارغون ۽ ترخان گهراڻي جي ابتدائي تاريخ کانوٺي، ميرزا عيسيٰ ثانيءَ جي وفات (سنه ۱۰۶۱ هه) تائين جا حالات قلمبند ڪيا.

---

(۱) هن بزرگ جو احوال "مير ابوالقاسم" واري مضمون ۾ پڙهڻ گهرجي.

ڪتاب گهڻو ڪري ناياب آهي، برٽش ميوزم ۾ فقط ٻه نسخا موجود آهن، جن جو فوٽو مون حاصل ڪري پاڻوٽ محفوظ ڪيو آهي.

(٧) **منشات نمڪين**: مرتب، مير ابوالقاسم نمڪين (متوفي ١٠١٨ هه) تصنيف ١٠٠٦ هه.

مير ابوالقاسم نمڪين، اڪبري دور جو امير هو. سنڌ سندس وطن هو. ٻه دفعا ڀاڪر، هتي جو گورنر به ٿيو، ۽ ڪانئس پوءِ سندس پٽ پوتا به مغل دور ۾ وڏي مان ۽ مرتبي جا صاحب ٿي رهيا. سندس پٽ ابوالبقا امير خان به هتي جو گورنر هو. دنيوي عزت ۽ آبروءَ سان گڏ پورو خاندان، علم و فضل جو سر چشمو رهيو آهي. مير ابوالبقا امير خان جو پٽ مير عبدالڪريم امير خان به سنڌ جو صوبه دار هو. ٺٽي جا امير خاني سيد انهيءَ قبيلي مان آهن. هن گهراڻي جي هر فرد، پاڻ پاڻ تصنيفون يادگار ڇڏيون آهن، جن مان "مظهر شاهه جهاني" ۽ "رقائم ڪرائم" جو ذڪر هن مضمون ۾ ٿي رهيو آهي.

مير ابوالقاسم، "منشات نمڪين" جي ابتدا ۾، انشا جي تاريخ بيان ڪئي آهي، ۽ آخر ۾ اڪبري دور جا خط ڏنل آهن، جن مان ڪيترن جو سنڌ جي تاريخ سان تعلق آهي. ڪتاب ناياب آهي، هڪ نسخو انڊيا آفيس لائبرريءَ ۾ (٥٢٥ نمبر تي) موجود آهي. جنهن جي ڪتابت ١٠١٣ هه ۾ ٿيل آهي، ليڪن تصنيف ٿيڻ کان ٦ سال پوءِ جو مخطوطو آهي: منجهس ١٢٨ صفحا آهن، ۽ هر صفحي ۾ ١٣ سٽون آهن.

(٨) **ذخيرت الخوانين**:- مصنف، شيخ فريد بن شيخ معروف ڀڪري فاروقي - سال تصنيف ١٠٦٠ هه.

"مأثرالامراء" جي طرز تي، ٻي مثل تذڪرو آهي. منجهس اڪبر، جهانگير ۽ شاهجهان جي دؤر جي ٥١٣ مشاهيرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. مصنف شيخ فريد پنهنجي ذاتي مشاهدي، معلومات، ۽ اکين ڏٺي حالات تي مدار رکي، هيءُ ڪتاب مرتب ڪيو آهي. روايتون انهن ماڻهن جون قبول ڪيون اٿائين، جن سان سندس ذاتي مراسم هئا ۽ جن جي سچي هجڻ جو کيس يقين هو. انهيءَ تلاش، تحقيق ۽ ذاتي ڄاڻ سبب ڪتاب نهايت قيمتي ٿي پيو آهي، ۽ منجهس آهي آهي احوال آيل آهن يا واقعا ڏنل آهن، جيڪي ڪنهن به ٻئي تذڪري ۾ ملي ڪو نه سگهندا.

انهيءَ تذڪري ۾ سنڌ سان تعلق رکندڙ ڪيترن مشاهيرن جو به ذڪر ڪيو ويو آهي، مثلاً شيخ مبارڪ ناگوري، نواب مرزا رستم خان، نواب محمد خان نيازي، ميرزا جاني بيگ، مير معصوم ڀڪري، مير ابوالقاسم نمڪين، مظفر خان معموري، سيد محمد مير عدل، نواب مرزا غازي بيگ ترخان، ميرزا عيسيٰ ترخان، اسد خان معموري، سادات خان ڀڪري، عبدالعلي ترخان، مير بزرگ بن مير معصوم، مير قنداري بن مير بزرگ، علي محمد لنوي، وغيره وغيره.

سنڌ جا صوبه دار، جي مغلن جي ڏينهن ۾ هتي آيا، ۽ سنڌ ۾ جن به ماڻهن کي جاگيرون مليون، الغرض جن جو ڪنهن به طرح سان سنڌ ۾ ڪو نه ڪو لاڳاپو رهيو آهي، انهن سڀني جو تذڪري ۾ ذڪر ڪيل آهي. مرزا عبدالرحيم خان خانان سان گڏجي، جيترا فوجي جرنيل، امير ۽ مشاهير سنڌ کي فتح ڪرڻ آيا، انهن سڀني جو احوال به ڏنو ويو آهي.

شيخ فريد پاڻ به وسيع تعلقات وارو هو. ڪيترائي مشاهير ۽ امير هن ڪتاب ۾ نظر اچن ٿا، جن سان سندس ذاتي تعلق هو. سوانح نگاريءَ جو کيس خاص ڍنگ آهي. ننڍڙن ننڍڙن واقعن کي به ڪو نه ڇڏيو اٿائين: جتي ڪنهن جون خوبيون بيان ڪيون اٿائين، اتي هن جي اوڻاين کي به نظر انداز ڪو نه ڪيو اٿس: مثلاً مير معصوم جي واکاڻ ڪندي ڪندي، آخر ۾ لکي ٿو: "با اين همه صفات حسنه دو صفت ذميمه داشت، اولاً چغل دوست بود، دوم شديد العداوت."

نواب صفشکن خان جون سموريون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪرڻ کان پوءِ آخر ۾ هن ۾ بدائي چئي ٿو ته "مرد منقلب الحال و طفل مزاج بود". الغرض، سيرت نگاريءَ ۾ ڪيريڪٽر نمايان ڪرڻ ۾ شيخ کي ڪمال حاصل هو.

"مآثر الامراءَ" مير غلام علي آزاد جو، هيءُ ڪتاب اهم ترين ماخذ آهي. افسوس آهي جو اڄ ڏينهن تائين، هي ڪتاب شايع ٿي ڪونه سگهيو آهي. ڪتاب بيحد نادر ۽ ناياب آهي. فقط چار نسخا هن وقت تائين معلوم ٿي سگهيا آهن، هڪ مولانا عبدالحق جي ڪتب خاني ۾ آهي، هڪ نسخو مونوت آهي جيڪو مولانا جي نسخي تان نقل ٿيل آهي، ٽيون نسخو مرحوم نواب حبيب الرحمان خان شيرواني جي ڪتب خاني ۾ آهي، ۽ چوٿون ويجهڙائيءَ ۾ ڊاڪٽر معين الحق خريد ڪيو آهي، جيڪو قديم ترين معلوم ٿئي ٿو.

(٩) **برهان الاخوان**:- مصنف نا معلوم، ناقص اول و آخر- تصنيف ١١ صدي هه.

هي ننڍي سائيز جي هڪ سو پنجاه صفحن جو تذڪرو آهي. ٻهريان ۽ پوبان ورق گم آهن. هن ۾ بکر جي علما ۽ مشاهير، جو ذڪر آهي ۽ ضمناً تاريخي واقعات به ڪثرت آيل آهن. گمان آهي ته تاريخ معصوميءَ تان مشاهيرن جو احوال ورتل آهي. پير صاحب جهنڊي وارن جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

(١٠) **حديقة الاوليا**:- مصنف، سيد عبدالقادر بن سيد محمد هاشم بن سيد محمد الحسيني ٺٽي - تصنيف آخر ١١ صدي هه.

هي سنڌ جي عالمن، صالحين ۽ بزرگن جو تذڪرو آهي. خاص طرح ٺٽي جي بزرگن تي تفصيل سان لکيو ويو آهي. منجهس ٧٣ بزرگن جا حالات ڏنا ويا آهن، جن جا نالا هي آهن:

شيخ بهاءالدين ملتاني، شيخ رڪن الدين، مخدوم لعل شهباز، شيخ پٺو، شيخ حماد جمالي، شيخ جيو، شاه مراد، سيد علي شيرازي، سيد نظام بکري، شيخ نوح بکري، مخدوم حسام الدين، مخدوم بلال، قاضي ڏتو سيوهاڻي، درويش احمد ۽ محمد ولدان شيخ هوتي، درويش حسن مقري، مخدوم ساهو لنجار، مخدوم عربي ڏياٿو، مخدوم نوح هالائي، درويش وهيو، مخدوم اسماعيل سومرو، درويش رڪن الدين، درويش راجو، شيخ پرڪيو ڪاتيار، درويش چرڪس، شيخ عيسيٰ آهيدائي، درويش صدر، منبو ناريجو، درويش سهتو، درويش ابراهيم، درويش علاءالدين، قاضي سنڌو، درويش يحيٰ، قاضي خيرالدين، يعقوب پليجو، شيخ مغل چاچڪ، شيخ ٻربو، درويش عمر بودلو، درويش الو.

برٽش ميوزم ۾ آن جهاني سر ايليٽ (مصنف تاريخ هند) جا چند فائل محفوظ آهن، انهن مان نمبر ٢٠٧٣ O. R. واري فائيل ۾ ٺٽي جي ڪتب خانن جون فهرستون آهن، جنهن ۾ حديقة الاوليا جي هڪ نسخي جو ذڪر آهي، ۽ انجي ڪتابت جي تاريخ ٢١ ذوالقعد ١٠٦٨ هه بيان ڪئي وئي آهي ۽ ٻڌايل آهي ته جملہ ٨٧ ورقن تي لکيل هو، مون وٽ ناقص نسخو آهي. پير صاحب جهنڊي وارن جي ڪتب خاني ۾ به هڪ اسخي جو ڏس آهي، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ به هڪ نسخو موجود آهي.

مصنف جو ذڪر مير علي شير قانع ڪيو آهي. مصنف جو والد سيد محمد هاشم، مرزا جاني بيگ ترخان (متوفي ١٠٠٨ هه) جو معاصر ۽ "سير السلاطين" جو مصنف هو.

(١١) **تذڪرة المراد**: مصنف، حاجي محمد حسين "صفائي" ٺٽي تصنيف ١١ صدي هه.

هن تذڪري ۾ ٺٽي جي مشهور بزرگ ۽ ولي الله سيد محمد حسين ولد سيد احمد شيرازيءَ المعروف به سيد مراد (متوفي ٨٩٣هه) جو احوال ۽ سندس ملفوظات آهن، ۽ منجهس ضمناً تاريخي

واقعات ۽ ان دور جي ٻن معاصر بزرگن ۽ مشاهيرن جو به ذڪر آهي. ازانسواءِ ان دور جو درويشانه ۽ سنڌ جي صوفيانه ماحول جو به هن ڪتاب مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ڪتاب نادر الوجود آهي، هڪ نسخو مولانا محمد ابراهيم ڳوهي ياسيني وٽ موجود آهي.

(۱۲) معلومات الآفاق: مصنف، مير امين الله بن خان (متوفي ۱۱۲۵ هه) بن مير ابوالمڪارم شهود، (متوفي ۱۰۷۳ هه) بن مير ابوالبقا امير خان (متوفي ۱۰۲۷ هه) بن مير ابوالقاسم نمڪين بکري (متوفي ۱۰۱۸ هه) تصنيف ۱۱۲۳ هه.

هي جغرافيه جو ڪتاب آهي، جو هڪ سنڌي امير لکيو آهي، مغل دور جي صوبن جو احوال ان دور جي منصبن، درجن، ۽ مرتبن جو بيان تفصيل سان لکيو ويو آهي. سنڌ تي ڏهه صفحا ۽ ملتان تي ۱۳ صفحا لکيل آهن. ڪتاب ۱۱۲۳ هه ۾ تصنيف ٿيو. بانڪي پور جي ڪتب خاني ۾ جيڪو نسخو آهي، انهي ڪتاب جو سال ۱۲۷۳ هه آهي. جملہ ۱۵۲ ورق اٿس ۽ هر صفحه تي ۱۹ سٽون آهن. ساڳئي مصنف "رشحات الفنون" جي نالي سان هڪ ٻيو ڪتاب به تصنيف ڪيو.

(۱۳) تاريخ سنڌ: نالو "في التحقيق بناءِ امصارالسند" مصنف سيد محب الله بن سيد احمد شاه واعظ، بن سيد محمد شاه الملقب به مسيحاءِ الحسني الحسيني، الحموي، الدهلوي، القادري الاصلاً، سنڌهي مولداً، "لوهروي مسڪناً" تصنيف ۱۳ صدي هه.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مشهور شهرن ۽ ڳوٺن جو ذڪر آهي، گويا سنڌ جو هي هڪ گزيٽ آهي. ڪتاب جي ترتيب هن طرح آهي: پهريون باب سنڌ جي تاريخ؛ ٻيو باب، شهرن ڳوٺن ۽ قبرن جي حالات تي؛ ٽيون باب، سنڌ ۾ رائج ٿيل القابن تي، مثلاً امير، وزير، ترخان، ارغون وغيره؛ چوٿون باب، سنڌ جي قومن تي؛ ۽ پنجون باب، سنڌ جي واهن، ندين، پهاڙن ۽ ڍنڍن تي ڪتاب جا ماخذ ديباچي ۾ هي ڄاڻايل آهن: چچ نامو، تحفة الڪرام، طاهري، جمع الجوامع، طبقات بهادر شاهي، تاريخ بي بدل، رسالي سيد علي اصغر شاه ٺٽي ۽ امصار السند آخري ڪتاب معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي تاريخ تي آهي، ليڪن ان جو حوالو سواءِ ان ڪتاب جي ٻئي ڪنهن هنڌ نظر نه آيو. تقريبا سنڌيءَ سائيز جي ٻن سون صفحن تي آهي. هڪ ڪاپي، پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ آهي، ۽ ٻيو نسخو مولانا محمد ابراهيم صاحب ڳوهر، ياسينيءَ وٽ آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سنڌي ادبي بورڊ جي لاءِ هنڪي مرتب ۽ ايڊٽ ڪري رهيو آهي.

(۱۴) رقائم ڪرائم: مصنف، مير سيد اشرف خان، محمد الحسيني، بن مير عبدالڪريم امير خان سنڌي، (متوفي ۱۱۳۰ هه) بن مير ابوالبقا امير خان (متوفي ۱۰۵۷ هه) بن مير ابوالقاسم نمڪين (متوفي ۱۰۱۸ هه) تصنيف بعد ۱۱۳۱ هه.

هي عالمگير جي رقعات جو مجموعو آهي. هن ۾ ڪيترا اهي خط به آهن جيڪي مولف جي والد امير خان عبدالڪريم ڏانهن عالمگير لکيا آهن. امير خان سنڌ ۾ به ڪيترو وقت صوبه دار هو ۽ سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ سيني خطن کي گڏي ۽ هي مجموعو مرتب ڪيو. سيد محمد اشرف ديباچي ۾ لکيو آهي ته ڪيترا خط گم ٿي ويا جنهن ڪري خيال ٿيو ته جيڪي بچيل آهن تن کي هن ڪتاب جي ذريعي محفوظ ڪجي.

ڪيترن ڪتب خانن ۾ هن جا نسخا موجود آهن. برٽش ميوزم ۾ جيڪو نسخو آهي. اهو فلسڪيپ جي ٦٣ ورقن تي آهي، ۽ منجهس ۲۴ خط، ۱۳۰ رقعا ۽ ٥ فرمان آهن. مونوٽ انهيءَ نسخي جو ميڪرو فلم موجود آهي.

امير عبدالڪريم جي نالي جيڪي خط آهن اهي ٺٽي ۽ سيوهڻ جي صوبه داريءَ وارن زماني جا آهن، جن مان سنڌ جي حالتن جو پتو پوي ٿو.

(١٥) **نامهٔ نغز** :- مصنف ياغ علي خائف، تصنيف ١١٥٥ هه. شاهنامي ۽ سڪندر ناما جي طرز تي ڪلهوڙن جي دور جي تاريخ نظم ۾ آهي. مصنف، ميان نورمحمد (متوفي ١١٦٧ هه) جي زماني ۾ سال ١١٥٥ هه ۾ هي ڪتاب تصنيف ڪيو؛ پاڻ لکي ٿو:

"بہ عهد خدا يار خان شير نر — سپهدار عباسي، نامور
هزار وصد و سال و پنجاه پنج — کشيدم بہ سال اندرين نامہ رنج."

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته مصنف، ١١٥٣ هه ۾، لکڻ شروع ڪيو ۽ ١١٥٥ هه ۾ لکي ختم ڪيو. پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته مصنف، ١١٥٥ هه کان پوءِ جي واقعات جو به، اضافو ڪندو رهيو آهي، جيئن ته نادرشاه ايرانيءَ جي قتل (١١٦٠ هه) تائين جو احوال به ان ۾ موجود آهي. ڪتاب ۾ ڪل ١٦٢٤٩ اشعار آهن، ۽ چئن بابن ۾ ورهايل آهي.

هي ڪتاب ڪلهوڙن جي دور تي مستند دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. نادر جي حملي ۽ دراني جي لٽ ڦر جا اکين ڏٺا احوال منجهس ڏنا ويا آهن. شعر اگرچ ڪمزور آهي، مگر تاريخي واقعات انهن اوڻاين تي پردو وجهي ٿا ڇڏن. ڪتاب جو هڪ نسخو سنڌ جي قومي ڪتب خاني ۾ آهي، ۽ ان جو نقل سنڌي ادبي بورڊ ۾ آهي.

(١٦) **گلدستهٔ نورس بهار:** مرتب منشي عبدالرؤف سيوستاني (متوفي قبل ١١٨٠ هه).
عبدالرؤف منشي، قوم جو سهتو هو، ۽ بکر جي ويجهو هنگورجا ڳوٺ جو ويٺل هو. پهرياڻين بختيار خان، حاڪم خانپور ۽ سيويءَ وٽ ملازم ٿيو؛ بعد ۾ ميان نورمحمد وٽ منشيءَ جو ڪم ڪرڻ لڳو؛ آخر ۾ هن پنهنجي لکيل خطن جا ٿي - چار مجموعا گڏ ڪيا جيڪي انهيءَ زماني ۾ ڏاڍا مشهور ۽ مقبول ٿي ويا. انهن مان هڪ مجموعو گلدسته "نورس بهار" به آهي، جنهن ۾ ميان يارمحمد (١١١١ هه - ١١٣٠ هه) ۽ ميان نورمحمد (١١٣١ هه - ١١٦٧ هه) جا مڪاتيب جمع ڪيل آهن. انهن خطن مان سنڌ جي تاريخ تي بي مثل روشني پوي ٿي، ۽ تاريخ جا ڪيئي اهڙا پهلو نمايان ٿين ٿا، جيڪي هوند، ڪنهن به تاريخ جي ذريعي معلوم ٿي نه سگهن.

منشي عبدالرؤف، هندستان جي پهرئين صف وارن انشاءپردازن ۾ بي مثل ۽ يگانو آهي. بي تڪلف آسان ۽ سادي عبارت ۾ وڏي ۾ وڏو مطلب بيان ڪري ٿو. ۽ ساديءَ عبارت ۾ لکڻ جو ڍنگ هن پنهنجي دور جي عام روش کي ڇڏي اختيار ڪيو آهي. سندس بي تڪلف فقرن، ۽ ساديءَ عبارت ۾ انتهائي دل نشيني، دلڪشي ۽ پختگي آهي. فارسيءَ کي ائين لکيو اٿس جڻ ڪ مادري زبان اٿس. سندس جهڙو انشا پرداز ۾ صغير هندستان جي تاريخ ۾ ڪو ورلي پيدا ٿيو. ابوالفضل وغيره کي گهڻو پٺتي ڇڏي ويو آهي. سندس انتقال، مير علي شير جنهن وقت تحفة الڪرام (١١٨٠ هه) ۾ ٿي لکيو، ان کان اڳ ٿي چڪو هو.

"نورس بهار" جو جيڪو موجود نسخو آهي، تنهن ۾ ننڍيءَ سائيز جا ٣٥٨ صفحا آهن، ۽ ڪتاب ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، ڪنهن نهايت ئي بد خط ڪاتب لکيو آهي.

(١٧) **مجموعهٔ منشات**:- ميان عبدالرؤف منشي ۽ ميان هارون - تصنيف قبل ١١٦٧ هه.
مڪاتيب جو هي مجموعو موجود آهي. منجهس متفرق ۽ جدا جدا ماڻهن جا لکيل خط آهن، نمبر ١٠ کان ٢٠ تائين ۽ نمبر ٢٧-٣٤-٣٥ خط ڪلهوڙن جا آهن. ڪتاب جو حاشيو ڪنجي چڪو آهي. جنهن ڪري ڪي خط پڙهڻ ۾ نٿا اچن. ڪيئي خط، طرز تحرير جي سببان، ميان عبدالرؤف جا معلوم پيا ٿين. مجموعي جي آخر ۾ "خلاصة المڪتوبات" جي نالي سان هڪ پيو مجموعو به شامل آهي، جنهن ۾ ميان هارون ۽ منشي عبدالرؤف جا گڏيل مڪاتيب آهن.

(۱۸) منشورالوصيت في دستورالحڪومت :- مصنف، ميان نورمحمد عباسي، والي سنڌ (۱۱۳۱-۱۱٦۷) - تصنيف بعد ۱۱۵۲ ھ. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي هيءَ پنهنجي لکيل وصيت آهي، جنهن ۾ تاريخي واقعات سان گڏ، سندس ذاتي اخلاق ۽ ذاتي تصورات جو پتو پوي ٿو، هيءَ وصيت سنڌ تي نادر جي ڪاهه (۱۱۵۲ ھ) کان پوءِ سنت ۾ لکي وئي آهي. هن ڪتاب جا متعدد نسخا موجود آهن، هڪ موئونٽ ۾ هي. مولانا محمد ابراهيم گڙهي ياسينيءَ ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب وٽ ۾ نسخا آهن.

(۱۹) بياض رقعات :- قاضي عبدالرسول و جانمحمد قريشي (المتوفي ۱۱۷۱ ھ) سيوستاني، ڪتابت ۱۱۲۳ ھ.

هي مجموعو، نادر ۽ ناياب مڪتوبات جو، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ موجود آهي. خط تمام تر ڪلهوڙن جي صاحبيءَ سان تعلق رکن ٿا. هن ئي مجموعي ۾ ڪن شاعرن جا قصيدا ۽ منتشر اشعار به آهن. جن جو پڻ سنڌ جي تاريخ سان تعلق آهي، مثلاً هن مجموعي ۾ مير عبدالجليل بلگرامي، (وقايع نويس، سرڪار سيوهڻ و بکر) جو اهو قصيدو موجود آهي، جيڪو هن ميان دائود خان جي مدح ۾ چيو هو، جڏهن هن سيويءَ ۽ ڊاڍر کي فتح ڪيو. حڪيم عبدالرزاق معموريءَ (تحفة الڪرام ج ۲ ص ۲۳۰) جون چند رباعيون پڻ آهن، جن ۾ سنڌ تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪيل آهي، چوي ٿو:

"يکچند درين سند پريشان گشتيم          گفتيم گران شويم، ارزان گشتيم
در طالع ما کساد بازاري بود          آئينه فروش شهر کوران گشتيم."

مڪتوبات ۾ ڪيترا خط نهايت اهم تاريخي دستاويز جي حيثيت رکن ٿا، مثلاً ميان يارمحمد جو اهو خط هن مجموعي ۾ محفوظ آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي پٽ ميان نورمحمد ڏي، شاهه عنايت صوفي شهيد جي جنگ جو سربستو احوال لکيو آهي. اهو خط تمام قيمتي آهي. جنگ جو چشم ديد احوال سواءِ ان خط جي ڪٿان به ملي ڪونه ٿو سگهي. ان کانسواءِ ٻيا به قيمتي خط منجهس موجود آهن، مثلاً:

(۱) مخدوم عيسيٰ خان مخدوم عباس هنگورجي جو خط،

(۲) مڪاتيب شيخ محمد سعيد عباسي منشي نواب مير يعقوب خان بکري،

(۳) مڪاتيب شيخ عبدالرؤف منشي سيوستاني از زبان خان والا شان خدا يارخان، بجانب نواب عبدالصمد خان و ديگر مردمان و مڪاتيب بطرف راجا جئي سنگهه سوائي،

(۴) نامهء الهه يار بکري بجانب عبدالرؤف،

(۵) رقعات نورالحق مشتاقي منشي سيوستاني، ۽

(٦) نامهء مير سيد محمد بخشي سيوستاني به محمد رفيع خلف مخدوم عبدالحڪيم سيوستاني.

يارمحمد جي خط کان سواءِ، شاهه عنايت شهيد جي جنگ تي هڪ ٻيو مفصل خط به انهيءَ مجموعي ۾ موجود آهي، جيڪو ميران سنگهه کتريءَ جو لکيل آهي. هيءَ معلومات مون کي منهنجي مربي دوست جناب قاضي احمد ميان اختر موڪلي آهي. انهيءَ مجموعي ۾ سندس چوڻ آهي ته اچا به زياده بيش بها معلومات آهي.

(۲۰) بياض :- ملڪ سنڌ يونيورسٽي. هي بياض به ۱۲ صديءَ جو معلوم ٿئي ٿو. اڳ پوءِ ناقص اٿس، ۽ هن وقت ۱۱۷ ورق باقي اٿس. هن ۾ فارسي گو شاعرن جي ڪلام جو انتخاب آهي، ۽ منجهس رقعا، عريضا ۽ تمسڪ به آهن، جن مان ڪيترا سنڌ جي تاريخ سان تعلق رکن ٿا. اڪبرشاه ثانيءَ جي دور جا ڪيترا سرڪاري مراسلا آهن، جن جو سنڌ سان تعلق آهي. ابتدا

۾ هڪ رپورٽ آئي، جنهن جو عنوان آهي، "حقيقت نظم و نسق سرڪار بکر". شعرا ۾، مثنوي زيبا نگار جي مصنف رضائي ٺٽويءَ جي اشعارن جو به انتخاب آهي، جو بلڪل ناياب آهي. جاڪاڻ ته مثنوي ڪان سواءِ انهيءَ شاعر جو اسانکي ڪوبه ڪلام ڪونه ٿو ملي. هن بياض ۾ ملا صفائي سنڌيءَ جي ڪلام جو انتخاب به موجود آهي؛ ملا صاحب جي شعر جو نمونو هي آهي:

"صد جان بيڪ ڪرشمه عوض مي دهر ولے
ترسم ڪه رنگ طبيع خريدار ناز ڪست."

(٢١) **جغرافيہ سنڌ:** هن ڪتاب جو نالو صحيح معلوم ٿي ڪونه سگهيو آهي. برادرِ مکرم مولائي شيدائيءَ تازو مون کي اطلاع ڏنو (الوحيد جي ذريعي) ته اهو ڪتاب ميان نورمحمد جي فرزند ميان عطر خان، ١٢ جلدن ۾ تصنيف ڪرايو هو، ۽ هر هڪ جلد جدا جدا عنوانن جي ماتحت آهي، مثلاً هڪ جلد سياسي تاريخ تي، هڪ جلد جاگرافيءَ تي، ۽ هڪ جلد سنڌ جي قومن تي وغيره وغيره؛ اهو يطرح اهي ٻارهن ئي جلد گويا سنڌ جي تاريخ لاءِ اڪث ۽ عظيم الشان سرمايو آهن. مولائي شيدائيءَ صاحب کي اهو اطلاع مسٽر علي محمد صاحب سيال کان مليو جنهن صاحب اهو ڪتاب ميرپور خاص طرف ڪنهن بزرگ وٽ پاڻ ڏٺو هو، ۽ سمورو ڪتاب پنڊت موهن لال لالا سيوستانيءَ جي هٿ اکرين هو، جيڪو صاحب ميان عطر خان جو منشي، ڪاتب، ۽ درباري هو. اهو صاحب نه فقط خوش خط هو بلڪ ساڳئي وقت مصنف به هو. سنڌس تصنيف ٽيل شاه جي رسالي جو شرح مسٽر علي محمد سيال پاڻ ڏٺو. تاريخ سنڌ جي سلسلي ۾ خدا ڪري جو هي ڪتاب ملي وڃي، ۽ انکي شايع ڪري سگهجي. انهيءَ ڪتاب جو نالو "نگران سنڌ" چيو وڃي ٿو ليڪن مون کي اهو نالو غلط معلوم ٿئي ٿو.

(٢٢) **نادر نامو:** مصنف ميان نورمحمد عباسي والي سنڌ (١١٣١ - ١١٦٧ هه). هي ڪتاب، نادر جي حملي (١١٥٢ هه) کان پوءِ ١١٥٥ هه ۾ تصنيف ٿيو. ڪتاب مرحوم حافظ محمود خان شيرانيءَ جي ڪتب خاني ۾ هو، جو شايد هاڻي پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ هوندو. مون کي مرحوم پاڻ ان جو ڏس ڏنو هو. ميان نورمحمد ان ۾ غالباً نادر جي ڪاهه جو احوال لکيو آهي، نالي مان اهو قياس ڪري سگهجي ٿو. ڪتاب نظم ۾ آهي، ۽ انهيءَ نسخي جي ڪتابت جو سال ١٢٢٢ هه هو.

(٢٣) **مڪلي نامو:** مصنف، مير علي شير قانع ٺٽوي، (متوفي ١٢٠٣ هه) - تصنيف سنه ١١٧٤ هه.

مير علي شير، صاحب تحفة الڪرام، مڪليءَ جي قبرستان ۾ جيڪي مشاهير مدفون آهن، انهن جي احوال ۾ ۽ مڪلي جي خوبصورت مقبرن ۽ عمارتن جي تعريف ۾ هي ڪتاب، ١١٧٤ هه ۾، ٥٣ ورقن تي تصنيف ڪيو. مثنويءَ ۾ ١٠٠٠ شعر آهن، ۽ مصنف جو اصل مسودو جنهن جي ڪتابت سندس ئي هٿ اکرين آهي ۽ ڪتابت جو سال ١١٧٣ هه آهي، سو هن وقت سنڌ ادبي بورڊ ۾ آهي.

(٢٤) **مقالات الشعرا:** مصنف، مير علي شير قانع ٺٽوي. (متوفي ١٢٠٣ هه) - تصنيف ١١٧٤ هه.

هي سنڌ جي فارسي گو شاعرن جو ڀرپور جامع تذڪرو آهي. منجهس ايراني ۽ هندي شاعرن جو به ذڪر آيل آهي، جيڪي هتي سنڌ ۾ آيا يا هتي ڪجهه وقت رهي وري هليا ويا.

شاعرن جي تذڪري کان سواءِ منجهس بي مثل تاريخي مواد به آهي. هي نه فقط سنڌ جي ادبي تاريخ جو بنيادي ڪتاب آهي، بلڪ علمِ سياسي ۽ ملڪي تاريخ لاءِ به ڪار آمد آهي. ڪتاب نادر آهي، چند نسخا موجود آهن. مصنف جي پنهنجي هٿ اکرين لکيل نسخو سنڌ ادبي

بورڊ جي ملڪيت آهي. مولوت ۾ نسخا آهن، هڪ انهيءَ نسخي جو نقل ۽ ٻيو برٽش ميوزم جي نسخي جو فوٽو. آخري نسخو، مير ڪرم علي خان پنهنجي لاءِ لکرايو هو.

(٢٥) **تاريخ عباسيه**: مصنف، مير علي شير قانع - تصنيف ١١٧٥ هه.

مير علي شير، جڏهن عباسي دربار سان وابسته هو، انوقت، هن هيءَ مثنوي، شاهنامي جي طرز تي، ڪلهوڙن جي تاريخ ۾ لکڻ شروع ڪئي، پر ڪتاب نامڪمل رهجي ويو. انجا اقتباسات مسٽر ايليٽ جي فائيل (O. R. -٢٠٧٣) ۾ موجود آهن.

(٢٦) **تاريخ عباسيه**: مصنف، مير علي شير قانع - تصنيف ١١٧٥ هه. مير صاحب ساڳي وقت نثر ۾ به ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي تاريخ لکڻ شروع ڪئي هئي، مسٽر ايليٽ جو فهرست نگار هن ڪتاب متعلق لکي ٿو ته "دربيان ميان صاحبان ڪلهوڙه، از ابتداي آمدن شان در سنده مع تحقيقات نسبت اوشان، و تقرر زمينداري آن فرقه، در سنده و بدست رسيدن بانها حڪومت سنده و احوال واقعات آن ايام" (فهرست ڪتب خانه نمبر برٽش ميوزم O. R. -٢٠٧٣) اها تاريخ به غالباً نامڪمل رهجي وئي، ڪٿي ان جو پتو نشان ڪونه ٿو پوي.

(٢٧) **تحفة الڪرام**:- مصنف، مير علي شير قانع - تصنيف ١١٨٠ هه.

مير علي شير، هي ڪتاب ٽن جلدن ۾ لکيو آهي: آخري جلد سنڌ تي آهي. تاريخ سنڌ جي لاءِ هي ڪتاب انسائيڪلوپيڊيا جو ڪم ڏئي ٿو. تاريخ، مشاهيرن جا حالات، شهرن ۽ قصبن، قومن ۽ ذاتين جو مفصل بيان هن ۾ ملي ٿو. پهريان ٻه جلد هندستان ۽ اسلامي دنيا جي تاريخ تي آهن. هي ڪتاب، مير صاحب، ١١٨٠ هه ۾ لکڻ شروع ڪيو، ۽ هڪ سال ۾ (١١٨١ هه) ختم ڪري پوءِ به انهيءَ ۾ اضافو ڪندو رهيو، ۽ اهو سلسلو ١١٨٨ هه. تائين قائم رهيو. سنڌ جي مشاهيرن، علمائن، بزرگن، خطاطن، ۽ مصنفن خواه شاعرن جي سلسلي ۾ تاريخ معصوميءَ کان پوءِ، هي ٻيو تذڪرو آهي. معصوميءَ ۾ فقط ترخاني ۽ ارغوني دور جا مشاهيرآيل آهن، ليڪن هن ۾ ڪلهوڙن جي زماني تائين جي مشاهيرن کي آندو ويو آهي. ڪلهوڙن جي تاريخ تي به هي ڪتاب مستند آهي، ڇاڪاڻ ته مصنف انهيءَ دور جو ماڻهو آهي.

هن ڪتاب جا ٽئي جلد، مطبع ناصري دهليءَ ۾ ڇپجي چڪا آهن، ليڪن بلڪل نامڪمل ۽ غلط آهن. مرزا قليچ بيگ مرحوم ان جو ٽوري ترتيب جي ڦير گهير سان "قديم سنڌ" نالي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو ١٩٢٥ع ۾ شايع ٿيو، ۽ ان ۾ برطانوي عهد تائين جو اضافو پنهنجي طرفان ڪيائين. ڪتاب جا قلمي نسخا ملن ٿا. مصنف جو پنهنجي هٿ اکرين لکيل نسخو پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ موجود آهي، ۽ برٽش ميوزم ۾ مصنف جي هٿ اکرين جيڪي ٻه نسخا آهن انهن جو فوٽو سونوٽ آهن. ڪتاب جي ٽئين جلد جو سنڌيءَ ۾ ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ تيار ڪرايو آهي، جو عنقريب شايع ڪري رهيا آهن.

(٢٨) **تحفة الطاهرين**: مصنف، محمد اعظم ٺٽوي - تصنيف ١١٩٤ هه. هي انهن بزرگن جو تذڪرو آهي، جيڪي ٺٽي ۽ مڪليءَ ۾ مدفون آهن. ٺٽي جي بزرگن کي، مصنف، محلوار تقسيم ڪيو آهي. تاريخي لحاظ سان هن ۾ ڪو مواد ڪونه آهي. البته تذڪري جي لحاظ سان نهايت ڪار آمد ۽ مفيد آهي. مرلوٽ قلمي نسخو موجود آهي. ٻيو نسخو مولانا محمد ابراهيم ڳڙهي ياسين واري وٽ موجود آهي. هڪ قلمي نسخو شيراني ڪليڪشن لاهور ۾ به آهي، جنهنجي ڪتابت ١١٩٤ هه ۾ ٿي، ۽ اهوئي سال تصنيف جو به آهي، ممڪن آهي ته اهو نسخو مصنف جو پنهنجو هجي. هڪ نسخي جو ڏس سيد غلام محمد مرتضوي ٺٽويءَ وٽ به آهي.

(٢٩) **مڪتوبات شاه فقير الله علوي**: مصنف، شاه فقير الله علوي بن شاه عبدالرحيم بن شاه شمش الدين جلال آبادي ثم شڪارپوري (متوفي ٣ صفر ١١٩٥ هه)

هي جليل القدر بزرگ اصل جلال آباد جو هو، ليڪن ۱۱۵۰ هه ۾ اتان اچي اچي شڪارپور ۾ مقيم ٿيو. احمد شاه ابدالي سندس مريد هو. ازانسواءِ سنڌ جا ڪيترا بزرگ ۽ مشاهير سندس حلقه ارادت ۾ شامل هئا. سندس درس مان سنڌ جا ڪئين بزرگ فيض ياب ٿيا. پير سائين محمد راشد روضي وارو به سندس ئي شاگرد هو.

شاه صاحب جي مڪاتيب جو هي مجموعو لاهور مان ڇپيو آهي. وقت جي سياسي اڪابرن ۽ عالمن سان سندس خط و ڪتابت رهي آهي. زياده تر ماڻهو ڪانئس ديني ۽ علمي مسئلا پڇندا هئا، جنجي جوابن ۾ ضمناً تاريخي ڳالهيون به اچي ويون آهن. سڀئي خط اهم آهن، ليڪن تاريخ سنڌ جي سلسلي ۾ هيٺيان خط خاص طرح اهميت رکن ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| احمد شاه ابدالي (۱۱۶۰-۱۱۸۷ هه) | ڏانهن | ۳ خط |
| مير نصير خان والي قلات | " | ۲ " |
| شاهزادي سليمان شاه بن احمد شاه | " | ۳ " |
| ميان سرفراز ڪلهوڙي (۱۱۸۶-۱۱۸۹ هه) | " | ۳ " |
| شاه ولي خان وزير اعظم احمد شاه | " | ۲ " |
| مخدوم محمد معين ٺٽوي المتوفي سنه ۱۱۶۱ هه | " | ۵ " |

(۳۰) **قصيده بمدح عبدالنبي:** مصنف، مير علي شاه شائق عرف سيد رحمت الله ولد سيد لطف علي شاه رضوي، بکاري. تصنيف قبل ۱۱۹۸ هه.

هي قصيدو ميان عبدالنبي والي سنڌ (۱۱۹۱-۱۱۹۸ هه) جي مدح ۾ چيو ويو آهي. قصيدي ۾ جملي ۹۵ شعر آهن. هن قصيدي مان، انهيءَ عهد جي اميرن، منصب دارن، فوجي جرنيلن جي نالن ۽ احوال جي خبر پوي ٿي، ۽ اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ دور ۾ ڪهڙا ڪهڙا منصب ۽ عهدا هئا. ڪلهوڙن جي دور تي هي تاريخي لحاظ سان ڪار آمد قصيدو آهي. هنجو هڪ نسخو مولانا محمد ابراهيم صاحب ڳڙهي ياسين واري وٽ آهي، ۽ ان تان نقل ٿيل ڪاپي سنڌي ادبي بورڊ ۾ آهي.

(۳۱) **هيئت العالم:** مصنف، محمد اعظم ٺٽوي. تصنيف ۱۲۰۰ هه. تحفة الطاهرين جي مصنف جي هيءَ ٻي تصنيف جاگرافيءَ تي آهي. بکر، ٺٽي، سيوهڻ ۽ سنڌ جي ٻين اهم مرڪزن جو قيمتي احوال هن مان ملي ٿو. ڪتاب جو اسخو سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود آهي. ٻيو ڪو به نسخو اجان تائين معلوم ٿي ڪونه سگهيو آهي.

(۳۲) **طومار سلاسل گزيده:** مصنف، مير علي شير قانع. تصنيف ۱۲۰۲ هه. مير صاحب جي هيءَ تصنيف، نهايت مفيد ۽ ڪار آمد آهي. هن ۾ سنڌ جي صوفين ۽ طريقن جا شجرا ڏنا ويا آهن. هن مان سنڌ جي تصوف ۽ طريقن جي تاريخ ۽ تحريڪن جو پتو پئجي سگهي ٿو. انهي سلسلي جو اهوئي واحد ڪتاب آهي، ليڪن افسوس آهي جو ان جي ڪنهن به نسخي جو نشان پتو ڪونه ملي سگهيو آهي. ان جي هڪ صفحي جو نقل سنڌي ادبي بورڊ جي وساطت سان مون کي مليو آهي، جنهن ۾ مخدوم ابوالقاسم نقشبندي ٺٽويءَ جو سلسلو مرقوم آهي.

(۳۳) **معيار سالڪان طريقت:** مصنف، مير علي شير قانع ٺٽوي. تصنيف ۱۲۰۲ هه.

سنڌ جي بزرگن ۽ مذهبي پيشوائن، مشاهيرن ۽ اوليائن جو نهايت ئي مفصل ۽ مستند تذڪرو آهي. مير صاحب ديباچي ۾ لکيو آهي ته هن تحفة الڪرام ۾ به مشاهيرن جو ذڪر ڪيو آهي، ليڪن انهيءَ ۾ هن تاريخن ۽ سالن جو اهتمام ڪونه ڪيو آهي. ۶۳ ورهين جي ڄمار ۾ جڏهن زندگيءَ جو سج غروب ٿيڻ تي آچي بيٺو، تڏهين هن سعادت حاصل ڪرڻ خاطر سنڌ جي سڀني مشاهيرن جو تذڪرو، بقيد زمان و مڪان، لکي پورو ڪيو. منجهس ۱۱۶۴ مشاهيرن جو

ذڪر ڪيو ويو آهي، جن جون ڪيس ولادت ۽ وفات جون تاريخون معلوم ٿي سگهيون آهن، ۽ آخر ۾ اهي بزرگ ڏنل آهن، جن جون تاريخون يا زمانا معلوم ٿي ڪونه سگهيا.

ڪتاب بيحد قيمتي ۽ نادر آهي. مونوٽ برٽش ميوزم واري نسخي جو فوٽو آهي، جيڪو مير مراد علي خان (١١٨٤ هه - ١٢٤٩ هه) لاءِ لکيو ويو، ۽ ڪاتب جو نالو علي حسن آهي، جنهن ١٢٣٥ ۾ لکي پورو ڪيو. هي نسخو فلسڪيپ سائيز تي آهي، ۽ مير علي شير جي ٻن تصنيفن سان گڏ هڪ ئي جلد ۾ آهي. انهيءَ مجموعي ۾ تحفة الڪرام ۽ مقالات الشعرا به آهي. هي ڪتاب مجموعي جي ٣٣٩ ورق کان شروع ٿي ٤٨٧ ورق تي ختم ٿئي ٿو. اهو نسخو ڪنهن انگريز ١١ - آڪٽوبر ١٨٥٦ع تي خريد ڪري برٽش ميوزم کي ڏنو. هن وقت برٽش ميوزم ۾ ان جو نمبر ٢١٠٨٩ A. D. D. آهي. خط نهايت خوبصورت نستعليق اٿس، ۽ حاشين تي ميناڪاري جو اوچو ڪم ٿيل اٿس.

(٣٤) **شجرهٔ اهلبيت:** مصنف، مير علي شير قانع تصنيف ١٢١٢ هه.

هي ڪتاب، مير صاحب سنڌ جي ساداتن جي شجره نسبت تي لکيو آهي. سنڌ جي ساداتن جي نسب نامي تي سواءِ هن ڪتاب جي ٻيو ڪوبه ڪتاب ڪونه آهي، ليڪن افسوس آهي جو ڪتاب نایاب آهي ۽ اڃان ڪنهن به نسخي جو پتو پئجي ڪونه سگهيو آهي.

(٣٥) **فتح نامو:** مصنف، مير عظيم الدين ٺٽوي، بن سيد يارمحمد بن سيد عزت الله (متوفي ١١٦١ هه) بن محمد سيد بن محمد مقيم بن سيد ظهيرالدين جادم ثاني شڪر الاهي ٺٽوي. تصنيف ١٢٠٩ هه.

هي ڪتاب شاهنامي جي بحر ۽ طرز جي مثنوي آهي. ان ۾ ڪلهوڙن جي زوال ۽ ٽالپرن جي فتح تي مفصل روشني وڌي وئي آهي، واقعات چشم ديد ۽ نهايت مستند آهن. ڪتاب، مير فتح علي خان فاتح سنڌ (١١٩٧ هه - ١٢١٦ هه) جي نالي سان منسوب آهي. مصنف سندس درباري شاعر هو. هيءَ پهرين تاريخ آهي جيڪا ڪلهوڙن جي زوال ۽ ميرن جي حڪومت تي ٽالپري دور ۾ لکي وئي، ۽ انهيءَ دور ۾ بيحد مقبول هئي. ڊاڪٽر ٽرمپ لکي ٿو ته ڪتاب انهيءَ حد تائين مقبول هو جو عوام ۽ خواص کي برزبان هو، ۽ مصنف جو دربار خواه ان کان ٻاهر ڏاڍو قدر هو. ساڳي مصنف پنهنجو هڪ ديوان به مرتب ڪيو، ۽ "مثنوي هير رانجهو" به تصنيف ڪئي، مڪتوبات جو به هڪ مجموعو تاليف ڪيائين. ڪتاب جا متعدد قلمي نسخا موجود آهن. مونوٽ به هڪ خوشخط نسخو موجود آهي.

(٣٦) **مجمع البلغاء:** مصنف سيد غلام علي مائل بن مير علي شير قانع- تصنيف ١٢١٨ هه.

مير علي شير جي پٽ ۽ سنڌ جي مشهور شاعر، سنڌ جي شاعرن جو تذڪرو، ١٢١٨ هه ۾ مرتب ڪيو. مسٽر ايليٽ جي ڦائلن مان معلوم ٿيو ته تذڪري جا جملي ٦٣٩ ورق هئا ۽ هرهڪ صفحه تي ١٧ سٽون هيون، ابتدائي ارغون عهد کان وٺي ٽالپري عهد تائين، فارسي گو شاعر جيڪي سنڌ ۾ ٿي گذريا، يا سنڌ سان جن جو ڪنهن نه ڪنهن طرح سان واسطو رهيو، انهن سڀني جو مفصل احوال ڏنو ويو آهي. "مقالات الشعرا" واري سلسلي جي، هيءَ تذڪرو، هڪ جامع ۽ مڪمل ڪڙي آهي. افسوس آهي جو ان جو ڪوبه نسخو دستياب ٿي ڪونه سگهيو آهي. چند اقتباس ايليٽ صاحب جي ڦائل ۾ موجود آهن.

(٣٧) **مڪتوبات عظيم:** مصنف، مير عظيم الدين ٺٽوي- مڪتوبه ١٢٠٢ هه ٩ صفرالمظفر، ڪاتب سيد اشرف علي بن سيد متين الدين رضوي البڪري.

مير عظيم‌الدين ٺٽويءَ جي مڪتوبات جو مجموعو، انڊيا آفيس ۾ موجود آهي. انديءَ سائيز جي ٣٧ ورقن تي آهي: هن ۾ سنڌ جي تاريخ سان تعلق رکندڙ ڪيترا خط موجود آهن. هڪ نسخو سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود آهي.

(٣٨) **انشاء عطارد:** مصنف، منشي شيوڪرام عطارد، (متوفي ١٢٤٤ هه).

منشي عطارد، فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. سنڌ ۾ هن جو درجو اهو آهي جيڪو هندوستان اندر لاله لڇمي نرائڻ شفيق ۽ چندربان برهمڻ جو هو. ٺٽي جو باشندو ۽ محسن ٺٽويءَ جو شاگرد هو. مير علي شير سان خاص دوستي جو رستو هئس. ابتدا ۾ ميان غلام شاه جي دربار ۾ (١١٧٠ هه–١١٨٦ هه) هو، ۽ انڪان پوءِ جڏهن سرفراز خان تخت نشين ٿيو ته ان جو مشير خاص ٿي رهيو.

"ديوان"، ۽ "مثنوي هير رانجهو" کان سواءِ هن جي مڪاتيب جو هي مجموعو، سنڌ جي تاريخ لاءِ بيش بها خزانو آهي، البته اسلوب نگارش ۾ تڪلف، ۽ شيريني ۽ دلاويزي عبارت ۾ گهٽ اٿس: ليڪن تاريخي لحاظ سان نهايت قيمتي آهي. ميان غلام شاه (١١٧٠–١١٨٦)، ميان سرفراز (١١٨٦–١١٨٩ هه)، ۽ مير بجار (شهيد ١١٩٤ هه) جي سلسلي ۾ ڪيترا خط تاريخي دستاويز جي حيثيت رکن ٿا. عطارد جو انتقال، مير ڪرم علي خان ٽالپر جي دور (١٢٢٧–١٢٤٤ هه) ۾ ٿيو. مڪتوبات جو هڪ بدخط نسخو مونوٽ موجود آهي.

(٣٩) **تواريخ عباسيان:** مصنف، نا معلوم – تصنيف قبل ١٢٢٦ هه. هن ڪتاب جو ذڪر، مسٽر اسٽوريءَ ڪيو آهي. انڊيا آفيس ۾ ان جو هڪ نسخو (نمبر ٥٠٧ D. P.) موجود آهي، جنهن جا ابتدائي ورق ڪونه آهن، تنهن ڪري نه ڪتاب جو نالو معلوم ٿي سگهيو، نه مصنف جو. ڪتاب ۾ ١٢٢٦ هه تائين جو احوال درج آهي، يعني ميان محمد علي خان بن ميان محمد عارف خان بن ميان عبدالنبي جي سال وفات (١٢٢٦ هه = ١٨١١ع) تائين منجهس حالات آهن: ممڪن آهي ته ميان عبدالنبي جي پوٽي ميان محمد عليءَ اهو ڪتاب تصنيف ڪرايو هجي.

(٤٠) **ڪلهوڙن جو احوال:** مصنف، مظهر علي– تصنيف جو سال نا معلوم. هن ڪتاب جو به مسٽر اسٽوريءَ (C. A. Story) ذڪر ڪيو آهي، ۽ لکي ٿو ته ان جي اصل فارسي نسخي جو پتو ڪونه ٿو پوي. البته انجو انگريزي ترجمه Capt: Pagan ڪيو آهي، جيڪو ڪلڪتي ميگزن جي ١٨٣١ع واري پرچي ۾ صفحه ٢٧٢ کان ٢٨٨ تائين شايع ٿيو.

(٤١) **ڪلهوڙه نامو:** مصنف، سيد ثابت علي شاه (متوفي ١٢٢٥ هه). سيد ثابت علي شاه ڪلهوڙن جي آخر دور ۽ ٽالپرن جي ابتدائي دور جو مرثيه گو شاعر هو. ڪلهوڙه نامي جي تصنيف جو پتو، مرزا احسن ڪربلائيءَ جي ذريعي پيو آهي. پاڻنجي ٿو ته سيد صاحب، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي تاريخ تي هيءَ مثنوي تصنيف ڪئي آهي. الجي نسخي جو ڪوبه پتو ڪونه آهي.

(٤٢) **فتح نامو:** مصنف، معزالدوله، معين الملڪ، فيروز جنگ، مير صوبدار خان (ولادت ٩ محرم ١٢١٧– وفات ١٤ رجب ١٢٦٢ هه) بن مير فتح علي خان فاتح سنڌ (١١٩٨–١٢١٧ هه) تصنيف ١٢٤٤ هه.

مير صوبدار خان، فتح نامه مير عظيم‌الدين جي طرز تي هيءَ مثنوي، ڪلهوڙن جي آخري دور ۽ ٽالپرن جي پوري دور تي لکي. ٽالپرن جي دور جو هي مستند تاريخي دستاويز، مصنف جي ذاتي مشاهدي تي مبني آهي. سنڌي ادبي بورڊ ۾ جيڪو نسخو آهي، ان تي ڪتابت جو سال لکيل نه آهي، منجهس ٢٢٥ ورق آهن ۽ هر صفحي تي ١٣ سٽون آهن. ڪتاب ۾ ڪاٽ ڪوٽ گهڻي آهي، تنهن ڪري گمان غالب آهي ته مصنف جي زماني جو نسخو آهي.

مير صوبدار، پيون بہ تصنيفون ڇڏيون آهن، مثلا "سيف الملوڪ"، "جدائي نامہ"، "مڪاتيب" ۽ هڪ "ديوان".

(۴۳) **جدائي نامو:** مصنف مير صوبدار خان ٽالپر.

انگريزن جي قبضي بعد، مير صاحب بہ ٻين شاهزادن سان گڏ گرفتار ٿي، ڪلڪتي جلاوطن ٿي ويو هو. جدائي نامو انهيءَ غريب الوطنيءَ جي دور جو يادگار آهي، جنهن ۾ حڪومت ... وڃڻ بعد جيڪي ٽالپرن تي مصيبتون نازل ٿيون ۽ جلاوطنيءَ جي دور ۾ جيڪي مٿن وهيو واپريو، انجو تفصيلي ذڪر آهي، ڪتاب جو هڪ نسخہ مير علي احمد خان ٽالپور جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي، ۽ ٻيو نسخو مير علي بخش خان جي نادر لائبريريءَ ۾ آهي.

(۴۴) **مڪاتيب مير صوبدار خان:** مصنف، مير صوبدار خان ٽالپر. هي انهن خطن جو مجموعو آهي، جيڪي مير صاحب پنهنجي دوستن ۽ عزيزن ڏانهن جلاوطنيءَ واري زماني ۾ لکيا آهن. برطانوي تسلط کان پوءِ جي حالت تي هي خط ڪافي روشني وجهن ٿا. انهيءَ مجموعي جو نسخو مرحوم مير علي بخش خان صاحب ٽالپر (متوفي ۱۳۷۴ هہ) جي ڪتب خاني ۾ آهي.

(۴۵) **تاريخ بلوچي:** ميان عبدالمجيد جوکيو، مجيدي - تصنيف قبل ۱۲۴۴ هہ.

مصنف، مير ڪرم علي خان (۱۲۲۷-۱۲۴۴ هہ) جي دربار سان وابستہ هو. هيءَ تاريخ ... ڪلهوڙن جي زوال ۽ ٽالپري فتوحات تي لکي. تاريخ جي شروعات ميان غلام شاه جي مسند نشيني (۱۱۷۰ هہ هہ) کان ٿئي ٿي. منجهس بيش بها ۽ نادر معلومات آهي. ڪيترا واقعات انهيءَ ... جا آيل آهن جيڪي ٻي ڪنهن بہ تاريخ ۾ ملي ڪونہ ٿا سگهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ... ان جو هڪ نسخو موجود آهي، جنهنجي ڪتابت، محمد عابد، ۱۹ رجب ۱۲۶۹ هہ بروز پنج شنبہ ختم ڪئي آهي. ڪتاب، ڪتابي سائيز جي هڪ سو ورقن تي لکيل آهي.

(۴۶) **تذڪره زبدت المعاصرين:** مصنف، مير حسين الحسيني، شيرازي - تصنيف ۱۲۴۰ هہ.

مصنف، شيراز مان، مير مراد علي خان (۱۲۴۴-۱۲۴۹ هہ) جي دور ۾، سال ۱۲۴۰ هہ، سنڌ ۾ پهتو، ۽ حيدرآباد ۾ اچي، مير مرادعلي خان جي دربار سان وابستہ ٿيو. هن اچڻ سان ئي سنڌ جي فارسي گو معاصر شاعرن تي هي تذڪرو لکيو. انهيءَ تذڪري جو اطلاع مونکي برادرم مڪرم جناب احسن ڪربلائيءَ ڏنو آهي; وٽس مصنف جو پنهنجو خطي نسخو ساڳئي سال جو لکيل موجود آهي. مقالات الشعراء ۽ مجمع البلغا جي هيءَ ٽين ڪڙي آهي. انهيءَ تذڪري مان خالص ٽالپري دور جي شاعرن جو اسان کي پتو پئجي سگهندو. ان جو هڪ نسخو شيرازي ڪليڪشن ۾ بہ آهي، جنهن جي ڪتابت جو سال پڻ ۱۲۴۰ هہ آهي.

(۴۷) **دستورالعمل آگهي:** مصنف، رامچند مهتو ٺٽوي - تصنيف قبل ۱۲۶۱ هہ.

هي ڪتاب نهايت قيمتي ۽ بيش بها آهي; منجهس، ٽالپري عهد ۾ جمع بنديءَ، حساب ڪتاب، وصوليءَ ۽ ڏان جو جيڪو شرح ۽ نمونو هوندو هو، ان جو تفصيلي ذڪر آهي. ان ۾ آمدني روانگيءَ ۽ جمع خرچ جي ڪتابن جو پڻ نمونو ڏنل آهي; ازانسواءِ حاڪم، وزير، امير، جنون جنون نموني جا خط لکندا هوا، سرڪاري مراسلا ڪيئن لکيا ويندا هوا، انهيءَ سڀني جا نمونا ڏنا ويا آهن.

ڪتاب جو هڪ نسخو جيڪو ۱۰۱ ورقن ۾ لکيل آهي، سو سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتب خاني ۾ آهي; ان جي ڪتابت جي تاريخ ۱۱- رمضان ۱۲۶۱ هہ آهي.

(۴۸) **فهرست تاريخ سنڌ:** مصنف، محمد حسين قادري السيوستاني، تصنيف قبل ۱۲۶۷ هہ.

هي، ٢٤ صفحن جو هڪ ننڍو رسالو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي حڪمرانن جا سلسليوار نالا ڏنا ويا آهن؛ هڪ ٻن سٽن ۾ هرهڪ جو احوال به ڏنو ويو آهي. مون وٽ هڪ نسخو آهي، جنهن جي ڪتابت ١٢٤٧ هه ۾ ٿي، ۽ هر صفحه تي ١٣ سٽون اٿس. تاريخ معصوميءَ جو جيڪو قلمي نسخو مون وٽ آهي، ان جي آخر ۾ به اهو رسالو ڏنل آهي. ازانسواءِ برٽش ميوزم واري تاريخ معصوميءَ (نمبر ١٧٨٨ .O. R) جي آخر ۾ پڻ موجود آهي، جنهن ۾ ٩١٩ هه کان وٺي ١٣٠٩ هه تائين جو حال ڏنل آهي.

(٤٩) **خلاصهء تاريخ سنڌ**: مصنف نا معلوم- تصنيف قبل ١٢٨٧ هه.

پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ نمبر ١٥٨ تي هي نسخو آهي؛ ڪتابت جي تاريخ ١٨ رجب ١٢٨٧ هه اٿس. معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي تاريخ جو ڪنهن صاحب فارسيءَ ۾ خلاصو تيار ڪيو آهي.

(٥٠) **رسالہ حساب مال و ديوان**: مصنف، خير محمد هالڪنڊي- زمانہ تصنيف نا معلوم. هي ٨ صفحن جو ننڍو رسالو آهي، جنهن جو نالو آهي "رسالہ حسابات مال و ديوان و ضبط اراضي". هي رسالو به نمبر ٤٧ جي نموني تي آهي، ليڪن هن ۾ فقط جمع بنديءَ، ڍلن ۽ زرعي زمين جي ماپ وغيره جو طريقو ڏنل آهي. اهو رسالو مون وٽ آهي.

(٥١) **شجرہ سومرگان و سمگان**: مصنف، نا معلوم؛ زمانه تصنيف نا معلوم؛ ابتدا ۽ انتها کان ناقص. هڪ ڪتاب جا چند اجزا مونوٽ آهن، جنهن ۾ فقط سنڌ جي سومرن ۽ سمن جا شجرا ڏنل آهن. معلوم اهو ٿئي ٿو ته سنڌ جي قبيلن جي انساب تي هي ڪتاب هو. جنهن جي وچ جا اهي اجزا وڃي بچيا آهن. ڪتاب ننڍي سائيز تي بد خط ۾ آهي.

(٥٢) **تاريخ تازه نواء**: مصنف، مرزا عطا محمد شڪارپوري؛ زمانه تصنيف، برطانوي عهد جي ابتدا.

مصنف، شڪارپور جو باشندو هو. هن ڪتاب ۾، برطانوي عهد ۽ شاه شجاع الملڪ جي آمد و رفت جي مڪمل ۽ مستند تاريخ آهي، ڇاڪاڻ ته مصنف انهيءَ دور جو ماڻهو آهي ۽ واقعات چشم ديد لکيا اٿائين. ڪتاب جو هڪ نسخو، پير علي محمد راشديءَ وٽ آهي؛ ٻيو نسخو ڊاڪٽر دائود پوٽي وٽ آهي؛ ۽ ٽيون نسخو برٽش ميوزم ۾ محفوظ آهي.

(٥٣) **خزائن تاريخ**: مصنف، مرزا عطا محمد شڪارپوري، تصنيف بعد از ١٢٦١ هه.

"تاريخ تازه نواء" جي مصنف جو هي ٻيو ڪتاب آهي. هن ۾ سرچالس نيپئر جي ان حملي جو به ذڪر آهي، جيڪو هن ١٢٦١ هه ۾ بلوچن تي ڪيو. هن تاريخ جا اقتباسات برٽش ميوزم جي مجموعي (١٩٨١ .O. R) ۾ آهن.

(٥٤) **سوانح شجاع الملڪ**:- مصنف، شاه شجاع الملڪ، بادشاه ڪابل.

هن جو هڪ نسخو شيراني ڪليڪشن ۾، ۽ هڪ نسخو آصفيه ڪتب خاني ۾ آهي. شاه شجاع الملڪ، هن ۾ پنهنجي سوانح لکي آهي، جنهن ۾ سندس سنڌ ۾ اچڻ ۽ هتي رهڻ جو احوال پڻ موجود آهي. "تاريخ ڪابل" به ان ڪتاب جو نالو آهي.

(٥٥) **نظارة السنڌ**:- مصنف، بشن لرائن - تصنيف ١٨٥٨ع.

هي مسٽر T. Postan جي ڪتاب "The Personal Observations on Sind" جو فارسي ترجمو آهي. مترجم، ١٨٥٨ع تائين جي احوال جو پنهنجي طرفان اضافو ڪيو آهي. الهيءَ ڪتاب جو هڪ خطي نسخو، بنگال ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي ڪتب خاني ۾ نمبر ٣٨٦-٣١٧ .O تي آهي؛ هي نسخو ١٨٥٩ع جو لکيل آهي.

(٥٦) **فريڊرنامو**:- مصنف، مير يار محمد خان بن مير مراد علي خان ٽالپر - تصنيف ١٢٧٩ هه.

هيءَ تصنيف، مير ڪرم علي خان واليءِ سنڌ (١٢٤٤-١٢٥٩ هه) جي صاحبزادي، مير يار محمد خان

جي آهي. مصنف خود ميرن جي آخري چوباريءَ جو رڪن هو: برطانوي تسلط (١٢٥٩هه مطابق ١٨٤٣ع) وقت، گرفتار ٿي ڪلڪتي جلاوطن ٿيو. مير صاحب، هزاري باغ ۾ وڃي نظر ڪيو، ۽ ١٢٧٠ هه مطابق ١٨٥٤ع ۾، کيس وطن اچڻ جي اجازت ملي: رجب ١٢٧٢ هه ۾ حيدرآباد پهتو، جتي سنڌس انتقال ٿيو، (٢٢ رمضان ١٢٨٧ هه).

مصنف جو پنهنجو بيان آهي ته "١٢ جمادي الاخر ١٢٧٩ هه (٥ ڊسمبر ١٨٦٣ع)، سر بارٽل فريئر، سنڌ جو پهريون ڪمشنر، سنڌس بنگلي تي آيو ۽ مير صاحب کي هن فرمائش ڪئي ته ٽالپرن جي عهد جي هو تاريخ لکي، ڇاڪاڻ ته ڪانئس پوءِ ڪوبه اهڙو ڪونه آهي جيڪو اکين ڏٺو احوال قلمبند ڪري سگهي." مصنف، ٽن مقالن ۾ ڪتاب کي ورهايو آهي: پهريون مقالو ڪلهوڙن جي احوال ۾ آهي، ٻيو مقالو ٽالپرن جي دؤر تي، ۽ ٽيون مقالو برطانوي تسلط تي آهي.

ڪتاب، ٢٦٩ صفحن تي آهي. ابتدائي حصي جو بنياد، مير عظيم الدين جي فتح نامي تي آهي: باقي ٻن مقالن کي هن پنهنجي اکين ڏٺي احوال جي آڌار تي مرتب ڪيو. هيءَ تاريخ، ڪلهوڙن، خاص طرح ٽالپرن ۽ برطانوي تسلط جي سلسلي ۾ نهايت قيمتي آهي. هن ۾ ڪلهوڙن جي رتبي خاندان جو نقطءِ نگاه موجود آهي، ۽ خود شاهي خاندان جي هڪ جليل القدر حاڪم جا چشمديد واقعا موجود آهن. ڪتاب جو هڪ نسخو مسٽر محمد حنيف صديقيءَ وٽ موجود آهي.

(٥٧) **تاريخ سنڌ:** مصنف، منشي نوبت مل - تصنيف، قبل ١٢٥٩ هه.

هيءَ تاريخ، نواب فتح محمد خان ولد نواب ولي محمد خان لغاريءَ (متوفي ١٢٤٨ هه = ١٨٣٢ع) جي فرمائش تي لکي وئي. نواب ولي محمد خان، ٽالپري عهد جو امير الامراء، بهادر جرنيل ۽ فاضل اديب ۽ نغزگو شاعر هو، مثنوي هير رانجهو، ديوان ولي ۽ طب ولي (نزهت الابدان) سنڌس يادگار آهن.

١٥٢ صفحن جي هن تاريخ ۾، سنڌ جو سرسري خاڪو پيش ڪيو ويو آهي. ڪي واقعا منجهس اهڙا به آهن، جيڪي ٻيءَ ڪنهن به تاريخ ۾ ڪونه ٿا ملن. ڪتاب ۾ ١٨٤٣ع (١٢٥٩ هه) تائين جا واقعات آهن. ڪتاب کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: پهريون حصو (٢٥ ورق) تيمور کان وٺي ١٢١٦ هه تائين، ۽ ٻيو حصو (٢٥ تا ٣٧ ورق) تاريخ سنڌ تي، از ابتدا تا تسلط برطانوي (١٨٤٣ع). انهيءَ تاريخ جو هڪ نسخو پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ موجود آهي، جنهن جي ڪتابت جي تاريخ ٢٦ جماد الثاني ١٢٩٢ هه آهي.

(٥٨) **تڪملهٔ مقالات الشعرا:** مصنف، محمد ابراهيم صديقي، نقشبندي، ٺٽوي، تخلص "خليل" ۽ "سوداني"، (متوفي ١٣١٦ هه).

هي تذڪرو، مقالات الشعرا جو تڪملو آهي، ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ جي چوٽين ڪڙي آهي. هن تذڪري ۾ ٢٧ شاعرن جو ذڪر آهي. آخري ٽالپري دور ۽ ابتدائي برطانوي دور جا سڀئي ممتاز فارسي گو شاعر هن تذڪري ۾ اچي ويا آهن. ڪتاب ۾ ٢١٨ ورق آهن. شاعرن جي سلسلي ۾، ضمناً تاريخي واقعا به اچي ويا آهن. هن تذڪري جي هڪ ڪاپي پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ آهي، ۽ ٻي ڪاپي جناب خالدي ٺٽويءَ وٽ پڙجي ٿي.

(٥٩) **لب تاريخ سنڌ:** مصنف، خان بهادر خدا داد خان پکري - تصنيف، ١٣١٨ هه.

فارسي زبان ۾، سنڌ جي تاريخ تي هي آخري ڪتاب آهي، جو ١٩٠٠ع (١٣١٨ هه) تائين جو احوال پڌائي ٿو. مصنف، انگريز سرڪار جو ملازم ۽ جاگيردار هو. فارسي ادب ۽ سنڌ جي تاريخ سان، مرحوم کي خاص دلچسپي هئي، ۽ هن مختلف عنوانن تي ڪيئي ڪتاب لکيا. سنڌ جي قديم تاريخي ڪتبن کي هن صاحب ٻن ضخيم جلدن ۾ مرتب ڪيو هو. ليڪن افسوس جو اهي ٻئي جلد گم ٿي ويا: اڄ انهن ڪتبن مان ڪيترا ڪتبا به گم ٿي ويا آهن. هن تاريخ ۾

ڪيئي خاص واقعا مصنف پنهنجي ذاتي معلومات جي بناء تي لکيا آهن، جيڪي ٻي ڪنهن به ڪتاب مان ملي ڪونه سگهندا.

لب تاريخ سنڌ، ١٩٠٠ع ۾، امرتسر مان شايع ٿي آهي، مگر ڇاپي نسخي ۾ پروف جون اڪيچار غلطيون آهن، خاص طرح تاريخن ۽ سالن ۾.

(٦٠) **پل نامو:** مصنف، خان بهادر خدا داد خان پکري، تصنيف، ١٣٠٧هه. "لب تاريخ سنڌ" جي مصنف، هن ڪتاب ۾ لينسڊائون پل سکر واريءَ جي افتتاح جو احوال لکيو آهي. ڪتاب ننڍيءَ سائيز جي ٢٦ صفحن تي آهي، ۽ ١٨٩٠ع (١٣٠٧هه) ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو آهي. انهيءَ مختصر ڪتاب ۾ مصنف، ڪوئيٽا جي سفر جو احوال به ڏنو آهي.

(٦١) **جام جهان نما:** مصنف، مخدوم محمد عاقل کهڙوي - (متوفي ١٣٣٢هه).

هي ڪتاب ٽن جلدن ۾ آهي، آخري جلد سنڌ جي تاريخ تي آهي. مصنف هڪ عظيم المرتبت بزرگ خاندان مان هو، ۽ پاڻ به وڏو عالم دين هو. سنڌس گهرانو ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زماني ۾ وڏي مذهبي اقتدار جو مالڪ هو.

هن ڪتاب ۾ ڪيئي نادر واقعا درج آهن: ازانسواءِ تاريخي، سياسي ۽ ملڪي حالات سان گڏ اسانکي انهيءَ دؤر جي مذهبي ۽ روحاني تحريڪن ۽ ماحول جو به هن تاريخ مان پتو پوي ٿو.

ڪتاب جو فقط هڪ ئي نسخو موجود آهي، جيڪو مصنف جي خاندان جي موجوده سجاده نشين صاحب وٽ آهي.

(٦٢) **تذڪره مخاديم کهڙه:** مصنف، مخدوم اله بخش بن مخدوم محمد عاقل کهڙوي.

هي تذڪرو، مخاديم کهڙن جي پوري خاندان جي حالات ۾ آهي. ٽالپري ۽ ڪلهوڙه عهد جي تاريخي واقعات تي به هن مان روشني ملي ٿي. ڪتاب جو اصل نالو آهي، "فوز الاخلاف من فيض الاسلاف." مصنف، جام جهان نما جي مصنف جو فرزند آهي. مون وٽ جيڪو نسخو آهي، سو منهنجي پاران پير علي محمد راشديءَ جو نقل ڪيل آهي، ۽ ٣٢٣ فلسڪيپ پنن تي آهي.

هي سڀ اهي ڪتاب آهن، جيڪي دستياب ٿي سگهيا آهن، يا معلوم ٿي سگهيا آهن. سنڌ جي ذاتي ڪتب خانن جي جيڪڏهن سروي ڪئي ويندي ته ممڪن آهي ته اڃان به ڪيئي ڪتاب، سنڌ جي تاريخ سان تعلق رکندڙ، لڀي پون. ازانسواءِ بزرگن جي ملفوظاتن، بياضن ۽ مڪتوباتن جو سنڌ ۾ اڪٽ خزانو موجود آهي. جيڪڏهن ملڪ جو جائزو ورتو ويندو ته انهيءَ قسم جي ذخيري جو به خزانو هٿ لڳي ويندو، ۽ اسانجي وطن جي تاريخ جون سڀ ڪڙيون ملي وينديون. سنڌ ۾ شاهي دستاويزن ۽ فرمانن جو به هڪ وڏو ذخيرو آهي: انهن جي جاچ پڙتال ۽ دستيابي به ضروري آهي.

سنڌ جي سرحد، ڪنهن زماني ۾، ملتان تائين رهي آهي: ۽ هيڏانهن بلوچستان به سنڌ جو هڪ حصو هو: اڄ ۽ بهاولپور به سنڌ جو هڪ جزو هئا. بهاولپور جا حاڪم خود، شڪارپور ۽ لکيءَ جا، ڪلهوڙن جي دؤر ۾، زميندار هئا، ۽ پوءِ لاڏ ڪري وڃي اُتي حڪومت قائم ڪيائون. انهيءَ خاندان جي ابتدائي تاريخ کي خود سنڌ جي تاريخ سان تعلق رهيو آهي، جنهن ڪري، بهاولپور جي تاريخ کي گويا سنڌ جي تاريخ جو ضميمو سمجهڻ گهرجي.

انهيءَ بناء تي، مان بهاولپور جي ابتدائي تاريخن جو، مضمون جي هن ئي حصي ۾، ذڪر ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان، ۽ سلسلي کي قائم رکڻ خاطر، بلوچستان جي ابتدائي تاريخن کي به هتي ئي آڻيان ٿو.

(٦٣) **مرات دولت عباسيه:** مصنف، لال دولت راءِ ابن عزت راءِ- تصنيف، ١٢٢٧هه. مصنف جو والد، نواب محمد مبارڪ خان جو ملازم هو. بهاول خان ثانيءَ جي زماني

(۱۱۸٦-۱۲۲۴ھ) ۾، مصنف، دربار سان وابسته ٿيو. ڪجھ ڏينهن پڄاڻان، نوڪري ڇڏي ملتان ۾ وڃي مقيم ٿيو. پوءِ، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جي دور ۾ ٽالپري دربار ۾ اچي شريڪ ٿيو، ۽ ڪجھ عرصي بعد، محمد صادق خان جي دور ۾ (۱۲۲۴-۱۲۶۱ھ)، وري وڃي بهاولپور جي دربار ۾ پهتو، جتي ۱۲۳٦ ھ ۾ سنڌس انتقال ٿيو.

هيءَ تاريخ، مصنف، ۱۲۲۳ ھ ۾، شروع ڪئي ۽ ۱۲۲۷ ھ ۾ لکي ختم ڪئي. ڪلهوڙن جي دور ۽ ميرن جي صاحبيءَ جو هن ۾ سربستو احوال آهي. پڻ ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جي معاملات تي هن مان خاص مواد ملي ٿو.

۱۸۵۱ع ۾، هيءَ تاريخ، ۱۷٦ صفحن تي، دهليءَ مان شايع ٿي، ليڪن اهو نسخو اڄ ڪلھ ناپيد آهي.

(٦٤) **تاريخ بهاول خان:** مصنف، وڏيرو جان محمد خان مارفاني. بهاول خان اول (۱۱۸٦-۱۲۲۴ھ) جي سوانح ۾ هي ڪتاب لکيو ويو آهي. ان ۾، ڪلهوڙن جي دور ۽ دائود پوٽن جي تاريخ تي ڪافي مواد ملي ٿو.

(٦٥) **مقصود اعظم:** مصنف، محمد اعظم اسدي الهاشمي.

هي ڪتاب، محمد صادق خان والي بهاولپور جي سوانح تي آهي. ليڪن ضمناً خالفاني احوال جي دوران ۾ منجهس سنڌ جو ذڪر به اچي ٿو. برٽش ميوزم ۾ ان جو هڪ نسخو ۸۸۵ O. R. نمبر تي موجود آهي.

(٦٦) **خلاصه تاريخ عباسيه:** مصنف، نامعلوم - تصنيف، ۱۲۶۱ کان اڳ. ڪتاب، هڪ مقدمي ۽ ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي: پهرئين ڀاڱي ۾ سلطان احمد ثانيءَ کان وٺي مبارڪ خان جي وفات تائين جو ذڪر آهي، ٻئي ڀاڱي ۾ محمد بهاول خان ثانيءَ جو (۱۱۸٦-۱۲۲۴ھ) احوال آهي، ۽ ٽئين حصي ۾ محمد صادق خان جي (۱۲۲۴-۱۲۶۱ھ) سوانح آهي.

(٦۷) **اقبال نامه سعادت آيات:** مصنف، محمد اعظم بن مولوي محمد صالح اسدي الهاشمي فاروقي.

مصنف، محمد صادق خان جي ٻئي سال (۱۲۲۵-۲٦ھ) ۾، بهاولپور جو سفير ٿي حيدرآباد ۾ آيو. نواب ڪي، ان زماني ۾، ٽالپرن جي طرفان، بهاولپور ۽ ملتان تي حملي جو خطرو هو. هن تاريخ ۾، ۱۲۳۰ ھ کان وٺي ۱۲۶۱ ھ تائين جو احوال آهي، ۽ سنڌ جو ضمناً منجهس ڪاني ذڪر آهي.

(٦۸) **تاريخ بهاولپور:** مصنف، مبارزالدوله پير ابراهيم خويشگي قصوري.

مصنف، ۱۷۹۳ع ۾ پيدا ٿيو. ۱۸۱۷ع ۾، رنجيت سنگھ وٽ ملازم ٿيو. اتان جلد ئي علمي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ دهليءَ ويو، ۽ ۱۸۳۷ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ملازمت ۾ داخل ٿي، بطور ايجنٽ جي، بهاولپور ۾ آيو. پهرين سکن واريءَ لڙائيءَ ۾ ڪيترائي نمايان ڪم سرانجام ڪيائين، خلعت ۽ خان بهادري انهيءَ صلي ۾ حاصل ڪيائين. ۱۸۴۸ع ۾، بهاولپور کان فوج وٺي مسٽر هربرٽ ايڊورڊ جي امداد لاءِ ملتان ويو، جنهن "A year on the Punjab Frontier" ۾ سندس ڏاڍي واکاڻ ڪئي آهي. ۱۸۵۱ع ۾، لنڊن ويو جتان ۱۸۵۲ع ۾ بيمار ٿي واپس وريو. بهاولپور پهچڻ تي کيس مبارزالدوله جو خطاب مليو. ۱۸۵٦ع ۾ سنڌس انتقال ٿيو.

ڪيپٽن ڪاهڪام جي فرمائش تي، هن هيءَ تاريخ مرتب ڪئي، جنهنجو ترجمو شهامت عليءَ، ۱۸۴۸ع ۾، انگريزيءَ ۾، لنڊن مان شايع ڪيو. سنڌ جي تاريخ تي ان ۾ چڱو مواد ملي ٿو.

(٦٩) **جواهر عباسيه**: مصنف، محمد اعظم بن مولوي محمد صالح الهاشمي الفاروقي.
بهاولپور جي هيءَ تاريخ، ١٨٠٩ع ۽ ١٨٣٠ع جي درميان، لکي وئي; "مراة دولت عباسيه" تان مواد حاصل ڪيو ويو آهي; ڪتاب ١٧٤ صفحن ۾ آهي، ۽ اڻ لڀ آهي; مولانا غلام رسول مهر وٽ هڪ نسخو آهي.

(٧٠) **ڪيچ نامو**: مصنف، ڪمالان بن مير هاشم گيچڪي (پنج گور).
هي ڪيچ مڪران جي تاريخ آهي، جنهن ۾ ٽالپرن جو احوال ۽ برطانوي تسلط جو به ذڪر آهي.
انهيءَ مصنف جو پيو ڪتاب "لفظ بلوچستان" ٿالي آهي، جنهنکي هن ٨ رجب ١٢٩٠ هه ۾ لکي پورو ڪيو. ان ۾ هن بلوچي لفظ گڏ ڪيا آهن. "ڪمالان"، "ڪمال خان" جو بگاڙ آهي. مصنف، امير هاشم جو پٽ هو، جو ملڪ دينار جي.چوٿين پيڙهيءَ ۾ هو. امير هاشم جو قبضو ڪيچ ۽ مڪران تي هو، ۽ مير نصير خان والي قلات جي هٿان ماريو ويو.
ڪيچ نامي جو هڪ نسخو، برٽش ميوزم ۾ (O. R. ١٦٦٠ نمبر تي) آهي; ننڍيءَ سائيز جا ١١٨ ورق اٿس. ڪمالان، اها تاريخ مسٽر Ross جي فرمائش تي لکي، بمبئي جاگرافيڪل سوسائٽي جي ١٨ جلد جي ٦١ صفحه تي هڪ نوٽ ان متعلق آهي.

(٧١) **تذڪره سلاطين ڪيچ و مڪران**: مصنف، حاجي عبدالنبي افغان.
مصنف کي پهرين افغان ويڙهه ۾ (١٨٣٨ع)، ڪپتان ليچ، قلات کان مڪران ڏانهن، اتان جي حالات معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. سندس تحقيقات جو مضمون، ١٨٤٤ جي ايشائڪ سوسائٽي، بنگال جي رسالي ۾ بن قسطن ۾ شايع ٿيو. سندس هڪ سفر نامو به موجود آهي.
هن تذڪري ۾ ڪيچ ۽ مڪران جي سلطانن جو ذڪر آهي. سنڌ جي تاريخ تي به جسته جسته روشني پوي ٿي. ان جو هڪ نسخو انڊيا آفيس ۾ ٣٠٣ نمبر تي آهي.
بلوچستان جي سلسلي ۾ هيٺيان چند ڪتاب به ضروري آهن، جن جو اطلاع جناب مولائي شيدائيءَ جي مضمون (الوحيد ١٣ آگسٽ ٣٥ع) مان پوي ٿو:

(٧٢) **هوتمان جو قصيدو**: هن قصيدي ۾، پورچوگيزن ۽ ڪلمتي بلوچن جي بحري لڙائيءَ جو احوال آهي. پورچوگيزن، ميرزا عيسيٰ جي زماني ۾ ٺٽي کي به، ڪاهه ڪري تباه برباد ڪيو هو، ۽ ١٥٨١ع ۾، مڪران جي پسني بندر سان به ساڳي ڪار ڪيائون. هن قصيدي ۾ بلوچن جي جوانمرديءَ ۽ بهادريءَ جي ساراه ڪيل آهي، جن يامرديءَ سان دشمن جو مقابلو ڪيو.

(٧٣) **جنگ نامو**: مصنف، قاضي نورمحمد گنج آبدي.
هيءَ منظوم تاريخ، ٢٢٦ صفحن تي آهي. مصنف، مير نصيرخان واليءِ قلات سان هر ڪاب هو، جڏهن هو صاحب، احمد شاه ابداليءَ سان گڏ پنجاب جي سکن سان لڙائي ڪرڻ ويو. قاضي نورمحمد، شاه فقير الله علويءَ جو معاصر هو.
هن ڪتاب جو هڪ نسخو قلات جي شاهي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

(٧٤) **بلوچي نامو**:- مصنف، آخوند محمد صديق.
هيءَ، خداداد خان واليءِ قلات جي خاندان جي تاريخ، قديم الايام کان وٺي مصنف جي زماني تائين، آهي. مولائي شيدائيءَ جو قول آهي ته بلوچي تاريخ ۾ هن ڪتاب کي اهوئي درجو حاصل آهي، جيڪو تحفة الڪرام کي سنڌ جي تاريخ ۾. تاريخ جو هڪ نسخو خان قلات جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

# آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين!

(اداره)

## ڊاڪٽر گربخشاڻي



سنڌ جو مشهور عالم ۽ اديب، سنڌي زبان جو ڄاڻو، ۽ شاهه جو شارح، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، تقسيم هند واري سال، ١١ فيبروري ١٩٤٧ع تي ڪراچيءَ ۾ گذاري ويو.

ڊاڪٽر صاحب جي ادبي حيثيت امر ۽ جاودان آهي؛ سنڌي ادب ۾ جيسين شاهه جو ڪلام رهندو تيستائين سندس علمي ۽ محققانہ شرح به زنده رهندي.

ڊاڪٽر صاحب، ٨ مارچ ١٨٨٤ع، حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. سندس ابتدائي زندگي، هڪ اديب ۽ سنڌي زبان جي ڄاڻوءَ جي حيثيت سان شروع ٿي. ڊاڪٽر صاحب، اگرچ نحيف ۽ نازڪ طبع جو هو، تاهم ابتدائي ۽ ثانوي تعليم نهايت امتياز سان حاصل ڪري، ١٩٠٠ع ۾، ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو، جتان ١٩٠٥ع ۾ بي-اي پاس ڪيائين، ۽ ايم-اي لاءِ بمبئي جي ولسن ڪاليج ۾ داخل ٿيو. ١٩٠٧ع ۾ تعليم ختم ڪيائين، ۽ ساڳئي ڪاليج ۾ انگريزي ۽ فارسي جو استاد مقرر ٿيو. ١٩٠٨ع ۾، بمبئي جا وڻ ڇڏي، هت سنڌ ۾ آيو، ۽ ڏيارام ڪاليج ۾ فارسيءَ جو استاد مقرر ٿيو. ١٩٢٨ع ۾ انگلنڊ روانو ٿيو ۽ لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ رهي هڪ مقالو "انگريزي شاعريءَ ۾ تصوف" تي لکي، ڊاڪٽريءَ جي سند حاصل ڪيائين. آخري عمر تائين، ڊي-جي سنڌ ڪاليج جي مختلف منصبن تي فائز رهيو ۽ آخر ۾ پرنسپال ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب جي تصنيفات ۾، شاهه جي رسالي جي شرح جا ٣ جلد، نورجهان ناول، لواري جا لال، نهايت معياري ۽ بي نظير آهن. شاهه جو رسالو سندس وسيع مطالعي، محققانہ ڪاوش، لغت تي عبور، تصوف ۽ ويدانت جي ڄاڻ، ۽ صحيح ادبي مذاق جو ثبوت آهي. ڊاڪٽر صاحب جنهن محنت ۽ عرق ريزيءَ سان وڏي، ڇنڊ ڇاڻ ڪري شاهه جو ڪلام جمع ڪيو آهي، اهو هڪ عظيم علمي ڪم آهي، پر ان تي اڪتفا نہ ڪيائين ۽ هڪ نقاد ۽ زباندان لغوي ۽ صوفي محقق ۽ عالم جي حيثيت سان شرح لکيائين، ۽ اڳين سڀني رسالن کان گوءِ کنيائين، بلڪ اڄ تائين اهڙي معياري شرح اڃا ڪانہ لکي وئي آهي. ڊاڪٽر صاحب، شرح جا ٣ جلد لکي پورا ڪيا هئا،

جنهن جا ٽي جلد، ١٩٢٣ع، ١٩٢٣ع ۽ ١٩٣١ع ۾ ڇپيا هئا، ۽ باقي جوڙون ۾ آخري حصو تقسيم کان پوءِ، هندوستان ڏانهن ويل آهي، ۽ معلوم ٿيو آهي ته سندس عزيزن وٽ محفوظ آهي.

رسالي جي شرح متعلق ڪن عالمن سخت تنقيدون لکيون، پر ڊاڪٽر صاحب اٽل رهيو، ۽ شرح کي پنهنجي نقطہ نظر سان لکندو رهيو. ياد رهي ته ڊاڪٽر صاحب پنهنجي رسالي ۾ اڳين ڇپيل رسالن کان هڪ هزار بيت گهٽ شايع ڪيا آهن.

شرح جي ابتدا ۾ هڪ عالمانہ مقدمي سان ٿئي ٿي، جنهن ۾ شاهه جي سوانح حيات جا مختلف پهلو، نهايت لذيذ ۽ محققانہ انداز ۾، پيش ڪيل آهن، ۽ آخري ۾ باب ۾ شاهه جي زبان ۽ ان جي صرفي ۽ نحوي بناوت تي عالمانہ بحث لکيو اٿس. روح رهاڻ ڪتاب ۾، شاهه جون آکاڻيون نهايت سلوڻي ۽ سوادي، مٺي ۽ دلنشين ٻوليءَ ۾ لکيون اٿس. هن ڪتاب ۾ سندس اسلوب بيان نهايت دلڪش ۽ وڻندڙ، رنگين ۽ شيرين آهي.

"لواريءَ جا لال" سوانح نگاريءَ ۽ سنڌي بزرگن جي حالات تي مفيد علمي چيز آهي، ۽ "نورجهان" هڪ لذيذ تاريخي ناول آهي.

سنڌي زبان، ڪڏهن به اهڙي محسن ۽ عظيم الشان اديب کي وساري نہ ٿي سگهي. ضرورت آهي ته سندس علمي ڪارنامن ۽ شخصيت تي ڪو مفصل ڪتاب لکيو وڃي.

## ڪشنچند - "بيوس"



سنڌ جو مشهور عوامي شاعر، مسٽر ڪشنچند "بيوس"، ٢٣ سپٽمبر ١٩٤٧ع تي پرلوڪ پڌاريو.

بيوس، پنهنجي سليس ۽ سلوڻي، عوامي ۽ فطرتي شاعريءَ جو موجد هو، انهن چوڻ ۾ وڌاءُ ڪونہ آهي، تہ "بيوس" پهريون شخص آهي، جنهن گل ۽ بلبل واري، ايراني ۽ اردو رنگ کي ڇڏي، ٺيٺ سنڌي زبان ۾ طبع آزمائي ڪئي، ۽ قومي فطري خيال پيش ڪيا. سندس زندگي هڪ آدرشي استاد جي حيثيت سان شروع ٿي، ۽ هڪ باڪمال قومي ۽ عوامي شاعر ٿي، هيءَ دنيا ڇڏيائين.

ڪانگريس ۽ خلافت جي دؤر سياست ۾ بہ بهرو ورتائين. هو گانڌيءَ جو معتقد ۽ شش هو، ۽ هندو مسلم ايڪتا جو حامي هو. سرڪاري نوڪريءَ هوندي بہ، قومي ترانا، ۽ جوشيلا شعر، پنهنجي پياري شاگرد، هولد راج "دڪايل" جي نالي لکندو هو، ۽ اخبارن کي موڪليندو هو. آهي سليس قومي گيت، سنڌ جي هر قومي ميڙ ۾، ڏاڍي جوش ۽ محبت سان پڙهيا ويندا هئا.

زندگي بلڪل سادي گذاريندو هو، ۽ ڪوشش ڪري ولايتي چيزن کان پري رهندو هو ۽ ديسي شيون واپرائيندو هو. حڪمت سندس آبائي پيشو هو، پينشن تي وڃڻ کان پوءِ بہ حڪمت جو دڪان هلائيندو رهيو.

مارچ، ١٩٣٢ع ۾، سنڌي ساهتہ سميلن سندس صدارت ۾ سڏائي وئي، جنهن ۾ سنڌي زبان، ۽ سنڌي تهذيب، ۽ سنڌ جي سليس شاعريءَ متعلق، پاڻ نهايت ڪارائتا خيال پيش ڪيائون.

سندس ڪلام، سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن، ۽ روزانه اخبارن ۾، شايع ٿيندو رهيو. سندس "شيرين شعر"، ۽ "هنمانت ڊرامو، نصابي طور هاءِ اسڪولن ۾ منظور ٿيل ڪتاب هئا.

سندس شاگردن ۽ صحبتين مان، هوندراج دکايل ۽ پروفيسر رام پنجواڻي مشهور شاعر ۽ اديب آهن.

ضرورت آهي ته "بيوس" جي ڪلام ۽ مضمونن کي جمع ڪجي، ۽ سندس ڪلام ۽ سوانح حيات تي ڪو ضخيم ۽ مفصل ڪتاب لکيو وڃي.

## چيتمل پرسرام "گلراج"

سنڌ جو مشهور اديب، قومي ۽ ملڪي خدمتگذار، صوفي ۽ ٿياسافسٽ، مرحوم چيتمل پرسرام، ٧ جولاءِ ١٩٤٨ع تي گذاري ويو.



چيتمل پرسرام، سنڌ جي سماجي زندگيءَ جو، هڪ وسرندڙ هيرو هو. وسيع مطالعي، وسيع فڪر، ۽ وسيع مشرب وارو صوفي صافي هو. تصوف ۽ ويدانت جي ڪتابن جو ڪافي علم هوس. "شاهه لطيف" جي ڪلام، ۽ رمزن جو ته وڏو ڄاڻو هو، سندس زبان سلوڻي ۽ مٺي، هلڪي ۽ دلپذير هئي.

قومي زندگيءَ جو آغاز، ڪانگريس هلچل ۾ ڪيائين، ۽ ساري عمر سچو ديش ڀڳت ٿي رهيو. "سنڌ" سان ته خاص الفت هئس. وفات وقت، پنهنجن پوين کي وصيت ڪري ويا آهن، ته سندن هاڏي يا گورو يعني سندن چکيا جي خاڪ ۽ هڏيون، سنڌو درياءَ جي سپرد ڪيون وڃن. پهرئين دؤر ۾، مرحوم غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جو ٻانهن ٻيلي ۽ صلاحڪار ٿي ڪم ڪيائين، ۽ ڀرڳڙي صاحب جي خيالات ۽ قومي ڪمن جي ڦهلائڻ لاءِ سنڌي ۽ انگريزي اخبارن جو ايڊيٽر ٿيو. سندس بيباڪ، ۽ هندو مسلم فساد کي ختم ڪندڙ، اتفاق ڏي ڇڪيندڙ مضمون اڃ به موجود آهن. ڪانگريس جي تحريڪ ۾، مهاتما گانڌيءَ سان گڏ جيل به ماڻيائين. سندس طبعيت فقيرائي هئي. سنڌ جي صوفين ۽ سنتن، ۽ هندو توڙي مسلمان فقيرن جي ڪلام جو خاص مٿس اثر پيو. پيغمبر اسلام، ۽ ان جي سچي تعليم کان به متاثر ٿيو، ۽ پيغمبر اسلام تي هڪ ڪتاب به لکيائين.

سندس زندگيءَ جو ٽيون دؤر، مائي اينيءَ بيسنٽ جي صحبت، ۽ ٿياسافي تحريڪ کان شروع ٿيو. ان تحريڪ ۾ اچڻ کان پوءِ، سڀني مذهبن ۽ ڌرمن جي سچائي ۽ يڪانگت تي، خوب ليڪچر ڪيائين.

سندس ڪوشش سان، حيدرآباد سنڌ ۾، بيسنٽ لاج جو بنياد وڌو ويو، جو حيدرآباد جو مذهبي، ڌرمي، ۽ ڪلچرل مرڪز بڻجي پيو.

ٿياسافي ۽ تصوف جي پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ "روح رهاڻ" نالي رسالو ١٩٢٣ع ۾ ڪڍيائين، جو ١٩٤٥ع تائين پورا ٢٢ سال ساندهه، باقاعدگيءَ سان هلندو رهيو، جنهن ۾ قرآن، گيتا، تصوف، ويدانت، ٿياسافيءَ ۽ روحانيت متعلق معياري مضمون شايع ٿيندا هئا. نهايت خوشيءَ

جي ڳالهه آهي جو سندس هيءَ دلپذير رسالو، ڏهن سالن کان پوءِ، وري هاڻي، سندس لائق فرزند ۽ نهن بمبئيءَ مان شروع ڪيو آهي.

سندس انگريزي ۽ سنڌي ڪتابن جو چڱو انداز آهي. اوم جي ڪهاڻي، سنڌيون ۽ چڪر، پيغمبر اسلام، فلاسفي جا آهي، موت آهي ئي ڪونه، شاهه جون ڪهاڻيون، روح رهاڻ جا ۱۲ جلد ۽ سنڌوءَ جا فائيل ۽ ٻيا ڪيئي علمي ۽ ادبي مضمون سندس يادگار اڄ اسان وٽ موجود آهن.

برهمو سماج، سناتن ڌرم، اسلام ۽ ٿياسافيءَ جو وڏو ڄاڻو، سنڌ جو سورهيه ۽ عاشق، قلم ۽ ڪلام، علم ۽ عمل، اخلاق ۽ محبت جو مجسمو، مرحوم چيٺمل پرسرام، تقسيم کان پوءِ جڏهن سنڌ جا وڻ ڇڏي ويو، تڏهن ۷ جولاءِ ۱۹۴۸ع ۾، بمبئيءَ ۾ سندس مرتيو ٿيو.

ضرورت آهي ته سندس شخصيت ۽ ڪتابن ۽ خيالن تي مفصل ڪتاب لکيو وڃي، ۽ سندس سمورا ڪتاب ۽ لکيتون "ڪليات چيٺمل" جي نالي شايع ڪيون وڃن.

## مولانا دين محمد وفائي



سنڌ جو مشهور ۽ معروف، عالم ۽ اديب، عربي، فارسي، اردو، سنڌي زبانن جو ڄاڻو ۽ فاضل، حديث ۽ تفسير، تاريخ ۽ علم الانساب، فقه ۽ فلسفي، تصوف ۽ فلسفه ولي الهي، جو وڏو ماهر ۽ استاد، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو فڪري ترجمان، الوحيد جو سابق ايڊيٽر، توحيد جو مدير، "مهراڻ" جو معاون تحرير، مولانا دين محمد وفائي صاحب، ۱۰ اپريل ۱۹۵۰ع تي وفات ڪري ويو. سندن عمر ۶۰ ورهيه هئي.

"مهراڻ" سان نه فقط سندن تعاون هو پر ايڊيٽوريل بورڊ جو هڪ فرد هو. "مهراڻ" جي نالي سان، سندن انس ۽ محبت جو اهو روشن دليل آهي، جو پاڻ "مهراڻ" پبلشنگ هائوس جي طرفان، پنهنجو تحقيقي ۽ معياري ڪتاب "لطف اللطيف" شايع ڪري، سنڌي ادب ۾ "مهراڻ" کي وڏيڪ مشهور ۽ مقبول ڪيائون.

مولانا وفائي، سنڌي زبان، سنڌي تهذيب، سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي روايات، سنڌ جي شاعريءَ، جو وڏو محقق ۽ ڄاڻو هو. پنهنجي ساري عمر عزيز علوم دينيه ۽ سنڌي ادب جي خدمت ۾ گذاري، مولانا مرحوم هڪ عمدو مثال قائم ڪيو. مولانا مرحوم جي ملڪي ۽ وطني، سياسي، ۽ صحافي زندگي به قابل قدر آهي. توحيد، هڪ بلند معيار ديني ۽ ادبي رسالو آهي. سندن تصنيفات ۾ بيشتر ديني ڪتاب آهن. ان کانسواءِ سنڌ جي شخصيات متعلق سندن ڳڻ ڪيل ڪتاب، سنڌ جي علم الانساب، ۽ علم رجال جو بهترين شاهڪار آهي.

مولانا مرحوم، پنهنجي آخري زندگيءَ ۾، امام الانقلاب، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو هڪ طالب ۽ ترجمان ٿي اٿيو، ۽ ولي الهي فلسفه جي مطالعي ۾ وقت گذاريائين. مرحوم مولانا سنڌيءَ کي سندس اجتهاد، علمي تبحر، معلومات، مطالعي ۽ خوش ذوقيءَ تي پورو پورو اعتماد هو. اها اميد قائم ٿي چڪي هئي ته مولانا وفائي ئي سنڌي زبان ۾ فلسفه ولي الله جي ترجماني ۽ شرح جا فرائض بجا آڻيندو، پر اي بسا آرزو ڪه خاڪ شد. مولانا مرحوم ۱۹۱۹ کان وٺي ۱۹۴۶ع تائين

"الوحيد" جي معرفت قوم ۽ وطن جي خدمت ڪندو رهيو، ۽ اسير فرنگ به رهيو، ۽ تحريڪ خلافت جو سرگرم رڪن هو. مولانا هڪ خوش اسلوب، صاحب تحرير هو. سندس زبان سلاست جو آئينو آهي. سندس تصنيف "لطف اللطيف" سنڌي ادب ۾ زنده جاويد آهي.

اهڙو جامع العلوم ۽ جامع الفنون عالم، سنڌي ادب لاءِ باعث فخر هو. اهڙو عالم، اديب، سخن سنج، مورخ، محقق، فلسفي، صحافي، منطقي، علم الانساب جو ڄاڻو، سنڌي شخصيات جو ماهر، وري پيدا ٿيڻ مشڪل آهي. خلفائي راشدين، سيرت النبي، الهام باري ۽ ٻيا ڪتاب سندس يادگار آهن.

"مهراڻ" جو معاون مدير هو، تنهن ڪري، "مهراڻ" جو ادارو ۽ مهراڻ جا ناظرين ۽ سنڌي اديب، سندس وفات کي هڪ علمي نقصان تصور ڪن ٿا. دعا آهي، ته مولا پاڪ مرحوم کي مرهي، ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## غلام محمد شاهواڻي

مسٽر غلام محمد شاهواڻي ايم- اي-، مرحوم ١٤ ڊسمبر ١٩٥٠ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي آهي. نهايت ارمان آهي، جو سنڌ جو هي نوجوان اديب، ۽ علم دوست، ۽ خوش اخلاق ۽ رلڻو ملڻو ماڻهو، اڃا تازو شاهه جو رسالو شايع ڪري چڪو هو. مرحوم پنهنجي تعليمي ڪمن ڪارين سان گڏ، علمي ڪتاب به شايع ڪرائيندو رهيو. پاڻ اول نور محمد هاءِ اسڪول جو هيڊ ماسٽر هو، ۽ پوءِ وري گورنمينٽ هاءِ سڪول جو هيڊ ماسٽر ٿيو. مرحوم ٿوري وقت ۾، نهايت عمده ڪتاب شايع ڪرائي، سنڌي ادب ۾ چڱو اضافو ڪيو آهي.

مثنوي مولانا روم جا ٻه جلد، "علمي خزانو" جي نالي سان نثر ۾، شايع ڪيائين. ان طرح غوث اعظم جي ڪتاب، فتوح الغيب جو ترجمو، گلستان سعدي جو ترجمو، سر سيني آبري، ادبي اصول، چونڊ نظم نثر ٻي حصا، راز رمزون، ۽ ننڍڙو ڪتاب رسول ڪريم تي، خلفائي راشدين يعني چئني يارن جون جدا جدا سوانح عمريون ۽ اسلامي افسانن جو ڪتاب، ترڪن جي بهادري، وغيره شايع ڪرايائين. سندس هميشه جو يادگار شاهه جو اهو رسالو آهي، جنهن تي هن پائي وانگر هزارها رپيا هاريا، ۽ نيٺ رسالو شايع ڪيائين. سخت محنت ڪري، تندرستي وڃائي ويٺو. پر رسالي جي شوق ۾ ائين چوندو رهيو ته "منهنجي رڳي اها تمنا آهي ته مرڻ کان اول شاهه جي رسالي جو هڪ جلد مون کي ڇپي ڏيکاريو وڃي". سندس اها آرزو نيٺ پوري ٿي، رسالو کيس ڇپجي مليو، پر سندس طبيعت جنهن پوءِ ٿڻ ڪرندي ويئي، ۽ آخر پاڻ چيائين ته مان "رسالي جو شهيد ٿيندس"!

آخري وقت ۾ کيس علاج لاءِ لاهور ايو ويو، جتي ١٤ ڊسمبر ١٩٥٠ع تي وفات ڪيائين. سندس لاش ٽرين ذريعي آندو ويو، ۽ حيدرآباد سنڌ ۾ دفن ڪيو ويو.

سندس علمي ذوق کي ڏسي اها پيشنگوئي ڪيل هئي ته هي ماڻهو سنڌي ادب لاءِ اها ۾ وڪ وڌائيندو. پر افسوس آرزو ڪه خاڪ شد. دعا آهي ته رب جليل، کيس علمي خدمت جي صلي ۾ مغفرت فرمائي، ۽ ان جي ڪتابن کي مقبول ڪري.

## غلام احمد نظامي

مرحوم غلام احمد نظامي، سنڌ جي قومي شاعر، سنه ١٩٥١ع ۾ وفات ڪئي آهي. نظامي صاحب جا وڏا اصل ته لاڙڪاڻي جا هئا، پر پوءِ لڏي ڪراچيءَ ۾ آيا. سندس والد حاجي

محمد صديق هڪ محنتي ماڻهو هو، جنهن ڪراچيءَ ۾ سنڌ اسلاميه هوٽل جو بنياد وڌو. نظامي صاحب ١٥ جون ١٨٩٥ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو ۽ ڇهن ورهين جي عمر ۾ سندس تعليم ۽ تربيت جي ابتدا هڪ اردو سڪول ۾ شروع ٿي، اگرچ سندس تعليمي معيار موجوده سڪولن ۽ ڪاليجن ۽ مڪتبي نقطئه نظر سان ايترو وسيع نه هو، تاهم ذوق سليم ۽ ذاتي جوهر، مسلسل مطالعي ۽ سير و سفر ۽ علمي مجلسن ۾ اٿڻ ويهڻ ڪري، ايترو استعداد پيدا ڪيائين، جنهن اڳتي هلي کيس سنڌي زبان جو قومي شاعر بنايو. سندس ذوق سليم ۽ طبع روان کيس ننڍيءَ عمر کان وٺي شعر و شاعريءَ ۽ ادب جي دنيا ۾ آندو. اول اول اردو ۾ ڪلام چيائين، ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾. ابتدا ۾ تخلص اصغر، ۽ پوءِ خبطي، ۽ آخر ۾ "نظامي" ڪيائين. حضرت نظام الدين محبوب الٰهيءَ جي گادي نشين، اردو جي وڏي اديب، شمس العلما خواجه حسن نظاميءَ جي بيعت ڪرڻ کان پوءِ، ١٩٢٦ع ۾، مرحوم پنهنجي مرشد جي نسبت قائم رکڻ لاءِ "نظامي" تخلص اختيار ڪيو.

سندس ابتدائي ڪلام جي اصلاح، مرحوم مخلص ۽ پوءِ حاجي محمود خادم صاحب ڪئي آهي. تحريڪ خلافت وقت، گل و بلبل جي شاعريءَ کي ترڪ ڪري، قومي شاعري شروع ڪيائين، "بياض نظامي" ۽ "رياض نظامي" سندس ڪلام جا ٻه مجموعا ڇپجي چڪا آهن. نثر ۾ سندس ڪئين مضمون آهن، جي "ڪاميابي"، "توحيد"، "الوحيد" ۽ "ترقي" رسالن ۽ اخبارن ۾ موجود آهن. "حور دمشق" ۽ "خدائي انتقام" چڱا علمي ناول آهن. نظامي صاحب، پنهنجي آخري ايام ۾ هڪ علمي ۽ ادبي ۽ سياسي هفتيوار پرچو "وحدت" جاري ڪيو، جنهن جا ٻه چار نمبر سندس زندگيءَ ۾ شايع ٿيا، ۽ وفات کان پوءِ به ٻه ٽي پرچا شايع ٿيا.

نظامي صاحب، ٢٣ فيبروري ١٩٥١ع تي جمع جي ڏينهن ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. دعا آهي ته الله تعاليٰ کيس مرهي، ۽ سندس پسماندن کي صبر جي توفيق عطا ڪري.

## محمد بخش "واصف"



فخر الشعراءِ سنڌ، مرحوم واصف صاحب هڪ جامع الفنون ۽ جامع الڪمالات اديب هو. سندس وفات سنڌي ادب لاءِ ناقابل تلافي آهي. هو اسلامي علوم ۽ ديني فنون جو ڄاڻو به هو؛ تاريخ، سير، رجال جو محقق به هو؛ مناظر ۽ مباحث به هو، ته هڪ زباندان ۽ لغوي به هو، ۽ تصوف، ويدانت، مجوسي فلسفي، ۽ يوناني فلسفي جو ڪافي مطالعو هوس. سنڌي، اردو، عربي، فارسي، هندي، سنسڪرت ۽ انگريزي زبانون ڄاڻندو هو. هڪ مشاق، ۽ استاد شاعر به هو، ۽ بلند پايه جو اديب به هو. هو هڪ خوش خط خطاط، ۽ نقاش، ڪاتب ۽ مصور به هو، ته هڪ سخن سنج، سخن فهم ۽ نقاد به هو. ايترين خوبين جو هڪ هنڌ گڏ هجڻ پنهنجي جاءِ تي ڪرامت کان گهٽ نه آهي. واصف مرحوم، ١٨٩٢ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٥٢ع ۾ ٦٠ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

سندس تصنيفات ۾ شرح لطيفي، اسانجو پيارو رسول، گلزار جنبلي، رباعيات واصف، ديوان واصف، اسلامي شريعت ٻه حصا، رد تناسخ، خزينة العلوم (اڻ ڇپيل) مشهور ڪتاب آهن.

**شعر و شاعري** — شاعريءَ ۾ هڪ انفرادي مقام حاصل اٿس، سندس ڪلام ۽ زبان سليس ۽ رنگين آهي. هڪ قادرالڪلام، ۽ ڪهنه مشق شاعر هجڻ جي ثبوت ۾ سندس ديوان ۽ رباعيات جو مجموعو پيش ڪري سگهجن ٿا. سندس غزليات ۾ تخيل جي بلنديءَ سان گڏ، استعاري ۽ ڪنايي جو صحيح استعمال، ۽ بندش جي چستي، ۽ برجستگي، نمايان خصوصيتون آهن.

واصف، جديد ۽ قديم دور جي وچ ڌاري پيدا ٿيو، تنهن ڪري سندس ڪلام ٻنهي دورن کان متاثر ٿيو آهي. ان ۾ سانگيءَ ۽ قاسم جو رنگ به نظر ايندو، ته جديد ۽ قومي رنگ به؛ جتي صوفيانه نڪات ۽ عارفانه اسرار بيان ٿيل نظر اچن ٿا، اتي وطن دوست ۽ درد دل رکندڙ قومي شاعر جي حيثيت به نمايان نظر اچي ٿي. رباعيءَ جي سنگلاخ زمين ۾ مرحوم واصف جي حڪيمانه خيالات ۽ عارفانه جذبات کي ڏسي سگهجي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ طرفان تيار ٿيل سنڌي لغت ۾، واصف مرحوم نمايان ڪم ڪيو آهي؛ گهڻين زبانن جانچ ڪري ۽ خاص طرح سنسڪرت جي اپڀاس سببان، سنڌي زبان جي لغوي تحقيق ۽ اشتقاق جي صحت متعلق سنڌي لغت لاءِ ڪارآمد معاون هو. سندس قلمي ڪتابن ۾ خزينة العلوم معياري چيز آهي. ان طرح ديوان حافظ فارسيءَ جي شرح به نهايت علمي چيز اٿس. سندس "ديوان" جا باقي ٻيا حصا به اجا اڻ ڇپيل آهن، سندس لئبرري، هڪ گرانمايه علمي خزانو آهي. دعا آهي ته واصف مرحوم کي رب تعاليٰ مرهي، ۽ سندس نعم البدل سنڌ کي عطا فرمائي. نهايت ضروري آهي ته واصف مرحوم جون سموريون تصنيفون "ڪليات واصف" جي نالي شايع ٿين.

## جمعه خان "غريب"

سنڌ جي مشهور شاعر جمعه خان "غريب"، ٧ آگسٽ ١٩٥٣ع تي وفات ڪئي. "غريب" صاحب، مريد خان لاکير، تعلقه ميهڙ، ضلع دادو ۾، ١٥ جنوري ١٨٨٥ع تي ڄائو. سندس ابتدائي زندگي علمي ماحول ۾ شروع ٿي، سڪولي تعليم سان گڏ، پنهنجي خداداد ذهن ۽ ذڪاوت سان، فارسي، اردو، ۽ سنڌي جا ادبي ڪتاب مطالعه ڪندو رهيو، ۽ سنڌ جي مشهور شاعر ۽ اديب مرحوم "بلبل" جي صحبت ۽ علمي تربيت سان شاعريءَ جي فن ڏانهن متوجه ٿيو، ۽ مرحوم بلبل جي اصلاح ۽ اشاري سان چڱو ڪلام چوڻ شروع ڪيائين. مرحوم "غريب"، هڪ بهترين ۽ مثالي استاد جي حيثيت سان زندگي شروع ڪئي. ماستريءَ سان گڏ، قاضي عبدالوهاب شڪارپوريءَ کان طب جي تحصيل ڪري سند ورتائين.



سندس شعر ۾ سوز ۽ اصليت ۽ سلاست موجود آهي. سندس غزل، ۽ بزم مشاعرن ۾ پيش ٿيل طرحي ڪلام نهايت رنگين ۽ لذيذ آهي. هو هڪ انفرادي طرز ڪلام جو موجد هو، جنهن ۾ سلاست ۽ مٺاج، نمائائي ۽ تواضع ۽ هلڪي ظرافت موجود آهي. سندس شعر جي اصلاح، مخلص مرحوم ۽ محمد صديق مسافر ٿي ڪئي آهي. "گل نوبهار" سندس ڪلام جو معياري انتخاب آهي، جو هاءِ سڪول

لاءِ ڪورس طور منظور ڪيو ويو هو. سنڌ جي سيني بزمِ مشاعرن ۽ ادبي مجلسن سان سندس علمي تعلق رهندو آيو. سندس ادبي ذوق ليس اکيني هلي رسالي "اديب سنڌ" جو ايڊيٽر ۽ "مسلمان"، جو مدير معاون ۽ رسالي "مطالب المولائي"، سنا روڊ جو ايڊيٽر بنايو. پينشن تي ۱۹۳۰ع ۾ لٿو، ۽ پوءِ سارو عرصو ادب ۽ حڪمت جي خدمت ۾ گذاريائين.

قطع تاريخ جي فن ۾ غريب صاحب جو پايو بلند آهي: هزارين تاريخي مادا ڪڍيا اٿس، ۽ علمي ۽ فني طور نڀاهيا اٿس. ان فن جا ڄاڻندڙ هن وقت آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس آهن. جميعت الشعراء سنڌ ۽ مجلس علم و ادب هالا جو سرگرم رڪن ٿي ڪم ڪندو رهيو. وفات کان اڳ پنهنجو ماده تاريخ به ڪڍي ڇڏيائين: "با بقا جان غريب" ۱۳۷۲ هجري. مرحوم جو ڪلام ۽ "قطعات تاريخي" ڪي سهيڙڻ ۽ مرتب ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. اميد ته سندس فرزند محترم رسول بخش "دوست" ان ادبي خدمت لاءِ ڪم ڪندو، جئن غريب صاحب جو ڪلام سنڌي ادب لاءِ چڱو اضافو ٿي سگهي. دعا آهي ته الله تعالىٰ مٿس مغفرت فرمائي.

## فقير غلام علي "مسرور"

فقير غلام علي "مسرور" هڪ صاحب ذوق، صوفي صافي، اديب ۽ شاعر هو. سندس وفات، ۱۹ آگسٽ ۱۹۵۳ع تي ٿي آهي.

هي فقير صاحب، شڪارپور جي بدوي خاندان ۾ پيدا ٿيو. سندس نشونما، شڪارپور جهڙي مردم خيز، علمي زمين ۾ ٿي. فقير صاحب ننڍيءَ عمر کان وٺي ذهين، ذڪي، سليم الطبع، ۽ شاعرانه طبع جو مالڪ هو. طبعي طور سندس لاڙو "فقر" ڏانهن رهيو. سندس صوفيانه طبعيت ان وقت جي ڪن صوفين کان اهڙو متاثر ٿي، جو پنهنجا سڀ علمي مشغلا ۽ تعليمي مسئلا ڇڏي، بيدل فقير جو طالب بڻيو، ۽ سندس درگاه تي وڃي اعتڪاف ۾ ويٺو، ۽ ذڪر فڪر جي نعمتن، حال ۽ واردات جي ڪيفيتن، کان مستفيد ٿيو. ۱۹۰۸ ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ پوءِ سنڌ مدرسه ۾ ڪجهه وقت رهيو. وري شڪارپور موٽيو، پر زخمي ۽ بيقرار دل کي قرار نه آيو، ۽ وري به اچي بيدل فقير جي درگاه تي دم ڪنيائين. اهڙا ٻهارو سال سندس سلوڪ ۽ طريقت جي پنڌ ۾ صرف ٿيا. ان وچ ۾، پنهنجي چاچي فقير حاجي امام بخش خادم جي صحبت ۾ شعر و شاعري جو فيض حاصل ڪيائين.

۱۹۱۷ع کان پوءِ مٿس سماع ٻڌڻ ڪري، جذب جي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي. ان جذب ۽ استغراق، منجهس سوز ۽ درد پيدا ڪيو، ۽ سندس شاعرانه ساز تي مضراب جو ڪم ڪيو. آخري زندگيءَ ۾ سنڌي صوفين جي پيروي ڪري هڪ صوفيانه اوتارو بنايائين، جتي موسيقي ۽ سماع جي مجلسن کان سرور حاصل ڪندو هو: ڳائڻا ۽ موسيقار ايندا ويندا هئا، ۽ سندس درد ۾ اضافو ٿيندو رهندو هو. ان عرصي ۾ تپدار ٿيو. ۱۹۴۸ع ۾ رٽائر ڪري ڳوٺ آيو، ۽ وري خانگي ملازمت اختيار ڪيائين. ان سلسلي ۾ پورن عرصو ٺٽي اُدم ۾ گذاريائون، ۽ اتي ۱۹ آگسٽ ۱۹۵۳ع تي وصال ڪيائين.

سندس ڪلام پختو آهي، ۽ فني ڪمالات سان پر، فن عروض تي پورو، ان سان گڏ درد ۽ سوز سان ٽمٽار. سندس ڪلام اڃا غير مطبوع آهي. سنڌي ادبي بورڊ، ان جي تاليف ۽ ترتيب ۽ اشاعت جو ڪم پنهنجن هٿن ۾ کڻي چڪو آهي.

# مخدوم محمد صالح ڀٽي

سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي خاموش، ۽ صاحب فن خدمتگار، محترم محمد صالح بزرگ ڀٽي، ٢٧ ڊسمبر ١٩٥٣ع تي وفات فرمائي آهي: سندن عمر ٦٦ ورهيه هئي. مخدوم صاحب، هالن جي علمي ۽ ديني خاندان ڀٽي بزرگن مان هڪ قابل قدر فرد هو. مخدوم صاحب جو نسب ستين پيڙهيءَ ۾ مخدوم عبدالله سان لڳي ٿو. اهو صاحب، جيسلمير جي راجپوت راڄائن مان هو، ۽ سندس اصلوڪو نالو "ارجن" هو. اهو صاحب، ٦٢٥ هجريءَ ۾ غوث بهاءالحق زڪريا ملتانيءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيو هو. ان خاندان جو تعلق سري رامچندر سان آهي. هن نو مسلم خاندان، سنڌ ۾ اسلامي تبليغ ۽ طريقت جي تلقين ۽ سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت لاءِ ڪافي ڪم ڪيو آهي. سارو خاندان، مسلسل ستن صدين تائين، عالم ۽ عارف، اهل الله ۽ صاحب باطن ماڻهو پيدا ڪندو رهيو آهي. ٿر جا ٺڪر ۽ پير پٺورو هن خاندان جا مريد آهن.

مخدوم صاحب، هالن ۾ ٤ درجا پڙهيا، ۽ پوءِ مدرسة الاسلام ۾ ١٩٠٢ع ۾ داخل ٿي، ١٩٠٩ ۾ فائنل ۽ ميٽرڪ پاس ڪئي، ۽ ١٩١٠ع ۾ پوني جي زراعتي ڪاليج ۾ تعليم ورتائون. ستت ئي سنڌ مدرسي ۾، استاد جي حيثيت سان داخل ٿيو. اتي ايس-ٽي-سي پاس ڪري، ١٩٢٠ع ۾ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر، ملا سڪولس، حيدرآباد مقرر ٿيو. ١٩٢٢ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين، حيدرآباد سنڌ ۾ استاد مقرر ٿيو. آخر سنڌ جي تعليم کاتي ۾ رهي، سنڌ جي سڀني ضلعن ۾ تعليمي خدمت ڪندو رهيو، ۽ ايڊمنسٽريٽو آفيسر، نوابشاه جي حيثيت ۾، ١٩٤٣ع ۾ رٽائر ٿيو.

مخدوم صاحب، ماستريءَ جي اوائلي زندگيءَ ۾، ڪراچيءَ مان "الاسلام" شايع ڪيو، جو هڪ علمي، ادبي، ۽ ديني معياري رسالو هو، جنهن ۾ بلبل، مخلص، حڪيم مرحوم، ۽ مولوي محمد عثمان نورنگ زاده ۽ ٻيا ڪهنه مشق اديب لکندا هئا.

مخدوم صاحب هڪ صاحب طرز اديب هو. دينيات ۽ اسلامي تاريخ سان خاص طور تعلق هوس. سندس لئبرريءَ ۾ نهايت معياري تاريخي ڪتاب موجود آهن. آخر تائين ڪيئي ڪتاب لکيائين. سندس تصنيفات ۾ هي معياري ڪتاب آهن:

(١) سيدة النساء (٢) بيبي رابعه بصري (٣) منصور حلاج (٤) صديق اڪبر (٥) عروس ڪربلا (٦) سقراط (٧) اخلاقي جواهر (٨) منهاج المومنين (٩) اسان جو پيارو آقا (١٠) فاروق اعظم (١١) واندڪائي جي وندر (٢٢) فتوحات اسلام.

سندن ڪي ڪتاب اڻ ڇپيل آهن، جن ۾ ١- ڪيڏارو احسان فقير جو ٢- المرتضيٰ ٣- حيات سعدي ٤- ڪلام صوفي (مخدوم محمد ابراهيم ڀٽي، سندن والد مرحوم) ٥- ڪلام مخدوم عبدالرؤف ڀٽي (سندن ڏاڏو مرحوم) ٦- مضامين متفرقه ٧- ڪلام صالح، نهايت تحقيق کان پوءِ مرتب ٿيل آهن.

سندن لئبرريءَ جا ٤ هزار ڪتاب سندن انتخاب، مطالعي، ۽ ذوق سليم جو دليل آهن. سندن زندگي نهايت سادي هئي. مرحوم زنده دل، خوش ذوق، ۽ دوستن جو دوست، يارن جو وفادار يار هو. دعا آهي ته مرحوم کي رب عظيم مرهي، ۽ سندس علمي خدمتن جو انعام ۽ صلو بخشي، ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

# پيرومل مهرچند

سنڌ جو مشهور اهل قلم ۽ اديب، مسٽر پيرومل مهرچند، ١٩٥٣ع ۾ وفات ڪئي آهي. مسٽر پيرومل مهرچند، سنڌ جو سچو مؤرخ، ۽ سنڌي زبان ۽ ان سان تعلق رکندڙ زبانن سنسڪرت، هنديءَ جو ماهر، ۽ فارسيءَ ۽ عربي جو چڱو ڄاڻو هو.

۲۰ ورهين جي ڄمار ۾، ۱۸۹۶ع ۾، ايڪسائيز کاتي ۾ ۲۵ رپيه پگهار تي ملازمت شروع ڪري، ايڪسائيز انسپيڪٽر ٿي رٽائر ڪيائين. ان زماني ۾ سنڌي رڳو مئٽرڪ تائين پڙهائي ويندي هئي، ۽ ڪاليج ۾ سنڌي ڪانه رکيل هئي. ۱۹۲۴ع ۾ ڪاليج ۾ فقط بي-اي ۾ سنڌي مقرر ڪئي وئي، ۽ اها رڳو ڪراچي ڪاليج تائين محدود هئي، سا به ان شرط سان ته جي سنڌي شاگردن ۾ چاهه وڌيو ته واهه، نه ته بمبئي يونيورسٽيءَ کي سنڌي ڪڍڻي پوندي. ان وقت علامه دائود پوٽو صاحب سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيل هو. جڏهن هو صاحب ڊاڪٽريءَ لاءِ ولايت اُسهيو، تڏهن ان جاءِ تي، نومبر ۱۹۲۴ع ۾، ڀيرومل مهرچند کي سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ڪيو ويو. ان دؤر ۾ مسٽر ڀيرومل "سنڌي زبان جي تاريخ" نهايت تحقيق سان لکي.



سندس ڪتابن جو انداز پنجيتاليهه آهي، جي گهڻو ڪري، سنڌي زبان، سنڌي قومن، سنڌي تهذيب، سنڌي لغت، شاهه لطيف ۽ سنڌ جي فقيرن ۽ صوفين جي ڪلام متعلق آهن.

سنڌي زبان جي تاريخ، غريب اللغات، سنڌ جو سيلاني، لطيفي سير، گلقند ۽ حصا، شاهه جي ڪن سرن جي تشريح، "قديم سنڌ ڙي" (اڻ ڇپيل) ۽ سنڌي زبان تي سندن مضمون بهترين علمي ذخيرو آهي. ۱۹۰۵ع کان وٺي، جيڪي سنڌي درسي ڪتاب سڪولن ۾ پاڙهجن ٿا، تن ۾ هڪ سؤ کن سبق نثر ۽ نظم تي سندن لکيل آهن: ماءُ جي پيار بابت، "مون کي ڪنهن ٿي ڪير پياريو"؛ لاباري بابت، "اڄهو اسوءَ جو مهنو آيو"؛ ماڪيءَ جي مک بابت؛ ۽ "وقت چوي آءٌ بادشاهه" وغيره سندس جوڙيل آهن.

سندس شعر جو ڪتاب به ڇپيل آهي، سندس تخلص "غريب" هو. سنڌو ۽ ٻين سڀني علمي ۽ ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس انيڪ علمي ۽ ادبي ۽ تاريخي مضمون شايع ٿي چڪا آهن. سندس جهڙو سنڌي زبان جو ڄاڻو وري پيدا نه ٿيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ابتدائي ڪارڪنن مان هو، ۽ سنڌي لغت ۾ به هڪ محقق جي حيثيت سان ڪم ڪيو اٿس. "مهراڻ" جي ٻهراڻين دور جي ايڊيٽوريل بورڊ جو هڪ رڪن هو ۽ سندس مضمون "مهراڻ" ۾ نهايت معياري حيثيت حاصل ڪري چڪا هئا. نهايت ضروري آهي ته سنڌي بوليءَ جي هن لافاني خادم جا سمورا ڪتاب ۽ لکيتون "ڪليات ڀيرومل" جي نالي شايع ڪيون وڃن.

## قادربخش "بشير"

مرحوم ماسٽر قادربخش "بشير"، سنڌ جو هڪ ساده دل، خاموش طبع، شاعر ۽ اديب هو، ۲۴ مارچ ۱۹۵۴ع تي ۵۸ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

مسٽر قادربخش مرحوم، سنڌي ماسٽر جي حيثيت سان زندگي شروع ڪئي، ۽ هڪ مقبول عام، اديب ۽ شاعر جي حيثيت ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام سليس، دلڪش ۽ اصلاحي آهي. شاعريءَ جي مختلف انواع ۽ اصناف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سنڌ جي سڀني روزانه اخبارن، هفته وار پرچن، ماهوار رسالن ۾ سندس ڪلام ڇپبو آيو آهي، ۽ تحسين حاصل ڪري چڪو آهي.

سندس ڪلام جو ڪو مجموعو اڃا شايع نہ ٿيو آهي، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪافي مواد منتشر صورت ۾ موجود آهي. هڪ الملناڪ حادثي ڪان متاثر ٿي، هن شاعري ڏانهن رجوع ڪيائين، ۽ غم حسرتن ۽ پريشانين ۾ تا ابد هن کي شاعريءَ جي رنگين دنيا ۾ وندرائيندو رهيو. عشق، عزل ۾ چوائين، تہ مذهبي ڪلام بہ چيائين، وطني حب جا ترانا بہ ڳاياائين تہ بيوفا دنيا لاءِ مرثيا ۾ بہ ڳايائين. هاري ۽ مزدور، ماستر ۽ زميندارن متعلق بہ لکيو اٿس. رسالن ۽ اخبارن جي جمع ڪرڻ جو کيس تمام گهڻو شوق هوندو هو. هڪ دفعي ذڪر ڪيائون تہ "التوحيد جا شروع ڪان اڄ تائين مڪمل فائيل مون وٽ موجود آهن". ان مان پتو پوي ٿو تہ سنڌ جو علمي سرمايو وٽس ڪافي موجود رهندو پئي آيو، ۽ اهو اڄ تائين شايع نہ ٿيو آهي. هر ڪانفرنس ۽ مشاعري ۾ شريڪ ٿيڻ لازم سمجهندو هو.

دعا آهي تہ رب پاڪ شال مٿس رحمت ڪري، ۽ سندس اولاد کي سندس علم مان مستفيد ٿيڻ جي صلاحيت عطا ڪري.

## لالچند امرڏنومل جڳتياڻي

سنڌ جو مشهور اهل قلم، پختہ فنڪار، سليس ۽ مٺي زبان لکندڙ، ظرافت آميز عبارت جو صاحب ۽ گهرو نقش چٽيندڙ، خاص اسلوب ۽ اسٽائيل جو موجد، سرڳواسي لالچند امرڏنومل جڳتياڻي، سنڌ ۽ سنڌي ادب کي هميشہ جي لاءِ وڇوڙو ڏئي، ١٨ اپريل ١٩٥٣ع تي، وڃي آنجهاني ٿيو. جديد سنڌي ادب، پڻ بيشمار، اعليٰ هندو خادمن سان گڏ، ٽن هندو سڄڻن کي ڪڏهن بہ وساري نہ ٿو سگهجي: ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي، ڀيرومل مهرچند، ۽ لالچند.



اهي ٽيئي صاحب سنڌي زبان لاءِ ڄڻ "ابو امان" هئا، جن سنڌيءَ کي پاليو، پختو ڪيو ۽ سينگاريو! عرصو پنهنجي جاءِ تي بي مثال اديب جي حيثيت رکي ٿو. افسوس جو هن سياسي جدائيءَ کان پوءِ اهي صاحب هندوستان ۾ اسان کان هميشہ لاءِ موڪلائي ويا.

لالچند هڪ ڄاتل، قدآور، مضبوط، تندرست ۽ توانو مرد هو. ڪلمک، خوش ذوق، ڪاڏي پوش، آزاد خيال ۽ محبتي مڙس هو. هو حق گو هو، ۽ يار ويس ماڻهو هو. هڪ ماستر ٿي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين، ۽ هڪ بلند پايہ اديب، ۽ سنڌي فنڪار، ۽ مصنف جي حيثيت مان هو لوڪ چلايائين. قومي ڪم ڪندي، خلافت جي دور ۾ قطع تعلقات تحريڪ ۾ گهڙي پيو، ۽ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ پاڻ موکهائين، ۽ ان جي انعام ۾ جيل ياترا بہ نصيب ٿيس.

طبيعت صوفيانہ هئس، تنهن ڪري: اسلامي تصوف مطالع ڪيائين، ويدانت جا ورق ورايائين ۽ پڙهيائين: ڏٺائين تہ هر هنڌ حق اهي، ۽ اهو هڪ آهي، فساد ۽ فتنو تہ اجايو آهي. انهن ڏينهن ۾، ڊاڪٽر اينِي بيسنت جي صوفيانہ ۽ فلسفيانہ ڪم کان متاثر ٿيو، ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ آيو، ۽ اتي بہ پنهن جي هردلعزيز شخصيت کي خوب چمڪايائين.

"پيغمبر اسلام" جي تاريخ نهايت لذيذ ۽ وجداني انداز ۾ لکيائين، جاهن ڪري اُن کي دوست مذاق طور لعل چند مان لعل محمد سڏيندا هئا. ساري عمر، سنڌي ادب جي خدمت ڪندو آيو. ادب جي سڀني فنن ۾ ڪتاب لکيائين: سنڌي ٻوليءَ، شاه صاحب، ڊراما، تصوف، گهرو زندگي، سوشل معاملات، مطلب ته هر چيز تي لکيائين. سندس ڪتابن مان سمنڊ ڪي ويچ، نقد ڏرم، چوٽ جو چڙهڻ، ڪشلي جا ڪشت، ڏکن ڏڏي زندگي، شاهاڻو شاهه، سچل سونهارو، ٻهرنگي باغ جو گل سنڌي، معياري چيزون آهن.

۱۹۱۴ع ۾، سنڌي ساهت سوسائٽي، مسٽر جيٺمل سان گڏجي، برپا ڪيائين. ۱۹۲۳ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾، رابندر ناٿ ٽيگور نانڪ منڊليءَ جو افتتاح ڪيو: ان منڊليءَ جو ٻرڪ اڳوڻ به مسٽر لالچندئي هو: ان سوسائٽيءَ لاءِ "عمر مارئي" لکيائين. سندس مضمونن جا مجموعا "ڦلن مٺ"، ۽ "سدا گلاب" فڪر ۽ زبان جي لحاظ سان، نهايت عمدا ۽ معياري آهن. سندن رسيلي زبان، ۽ حقيقي ۽ فلسفيانه خيال انهن ٻن ڪتابن ۾ سمايل آهن. سدا گلاب، اگرچه ٽيگور جي گارڊنر (Gadrner) جي گيتن تان ورتل آهي، پر ترجمو آزاد آهي، ۽ اصليت تي ڦٽو آهي، انهن وسوڙ ۾ئي نه ايندو ته ڪو سدا گلاب ترجمو آهي.

سندس پوين ڪتابن ۾ "لکپت نندو جيءَ گهٽو" هڪ بهترين چيز آهي. سندس بالڪل آخري ڪتاب آهي، شاهه جي رسالي جو "سر ڏهر ۽ ان جي تشريح". ٻيو ٻون ڪتاب "هندواسيءَ" وارن شايع ڪيو آهي، ۽ ٻيو ڪتاب "هندستان ساهتيه مالا" وارن ڇاپيو آهي.

مرڻ کان ٿورو اڳ، "سنڌي ساهت جو نچوڙ" ڪتاب لکي رهيو هو، جنهن جو مسودو اجا باقي آهي، پر افسوس اهو آهي جو هن سنڌي اديب جي ديهانت کان پوءِ سندس مسودا ۽ ڪتاب بروقت چوري ٿي ويا. اها علمي چوري سندس قضيي جي ڏينهن ڪئي وئي! اها ۽ مزي جهڙي ڳالهه آهي، جو جنهن ڏينهن P. E. N. بمبئي جي سهاري هيٺ اديبن جي ڪونابل سميلن، مدراس جي پرسان هلي رهي هئي، جنهن ۾ ڪيس "۱۹۴۷ع کان ۱۹۵۳ع تائين سنڌي ادب تي تبصره" جي عنوان هيٺ مقالو پڙهڻو هو، پاڻ ان ڏينهن گذاري ويو: پر اجا به زياده اها دلچسپ ۽ دکدائڪ خبر آهي، جو جنهن وقت سندس پويون مضمون ان سميلن ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي پڙهي رهيو هو، عين ان وقت مسٽر لالچند بمبئي ۾ پويان پساهه کڻي رهيو هو، ۽ سندس ڪتابن ۽ لکيل مضمونن ۽ مسودن کي ڪي بي درد چور ۽ لٽيرا لٽي رهيا هئا!

سندس زبان مٺي ۽ سليس هئي: اجايا عربي، فارسي، هندي ۽ سنسڪرت جا ڳاٽي ٽوڙ لفظ استعمال نه ڪندو هو. ٻولي صاف ۽ مائيدار لکندو هو ۽ ڪردار جي هوبهو تصوير چٽڻ ۾ ڪمال حاصل هوس. خاص ڪري گهر جي ٻڍڙين ماين جي ٻولي اهڙي لکندو هو، جو سمجهبو هو ته ڄڻ ڪنهن گهر ۾ ويٺا ٻڌون!

هندوستان وڃڻ کان پوءِ به اتي سنڌيءَ جي خدمت لاءِ تڙپندو رهيو. سندس آخري خواهش هئي ته سياسي تفريق کان پوءِ سنڌ ۽ هند جي سنڌين ۾ علمي، ادبي ۽ ثقافتي ميل جول جيئن جو تيئن رهي ته بهتر. مرحوم لالچند جا "مهراڻ" سان ته گهرا ناتا هئا. هو صاحب هن رسالي جو شروع کان وٺي آخر تائين منيجنگ ايڊيٽر ٿي رهيو. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو "ڪليات لالچند" شايع ٿي سگهي.

# علي خان ابڙو

سنڌ جو مشهور اديب، اهل قلم ۽ تعليمي ماهر، مسٽر علي خان ابڙو، ١٦ جولاءِ ١٩٥٥ع وفات ڪري ويو.



مرحوم، سنڌ جو هڪ خاص قسم جو ساده دل، اصلاح پسند، غريبن جو هڏ ڏوکي، اسلام ۽ دين جو انقلابي مطالع ڪندڙ، ۽ چند اصلاحي ڪتابن جو مصنف هو. مرحوم، ساري زندگي قوم جي تعليمي خدمت، ۽ قلم سان اصلاح ڪندي گذاري آهي، ۽ سندس سٺا ڪتاب - سنڌ جي مسلمانن جي ترقي ٥، ٦ حصا، اسلام ۽ اليڪشن، حالات نبي، رسومات تباهي، اخلاقي گلدستو، احاديث نبوي، تعليمات اسلام ٤ حصا، شايع ٿيل آهن.

پڇاڙيءَ ۾، مرحوم، قرآن جو تفسير لکيو هو، جنهن جا بعض حصا مونکي به ٻڌايا هئائين. اهو تفسير طلوع اسلام تحريڪ کان متاثر آهي، ۽ مسٽر غلام احمد پرويز جي "معارف القرآن" جي طرز تي لکيل آهي.

مرحوم، ميهڙ جي ڀرسان هڪ ننڍي ڳوٺ "سانگين" ۾ هڪ غريب هاريءَ جي گهر ۾، ١٨٨٨ع ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جي تربيت، ۽ مرحوم جي پنهنجي ذاتي صلاحيتن کيس ڪامياب انسان بنايو. مرحوم، ١٩٠١ع ۾ سنڌ مدرسہ ۾ داخل ٿيو، ۽ ١٩٠٦ع ۾ مئٽرڪ امتحان پاس ڪيائين، ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر کنيائين. ١٩١٢ع ۾، سنڌ جو پهريون ايم - اي ٽي ٿيو ۽ ثابت ڪيائين ته محنت ۽ استقلال ۽ عملي صلاحيتون ئي انسان کي ڪامياب ڪن ٿيون. ان کان پوءِ، مرحوم غريبن جي ٻچن جي تعليمي ۽ اخلاقي خدمت لاءِ تعليم کاتي ۾ گهڙيو، ۽ آخر پرنسپال جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

مرحوم جي ساري تصنيفات، جهالت، بيديني، بد اخلاقي رسم پرستيءَ جي خلاف آهي. ان ڪري مٿس ڪن غلط ماڻهن، وهابي هجڻ ۽ ڪفر جي فتوىٰ به ڏني، ۽ کيس ڪافي پريشان ڪيو. مرحوم، خلافت جي دور ۾، هڪ حق پرست جي حيثيت سان ڪافي ڪم ڪيو، ۽ انگريزن جي انتقام جو پڻ شڪار ٿيو.

مرحوم، ساده زندگي بسر ڪندڙ، ٿورو ڳالهائو، بردبار، ڪلمڪ، سادي طبيعت وارو، سچار ۽ حق گو ماڻهو هو. سندس گفتگو ۾ اثر هو، ۽ محفل ۾ دلي راحت هوندي هئي. مرحوم، پوئين زماني ۾ هت حيدرآباد ۾ ڪافي وقت رهيو، ۽ تمام محبت سان مون نا چيز سان روح رهاڻ ڪندو هو، ۽ علمي مسئلن تي دل کولي ٻڌندو هو ۽ ٻڌائيندو هو.

سچ پچ ته سنڌ هڪ بهترين علم دوست کان محروم ٿي آهي. مرحوم جا آخري لفظ هئا: "مومن جي نشاني اها آهي ته هن دنيا مان مشڪندو وڃي، ۽ ڏسو ته مان کلي رهيو آهيان، صرف هڪ ارمان اٿم جو هڪ مضمون نه لکارائي سگهيو آهيان".

مرحوم، وفات کان اڳ، پنهنجن عزيزن کي گهرائي، عمل، اخلاق، قرب ۽ پاڻيءَ سان هلڻ جي تلقين ڪئي، ۽ ١٦ جولاءِ ١٩٥٥ع تي شام جو سوا ڇهين بجي وفات ڪئي. اسانجي دعا

آهي ته مرحوم جي پسماندن، مسٽر جمال الدين ابڙو، سب جج، ڪبري، ۽ مسٽر ڪمال الدين ۽ مسٽر شمس الدين، سندس ڀين ڀائرن، ۽ انهن جي اولاد ۽ سندس رفيق عزيز، مولوي عرس محمد صاحب کي صبر جميل عطا فرمائي، ۽ مرحوم کي رب تعاليٰ مرهي، ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## شيخ مراد علي "ڪاظم"

سنڌ جي معياري ۽ غزل گو شاعر، شيخ مراد علي "ڪاظم." آڪٽوبر ۱۹۵۴ع تي وفات ڪئي. سنڌي شاعري ۽ غزل گوئي، ۾ شيخ ڪاظم مرحوم جو مقام صف اول ۾ هو. شيخ صاحب، روهڙيءَ ۾ ۱۰ مئي ۱۹۰۱ع ۾ ڄائو، ۽ هڪ غريب خاندان مان ترقي ڪري، سنڌي علم و ادب ۾ وڏي مقام تي پهتو. سندس ڪلام نهايت رنگين، پختو ۽ برجستو آهي. سندس تغزل جي فني حيثيت مسلم آهي. مرحوم، سنڌيءَ سان گڏ، فارسي ڪلام به چيو آهي. سندس فارسي ڪلام جو داد، بلبل هند سروجني نيدو جهڙي اديبه ۽ عالمه به ڏنو هو، جنهن جي هدايت ۽ نصيحت تي ئي، هن ڌارين ٻولين ۾ طبع آزمائيءَ کي ڇڏي، پنهنجي مادري زبان، سنڌيءَ ۾، شعر چوڻ شروع ڪيو. مرحوم روهڙيءَ ۽ خيرپور ميرس ۾ تعليم ورتي، ۽ ۱۹۱۹ع ۾ سنڌ مدرسه ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين. ان عرصي ۾ فارسي ۽ ڪجهه عربي پڙهيائين، ۽ چڱو استعداد پيدا ڪيائين. هندوستان جو سير به ڪيائين، ۽ اردو زبان ۾ خاصي مهارت حاصل ڪيائين. خيرپور جي مفتي سعيد الله وٽ ديوان حافظ فارسي باقاعدي مطالع ڪيائين. ۱۹۱۹ع کان ۱۹۲۳ع تائين، سنڌي شعر چوندو رهيو. ۱۹۲۳ع ۾ هڪ سنڌي ديوان شايع ڪرڻ لاءِ مرتب ڪيائين، پر افسوس جو اهو گم ٿي ويو. مرحوم پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو ڪراچيءَ ۾ گذاريو، ۽ اتي ملازمت ڪندو رهيو.

اوائلي دور کان، لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد جي ادبي حلقن سان وابسته رهيو، ۽ پوئين دور ۾ ڪراچيءَ ۾ رهي، ادبي خدمت ڪندو رهيو. سندس ڪلام، سنڌ جي سڀني معياري ۽ علمي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي.

افسوس جو سنڌي ادب، اهڙي پخته ۽ فني صلاحيتن واري غزل گو شاعر کان محروم ٿيو آهي.

دعا آهي ته الله تعاليٰ کيس مرهي ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

## حافظ عبدالله "بسمل"

مرحوم عبدالله صاحب "بسمل" ۱۹۴۹ع ۾ وفات ڪئي آهي. حافظ صاحب وڏو عالم، فاضل، اديب، شاعر، ۽ سخن شناس ماڻهو هو. سندس تعلق ٺٽو جهڙي مردم خيز ۽ علمي مرڪز سان آهي. سندس علمي زندگي اگرچه هڪ علمي درسگاه مان ٿي، پر اڳتي هلي حافظ صاحب مرحوم سنڌ جو بهترين شاعر ۽ اديب ليکجڻ ۾ آيو. افسوس آهي، جو سندس ڪلام جو ڪو خاص مجموعو نه ڇپجي سگهيو آهي. سندس سارو ڪلام سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ محفوظ آهي، فقط مثنوي محمدي ڇپيل آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان بسمل صاحب جي "ڪلام" جي اشاعت جو انتظام ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ سندس سوانح ۽ ڪلام تي مفصل طور علمي تبصرو پيش ڪيو ويندو. دعا آهي ته الله تعاليٰ شال کين مرهي، ۽ جوار رحمت ۾ جاءِ ڏئي.

---

# تبصرا

## ”سامي“

ڪتاب جو نالو ”سامي“؛ مصنف، ڪلياڻ ٻي. آڏواڻي ايم-اي، پروفيسر، جئي هند ڪاليج، بمبئي؛ صفحا ۱۰۰؛ ڪور تي ٻاهرين چٽراءِ ”سامي ءَ“ جي فقيري ويس ۾ تصوير آهي؛ قيمت ۲ رپيا؛ مصنف کان بمبئي ءَ مان گهرائي سگهجي ٿو.

ڪتاب جو مصنف، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، سهڻين صلاحيتن وارو اهل علم ماڻهو آهي، سندس مطالعو وسيع، ۽ لکڻ جو ڍنگ لذيذ، ٻولي سليس ۽ شائسته آهي. ڪتاب جو ديباچو، پروفيسر چيتن ليکراج ماڙيوالا لکيو آهي، جو اگرچه مختصر آهي، پر ڏاڍو سٺو ۽ جامع ۽ دلپذير آهي.

سامي، سنڌي ادب جو در بي بها آهي. شاه سان گڏ سامي به هڪ امر ۽ زنده جاويد صوفي ۽ شاعر ليکجي ٿو. سندس ۲۱۰۰ بيت، ٻهراڻين ديوان ڪوڙيمل ٽن ڀاڱن ۾ سوڌي شايع ڪيا؛ پوءِ پوڪرداس وارن لٿو ۾ ڪجهه حصو ڪلام جو ڇڙو ڪيو؛ آخر ۾ ماستر واڌومل هڪان عنوان هيٺ سوڌارائي، ڪوڙيمل منڌل طرفان ”سامي ءَ جا سلوڪ“ شايع ٿيو. پر اهڙي ڪامل ۽ مڪمل ڪتاب جي اڃا به ضرورت باقي آهي، جنهن ۾ سامي ءَ جي زندگي ۽ سندس سلوڪن تي مڪمل طرح تبصرو ٿيل هجي. سنڌي ءَ کان سواءِ انگريزي ءَ ۾، پروفيسر ڦيرواڻي ءَ، سامي ءَ جي سلوڪن کي گڏ ڪيو آهي، ۽ ان جي شرح لکي آهي. ان طرح لالچند امرڏنو مل به ڪجهه انداز ديواناگري ءَ لپي ءَ ۾ تيار ڪري رهيو هو، جو سندس گذاري وڃڻ ڪري شايد اڻپورو رهجي ويو هجي.

سامي صاحب جي ڪلام ۽ شخصيت متعلق ايترو چوڻ ڪافي آهي، ته شاه کان پوءِ صحيح فڪر، ۽ صوفيانه خيال ۽ ويدانتي ويچار کي، سولي ۽ صاف، مٺي ۽ دلنشين صورت ۾ ڪنهن پيش ڪيو آهي ته اهو آهي سامي صاحب. فلسفه حق ۾ اڪائي آهي، دوئي نه آهي. سڀني پيغمبرن، صوفين ۽ سنتن ۽ درويشن جو ڪلام ۽ ٻاڻي انسان ذات جي انفرادي ۽ اجتماعي ڀلي لاءِ آهي. هر ملڪ ۾، وقت جي ماحول ۽ نظريات، معاشري ۽ معاش مطابق انهن لاءِ اصلاحي ڪم ڪندو رهيو آهي. پر ڳالهه هڪ ئي چئي وئي آهي. فرق رڳو زمان ۽ مڪان جو آهي، ۽ زبان ۽ نڪر جي تعبير جو آهي. جو ڪجهه رومي، حافظ، عطار چيو آهي، اهو سنت ڪبير ۽ نانڪ به چيو آهي. ان طرح شاه ۽ سچل جا ڳالهه ڪئي، سا سامي، ۽ دلپت به ڪئي آهي. ان تمام ٿوري لساني ۽ تعبير جي فرق کي نه سمجهي سگهڻ ئي فتني ۽ باهمي عناد ۽ خانه جنگي ءَ جو سبب بڻجي ٿو.

سامي صاحب، نه فقط اعليٰ درجي جو سنڌي شاعر ۽ پختو ڪلام اديب ۽ سنڌي زبان جو ماهر، ۽ فاضل نظر اچي ٿو؛ پر ان سان گڏ هڪ صاف دل صوفي، ۽ ويدانتي مٽي جو جائو، هڪ آدرشي انسان ۽ مهاپرش ۽ سنت به آهي. سندس ڪلام ۾ روحاني رنگ ۽ دل جون ڪيفيتون سمايل آهن، ۽ ”حال“ جي ترجماني ڪيل آهي. موجوده وقت ۾، اهڙن انسانيت نواز،

آدم ذات سان محبت رکندڙ، وجود جي ورق کي ڏوئيندڙ صوفين صافن جي ڪلام کي پڙهڻ نهايت ضروري آهي.

سنڌ جي انهن محب الوطن، سنڌي اديبن کي ساري، جيڪو ٿو پوي، ته آفرين آهي اوهان کي، اوهان برابر سنڌ جا سچا سپوت آهيو، جو سنڌ ۽ انجي ادب ۽ زبان کي پرڏيهه اوهان نه وساريو آهي، ۽ اوهان سنڌي عارف جي انهن اشارن کي عملي جامو پهرايو آهي، جنهن چيو آهي، "وطن جن وساريو حيف تنين کي هوءِ".

پروفيسر چيتن ماڙيوالا، ڏيباچي ۾ تمام سهڻو لکيو آهي ته "اسانکي پنهنجي شاعرن وٽان هڪ بي بها روحاني خزانو ورثو مليو آهي. اسانجو فرض آهي ان جي دل ۽ جان سان حفاظت ڪرڻ، نه ته اسين پنهنجي هستي هرگز قائم رکي نه سگهنداسين. اهڙي اڪٺ روحاني ورثي مان ساميءَ جا سلوڪ هڪ وڏو خزانو آهن."

مصنف، ڪلياڻ بي- آڏوانيءَ، ڪتاب کي ڪل ١٢ عنوانن ۾ ورهايو آهي:

(١) سوانح حيات، (٢) صورت ۽ سيرت، (٣) سامي ۽ شاهه، (٤) عاشقانو شعر، (٥) ويدانت، (٦) تشبيهون، (٧) ناصحانو شعر، (٨) انسان جو من ۽ آتما، (٩) ڪامل مرشد ۽ آدرشي جگياسو، (١٠) ديس ملار، (١١) ٻولي ۽ عبارت، (١٢) ساميءَ جو نظم. انهن ١٢ عنوانن جي تحت، وري ٻيا ننڍا ننڍا عنوان قائم ڪري، ساميءَ جي شخصيت، ۽ ڪلام تي دل کولي بحث ڪيو ويو آهي. فاضل مصنف، هر عنوان کي، ساميءَ جي ڪنهن نه ڪنهن بيت يا موضوع سان مناسب شعر جي هڪ سٽ سان، شروع ڪيو آهي. مصنف ان سان گڏ، ويدن، سمرتين، فارسي ڪتابن، سنڌ جي ٻين اديبن، انگريزي ڪتابن جا حوالا، مناسب جڳهن تي ڏنا آهن، ۽ مضمون کي زياده صاف، سلوڻي، ۽ وزندار، بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

هي ڪتاب "ساميءَ" جي شخصيت، ۽ ڪلام تي هڪ بي بها علمي ۽ فني تبصرو آهي. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا خادم، هي ٻڌي خوش ٿيندا ته سنڌي ادبي بورڊ، "ساميءَ" جي ڪلام، ۽ شخصيت تي، هڪ مڪمل ڪتاب، تيار ڪرڻ جو انتظام ڪيو آهي، جنهن ۾ سامي صاحب جو سارو ڪلام، شرح سميت، ڏنل هوندو. بورڊ جو ارادو آهي ته جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ "شاهه" تي شرح لکي آهي، ان طرح "ساميءَ" تي به ضخيم ۽ ڪامل ڪتاب تيار ٿئي، ۽ اهو عظيم ڪم بورڊ جي طرفان پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا جي سپرد ڪيو ويو آهي. بهرحال، اسان پروفيسر ڪلياڻ کي هن علمي ۽ ادبي، چيز جي پيش ڪرڻ تي مبارڪ ٿا پيش ڪريون، ۽ پنهنجن پڙهندڙن کي سفارش ٿا ڪريون، ته هن علمي ۽ ادبي چيز کي ضرور پنهنجي نظر مان ڪڍن.

## "پيغام لطيف"

پيغام لطيف: مصنف، جناب جي- ايم- سيد؛ صفحا ٣٠٣؛ ڪاغذ وچٿرو، ڇپائي سٺي، ڪور پيج رنگين ۽ مضبوط؛ قيمت ٥ رپيا؛ ملڻ جو هنڌ، اداره انسانيت؛ اسٽيشن روڊ؛ حيدرآباد سنڌ.

"پيغام لطيف" جو لکندڙ جناب جي- ايم- سيد ڪنهن به تعارف جو محتاج نه آهي. هڪ نامور سياستدان هجڻ سان گڏ، معلومات ۽ مطالعي جو صاحب آهي. سنڌ سان ته سندس والهانه عشق آهي، سنڌ ۽ جي- ايم- سيد، اُهي روح ۽ قالب يا جسم ۽ جان جي حيثيت رکن ٿا. سنڌ جي آزاديءَ کان گهڻو اڳ مختلف سياسي ۽ ملڪي ۽ سوشل ۽ علمي جماعتن ۾ جنهن خلوص ۽ جوانمرديءَ سان، جي- ايم- سيد ڪم ڪيو آهي، ان کان ڪو به انڪار ڪري نه ٿو سگهي. سنڌ جي آزاديءَ ۽ قيام پاڪستان کان وٺي اڄ تائين سياسي ميدان ۾ شينهن وانگر نڪ سامهون هلندو آيو آهي ۽ هر حال ۾، پنهنجي ذات جي سلسلي ۾، نتيجي کان بي پرواهه رهي ڪم ڪندو آيو آهي.

شاه صاحب، "تنين سنڌ" جي ٻن ضخيم جلدن ۾ سنڌ جي ١٦ سالن جي سياسي حالتن تي سير حاصل تبصرو ڪيو آهي. زير نظر ڪتاب، شاه صاحب جو ٻيو ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن ڪي هن ڪان اڳ هر هڪ شارح هڪ صوفي لاڪوفي ڪري پيش ڪيو آهي، پر جي-ايم-سيد صاحب جو خيال آهي ته هر هڪ شاعر پنهنجي ماحول کان ضرور متاثر ٿئي ٿو، تنهن ڪري لطيف جي وقت جي ملڪي معاملن، ۽ سياسي حالتن، ۽ ڪلهوڙن جي مخصوص طرز حڪومت کان ڪيئن ٿيو هجي، اها ڳالهه ڄاڻڻ ضروري آهي.

جي-ايم-سيد صاحب ان نقطه نظر سان وٽهي چند ڳالهيون ڪيون آهن، ۽ شاه جي ڪلام مان اهي خيال چونڊيا آهن، جن جو سنڌي طرح يا اڻ سنڌي طرح سنڌ جي سياسي حالتن سان قريب يا بعيد تعلق آهي. ڪتاب ١٢ بابن ۾ ورهايل آهي، ۽ هر هڪ باب وري ننڍن ننڍن عنوانن هيٺ ورڇيل آهي.

پهرئين باب ۾ شاه جي زندگيءَ تي جامع ۽ مانع تبصرو آهي، ۽ اهو ايترو ته مفصل آهي جنهن جيترو شاه جي ڪنهن به سوانح نگار بيان نه ڪيو آهي. مرزا قليچ بيگ، گربخشاڻي، ۽ مولانا وفائي، انهن بابن تي تمام مختصر لکيو آهي. ان باب ۾ شاه جي خاندان، انجي شاخن انهن شاخن جي مختلف قبيلن ۽ سنڌ جي ساداتن جو مفصل تذڪرو آهي. ٻئي باب ۾ شاه جي زماني ۽ ماحول تي تبصرو ڪيو ويو آهي، ۽ ان ۾ سنڌ جي اندروني حالت، سمن جي راڄ ۾ دهليءَ کان سنڌ جي علحدگي، ۽ ٺٽي جي مرڪزيت، ۽ ان زماني جي سنڌي عالمن ۽ بزرگن جا ديني ۽ سياسي نظريا بيان ڪيا ويا آهن. هڪ گروهه اهو پڌايو ويو آهي جو تهذيب، سياسي اقتدار ۽ اندروني خودمختياري ۽ ترقي جو قائل هو. ان جو اڳواڻ مخدوم بلال ۽ سندس مريد سيد حيدر سناني، ۽ مخدوم ساهڙ ڏيڪاريل آهن. ۽ اهي وحدت الوجودي فڪر جا حامل هئا. ٻيو گروهه اهو پڌايل آهي، جي وحدت الشهود جا قائل هئا ۽ جي ظاهرداري، ۽ شرعي تشدد ۽ تنگ خيال جا ماڻهو هئا. ان گروهه جو اڳواڻ قاضي قاضن هو، جو مخدوم محمد ميران جونپوري مهدوي تحريڪ جي بانيءَ جو مريد هو.

شاه صاحب اسلام جي ان فڪر جو قائل نه آهي، جنهن جي ماتحت مخدوم بلال ۽ شاه عنايت جي شهادت جا مثال سنڌ ۾ ٿي گذريا. هو اسلامي فڪر حيات، ۽ انسانيت کي رنگ، نسل، زبان ۽ تهذيب جي فرق ڦير کان سواءِ ڏسڻ واري ولي اللهي، ۽ عبداللهي فڪر جو قائل آهي، محي الدين ابن العربي، ۽ مولانا روميءَ جي فڪر جو قائل آهي. ان جي مقابلي ۾ جو فڪر وحدت الشهود جو آهي، ان کي شاه صاحب، تنگ نظر، ۽ محدود سمجهي ٿو.

خير ان باب ۾ انهن ٻنهي گروهن جي ڪشمڪش ڏيکاري پڌايو ويو آهي ته مخدوم بلال ۽ ان جي فڪري دوستن جي شهادت ۽ خاتمي کان پوءِ سنڌ ڌارين جي سياسي اقتدار ۾ پورا سو ورهيه رهي، ۽ ١٠٠٠ هجري مطابق ١٥٩١ع ۾ اڪبر جي سالار، سنڌ کي فتح ڪري دهلي سان ملائي ڇڏيو. ان کان پوءِ ڪلهوڙن جو راڄ، پيري مريديءَ جي آڙ ۾ آيو، جنهن مغلن جي اطاعت قبول ڪئي، ۽ هلندي هلندي غلام شاه ڪلهوڙي سنڌ کي آزاد ڪيو. مخدوم بلال جي شهادت کان پوءِ مخدوم نوح، شاه ڪريم، سيد رڪن الدين، سخي هاشم شاه، سڀ گوشه نشين ٿيا.

هن بحث جو ٻيو حصو "سنڌ کان ٻاهرين سياسي ۽ مذهبي ۽ تهذيبي اثرات جو سنڌ تي اثر" جي عنوان ماتحت ڪتاب ۾ آندو ويو آهي، جنهن ۾ ١٠ صدي هجري، لوڏي گهراڻي کان اڪبر تائين حالات تي تبصرو ڪيل آهي. ان کان پوءِ "شاه" جي هم عصر بزرگن، شاه عنايت صوفي، مخدوم معين ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم محمد زمان لواري واري،

صاحبڏني فقير دراڙن واري، ۽ مدن ڀڳت جي تاريخن جو ذڪر ڪي بيان ڪيو ويو آهي ۽ اهو حصو نهايت سهڻو ۽ مطالعي جهڙو آهي. هيستائين ڪل ٢٠ صفحا پورا ٿيا، ۽ هن حصي ۾ اهي معلومات پيش ٿي آهي، جا ان نوع ۾ ٻئي ڪنهن به لطيفي شارح نه آندي آهي.

باب ٽئين ۾ شاه کي سنڌ جو قومي شاعر ڪري پيش ڪيو ويو آهي. ان باب ۾ شاعريءَ ۽ شاعرن جا قسم- ادبي شاعر، اخلاقي شاعر، قومي شاعر وغيره تي بحث ڪري شاه جا اهي بيت آندل آهن، جن ۾ وطن جي حب ۽ ديس جي پيار بابت ترغيب آهي، ۽ ملڪ جي آزاديءَ ۽ سنڌي قوم مان احساس ڪمتري جي مٽائڻ، انهن ۾ احساس برتري پيدا ڪرڻ جا خيال پيدا ڪندڙ بيت آهن. باب چوٿين ۾ شاه جي تخيل واري سکي ستابي، آزاد ۽ خوشحال سنڌ پيش ڪيل آهي. باب پنجين ۾ شاه جي قوميت واري تخيل ۽ مذهبي نقطه نظر ۽ وحدت الاديان ۽ وحدت الوجود واري فڪر کي بيتن سميت پيش ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ سنڌ جون قومون، بلوچ ۽ سماٽ، ۽ سنڌي عوام ۽ انهن جي عادتن، فضيلتن ۽ اخلاق ۽ معاشري جو ذڪر آندل آهي. باب ڇهين ۾ اقبال ۽ شاه جي سياسي نظريات کي پيش ڪيو ويو آهي. ستين باب ۾ شاه جو مذهب، صوفيانه فڪر ۽ وحدت الوجودي فڪر بيان ڪيل آهي. عبادت، امن ۽ سلامتي، محبت، خدمت خلق، خود شناسي، ۽ قربانيءَ متعلق دلپذير بحث آيل آهي، ۽ اهو حصو قابل ديد آهي. اٺين باب ۾ شاه جي ڪلام جون خصوصيتون بيان ڪيل آهن، ۽ هر هڪ سر تي "ڪلياڻ" کان وٺي "سرڪارائل" تائين پورن ٣٠ سرن تي تبصرو آهي. باب نائين ۾ شاه جو سنڌين لاءِ سنيهو، جي عنوان هيٺ حب الوطني، خود شناسيءَ، بي خوفيءَ ۽ همت، قربانيءَ، مظلوم جي حمايت متعلق ننڍا ننڍا عنوان ۽ چونڊ بيت آهن. باب ڏهين ۾ "شاه جا سياست تي نظريا" جي عنوان هيٺ فاضل مصنف مختلف سياسي نظرين جو جائزو وٺي، شاه جي ڪلام مان مثال ڏئي ٻڌايو آهي ته ١- نيشنلزم ٢- جمهوريت ٣- سوشلزم ٤- فسيزم (ڊڪٽيٽرشپ) ٥- سرمايه دارانه نظام وغيره مان شاه صاحب جو سياسي نظريو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو، ۽ ٻڌايو اٿس ته "شاه"، قوميت پسند، جمهوريت نواز ۽ سوشلزم جي نظام جو ٿي سگهي ٿو. باقي جاگيردارانه نظام ۽ ڊڪٽيٽر شاهيءَ جو ٿي نه ٿو سگهي. باب ٻارهين ۾، "اسان جون شاه صاحب ڏانهن جوابداريون" وارو مضمون آهي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته

"سڪڻ ايءَ نه سڌ- جيئن لکيو ليڪا پائيين
پٺي پريان جي نه ٿئين، مٿي اگهڻ اڌ
ايءَ پڻ ڪوڙي سڌ، جئن ڪليو ڪايو سمهين".

باب ٻارهين ۾ مختلف مضمونن تي چونڊ بيت آيل آهن. ۽ هيءَ انتخاب هڪ نهايت گرانمايه علمي چيز آهي.

هي ٣٠٣ صفحن جو لاجواب ڪتاب، سنڌ جي عاشقن ۽ شاه جي شائقن لاءِ تحفو آهي. جي- ايم- سيد صاحب سان نظرياتي اختلاف ممڪن آهي، پر سندس علمي ۽ فڪري چيز جي مطالع ۽ ان جو انصاف سان جائزو وٺڻ هر اهل علم تي فرض آهي:

"ويهه ۾ منڊ پنيور ۾، ڪر ڪو واڪر وس
ليون جو لطيف چوي، ڏونگر ڏينده ڏس
پنهون آئي پس، سر پر هلي سنپ" (شاه)

## "سنڌي شعر"

"سنڌي شعر" ۾ جلد: پهريون ١٣٠ صفحا ۽ ٻيو ٢٥٠ صفحا: لکندڙ، جهمٽمل خوبچند ڀاوناڻي، ائڊووڪيٽ، ڏوبي تلاءُ، بمبئي. ٢: مصنف کان بمبئي مان ملي سگهندو.

سنڌي نقادن ۽ اديبن سنڌي شاعريءَ کي ٻن دورن ۾ ورهايو آهي: هڪ کي غير موزون [illegible]
شاعري چيو وڃي ٿو، جنهن ۾ قاضي قاضن، شاهه ڪريم، شاهه لطيف، سچل ۽ ساميءَ جي [illegible]
ڏنو ويو آهي. ان کان پوءِ واري شاعري جا فارسي عروض ۽ بحر وزن تي آهي، ان کي موزون
شاعري سڏيو ويو آهي. سنڌ جي اوائلي دور واري شاعري جا ١٦ ۽ ١٧ عيسوي سنڌي [illegible]
هلي آهي، سا دوهرن ۽ بيتن ۾ ٿي آهي. مرزا قليچ بيگ مرحوم، ان متعلق لکي ٿو [illegible]
اوائل جي جهنگلي، يا اڻ سڌريل نظم جون نشانيون آهن".

هر مصنف ۽ اديب ۽ شاهه جي شارح ۽ سنڌي شاعري جي نقاد اهو ئي ٿي چيو آهي، [illegible]
لکيو آهي، ته شاهه جي بيتن جي ساخت "دوها" پٺاندر آهي، ۽ نه علم عروض پٺاندر؛ پر [illegible]
ڪنهن به مسئلو صاف نه ڪيو آهي ته "دوها" آهي ڇا؟ "دوها" جي حقيقت ڇا آهي؟ ان جو
صفتون ڪهڙيون آهي؟ هندي دوها ۽ سنڌي دوها ٻنهي ۾ هڪجهڙائي ڪهڙي آهي، ۽ [illegible]
ڪهڙو آهي؟ ان موضوع تي سنڌيءَ ۾ ڪابه معياري چيز موجود نه آهي.

زير نظر ڪتاب جو لکندڙ لکي ٿو ته "اسان جڏهن سنڌ ۾ هئاسون، تڏهن "دوها" متعلق
سرسري معلومات هئي، پر پوءِ جڏهن ورهاڱي کان پوءِ هندوستان وياسين، ۽ هندي سکڻ [illegible]
پوءِ "دوها" جو اڀياس ڪيوسون، تڏهن پتو پيو ته "دوها" هڪ "ڇند" آهي، جنهن جو "[illegible]
ودياء" سان وڏو تعلق آهي.

ان ابتري پروڙ کان پوءِ، مصنف سنڌي بيتن ۽ خاص ڪري شاهه جي بيتن کي [illegible]
مختلف "ڇندن" تي پرکيو آهي، ۽ ثابت ڪيو آهي، ته اسان جنهن شاعريءَ کي غير موزون
شاعري، يا "دوها" چوندا هئاسون؛ سا ته در اصل "موزون شاعري" آهي، ۽ ان جو [illegible]
"ڇند وديا" ۽ ڇند شاستر يا پنگل شاستر سان آهي، ۽ نه سنگيت وديا ۽ علم موسيقيءَ سان.
ڪتاب جي پهرئين حصي کي مصنف "ڇند سڱرهه" سڏي، ان جا مختلف نمونا ۽ ان سان واسطو
رکندڙ سنڌي شعر پيش ڪيا آهن. ۽ ٻئي حصي کي "**عطر عروض**" نالو ڏنو اٿس.

پهرئين جلد ۾، اول ڇند وديا جا قسم ۽ ذاتيون بيان ڪيون اٿس. ان کان پوءِ ڇند
سان ميل رکندڙ سنڌي شعر آندو اٿس. "ڇند" جا سڀ قسم هي ڏنا ويا آهن: دوها ڇند
سورٺا ڇند، دوها سورٺا ميل، للت پد يا سار پد، چوپائي ۽ چئو پئي ڇند، شڪت ڇند، دڪپال ڇند
رولا ڇند، ڪنڊليون، لاوڻي ڇند، وير ڇند، سمان ڇند. فاضل مصنف، ٻئي جلد ۾ سنڌي موزون
شعر جي تاريخ ۽ ان جا مختلف دور، فن عروض جا بنيادي اصول، غزل، نظم، مثنوي، ڪافي
قصيدي، مرثيو، مدح، رباعي، وغيره، جدا جدا فصل قائم ڪري، مثالن سان سمجهايا آهن. [illegible]
۾ متفرق شعر ڏنو اٿس. اهو جلد ٻن ضميمن تي پورو ٿئي ٿو، جن ۾ ۽ مختلف قسم جو شعر
آهي. هي ادبي چيز سنڌي ادب ۾ هڪ تحقيقي ۽ نئين آهي، جنهن لاءِ مصنف ڪيرون لهڻون [illegible]

## "پيغام غمگسار"

ڪتاب جو نالو، "پيغام غمگسار عرف ڪلام حافظ شاهه مرحوم"؛ صفحا ٧٦، قيمت هڪ رپيو،
ملڻ جو هنڌ، هاشمي پريس، حيدرآباد سنڌ.

"ٽکو" جي بستي مردم خيز آهي، جنهن مان وقتا فوقتا وڏا وڏا عالم، شاعر، فاضل،
ٻهل قلم ماڻهو پيدا ٿيندا آيا آهن. جن جي ادبي خدمتن ۽ ڪلام سنڌي زبان ۾ چڱو مقام
ڪيو آهي. جهوني زماني جي شاعرن ۽ سگهڙن جي خاص سنڌي صنف آهي: ڪافيون، ڏوهڙا،
بيت، ڳجهارتون ۽ وايون؛ جا قديم الايام کان موجود آهي.

اٽڪل ١٢ صدي هجريءَ ۾، موزون ڪلام، ان علائقي جي ٻانهيءَ سان، جيڪو
ان زماني ۾ ٺٽو، هالا، ٻنياري ۽ ٽکڙ شاعرن جو مرڪز ٿي چڪا هئا. ٽکڙ جي شاعرن ۾
نور محمد خسته، حافظ عالي، ۽ ميان چتن مشهور شاعر هئا، ۽ وچئين دور ۾، حافظ ... علامه
اسد الله شاهه "فدا"، حافظ هارون "دلگير"، حافظ عبدالله "بسمل"، محمد هاشم "مخلص" جهڙا
با ڪمال اديب پيدا ٿيا آهن. محمد حافظ شاهه به ان سلسلي جي ڪڙي آهي. افسوس جو سندس
سارو ڪلام، اڄ تائين نه ملي سگهيو آهي. هن ننڍڙي ڪتاب ۾، سندس نهايت لذيذ ۽ شيرين
ڪافيون، نوجوان اهل قلم سيد اسد الله شاهه ٽکڙائيءَ گڏ ڪري ڇپرايون آهن. ڪتاب جي ابتدا
۾، عرض حال، تعارف، ۽ مقدمي جي عنوانن هيٺ، معلومات افزا، علمي ۽ فني جزئون پيش
ڪيل آهن. حضرت حافظ شاهه مرحوم، جون ڪافيون نهايت لذيذ، ۽ سوز پريون آهن، ۽ عوامي
شاعريءَ جو هڪ زنده نمونو آهن. اهي سڀ ڪافيون ڪنهن وقت تائين نه ورتل آهن، جي سون
ماڻهن کي ياد هيون، جن کي ماڻهو ڏاڍي چاهه ۽ حب سان ڳائيندا آيا آهن. اڄ به هاري ناري،
ڪمي ڪاري، مزور ۽ پورهيت، ڳالهون توڙي مرد ننڍا ڪنهن امتياز جي ڳائيندا رهن ٿا. جڏهن
اهو ڪلام خود حافظ شاهه مرحوم جي روبرو ڳائبو هو، تڏهن هجون پيو هاربندو هو، ۽
ٻڌندڙن جي نيڻن مان به نار پيا وهندا هئا. بهرحال، هيءَ ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ علمي ۽
ادبي اضافو آهي، جنهن جي مطالع جي سفارش ڪجي ٿي.

## "تذڪره لطفي" جلد ٽيون

"تذڪره لطفي" جلد ٽيون: مصنف، لطف الله بدوي؛ صفحا ٢٤٠؛ قيمت ٦-٨-٠ رپيا؛
ملڻ جو هنڌ، آر-ايچ، احمد برادرس، حيدرآباد سنڌ.

"تذڪره لطفي" سنڌ جي شاعرن جو تذڪرو آهي، جنهن جا ٻه حصا، هن کان ڪيٿوا اڳ،
شايع ٿي چڪا آهن، ۽ علمي دنيا ۾ مقبول ٿيا آهن. دراصل، ميان لطف الله بدويءَ جي، هيءَ
محققانه ڪاوش، ۽ علمي خدمت، سندس غير فاني شاهڪار آهي.

مير شير علي قانع جي "مقالات الشعراء فارسيءَ" کان پوءِ، هي پهريون سلسلو آهي؛ جنهن
۾ سنڌ جي قديم شاعرن کان وٺي، موجوده دور تائين، مسلسل طور، علمي تذڪرو لکيو ويو
آهي، ۽ ان جا ٽي حصا شايع ٿي چڪا آهن. اهو ڪم، اگرچ دشوار گذار واديءَ کي طئي ڪرڻ
جي مترادف آهي، تاهم، بدوي صاحب، سهڻي سليقي ۽ علمي طريقي سان، ان ڪم کي
نباهيو آهي.

بدوي صاحب، سنڌي شاعريءَ کي مختلف دورن ۾ ورهايو آهي. هر دور جي شاعرن کي
ان وقت جي نظام حڪومت، تاريخي حالات، ۽ سياسي معاملات جي روشني ۾ پيش ڪيو آهي.
اهو ئي سبب آهي جو هي سلسلو معمول جي خلاف ذرا طويل ٿي ويو آهي. عام طور، فارسي ۽
۽ عربي تذڪرا، نهايت مختصر ۽ مجمل ٿين ٿا.

مثال طور، خزانهء عامره، آتشڪده آذر، يد بيضا، تذڪره شعراءِ ۽ ٻيا جديد ۽ قديم اردو
تذڪرا جي نهايت مختصر آهن، جن ۾ رڳو شاعر جو نالو، ولادت جو سال، ڄمڻ ۽ مرڻ جو هنڌ،
استاد ۽ شاگردن جا نالا، ۽ نموني طور چند منتخب اشعار ئي ملن ٿا. اهو قديم تذڪره نويسيءَ
جو رنگ آهي، جو ڪافي زماني کان هلندو اچي ٿو، ۽ اردوءَ جا موجوده تذڪرا به اڃا ان
رنگ ۾ ئي لکيا وڃن ٿا.

هن دور ۾، تذڪره نويس تي اهو به فرض آهي ته شاعر جي سوانح ۽ ڪلام سان گڏ،
ان دور جي سياسي حالات، تاريخ، ماحول ۽ معاشري متعلق به ڪجهه لکي؛ ۽ ان سان گڏ،

شاعر جي ڪلام تي، نني لفظ لفظ سان، بہ تنقيد ڪري، ۽ سندس ڪلام جا محاسن معائب بيان ڪري، جئن سندس شعر جو صحيح مقام متعين ڪري سگهجي ۽ ڪتاب جا پڙهندڙ اندازو لڳائي سگهن تہ شاعر ۽ سندس ڪلام جو صحيح معيار ڪهڙو آهي، ۽ سندس شاعري، ڪهڙي قدر، ادب ۽ عوام سان هم آهنگ آهي.

"تذڪره لطفي" ۾ شاعر جي حالات، ۽ تاريخي پس منظر جي مفصل بيان سان گڏ انتخاب بہ ڏنل آهي، پر ان شعر جو تنقيدي جائزو نہ ورتو ويو آهي، ۽ نہ وري ڪلام جي فني ۽ عملي محاسن ۽ معائب کي ظاهر ڪيو ويو آهي. بهرحال، بدوي صاحب جي علمي ڪوشش، تحقيق، ۽ منتشر اوراق جي چند چاڻ ۽ ترتيب، سنڌي ادب ۾ معياري ۽ مفيد اضافو آهي.

اميد تہ بدوي صاحب، جلد هن سلسلي جا پاڳا لڪي پورا ڪندو، ۽ تذڪري کي پايہ تڪميل تي پهچائي، سنڌ جي علمي دنيا جي جس ڪندو. اسان علم دوست ماڻهن کي ڪتاب جي مطالعي لاءِ پرزور سفارش ڪريون ٿا.

## "نئين ڪيتي"، ماهوار رسالو- صدر، حيدرآباد سنڌ

رسالو "نئين ڪيتي" هر مهيني پوريءَ باقاعدگيءَ ۽ پابنديءَ سان شايع ٿي رهيو آهي. هن وقت تائين، سندس ٣ پرچا نڪري چڪا آهن. رسالي جي پاليسي ۽ مقصد نالي مان ظاهر آهن. رسالي ۾ زرعي مسئلن سان گڏ، علمي ۽ ادبي، سائنس، طب، علم نباتات متعلق نهايت معياري قسم جا مضمون شايع ٿين ٿا. ڪاغذ اڇو، ڇپائي صاف ۽ صفحا هر ماهہ ٣٢ کان ٣٦ تائين ڏنا وڃن ٿا ۽ منجهس هر مهيني ٻہ ٽي رنگين تصويرون بہ آهن ڪور پيج ٽرنگو، جاذب ۽ آرٽ پيپر تي في ڪاپي ٨ آنہ ۽ ساليانو چندو فقط ٥ رپيا اٿس.

سنڌي ادب ۾، اهڙن علمي ۽ ليڪ فني رسالن جي تمام گهڻي ضرورت آهي. سنڌ هڪ زرعي ملڪ آهي: ان جي ترقيءَ ۽ ڪمال جو مدار زراعت تي ئي آهي. يورپ ۽ ٻين سڌريل ملڪن ۾، زراعت متعلق سائنٽيفڪ تجربن، ۽ نين نين مشنين جي ايجاد ۽ استعمال متعلق تمام گهڻو لٽريچر لکجي چڪو آهي. سنڌ ۾ هي بلڪل انوکو ۽ پهريون پرچو آهي، جنهن سنڌ جي زرعي تعمير ۽ ترقي ڏانهن قدم وڌايو آهي. اسان جي زوردار راءِ آهي، تہ سنڌ جا هاري ناري ۽ زميندار، ۽ باغن سان دلچسپي رکندڙ هن رسالي جا خريدار ٿين ۽ سائنس جي ايجادن ۽ دنيا جي نون نون تجربن ۽ حالتن کان آگاهہ ٿين.

## "روح ادب" هاشمي پريس، حيدرآباد سنڌ

رسالو "روح ادب"، سنڌ جي علمي ۽ ادبي جماعت "روح ادب" جو پرچو آهي. هن جماعت جو سرپرست ۽ روح روان مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولى" آهي. رسالو، هر مهيني شايع ٿيندو، ۽ علمي، ادبي، اصلاحي، ديني، تاريخي مضمونن ۽ معياري شاعرن جي ڪلام تي مشتمل آهي. سندس پهريون پرچو شاهہ نمبر ۽ ٻيو رسول نمبر ۽ نيون دستور موجب علمي ۽ ادبي آهي. صفحا ٥٠ کن هر رسالي ۾ ڏنا ويا آهن. رسالي جو ايڊيٽر مسٽر محمد خان "غني" آهي، جنهن جي شخصيت سنڌ جي علمي ۽ ادبي دنيا ۾ تعارف جي محتاج نہ آهي. رسالي ۾ هر مذاق ۽ هر طبع کي وندرائڻ جو خيال رکيو ويو آهي. نون ۽ سيڪوڙن اديبن ۽ اهل قلم شاعرن لاءِ خاص مضمون لکيا وڃن ٿا. ساليانو چندو ١٠ رپيا ۽ هڪ ڪاپيءَ جي قيمت هڪ رپيو آهي. سنڌ جي هر مشهور نيوز مرچنٽ، ۽ هاشمي پريس، حيدرآباد سنڌ کان ملي سگهي ٿو.



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برھ منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبؔ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

